كتاب نمبر

52



كتاب جو نالو: سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا
ليکڪ: اشتياق انصاري
پهريون ڇاپو: 1996ع
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي
ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي

ملھ: 230 رپيا

**"Sindh ja Koata aein Qilaa"**
(Forts of Sindh)
Written by: Ishtiaq Ansari
Printed by: Azad Communicatios, Karachi
Published by: Sindhica Academy, Karachi-74400
Ph: 7737290

لکپڙھ ۽ وي پيءِ ذريعي گهرائڻ لاءِ

**سنڌيڪا اڪيڊمي**

B-24 نيشنل آٽو پلازا، مارسٽن روڊ
پوسٽ باڪس نمبر: 7363، ڪراچي 74400

# ترتيب


| | | |
|---|---|---|
| پبليشر نوٽ | نوراحمد ميمڻ | 5 |
| پنهنجي پاران | اشتياق انصاري | 7 |
| ڪوٽ ۽ قلعا | | 13 |
| پڪو قلعو | | 41 |
| ڪچو قلعو | | 76 |
| غلام شاهه ڪلهوڙي وارو قلعو | | 79 |
| سيوهڻ جو قلعو | | 95 |
| دهليل ڪوٽ | | 120 |
| لاهري بندر | | 157 |
| ڪلان ڪوٽ | | [illegible] |
| عمر ڪوٽ | | 207 |
| نند ڪوٽ | | 250 |
| ڪيرٿين ڪوٽ | | 271 |
| ڪراچي ڪوٽ | | 287 |
| رتو ڪوٽ | | 304 |
| راڻو ڪوٽ | | 329 |
| ملاڪي ڪوٽ | | 345 |
| ڪيرٿر ۾ ڪوٽ، برج ۽ ديوارون | | 351 |
| منوڙا ڪوٽ | | 363 |
| ڪوٽ ڏجي | | 377 |
| رني ڪوٽ | | 407 |
| نئون ڪوٽ | | |

# پبلشر نوٽ:

ڪوٽ ۽ قلعا قومن جي گذريل تاريخ ۾ عظمت جو چٽو يادگار آهن. سنڌ جي مختلف علائقن ۾ قائم قلعن جو سلسلو انهيءَ ڳالهه جي پڪي ثابتي آهي ته سنڌين پنهنجي دفاع جي ڪوشش ۾ ڪڏهن به وسان نه گهٽايو آهي. اهو الڳ بحث آهي ته قومن کي هميشه دفاعي (Defensive) پوزيشن ۾ رهڻو هوندو آهي يا تاريخ جي اهم موڙ تي خود ان دفاعي پوزيشن جي بچاءَ ۾ (Affensive) مرحلو اٽڪر هوندو آهي. شايد اسان جي تاريخ جو اهوئي سڀ کان وڏو الميو آهي. اسان وٽ استحصالي (Exploitatvie) ويڙهه ۽ اقدام (Affensive) ويڙهه ۾ فرق نه ڪيو ويو آهي.

اسان جي تاريخ ۾ اسان کان اڳ ڇا ڇا ٿي گذريو آهي، انهيءَ جي واقفيت کان سواءِ اسان اڻپورا آهيون. خاص ڪري جڏهن اسان پنهنجي قومي تشخص جي حوالي سان ڪجهه جاچڻ گهرون ٿا ته ان ۾ ڪوٽن ۽ قلعن جو مطالعو اسان جي لاءِ رهنما بڻجي ٿو.

محترم اشتياق انصاري تاريخ جي هن پهلوءَ کي پنهنجي تحقيق جو موضوع بنائي هڪ وڏو تاريخي ۽ آثارن جي ڄاڻ جو ذخيرو محفوظ ڪري ورتو آهي. انصاري صاحب ڪنهن ڊرائينگ روم ۾ ويهي پنج اڻ ڪتاب سامهون رکي هي ڪتاب سهيڙيو ڪونهي. پر هن ان ڪتاب جي تياريءَ لاءِ دنيا جي ڪوٽ قلعن کي مختلف پهلوئن کان پڙهيو آهي ۽ انهن مان ڪيترن ڪوٽن قلعن کي ڏٺو آهي. ان کان پوءِ هو تحقيق هيٺ آيل سنڌ جي قلعن ۽ ڪوٽن جو هر حوالي سان مشاهدو ڪرڻ لاءِ ڏينهن جا ڏينهن انهن هنڌن تي ترسيو آهي ۽ وري وري اتان جا چڪر ڪاٽيا اٿس. سندس اها مهم جوئي ۽ مشقت ئي آهي جنهن نه صرف هن ڪتاب کي مستند ۽ پنهنجي موضوع تي ڄاڻ ڀنڊار بنائي ڇڏيو آهي بلڪ ڪيس به علم ۽ تحقيق جي ڪيتر ۾ هڪ روشن ستارو بنائي ڇڏيو آهي. هن قسم جا ”جنوني“

ڪم نئي ماڻهوءَ کي امر بڻائي ڇڏيندا آهن.

انصاري صاحب هن ڪتاب جي تسلسل ۾ وڏيڪ ڪوٽن ۽ قلعن تي تحقيق ڪري رهيو آهي جيڪا ”حصو ٻيو“ تي شايع ٿيندي. اسان کي اميد آهي ته هي ڪتاب به سنڌيڪا جي ٻين اٿوسرندڙ ڪتابن وانگر پڙهندڙن وٽ مان ماڻيندو.

**نوراحمد ميمڻ**

چيئرمين

سنڌيڪا اڪيڊمي

# پنهنجي پاران

ڪجھ عرصو اڳ رني ڪوٽ جي هڪ اتاهين برج تي پير لڙڪايون ويٺو هيس. سج اجا ڪني نہ ڪيو هئي. هلڪي گهلندڙ هير ۾ ترندڙ پکين جون مست ڪندڙ منڙيون لاتيون سرور ڏئي رهيون هيون. جنهن ۾ ڳيري جي گگو... گهو... ڪيرتر جي جابلو جهرٽي جيان ڪنن ۾ لٿي پئي وئي. ڏيمي سهائي تي تہ پورب ميهڙ جي ميندي‌ءَ جهڙي لالاڻ ۾ رڱجي ويو. ان ريتي روشني ۾ رني ڪوٽ جون ديوارون ڪاڇي جي ڪڪوريل ڪنوار جهڙو ڏيک ڏيڻ لڳيون. ان موهيندڙ منڊل ۾ قلم ڪاڳر کڻي، ڪنهن دوست سان دل جو حال اورڻ دوران لکيو هيم.

.... رني ڪوٽ سنڌ جي تاريخ ۾ هڪ ديو مالائي قصو بڻجي چڪو آهي... پر ڪيستائين ان جي اها پراسرار حيثيت برقرار رهندي... نيٺ تہ ان تي چنڊ چاڻ ٿيڻ کپي... ڪهڙي خبر هئي تہ اڳتي هلي اها چنڊڇاڻ ڪرڻ جي پاڃاري اسان جي پنهنجي ڳچي ۾ اچي پوندي. سال اڌ ۾ دوستن صلاحي تي رني ڪوٽ جي جادوئي جبي جا بکيا اديڙي، دنيا اڳيان ان جي اصل شڪل ۽ صورت ظاهر ڪئي اهڙي طرح ان جي پراسراريت اها نہ رهي جيڪا اڳ هئي.

رني ڪوٽ کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترائي ڪوٽ ۽ قديم قلعا، اسان جي وڏڙن جو رت ست ۽ پورهيو، تاريخ ۾ اڄڻ کان رهجي ويا آهن، ڪي وري خوش بختي سان لکت ۾ اچڻ ڪري تاريخي حصو بڻجي ويا آهن. هڪ رومن ڏاهي سسرو چيو آهي تہ، ”ماڻهو جي پيدا ٿيڻ کان پهريائين جو ڪجھ تي گذريو آهي تنهن کان بي خبر رهڻ وارو هميشہ لاءِ ٻار رهجي ٿو وڃي... اهڙي انسان جي زندگي جي ڪهڙي حيثيت.“

اهو سچ آهي تہ تاريخ پنهنجي سيني ۾ ڪيترا داستان سانديي محفوظ ڪري ڇڏيا آهن. ان کان سواءِ ڪيترين ڪٿائن ۽ قصن سان منسوب اهڃاڻ ۽ کنڊر انهن کي پڪا ۽ پختا بنياد فراهم ڪن ٿا.

اهوئي سبب آهي تہ جيتري ڄاڻ ۽ تاريخي معلومات، اوائلي قصن سان لاڳاپيل ڪنهن هنڌ ڏسڻ سان ٿئي ٿي ايتري سڪٽا ورق ورائڻ سان نٿي ملي. عمر مارئي ۽ سسئي پنهون واريون لوڪ ڪٿائون ڀلي هر سنڌ واسي جي سيني ۾ پڪل پيرونءَ جيان هجن پر جيڏو اتساهہ ۽ لطيف جي شاعري

جو لطف. عمر جو ڪوٽ ۽ مارئي جو منير ڏسي ملي ٿو. اوترو قصا ڪتڻ سان نٿو اچي.

ويجهڙ ۾ انگلينڊ جو وارڪ قلعو Warwick castle ڏسڻ ويو هيس. قلعو پنهنجي تاريخي حيثيت سان گڏوگڏ هڪ سهڻو تفريحي مرڪز به هيو. اتي باغ باغيچن ۾ مور پئي ٽليا. ماڻهن جا ميڙاڪا ڏينهن گذارڻ لاءِ لٿل هيا. ڪيترائي پريمي جوڙا ندي ڪناري من مستين ۾ مشغول هيا. ڪنهن يونيورسٽي جا شاگرد ۽ شاگرداڻيون ڪوٽ جي آسپاس رهندڙ گدڙن جي نسل. افزائش. فطرت. آواز وغيره جي ريسرچ لاءِ لڏو لاهيون وينا هيا. قلعي جا حاضر باش. نگهبان قلعي جي عروج واري دور جون پوشاڪون پايون. ٽنڊ والي ۾ مصروف هيا.

اڄ قلعي اندر موجود ميوزيم جي ٽڪيٽ وٺڻ لاءِ ڊگهي قطار جو حصو هيس. قطار ۾ بيٺل سياحن کي مصروف رکڻ ۽ سندس دل بهلائڻ لاءِ ڪجھ فنڪار پراڻي وضع جو لباس پايون. صديون پراڻا ساز کنيون ڳائي وڄائي رهيا هئا.

منهنجي پرسان بيٺل هڪ گائڪ. گٽارَ جي ڌن تي گيت ڳائي رهيو هو. شهنشاھ جي محل اندر ڪم ڪندڙ پورهيتن جي عظمت لاءِ ڳايل هن گيت منهنجي ذهن کي صديون پوئتي وٺي وڃي جڻ ونگ وجهي ڇڏيا.

غريب ماڻهو جن وٽ نه جُوءِ آهن. نه ڪٽڪ. نه ڪير آ.
پر انهن جا هٿ سون جا نهيل آهن.
جيڪي نه ريشم نه زربفت ٿا اوڍين.
نه کي انهن ڪپڙن تي چانديءَ جون تارون آهن.
چمڙي جي ليڙون ليڙون لباس مان سندن جسم جي چاندوڪي تجلا ٿي ڏي.
ماڻهن جون سهڻيون صورتون. قدرت جو شاهڪار آهن.
جيتوڻيڪ هو مسڪين پورهيت آهن.
پر انهن جا گلاب جي گل جهڙا مهڪندڙ چهرا
ستارن جي جوت جهڙيون اکيون ۽ انهن جا خوبصورت چپ چمڪن ٿا...

اڄ صدين جا سفر ڪندو ۽ هزارها ميل جهٽ ۾ طي ڪري وارڪ قلعي جي ديوارن مان اڏري اچي عمر ڪوٽ ۽ ڪوٽ ڏجي جا ڦيرا پائڻ لڳس. تصور جي اک ڏٺو ته. ڪوٽ جي ديوارن اندر باغيچن ۾ گل گلزاري لڳل آهي. مور ٽلندا ۽ ٽهوڪندا ٿا وتن. چوڪيدارن کي قديم دؤر جون

ورديون پاتل آهن. مگتا ڪوٽ جي عروج واري دؤر جون مروج ڏنون. راڳ ۽ ناچ جو هنر ڏيکاري رهيا آهن.

جيڪر ائين ٿئي ته اهڙي تفريحي هنڌ تي ٻاهران سيلاني ته نهيو پر مڪاني ماڻهو به ڏينهن گهارڻ لاءِ اچي مچو ڪن ۽ مرادون ماڻين. تفريح کان سواءِ تاريخي حوالي سان عام ماڻهو ته پنهنجي جاءِ تي پر ٻارڙا به پراڻي دؤر جون پوشاڪون. هٿيار ۽ ساز ڏسي انهي دؤر جي معلومات جا ڪيترا نوان رانديڪا پاڻ سان کڻي وڃن.

برطانيا جي هڪ مضمون نگار. ناول نويس ڏاهي. جي- ڪي- چيسٽرٽن چيو آهي. "ماڻهو جن کي ماضي متعلق علم نه اهي... اهي حال جي باري ۾ صحيح معلومات رکي نٿا سگهن. تاريخ هڪ جبل آهي. جنهن جي چوٽي تي چڙهي. هيٺ نگاهه وجهڻ سان ماڻهو جنهن دؤر ۽ شهر ۾ رهن ٿا. ان کي سٺي نموني سمجهي ۽ ڏسي سگهن ٿا."

اسان جڏهن سنڌ جي اوائلي تاريخ ۽ روايتن تي نظر وجهون ٿا ته ان ۾ ڪوٽن جو ذڪر بار بار اچي ٿو. سنڌ جي هر وستي. واهڻ ۽ شهر ديوارن ۾ واڙيل هو- پوءِ پلي اهو ڪراچي. ٺٽو. شڪارپور. لاڙڪاڻو... هجي يا ڪو اجا به پراڻو پڊُ. اهوئي سبب اهي ته اسان کي سنڌي ٻولي ۾ ڪوٽن جي باري ۾ ڪيترائي محاورا. پهاڪا. پروليون. ڏنون. معمائون ۽ ٻول ٻڌڻ ۾ اچن ٿا.

شاهه ڀٽائي به پنهنجي بيتن ۾ ڪيترا ڀيرا ڪوٽ لفظ ڪي ڳايو آهي. سُر مارئي. بلاول. سارنگ. ڪيڏارو. ڏهر. سورٺ ۽ ساموندي ۾ مڙئي اهڙي ڳالهه. واري سان ڏسڻ ۾ اچي ٿي:

سونهن وڃايم سومرا! ميرو مارو مس مڃين.
ڏونگها ڏاڏي. پوٽيين. ڪن ڏنا. ڪي ڏين.
جي مان لوهه لاهين. ته ڪوٽن ۾ ڪين هَئان. - مارئي

گهوڙن ۽ گهوٽن جيئڻ ٿورا ڏينهڙا.
ڪڏهن منجهه ڪوٽن. ڪڏهن واهي رڻ جا. - ڪيڏارو

لاکا لک سَڄن. پر قلاٽي قير پيو.
جنهن پر راڻا راڄيا. ڪوٽن ڏٺي ڪنبن.
جنهن جـــو جاڙيجن. ستي سنڪو نه لهـــي. - ڏهر

مون کي جيارو. پرين جـــي ڳالهه ڪـــري.
ڊنو اڄ اڏيـــو. هينئـــڙو ڪـــوٽ برج جـــئن. - ساموندي

سنڌ جي تاريخ جا پنا اڻلائيندي پڻلائيندي ڪيئي ڪوٽ پڙهيا هياسين. ڪيترا ستا ٻڌاسين- سي تفصيل سان ڪري. نشان ۽ نقشن کي ڪٿيءَ جڏهن ڪشالا ڪڍي ڪنهن ماڳ تي پهچون ٿا تہ اتي ڪاري وارا ڪک نظر اچن ٿا. تبرڪ طور هڪ اڌ سر جو بہ نٿو ملي جو گهي سرمو ڪري ڪٿي اکين ۾ پايون. ڪافي ڪوٽ ائين سرزمين تان غائب ٿي ويا. باقين جي حالت بہ پوين پساهن ۾ آهي.

هر باشعور ماڻهو جيان منهنجي ذهن ۾ بہ اهو سوال ايندو هيو تہ موجود يا ڦٽي ويل ڪوٽن جي تاريخي. جاگرافيائي دفاعي ۽ رهائشي اهميت تي ڪم ٿيڻ کپي.

ڪيترن هنڌن تي پراڻن ماڳن جي ڳولها ۽ مطالعي دوران اهڙيون ڳالهيون ڏي وٺ ۾ ايديون رهنديون هيون. آخرڪار مون مٿان اهو بار رکيو ويو. سندرو ٻڌائي دوست مون کي اهڙي بار ۾ وڌو جو ڪي سال ان ڪم ۾ محو رهيس. جتي ڪنهن ڪوٽ جو ذڪر ٻڌو يا پڙهيو فوراً وڃي سرزمين تي پهتس. جيڪي ڪجهہ مليو. تنهن کي تڪي توري. ماپي. لکي پڙهي- مقامي روايتون جاچي. ان متعلق يارن سان ڏي وٺ ڪئي. صلاح ثواب ٿيا ۽ ڪي نوان اهڃاڻ مليا. ڪن رهيل گوشن طرف ڌيان ويو. ضرورت محسوس ٿي تہ وري وڃي سرزمين جي جاچ لڌي.

ڪن ڪوٽن تائين پهچڻ لاءِ ڏينهن جا ڏينهن سفر ڪرڻو پيو. کيرٿر جي چوٽين تي ڪوٽ ڏسڻ لاءِ هڪ قافلو ترتيب ڏنو ويو. جنهن ۾ بار برداري لاءِ اٺ ۽ پاڻي جون مشڪون گڏهن جي پٺاڻن تي رکرائي ڪيترا ڏينهن جبل جهاڳي هزارين فٽ بلندي تي پهتاسين. اهڙي طرح انهن ڪوٽن جون ماپون ورتيون. فوٽوگرافي. فلم بندي ڪري واپسي ڪئي. رني ڪوٽ جي ويهن ميلن ڪان بہ مٿي گهيري ۽ پنجاهہ کن برجن جي ماپن لاءِ هڪ مڪمل جٿو. ٽنبو. اٺ ۽ هٿيارن. سان سانڍ هيو. ايتري انتظامن هوندي بہ ڪيترا ڏينهن ڪوٽ ۾ ڪئمپون ڪرڻيون پيون.

ديلتا جي ڪجهہ ڪوٽن جا آثار سمنڊ جي پاڻي اندر ٻڏل رهن ٿا. وير لهڻ تي چند ڏهاڙا سمنڊ مانو هٽڻ مهل اهي نروار ٿين ٿا. ان ڪري سمنڊ سانتيڪو ٿيڻ جو اوسيئڙو ڪبو آهي. انتظار ڪاٽي نيٺ هوڙن تي چڙهي ڪارين مان گذري. اڪثر راتيون ٻيڙن تي گذارڻيون پيون. اهڙي نموني ديلتا جي گپ چڪ ۾ ليٽڙيل ڪوٽن تائين پهچڻ لاءِ ڪشالا ڪڍڻا پيا. ڪافي دفعا ٻيڙن جا پهر ٽاڪون ڏٻڻ ۾ قاتل رهيون. SOS جي اشارن تي تر جي چڱن مڙسن رات جي پوين پهرن ۾ سرچ لائيٽ ۽

تريڪٽرن سان گهلي ڪڍيو.

ڪن ڪوٽن جي ماپن جي تصديق لاءِ بزرگن جي درگاهن جيئان ڪيترا پيرا پرڻا پيا. هڪ دفعو ڪوٽ ڏسي ماپون ڪري واپس ورياسين. گهر پهچي نقشو جوڙيون ته خبر پئي ته ڪنهن دروازي جي ماپ پوري نٿي بيهي. پيهر وڃي ماپ وٺي ڪندان درست ڪري موٽياسين ته ڏٺو ته ڪنهن برج جو فوٽو مناسب نتيجي وارو نه نڪتو. اهڙي طرح ڪافي هنڌن تي. اٺ اٺ دفعا وڃڻو پيو.

ان عشق ۾ مبتلا رهڻ ڪري ٻاهرين ملڪن جا چڪر به ڏيڻا پيا. انگليند. اٽلي، ايران. ترڪي، يوگوسلاويه. هنگري، چيڪ ريپبلڪ، پولينڊ. سري لنڪا. انڊونيشا. بلغاريه... جي ڪيترن ڪوٽن ۽ قلعن کي باريڪ بيني سان ڏسڻ جو موقعو مليو. ٻاهريان اوائلي ڪوٽ ڏسڻ مان اهو معلوم ٿيو ته ٽين صدي ق- م ڌاري لڙائي جي فن ۽ڪوٽن جي اڏاوت ۾ تڪڙي ترقي ٿي. ان جو وڏو سبب هڪ ذهين ۽ فطين. ڪوجنا ڪندڙ. حساب دان ۽ انجنيئر. آرشمديز Archimeds چيو وڃي ٿو. سيراڪوس جي هن ڏاهي ويڙهه، جهيڙي جون ڪيئي مشينون ايجاد ڪيون. هن پڻ شهر جي قلعبندي ۾ ڪافي سڌارو آندو. سندس هدايتن موجب جوڙيل بچاءَ جو سلسلو ايترو ته ڪامياب ٿيو جو روم جي بري ۽ بحري فوجن جا حملا ناڪام ويا.

پاليبوس ان موقعي جو ذڪر ڪندي لکي ٿو: "هڪ ذهين ماڻهو پنهنجي سمجهه سان ايڏا وڏا ڪم ڪيا آهن، جي ڪنهن خاص ڪم لاءِ ڪارگر ٿيا."

رومن فوجن کي اها پڪ هئي ته جيڪڏهن رڳو سيراڪوس جو اهو پوڙهو نه هجي ته هو شهر کي سولائي سان فتح ڪري پئي سگهيا.

سوال آهي ته ڇا سنڌ جي ڪوٽن جا اڏيندڙ. ڊزائينر ۽ اوستا اهڙا ماهر نه هوندا، جن اهڙي حرفت ۽ هوشياري سان ڪوٽ اڏيا آهن؟ ڇا انهن ڦرندڙ گهرندڙ جنگي چالن مطابق ڪوٽن جي ديوارن ۽ برجن جي بناوت ۾ تبديلي نه آندي هوندي.

دهليل ڪوٽ جي ڪاريگر جنهن هوشياري، مهارت ۽ جاميٽري جي فن جي ڄاڻ ڏيکاري آهي، اها اڄ جي جديد دور ۾ ڪو حساب جو ماهر ئي ڪري سگهي ٿو. پر افسوس جو ان شاه ڪاريگر ۽ اهڙن ٻين ماهرن جا نالا هٿ ناهين آيا.

سنڌ جي ڪوٽن تي لکڻ شروع ڪيم ته معاملو ايترو ته اينگهجي

ويو. جو وڃي خير ٿين. صرف ڊيلٽا اندر ڪوٽن ۾ ڪتب آندل سرن جو تجزيو ڪرڻ چاهيم. ڪوٽ جي ڦٽوڙن مان هڪ هڪ سر آڻي گڏ ڪئي ته ڍير ٿي ويو. ان جي ڊيگهه، ويڪر، بناوت، نفاست وغيره کي قلمبند ڪرڻ جي ڪوشش سان هڪ الڳ مضمون ٺهڻجي ويو. ان کان سواءِ سنڌ جي ڪوٽن ۾ جوڙيل مارن ۽ ٻُرڄن جي شڪل. شبيهه ۽ ماپ ڪري ان کي وري برصغير ۽ دنيا جي ٻين اوائلي ڪوٽن جي مارن سان ڀيٽڻ چاهيو ته عجب جهڙيون ڳالهيون سامهون آيون. ظاهر آهي ته اهڙي وسيع ڪم جي تڪميل لاءِ وقت ۽ موقعا کپن.

خير سان نوڪري به اهڙي ڪئي اٿم جو دربدر خاڪ بسر. صبح جو اڪ پٽڙ سان گاڏي تي ويهون ته وڃڻ لاءِ تارن جي جوت جڳائڻ تائين گاڏي جي سيٽ پٺاڙن سان ٻڌل آهي. ڪم جو ميدان گهر کان سوين ميل ڏور. اڪثر رهائش ڪئمپن ۽ تنبن ۾. جتي لالٽين جي جهيڻي روشني به اهڙي ڪا اڻ لڀ شيءِ بڻجي وڃي ٿي جڻ محبوب جو وصال ٿا گهرون.

صبح جو ٺاڪوڙا، رات جو هيڪر بستري تي پهچجي ته کهڙو ڪافر ويهي ڪتابن سان متا ماري ڪري سگهندو ۽ ڪاڳر ڪارا ڪندو. تنهن هوندي به ڏکندڙ جسم جي نيزاري کي رد ڪري، ڪجهه نه ڪجهه ڪم کي ريڙهيندو رهيو آهيان. خيال اهو هيم ته سنڌ جي تاريخ ۾ ذڪر ڪيل سڀني ڪوٽن تي ڪم مڪمل ڪري پوءِ ان کي ڇپائبو، پر مصروفيتن ڪري، ڊگهي عرصي کان هٿ ۾ کنيل ڪم اڌ ۾ رهيل رهيو. سنگت جي صلاح اها بيٺي ته مڪمل ٿيل ڪم شايع ٿيڻ گهرجي. هوئنن به منصوبو ايترو وڏو آهي جو ٻن يا ٽن جلدن ۾ ان جو پورائو مس ٿيندو.

هي ڪتاب ان سلسلي جي پهرين ڪڙي آهي، جلد ئي ٻي حصي کي به شڪل ڏئي اوهان جي هٿن تائين پهچائبو.

مان محترم دوست ڪليم لاشاري جو ته دل سان ٿورائتو آهيان، جنهن هن ڪتاب جي تياري ۾ پهرين ڏينهن کان وٺي رهبري ڪئي. ڪيترو مواد، فوٽو وغيره مهيا ڪرڻ کان سواءِ جهنگ، جهر، جبل توڙي سمنڊ ۾ سندس ساٿ ۽ رهنمائي منهنجي لاءِ هميشه طاقت قلب بڻي رهي.

**اشتياق انصاري**

# ڪوٽ ۽ قلعا

ڊبليو- اي مائيڪل پنهنجي ڪتاب 'قلعبندي' ۾ لکي ٿو ته 'قلعبندي جو هنر جنگ جي ٻن علمن تي دارومدار رکي ٿو. پهريون 'جنگي فن' ۽ ٻيو 'حرفت'. جنگي فن جي ڄاڻ ٻڌائي ٿي ته ڪهڙي هنڌ کي جنگ جو ميدان بڻايو وڃي، ۽ حرفت ٻڌائي ٿي ته انهي چونڊيل ٽڪري ۾ جٽن جي چرپر يا بچاءُ ڪيئن ڪجي. 'قلعبندي' وري انهن چونڊيل قدرتي هنڌن جي اهميت کي وڌائي ٿي جيئن اتي ڪَٽَڻ جا امڪان گهٽا ٿين.'

'مطلب ته جنگي فن، حرفت ۽ قلعبندي، ٽئي هڪ ٻئي تي دارومدار رکن ٿا. ان ڪري بهترين نتيجا تڏهن حاصل ڪري سگهجن ٿا جڏهن مهارت سان انهن ٽيني کي گڏي سگهجي.'

ان ڪري جنگي نڪته نگاه کان پراڻي دور ۾ به قلعبندي ۽ ڪوٽ هڪ طاقتور حڪومت لاءِ تمام ضروري هيا. ڇو جو ڪوٽ ئي ڪنهن حاڪم جي جاهه جلال ۽ طاقت جي ماپ جا پيمانا هوندا هئا.

اڄ به اڳين زماني جا ڪوٽ رڳو بيجان عمارتون نه آهن. پر اهي پنهنجي دور جون زنده تاريخون آهن. ڪوٽن جي فوجي اهميت کان سواءِ به انهن ڪوٽن اندر اڏيل شهر ۽ سهڻا محل عمارتسازي جا جيئرا جاڳندا شهڪار آهن. جيڪي پڙاڏو آهن، ان وقت جي حاڪمن جي حشمت جو. جن جي پٽن ۾ بيگر پريندڙ مسڪين ماڻهن جون هڏڙيون ۽ گاري، گڇ ۾ پورهيتن جو پگهر به شامل آهي. اڄ به انهن ڪوٽن جي هر هڪ سر مان بادشاهن جي عياشين جي ڇير جي ڇمڪار کان سواءِ مظلومن جي آهه بڪا به اچي ٿي. هنن جا رت سان رڱيل فرش بادشاهه ڪشي ۽ تخت حاصل ڪرڻ وارن جي ويڙهاند جا اکين ڏٺا شاهد آهن. هنن جي زنانخانن مان عطر عنبير جي مهڪار سان گڏ شهزادين جي هڏڪين ۽ سڏڪن جي گونجار به اچي ٿي. ان ڪري ڪنهن به دور ۽ بادشاهه جو

عروج، زوال ۽ سندن صحيح تاريخ لکڻ لاءِ ڪوٽن جي تاريخي ۽ جاگرفيائي اهميت جاچڻ ضروري آهي.

## ڪوٽن جي ابتدا

اوائلي دور ۾ انسان جڏهن غارن ۾ رهندو هو، تڏهن هو خونخوار جهنگلي جانورن جي خوف کان غارن اندر لڪي، ان جي منهن کي وڻن جي ٽارين يا وڏن پٿرن سان ڍڪي ڇڏيندو هو.

انسان بعد ۾ جڏهن پوک شروع ڪئي، تڏهن هو گروهن جي شڪل ۾ رهڻ لڳو- هن ۾ گهر ۽ ڳوٺ آباد ڪرڻ جو رواج پيو. هڪ ٻئي جي ويجهو رهڻ ڪري هن جا پاڻ ۾ جهيڙا، جهڳڙا شروع ٿي ويا. جنهن ڪري نون هٿيارن تيرن، تلوارن سان گڏ، بچاءَ لاءِ ڍالن، لوڙهن ۽ ڪوٽن جي به ضرورت محسوس ڪئي وئي. جيئن 'ايرخ فرام' لکيو آهي ته 'انهي ڳالھ جي ڪا به تاريخي شاهدي نٿي ملي ته اسان جا قديم ابا ڏاڏا بنيادي طور تي جنگجو ۽ وحشي هئا' هن 'ڪوئنسي' جي حوالن مان به اهو ثابت ڪيو آهي ته 'قديم انسان قطعي جنگ پسند نہ هئا. پر جيئن جيئن هو مُهذب ٿيندا ويا. هنن جو جنگجو ٿيڻ جو شوق به وڌندو ويو.'

ايرخ فرام کان سواءِ 'رچرڊ ليڪي' جو به اهو خيال آهي 'قديم ترين انسان امن ۽ سڪون سان رهندو هيو. پر جڏهن هن ٽولن جي شڪل ۾ رهڻ شروع ڪيو ۽ ڳوٺ آباد ڪيائين تڏهن ئي هن جي اندر ۾ وحشت ۽ بربريت جو عنصر جاڳيو ۽ پاڻ جهڙن ماڻهن جو ئي دشمن ٿي پيو.'

سگمنڊ فرائڊ به اهو چيو آهي ته 'نہ انسان تهذيب لاءِ وجود ۾ آيو نہ تهذيب انسان کي راس آئي. تهذيب واري زندگي انسان کي هر مرحلي ۾ پريشانن ۽ مشڪلاتن ۾ مبتلا ڪري ٿي. ان ڪري هو اعصاب زدگي جو شڪار ٿي پوي ٿو، ۽ پاڻ ئي پنهنجي تباهي جو سامان پيدا ڪرڻ شروع ڪري ٿو.'

ايچ- جي- ويلز لکي ٿو ته: 'انسان جي سائيڪي ۾ خونخواري ان وقت مضبوط ٿيڻ شروع ٿي جڏهن هن ڳوٺ آباد ڪيا.' مطلب تہ گروهن ۽ قبيلن جي ڪري جهيڙن جي شروعات ٿي. جيئن آفريڪا جا ڪيترا قبيلا دشمن کان پاڻ بچائڻ يا مٿائن حملو ڪرڻ لاءِ مٽي جي وڏن دڙن ۽ وآهن جي ڪپرن جي اوٽ ۾ لڪي ويهندا هيا. انهن مٽي جي

دڙن آهستي آهستي وڃي دڪن ۽ پٽن جي شڪل اختيار ڪئي. جن ڪي منّي، پٿرن ۽ ڪاٺ جي شهتيرن جي تهن سان جوڙيو ويندو هيو. زماني گذرڻ سان انهن پٽن کي ڪچين سرن سان ٺاهيو ويو.

لڳي ٿو ته قلعبندي سبب ڪان پهريائين انسان خونخوار جانورن کان بچاءُ لاءِ ڪئي. بعد ۾ حملي آور ماڻهن جي خوف کان. جن علائقن ۾ ڪاٺ گهٽو هيو، ماڻهن انهن علائقن ۾ ٽڙن جا وڏا لوڙها ڏنا. منّي ۽ سرن جي گهٽائي واري هندّ تي انهن کي ڪتب آندو ويو ۽ پٿرن واري جاءِ تي پٿرن کي استعمال ڪيو ويو.

آمريڪا جا پايو وجهندڙ ماڻهو به پنهنجي گهرن ۽ واڙن جي چوڌير اهڙا پلويڙا ۽ رڪاوٽون ڏيندا هيا.

## قديم آثار ۽ ڪوٽ

قديم آثار به جڻ ان وقت جا لکيل ڪتاب آهن، جن جي مهارت سان ورق گرداني ڪرڻ سان، اسان کي انهي دور جي رهڻي ڪرڻي، رسم و رواج، علم و هنر جو اندازو ٿئي ٿو. دنيا جي ڪيترن پراڻن آثارن جي کوٽائي مان اسان کي قلعبند شهرن جا نشان مليا آهن.

7000 ق- م جريڪو شهر جيڪو هڪ ٽڪري تي ٻڌل هيو، ان جي چوڌاري هڪ پٽ ڏنل هئي. جيڪا ايڪويه فٽ بلند هئي ۽ تقريباً ڏهن ايڪڙن کي وڪوڙيل هئي. ديوار جي ٻاهران پندرنهن فٽ ويڪري ۽ نوَ فٽ گهري کاهي کوٽيل هئي.

آثار قديم جي ماهرن جي کوجنا مان پتو پوي ٿو ته 3000 ق- م آڳ ايشيا ڪوچڪ جا شهر قلعبند هيا. انهن شهرن مان گهڻن کي بچاءَ لاءِ ٻن کان به وڌيڪ ديوارون هيون. جن تي تيرن اڇلائڻ لاءِ ڪيترائي برج هيا. جيڪڏهن ديوار پڄي به پوي ته به فصيل حملي کي روڪيندي هئي. شهر گهٽو ڪري ندين ۽ کاهين ۾ گهيريل هوندا هيا. واپاري رستن ۽ سرحدن تي ننڍڙا قلعا به ٺاهيا ويندا هيا.

مصر جي پراڻن تاريخن مان به پتو پوي ٿو ته شهرن ۽ محلاتن کي ڪوٽ ڏنا ويندا هيا. جن ۾ برج ۽ پلويڙا هوندا هيا. انهن ڪوٽن جي فوجي ضرورت ختم ٿيڻ جي باوجود اهي حاڪمن جي رهائش طور ڪم اچڻ لڳا. مصر جي حاڪميت جڏهن نيل تائين وڌي تڏهن ٻارنهين

شاهي خاندان کي ڏکڻ ۾ دفاع جي ضرورت محسوس ٿي. اتي هن 'سمنا' جو ڪوٽ اڏايو. جنهن جي پٽ ڪجھ قدم لهنواري ٿلهين سرُن ۽ شهتيرن سان ٺهيل هئي.

اشور جي حڪمران خاندانن کي ٻاهرين توڙي اندرين حملي جو خوف هيو. ان ڪري هنن شهرن جو چؤڦير مٽي جون پٽيون ٺاهڻ شروع ڪيون. جيئن هنن جو 705- 722 ق-م جو جوڙيل خورس باد جو شهر جنهن جي چوڌاري 79 فٽ ٿلهي ڏنل پٽ تي تير اندازن لاءِ ٿوري ٿوري فاصلي تي برج ٺاهيا ويا هيا. ڪوٽ جي دروازي وٽ ٻه ٻٽا برج هيا.

يونان جا سڀ پراڻا شهر ٻه قلعبند هوندا هيا، جيئن اٿينس جو 'اڪرو پوليس' جيڪو 480 ق- م ۾ يونان جو مذهبي ۽ ڪاروباري مرڪز هيو. اڪرو پوليس کي گهڻو قدرتي دفاع هيو. پر هن جي وڏن اُپن لاهين کي جت ٻه ضرورت سمجهي وئي، اتي ديوارن سان بند ڪيو ويو هيو.

يونان جا سردار، ميسينين جي دور ۾ پنهنجي شهرن ۽ محلاتن کي ڪوٽ ڏيندا هيا. جيئن 'ٽرن' شهر جي ناهموار پٿرن سان ٺهيل عالم پناه، جيڪا چوويھ فٽ ويڪري هئي. عالم پناه ٺاهڻ مهل اهو خيال رکيو ويو هيو ته رٿ هلڻ مهل ڪوٽ جي ديوار سڄي هٿ تي بيهي ڇو جو يوناني ويڙها ڍال کبي هٿ ۾ ڀالو ۽ تلوار سڄي هٿ ۾ کڻندا هيا.

ارسطو جي چوڻ مطابق ڪافي پراڻا شهر ۽ ڪوٽ 'هپوڊيمس' جي اصولن تي ٺهيل آهن. جيڪو ميليٽس ۾ ڄائو هيو. هن شهر کي بلاڪن ۽ پاڙن ۾ ورهايو. ان ڪري هپوڊيمس کي پراڻن ڪوٽن ۽ شهرن ڊزائن ڪرڻ جو بابو چيو وڃي ٿو. مثال طور- 'پريني' جو ننڍڙو شهر. ايشيا ڪوچڪ جو 'مليٽن' ۽ رهوڊس اکين جو 'ڪاسوپ' وغيره هن جي اصولن تي ٺاهيل آهن.

روم ٻه ديوارن ۾ گهيريل هيو، جن مان ڪجھ ديوارون اڃاتائين موجود آهن. روم ۾ شهشاهيت قائم ٿيڻ کان پهريائين ٿي چوڌاري پٽ هوندي هئي. هن کي بعد ۾ 270ع ۾ شهشاه ارلين وڌايو هيو. ۽ ساري شهر کي هڪ مضبوط 12 فٽ ٿلھ پٽ سان بند ڪيو. جيڪا 12 ميل

ڊگهي هئي. 312- 306ع ۾ Mayntins جي ڏينهن ۾ ديوار جي بلندي وڌائڻ ڪري پراڻي غلام گردش ڍڪجي وئي ۽ هڪ بلند گئلري تي وئي. جنهن جا مارا ٻاهر طرف ميدان ڏي هيا، ان جي مٿان ٻي غلام گردش کي حفاظتي ديوار ڏني وئي هئي. ديوار 60 فٽ بلند آهي. هر 100 فٽن بعد هڪ چوڪور برج مضبوطي لاءِ ٻاهر نڪتل آهي. ان ۾ 18 دروازا هيا.

مان جڏهن روم گهمڻ ويو هيس ته اتي خاص ڪري وڏي دلچسپي سان روم جي شهر جو جائزو ورتو هو. هي ديوار هاڻي به روم جي ڪجهه حصن کي وڪوڙيون بيٺي آهي. ديوار جي اوچائي، مضبوطي ۽ دروازا اڄ به سياحن جو توجهه ڇڪائن ٿا. مون کي ديوار جو 2/3 حصو ۽ 9 دروازا موجوده وقت به بيٺل نظر آيا.

ليڪ کي اٽلي ۾ 2000 سال قديم پمپائي شهر جي کنڊر ڏسڻ جو موقعو مليو. جيڪو 79ع ڌاري آتش فشان جبل ڦاٽڻ ڪري، ان جي لاوي هيٺان دٻجي ويو هو. ان دٻيل شهر کي ڏيڍ هزار سال بعد ماهرن وڏي مهارت سان کوٽي ڪڍيو. پيپائي جي ديوار جدا جدا عهدن جي 400 کان 100 ق- م تائين پکڙيل آهي. پوئين زماني ۾ ان کي ٻاهران ۽ اندران پٿرن سان بند ڪيو وي هو. ديوار 20 فٽ ويڪري ۽ اتڪل 23 فٽ بلند آهي. جنهن تي غلام گردش ٺهيل هئي. ديوار کي اندرين پاسي کان ڏهن ڏهن فٽن تي دڪن Butterss سان مضبوط ڪيو ويو هو. قلمبندي ۾ جدا جدا هنڌن تي ٻنهي طرفن کان پٽ جي ٽلهائي ۾ چوڪنڊا برج ٺاهيا ويا آهن. اهي ٻنهي طرفن کان دروازن رستي غلام گردش ڏانهن کلن ٿا.

اي- ايل- باشام پنهنجي ڪتاب "The wonder that was India" ۾ لکي ٿو ته 'موهن جي دڙي ۽ هڙپا جي چوڦير مضبوط پٽ ڏنل هئي، جيڪا مذهبي توڙي انتظامي لحاظ کان ناهي وئي هئي. ٻنهي شهرن جا نقشا هڪ جهڙا هيا. هر هڪ کي عالم پناهه هئي. ۽ هڪ مستطيل هٿرادو دڪو ٺهيل هيو، جيڪو ٽيهن کان پنجاهه فٽ بلند هيو. جنهن جي چوڌاري به پٽ ڏنل هئي. ليڪ هڙپا جي کنڊرن ۾ ان پٽ جو ٺائنو ڪيو آهي. اڄ به ڪلراٺي زمين ۾ ڪوٽ جي پٽ جو ڪجهه


كاليج
اناج جو گودام
تلاءُ
ڏاڪڻ
برج
اسمبلي هال
قلعبندي
10 0 10 20 30 40 50 60

موهن جو دڙو

حصو موجود آهي، جيڪو قلعبندي جو سٺو مثال آهي.

اي- ايل- باشام اڳتي لکي ٿو تہ 'هڙاپا پهريون ناهيو ويو. هن جي حفاظت لاءِ هڪ وڏي برجن واري پٽ هئي. جيڪا هينان چاليھ فٽ ويڪري ۽ سندس بلندي پنجٽيھ فٽ هئي. جيئن زمانو گذرندو ويو تئين پٽ کي وڌيڪ مضبوط ڪيو ويو. آخر اولھ کان خطرو سمجهي ان طرف واري دروزاي کي بند ڪيو ويو.

'ميسن' خضدار ۽ قلات جي وچ ۾ 'لاڪورين' شهر جا گبند ڳولهي لڌا. هن شهر جي قلعبندي جا آثار مضبوطي، قدقامت ۽ مهارت جي لحاظ کان مثالي آهن.'



سپاڳڙ- اوڙيسا جي آثارن مان لڌل ڪوٽ

انهن قديم آثارن کان سواءِ اسان کي گوتم ٻڌ جي زماني کان پراڻي ’راجگڙهه‘ جا آثار مليا آهن. راجگڙهه جي حفاظت لاءِ ناهموار پٿرن جي پٽ ڏنل هئي. انهي کان سواءِ تازو اوڙيسا جي ’سپاڳڙ‘ جي آثارن جي کوٽائي مان هڪ پٽ جا اهڃاڻ لڌا آهن. جيڪي چندرگپت موريا جي زماني کان پهريان جا آهن. اها سرن جي پٽ هڪ چورس ميل ۾ آهي. جنهن جي چوڦير کاهي بہ کوٽيل آهي.

اولهہ يورپ ۾ وچين دور ۾ مرڪزي حڪومت جي خاتمي ڪري، خطرناڪ قسم جي افراتفري ڦهلجي وئي. ماڻهو هڪ ٻي سان جهيڙي ۾ رڌل رهڻ لڳا. جنهن ڪري اتان جي وڏيرن ۽ شاهي خاندانن کي پنهنجي حفاظت لاءِ ڪوٽ ٺهراڻا پيا. جن ۾ حملي وقت هو ٻارن ٻچن ۽ دوستن سميت رهي سگهن. اهڙي نموني انهن ڪوٽن جي اردگرد ڳوٺ ۽ شهر آباد ٿيا. ان ڪري فرانس، جرمني، انگلينڊ جي قلعن جي بنيادي ڊزائن ساڳي آهي. ظاهر آهي تہ جڏهن وڏن ماڻهن کي حفاظت جي ضرورت محسوس ٿي تڏهن شهرين بہ شهرن جي چوڌاري پٽيون ٺاهيون. جيئن تيرهين صدي ۾ ’پرووِيس‘ ۾ چوڪور پٽيون ۽ برج ٺاهيا ويا. انهي صدي جي ٻي حصي ۾ انگلينڊ جي ’ايڊورڊ پهرين‘ ڪيترائي قلعا ٺهرايا.

ڪيمبرج ۾ رهڻ دوران مون انگلينڊ جي ڪيترن ڪوٽن جو باريڪ بيني سان معائنو ڪيو. اسڪاٽ لينڊ توڙي ويلز جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ٺهيل ڪوٽن جو بہ تفصيلي جائزو ورتو هو. انگلينڊ ۾ ڪوٽن جي دفاعي ۽ جاگرافيائي بيهڪ جو خاص خيال رکيو ويو آهي.

1066ع ۾ نارمن جي فتح مهل هنن کي مضبوط قعلن جي ضرورت پئي جنهن ڪري ’وليم فاتح‘ 1078ع ۾ ’ٽاور آف لنڊن‘ ٺهرايو. راقم کي پاڻ ڪيترا دفعا ٽاور آف لنڊن ڏسڻ جو موقعو مليو آهي. ٿيمز ندي جي ڪناري ڪوٽ جي اڏاوت اهم آهي. ڪوٽ جي برجن کي دفاع سان گڏ جيڪو رهائش جو ڪم ورتو ويو آهي. اهو قابل تعريف آهي.

انهي کان سواءِ وچين دور ۾ رومن شهشاهيت جي ڪمزوري ڪري جرمن ’رابر بيرن‘ ڪيترائي قلعا ٺهرايا جيئن هو پنهنجو زمينون، پاڻي جا ذريعا ۽ رستا بچائي سگهي ۽ محصول اڳاڙي سگهي.

# ويدڪ زمانو ۽ ڪوٽ

ڪوٽن ۽ شهرن جوڙڻ جو فن هندستان ۾ ڪافي پراڻو آهي، جنهن جو مشرق جي ڪيترن ڪتابن ۾ تفصيل سان ذڪر اچي ٿو، جيئن چاراڪا- سامهيتا- سو سرتا- مامتيا ۽ انگي پرانا- پرت سامهيتا- ياوا پراڪسا- وتسيايانا‌ڪاماسرتا- مناسارا- ڪاميڪا گاما ۽ ٻين ڪتيرن قديم آثارن مان پتو پوي ٿو.

هندستان جي شروعاتي تاريخ کان اڳ هت ڪيترائي وڏا شهر ۽ ڪوٽ موجود هيا. حضرت عيسيٰ جي ڄمڻ کان هزارين سال اڳ لکيل 'رامائڻ' ۾ رشي ولميڪي 'ايوڌيا' شهر جو ذڪر ڪري ٿو. انهي ڪتاب ۾ گهر، شهر ۽ ڪوٽ جوڙڻ جا اصول ڏنل آهن. رامائڻ ۾ جيڪي اڏاوت جا طريقا ڏنل آهن، انهن اصولن تحت مصري، بابلي، يوناني ۽ رومن شهر ٺهيل نظر اچن ٿا. جيئن اسڪندريه جو شهر جيڪو حضرت عيسيٰ جي ڄمڻ کان ڪيتريون صديون اڳ ٺاهيو ويو هيو. اهو اڄ ڏينهن تائين جديد ماهرن لاءِ مثال آهي.

آرين 5000 سال اڳ هندستان فتح ڪيو. هنن هت پاڙا، شهر ۽ ڪوٽ ڏٺا. هنن ڪافي شهر ايترا ته سٺا، ترقي ڪيل ۽ قلعبند ڏٺا جو هو اڪثر پنهنجي ديوتائن کي مدد لاءِ سڏيندا هيا.

ويدڪ زماني کان وٺي اسان کي ڪيترن ئي پراڻن قصن، ڪهاڻن ۾ ڪوٽن ۽ عالم پناهُن جو ذڪر ملي ٿو.

رگويداسا مهيتا ٻڌائي ٿو ته 'جيڪي به قبيلا عالم پناهَن ۾ رهندا هيا انهن کي 'پر' چيو ويندو هيو. جنهن جي معنيٰ هئي، 'مٽي جي جاين کي پٿرن سان مضبوط ڪرڻ.'

ايترايا برهمانا ٽن باهين (اگني) جي باري ۾ لکي ٿو، جيڪي ٽي مضبوط قلعا هيا. جتي اسوراس جي فسادن کي ٻليدان چاڙهيندا هيا. پراڻن ۾ ذڪر آهي ته 'ڪوٽ ٺاهڻ لاءِ عالم پناه ۽ کاهي ضروري آهي.'

هندن جي رزميه ڪتاب رامائڻ ۽ مهاڀارت کان سواءِ جتڪن ۽ لوڪ ڪهاڻين ۾ به ڪوٽن ۽ بچاءَ بندي جو ذڪر آهي.

برصغير ۾ ڪيترائي وستوديا (آرڪيٽيڪچر) تي ڪتاب لکيا ويا

آهن. جن ۾ ڪوٺن اڏڻ جو ب ذڪر ملي ٿو. جيئن اپارجيتا پرڇا- موريا- ناردا شلپا شاسترا- مايا متا- وستو منجري- وستورجا پلپ- وستو منڊني وغيره.

اندو- گنگا ميدان لڳاتار حملن ۽ حڪمرانن بدلجڻ ۾ مشهور هو. هتان جو هر حڪمران انهي ڪوشش ۾ هو تہ پنهنجي ملڪ جون سرحدون وڌائجن. جنهن ڪري وڏن مصروف شهرن جي چوگرد ڪوٽ ٺهرايا ويا. مگادا جي حاڪم گنگا جي ميدان ۾ هڪ قلعو ٺهرايو هو. انهيءَ هنڌ تي هاڻي پٽنا شهر آهي. جنهن کي 320 ق- م ۾ پهرين موريہ




پتيالپتر

شهنشاهه چندر گپت وڏائي گادي جو هنڌ پاٽلي پترا بڻايو. پاٽلي پترا جو عظيم شهر گهڻو ڪري ڪاٺ ۽ ڪچين سرن جو ٺاهيل هو. جتي هر وقت باهه لڳڻ جو خطرو هوندو هو. ان جو تدارڪ ڪتيالا اهو ڪيو جو هر ڏهن گهرن جي وچ ۾ هڪ کوهه کوٽائي پاڻي جو ڪافي مقدار مهيا ڪيو ويو. هر گهر ۾ پاڻي جمع ڪري رکڻ جو حڪم به هو. جيئن باهه لڳي ته باهه وسائڻ جو بندوبست ناڪافي نه هجي. انهن قانونن جي پابندي نه ڪندڙ کي وڏو ڏنڊ وڌو ويندو هو.

4 ق. م ۾ جمنا جي مترا ۽ گنگا جي هيٺائين وٽ هڪ وڏو قلعو هيو، جيڪا مگادا جي راڄڌاني هئي. ان کان سواءِ هڪ ٻيو قعلو دکن ۾ هو. راجگڙه قلعي جا کنڊر ته اڄ ڏينهن تائين مشهور آهن.

چندر گپت موريا جي زماني ۾ سندس وزير ڪتيالا لکيو آهي ته 'ڪوٽن جا قسم زميني حالتن تي منحصر آهن. سڀ کان سٺا اهي قلعا آهن، جيڪي بلند ٽڪرن تي پيهون وانگر ٺهيل هجن ۽ انهن جا شهر هيٺ تري ۾ هجن يا اهي ڪوٽ جيڪي سنج رچ ۾ پاڻي کان پريرو هجن. بادشاهه کي حاڪميت هلائڻ ۽ ٻين حڪمت عملين لاءِ ڪوٽ کليل ميدانن ۾ به ٺاهڻ گهرجن. جنهن جي چوگرد کاهيون کوٽي انهن کي پاڻي سان ڀريو وڃي. جيئن حملي آورن کي پري روڪي سگهجي. هن پنهنجي شهنشاهه کي راڄڌاني ۽ صوبائي سرحدن تي به قلعا ٺهرائڻ جي صلاح ڏني.

ڪتيالا پنهنجي 'ارٿ شاستر' ۾ ڪوٽن ٻڌل شهرن جو ڪافي ذڪر ڪيو آهي. هو لکي ٿو ته ڪوٽ اندر ٺهيل شهر ۾ ٻه مکيه سڙڪون هجن. جن مان ٻيا به مددگار پوروچوٽا رستا نڪرن. جيڪي شهر کي جدا جدا ٽڪرن ۾ ورهائي ڇڏن، جيئن انهن حصن ۾ مختلف ذاتن جا ماڻهو رهي سگهن، شهر جا رستا جتي پاڻ ۾ ڪٽن اتي ديوتائن لاءِ مندر هجن. بادشاهه جي رهڻ جو هنڌ شهر جي اتر ۾ هجي. شهر جي عالم پناهه سان به لڳو لڳ سڙڪ هجي، جيئن مقدس ۽ اهم هنڌن تي سولائي سان پهچي سگهجي.

عالم پناهه کي زهريلي ٻوٽن ۽ ڪيترن سرن جي پتن جو ڪڙو چڙهيل هجي. جيڪي بلندي ۾ وڌنديون رهن ۽ ٿولهه ۾ ٻٽيون هجن.

اهي ايٽريون تہ موڪريون هجن جيئن سپاهي سولائي سان گشت ڪري سگهن. پٽن جي ٻنهي پاسن کان چوڪنڊا برج هجن. در تي ٻہ جاڙا مورچا هجن. در مکيہ شاهراهہ ڏي کلن ۽ ايترا متي هجن جيئن هاٿي سولائي سان انهي مان گذري سگهن. هرهڪ در وٽ ڪاهي متان ڪلدار پل هجي. در ۾ اندر اچڻ کان پوءِ بہ حملي آورن کي وچ ۾ ڪيتريون ئي رڪاوٽون ڏنيون وڃن. مثال طور وڙوڪڙ پلاٿيندڙ رستا هجن. جنهن ۾ لڪل کڏون ۽ ڪاهيون ڪندن، واريءَ ۽ پاڻي سان ڀريل هئڻ کپن.

ڪتيالا خبردار ٿو ڪري تہ ڪوٽ جي ماهر نگهبان کي سدائين هوشيار هئڻ گهرجي، جيئن ڪاهي ۾ متي نہ پئي. پٽيون ۽ برج سدائين ثابت رهن ۽ سندن مرمت ٿيندي رهي. غير مروج باروت ۽ هٿيار استعمال نہ ڪجن. خاص ڪري سازش ۽ دشمن جي منصوبن کان چوڪس رهجي، ڇو جو حملي آور ڪوٽن کي ڪڏهن بہ طاقت سان نہ پر حڪمت عملي سان قبضو ڪرڻ چاهيندو آهي. ڪڏهن هو جادوگر ۽ بازيگر موڪلي اندر جو حال احوال وٺندو آهي. ڪڏهن واپاري جي روپ ۾ جاسوس موڪليندو آهي. ڪي ماڻهو هنن جا فصل ۽ زخيرو ٿيل پاڻي تباهہ ڪري ويندا آهن.

ڪتيالا چوي ٿو تہ 'بادشاهہ کي انهي مهل هوشيار ٿيڻ کپي جڏهن هن وٽ بيماري ڦهلجي يا ڪوٽ اندر پاڻ ۾ اختلاف راءِ پيدا ٿي پئي. يا سندس هٿيارن ۾ خرابي هجي. تڏهن ڪوٽ جون ڪاهيون ڀري ڇڏجن پٽن تي چوڪسي رکجي. دروازن تي هاٿي بيهارجن. انهي مهل باهہ آخري هٿيار آهي.' ڪتيالا لکي تہ: 'اها بداخلاقي ٿيندي جو باهہ ڏيندڙ شيون پکين جي پڇن ۾ ٻڌجن.'

ڪوٽ ۾ سڀ کان سخت ضرورت لڳاتار پاڻي جي پهچ آهي، جيئن دشمن جي گهيري وقت پاڻي جي ڪوٽ نہ ٿي ۽ پاڻي مهينن تائين هلي سگهي. پراڻي دور جي قلعن جا ماهر انهي ڳالهہ جو گهڻو خيال رکندا هئا تہ جيئن زندگي بچائيندڙ پاڻي گهڻو گڏ ڪري سگهن. جنهن ڪري هو پاڻي پهچائڻ کان سواءِ پاڻي گڏ ڪرڻ لاءِ ڪوٽن اندر تلاءَ بہ ٺاهيندا هئا. هو انهي پاڻي جي وسيلن تي ڳجهو پهرو ڏيندا هئا. جيئن دشمن کي انهي وسيلن کان پري رکجي. متان هو انهن ۾ زهر ملائن.

وراها مير پنهنجي ’پرت سامهتا‘ ۾ لکي ٿو ته: ’پاٽي آٽيندڙ نندڙيون ناليون ڪافي هيٺ زمين اندر کوٽيون وينديون هيون.‘ ظاهر آهي ته اهي زمين دوز ناليون آس پاس جون جاگرافيائي حالتون ڏسي ٺاهيون وينديون هيون. جن هنڌن تي قدرتي پاڻي نه هوندو هو. انهن هنڌن تي وڏا تلاءُ ٺاهي مينهن جو پاڻي گڏ ڪيو ويندو هو. جيئن راجستان جي ڪيترن ڪوٽن ۾ اهڙا تلاءُ موجود آهن.

## هندستاني ڪوٽن جا قسم

هندستان ۾ ڪوٽن کي ’درگ‘ چئبو آهي. درگ معنيٰ آهي، ’جنهن ۾ ڏکيائي سان داخل ٿي سگهجي.‘ تنهن ڪري ئي ڪوٽ جنگي حڪمت عملي جي جاڻ ڏئي ٿو. مطلب ته اهو هنڌ جنهن جي چوڦير هڪ مضبوط پٽ ۽ ڪاهي هجي. جنهن کي هڪ مڪمل مورچو بڻائي سگهجي. پراڻن ڪتابن ۾ ڪوٽن جا ڇهه قسم ٻڌايا ويا آهن. انهن ڇهن قسمن جي ڪوٽن جي افاديت ۽ طاقت کي قدرتي بچاءَ ۽ هٿرادو هٿيارن کان سواءِ انهن جي پٽ ۾ استعمال ٿيندڙ سامان جهڙوڪ، ڪاٺ، گارو ۽ پٿر به وڏي اهميت رکن ٿا. اهي ڇهه قلعا آهن.

(1) ڌانوا درگ
(2) ماهي درگ
(3) جالادرگ
(4) وڪشايا وانا درگ
(5) نارا درگ
(6) گري درگ

### 1- ڌانوا درگ

’ريگستاني ڪوٽ‘ هي ڪوٽ گهڻو ڪري ريگستاني علائقي ۾ ٺاهيا ويندا آهن. جيئن ’جيلسمير‘ جو نوانوي برجن وارو ٿر جو قلعو، جنهن کي ٽنا برج آهن. ان ۾ هڪ تلاءُ ’گدي سر‘ به آهي. جنهن کي چوماسي جي ڏينهن ۾ پاڻي سان ڀريو ويندو هو.

### بيڪا نير جو ڪوٽ

هي به ريگستاني قلعو آهي. جيڪو جهوناگڙه ۾ آهي. هي قلعو اڄ به،

وٽنڊڙ صحيح حالت ۾ فن جو شاهڪار آهي. هن جو 'ڪارني ميوزم'، ڏسڻ جهڙو آهي. جنهن ۾ تصويرون، شڪاري انعام ۽ هٿيار رکيل آهن. تنهن کان سواءِ راڻين جا محل به مشهور آهن.

## 2- ماهي درگ

'گاري ۽ مٽي جو ڪوٽ' هي ڪوٽ گاري يا مٽي مان ٺاهيا ويندا آهن. جيئن 'ڳڙ' جو ڪوٽ جيڪو مالدا اوله بنگال ۾ آهن. ان علائقي ۾ ڪمند جام هئڻ ڪري ڳڙ گهڻو ٺاهيو ويجي ٿو. هي ڪيترن ميلن ۾ گنگا ۽ مهاندا جي ميلاپ وٽ ٺهيل آهي. اڄ به ان جا کنڊر ڇهن ميلن ۾ ڦهليل آهن، جنهن جي چوڌير کاهي ۽ عالم پناه آهي. جيڪا ٽيهه فٽ بلند ۽ هيٺان هڪ سو اسي فٽ ويڪري آهي. ان ڪوٽ کي ٻه سو سال اڳ سر وليم جونز ۽ سندس زال آنا ماريا ڳولهي لڌو.

## 3- جالا درگ

'پاڻي وارو ڪوٽ' ان قلعي جي چوڌير پاڻي هوندو آهي. يا خشڪي جي صورت ۾ زمين جي حالت مطابق ندي جي ڪناري اڌ چنڊ جي صورت ۾ ٺهيل هوندو آهي. جيئن:

### ويلور جو ڪوٽ

هي ڏکڻ هندستان ۾ جنگي نڪتئه نگاه کان سٺو ڪوٽ آهي، جنهن کي 14 صدي ۾ وجيا نگر بادشاه ٺهرايو هو. ان کي پراڻن هندو شاسترن مطابق هڪ مضبوط برجن واري پٽ ڏنل آهي. دروازي وٽ وڏو برج ۽ ڪلدار پل آهي. ان ۾ هڪ ڪني پاڻي جو تلاءُ 'پياس بري' هو. اهو پاڻي قيدن کي ڏنو ويندو هو.

## 4- وڪشا يا وانا درگ

'ٻيلن وارا ڪوٽ' هي ڪوٽ گهاٽن جهنگلن ۽ ٻيلن ۾ هوندا آهن، جيئن رنٿيور جو ڪوٽ، جيڪو چيتن جي شڪار کان مشهور جهنگ ۾ آهي. ان تيرهين صدي جي ڪوٽ جي پٽ تي ڪيترائي برج آهن. ان جو اتر اوپر وارو حصو زمين کان ست سو فٽ مٿي آهي. هنن جو اڙانگيون پٽرن واريون چاڙهيون ۽ گهاٽو جهنگ قدرتي رڪاوٽون آهن. ان جي دروازن ۾ ڇهنبن وارا ڪِلَ لڳل آهن، جيئن هاٿي وغيره ان کي

پجي نہ سگهن.

ان کان سواءِ اجيگڙھ جو بہ ٻيلن وارو ڪوٽ ميدان کان اٺ سو فٽ مٿي آهي. ان جي نانگ وانگر وراڪا ڪائيندڙ پٽ ڪٽي ويڪري ڪٽي سوڙهي ٿن ميلن ۾ آهي. اها برجن واري پٽ ٽڪنڊي ٽڪري کي گهيري ٿي. ڪوٽ اندر مندر آهن، جن ۾ اجاتائين وشنو. 'ڪالي ديوي' ۽ 'گڻيش' جون تباھ ٿيل مورتون پيون آهن. ان ڪوٽ ۾ حملي وقت ڪيرائي ماڻهو پناھ وٺي سگهن ٿا.

### 5- نارا درگ

'ميدانن يا ماڻهن وارو ڪوٽ' هي ڪوٽ کليل ميدانن ۾ هوندا آهن. چون ٿا تہ شروعات ۾ هي قبيلي جي سورهين ۽ ويڙهن جي ڪئمپ هوندي هئي. جتي ماڻهو پوک ڪندا هئا ۽ جانور پاليندا هئا. جنهن کي ڪاٺ جو لوڙهو ڏنو ويندو هو.

#### (i) بيجاپور جو ڪوٽ

ان نارا درگ جي پٽ ڇهن ميلن ۾ آهي. جنهن تي سو کن برج آهن، جن تي توپون رکي سگهجن ٿيون. ان جي هڪ وڏي برج 'شيراز' تي دنيا جي وڏي توپ 'ملڪِ ميدان' رکيل آهي، جنهن جي ڊيگھ پندرنهن فٽ ۽ وزن چاليھ ٽن آهي. توپ جي بہ فٽ ڇئن انچن بور واري نالي مان هڪ ٽن لوهي گولو اڇلي سگهجي ٿو.

#### (ii) گلبرگا

هي بہ نارا درگ آهي. جنهنجي چوڦير پنجاھ فٽ ٿلهي ٻني پٽ ڏنل آهي ۽ کاهي کوٽيل آهي. جنهن تي کلدار پل آهي. پٽ جي وڏن برجن تي توپون رکڻ لاءِ ڳڙکيون ۽ سوراخ آهن. ڪوٽ کي هڪ ٻئي پويان چار دروازا آهن، جن تي هاٿي کي روڪڻ لاءِ ڇهنبدار ڪِلَ لڳل آهن. ان کان علاوه دروازي جي مضبوطي لاءِ لوهي زنجير ۽ شهتير ڏنل آهن. مٿين ڪوٽن کان سواءِ پٽيالا ۽ سامڙ جا نارا ڪوٽ بہ مشهور آهن.

### (4) گري درگ

'ٽڪري وارا ڪوٽ' هي ڪوٽ ٽڪرين ۽ جبلن تي ٺهيل هوندا آهن. هندستان ۾ اهڙا ڪوٽ گهڻي تعداد ۾ ملن ٿا. جيئن:

### (i) ڪمبالڳڙھ جو ڪوٽ

هي راجستان ۾ اولھ ۽ اوڀر مارواڙ جي وچ لنگھ ۾ ٺهيل آهي. ان لاءِ چيو ويجي ٿو ته ان جي ڀت ماٺهن نه پر جنن ٺاهي آهي. ان ڀت کي چين جي ديوار سان ڀيٽي سگهجي ٿو. 16 صدي ۾ راڻا ڪمبا، هي ڪوٽ فتح ڪيو. جيڪو پاڻ فنون لطيفه جو شوقين ۽ سٺو شاعر هو. هن کي پنهنجي پٽ ئي مارايو هو. راڻا ڪمبا مارواڙ ۾ چوراسي ڪوٽن مان ٻتيھ ڪوٽ پاڻ ٺهرايا هئا. ڪمبالڳڙھ ڪوٽ ۾ ٻه وڏارو آندو. هن 'بادل محل' ٻيهر ٺهرايو جنهن ۾ هن جهالوار جي شهزادي آڻي رکي. ڪمبالڳڙھ ۾ ٽي سو پنجهٺ مندر هئا ۽ ڪوٽ کي ست دروازا هئا. اريت- هلا- هنون- ڀوانا- پاڳرا- ٽوپي خانا وغيره.

### (ii) دولت آباد ڳري درگ

هي ڪوٽ 9 صدي ۾ ٺاهيو ويو، جنهن کي پهريون ديو ڳري چيو ويندو هو. جيڪو ٻڌن جي رهڻ جو هنڌ هو. 12 صدي ۾ هي ياديو بادشاھ جو مضبوط ڪوٽ هو، جنهن جي بادشاهي ڪرشنا کان نربدا تائين ڦهليل هئي. ڪوٽ جي عالم پناھ ٻه سو فٽ بلند ٽڪرين کي گهيريل آهي، جنهن کي ٽي دروازا آهن. اندريون در پار ڪرڻ لاءِ کاهي پار ڪرڻي پوي ٿي.

مٿين ڪوٽن کان سواءِ هندستان ۾ هي ڳري درگ مشهور آهن. فتح پور سڪري، چتور ڳڙھ، جوڌپور، امبر، بندي، جمون و ڪشمير، وليار، ڪالنجار، اجيگر، ماهوبا، چار ڪري، ڳارهڪندا، داتي، جهامني، جنجي، تلبيهت، مانديو، گولڪندو ۽ تيرو يچيرالي وغيره.

### قلعبند شهر

هندستان جي مختلف ليکڪن شڪلين مطابق ڪوٽن ۽ شهرن کي جدا نالا ڏنا آهن. سڀ کان بهتر مناسارا جا ٻڌايل طريقا آهن. جنهن اٺن قسمن جي شهرن ۽ ان جي چوگرد ٻڌل ڪوٽن جو ذڪر ڪيو آهي. مناسارا علائقي جون جاگرافيائي ۽ زميني حالتون ڏسي شهر ۽ ڪوٽ ٻڌايا آهن. چو جو اندو- آرين شهرن ۾ دفاع کي وڏي اهميت هئي. انهن ڪوٽن يا قلعن جي ڀتن، فصيلن، کاهين ۽ ڪڏن سان حفاظت ڪئي

ويندي هئي.- ستاپاتير جو هي ماهر انهي ڪوٽن اندر سمجهائي ٿو ته ڪٿي مندر، محلات ۽ عوامي رهائش جون جايون هجن. هن هڪ اصول تحت انهن ۾ طرف، دروازا ۽ سڙڪون ڏنيون آهن. جن سڙڪن جي چوڙائي آمدرفت مطابق آهي. دروازي ڏي ويندڙ شاهراهون ٻين رستن کان وڏيون آهن. هن جي ڪوٽن جا نقشا گهڻو ڪري مستطيل آهن. جنهن جو ڊگهو پاس اوير اوله ۽ ننڍو اتر ڏکڻ ٿو وڃي. جن جي وچ ۾ ڪليل سڙڪون آهن. جيئن هوا جو گذر صحيح ٿي سگهي. هي ائن قسمن جا ڪوٽ ۽ شهر انهن هنڌن تي ٺاهيا ويندا هئا جتي اڳ ۾ شهر موجود نه هجن. ان ۾ سرزمين جاگرافيائي حالتن، مذهبي لاڳاپن، سج ۽ آبهوا جو به خيال رکيو ويندو آهي.

مناسارا ائن قسمن جي شهرن ۽ ڪوٽن جي اڏوت جا طريقا ۽ نقشا هيٺين طرح ڏنا آهن.

(1) دنداڪا

دنداڪا معنيٰ 'عملو' Staff آهي. انهن ڳوٺن جو نقشو خاص



داندا ڪا شهر

ڪري مذهبي مقصدن لاءِ هوندو آهي، ڇو جو هي برهمڻن جو ڳوٺ هوندو آهي. ان ڪري مذهبي طرح ان جي حفاظت ٿيندي آهي. شهر ۾ اوير ڪان اولهه ڏي هڪ ڪان پنجن تائين سڙڪون هونديون آهن. جن ڪي وچ تي ننڍيون سڙڪون ڪٽينديون آهن. مندر شهر جي اولهه ۾ هوندو آهي. مهاڀارت ۾ آهي ته 'پانڊوُن جو ٽيون نمبر ڀاءُ ارجن جڏهن تيرٿ لاءِ اتر ڪان ڏکڻ طرف نڪتو هو، تڏهن هن اتي ڪيترائي دنداڪا قسم جا شهر ڏٺا هئا.



سرواتو ڀهادرا ڪوٽ

## (2) سرواتو بهادرا

ان چوڪور ڪوٽ اندر ئي شهر هوندو آهي. جنهن جون سڙڪون قطار ۾ هونديون آهن ۽ گهر به سڌي ليڪ ۾ هوندا آهن. رستن جي چوڪ تي سياحن لاءِ آرام گاهه ٺهيل هوندي آهي. انهن قسم جي ننڍڙي

ڳوٺ لاءِ فصيل يا ڪاهي جي ضرورت نہ هوندي آهي. پر جيڪڏهن وڏو شهر جوڙڻو هوندو آهي، ان لاءِ بلند پٽ ۽ مضبوط فصيل سان گڏ سندس چوڌاري اونهي ڪاهي کوٽي ويندي آهي.



نندياورتا قلعبند شهر

### (3) نندياورتا

ان ڪوٽ ۽ شهر کي گولائي ۾ چئن حصن ۾ ورهايو ويندو آهي. جنهن ۾ ست رستا هوندا آهن. رستن جي ٻنهي پاسن کان جايون هونديون آهن، جيڪي تعداد ۾ ٽن چئن هزارن تائين هونديون آهن. نندياورتا گولائي ۾ سائيڪل جي Flywheel جهڙو ڪوٽ آهي. جنهن جي ڏکڻ، اوپر ۾ فصيل جي ويجهو مهاڻن،
شڪارين، حجمن ۽ ڌوٻين جا گهر هوندا آهن.

### (4) پدماڪا ڪوٽ

هي شهر جي چوڦير هڪ مضبوط ڪوٽ نهيل هوندو آهي. هي ڪوٽ هندن جي مقدس گل ڪنول وانگر هوندو آهي. ان ڪري ئي هي




پدماڪا قلعبند شهر

گل هندن جي جاين، ڪپڙن تي اُڪريل هوندو آهي. هي گهڻو ڪري جڳهن جي ٿنڀن جي مٿان ۽ تري ۾ ٺهيل هوندو آهي. پدماڪا سارو هڪ بيٽ هوندو آهي. هن ۾ هڪ ٻئي کي ڪٽيندڙ سڙڪون هونديون آهن. جنهن ڪري ڪوٽ اندر شهر پنجويهن حصن ۾ ورهايل هوندو آهي. اهڙا شهر گهڻو ڪري گرم علائقن ۾ ٺاهيا ويندا آهن.

## (5) سواستيڪا ڪوٽ

سواستيڪا جي نشاني ائين هوندي آهي. جيئن ڪو ماڻهو پنهنجي ٽنگن يا ٻانهن کي هڪ ٻئي جي مٿان اهڙي نموني رکي جو ذري گهٽ واڌو جي نشان ٺهي پوي. هي نشاني مذهبي طرح غيبي چوڪنڊو آهي. جيڪو دنيا ۽ ڪائنات جا چار حصا ڏيکاري ٿو. اهو آرين جو پڻ مذهبي قطب نما آهي، جيڪا آسمان ۾ سج جي حرڪت ڏيکاري ٿو. ان ڪوٽ اندر شهر هوندو آهي، جنهن جون مکيہ سڙڪون هڪ ٻئي کي وچ تي



سواستيڪا ڪوٽ ۾ شهر

ڪٽينديون آهن. وچ ۾ مندر تهيل هوندو آهي. جنهن جا دروازا چئن وڏن سڙڪن ڏي هوندا آهن.



پرا ستارا ڪوٽ ۾ شهر

## (6) پراستارا ڪوٽ ۾ شهر

ان ڪوٽ اندر شهر ڪي ماڻهن جي حيثيت مطابق حصن ۾ ورهايو ويندو آهي. جنهن ۾ ٻه وڏا رستا وچ تي هڪ ٻئي کي ڪٽيندا آهن، اهڙا شهر گهڻو ڪري ٽڪرين يا هيٺ مٿاهين واري زمين تي ٺاهيا ويندا آهن.

جنهن کي چوڪير مضبوط پٽ ڏئي بند ڪيو ويندو آهي.



ڪارموڪا قلعبند شهر

## (7) ڪارموڪا ڪماندار ڪوٽ ۾ شهر

هي اهڙي زمين تي ٺاهيو ويندو آهي، جتي جڳهه اڌ گول يا ڪمان جي صورت ۾ هوندي آهي. اهڙي قسم جا شهر ۾ ڪوٽ سمنڊ يا ندين جي ڪناري تي ٺاهيا ويندا آهن. ان ۾ وڏا رستا اتر کان ڏکڻ ۾ اوير کان اولهه ويندا آهن. جيڪي هڪ ٻئي کي نوي جي ڪنڊ تي ڪٽيندا آهن.



چترمڪا ڪوٽ ۾ شهر

سچو شهر بلاڪن ۾ ورهايل هوندو آهي. اهڙي ڪوٽن تي ديوي حڪومت ڪندي آهي. جنهن جو مندر مناسب هنڌ تي هوندو آهي.

(8) چترمڪا ڪوٽ ۽ شهر

زمين جتي چوڪور يا مستطيل هوندي آهي، اتي اهڙي قسم جا ڪوٽ ٺاهي اندر شهر آباد ڪيا ويندا هن. هن جا چار پاسا هوندا آهن. هي ڊيگهه ۾ اوبر کان اولهه هوندو آهي. ڪوٽ اندر ٻه وڏا رستا گوني ڪنڊ سان چئني پاسن کان ايندا آهن، جيڪي هڪ ٻئي کي وچ تي ڪٽيندا آهن. جتي مندر جوڙيو ويندو آهي.

## ڪوٽن جي بناوت

شروعاتي دور ۾ تير، تلوار ۽ ڀالا جنگي هٿيار هئا. تنهن ڪري ڪوٽ هميشه مٿي مٽي جي دڙن ۽ ٽڪرن تي بلند ديوارن سان ٺاهيا ويندا هئا. جيئن دشمن جا تير ۽ ڀالا مار ڪري نه سگهن. تنهن کان سواءِ حملي آورن کي انهي سامان سميت مٿي چڙهڻ ۾ ڏکيائي ٿي.

اهڙن ڪوٽن کي فتح ڪرڻ لاءِ حملي آورن وڏيون ڏاڪڻيون ۽ ڪمند استعمال ڪرڻ شروع ڪيا. جنهن ڪري اندر ويٺل، تيرن ۽ پٿرن سان کين پري رکڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. ان ڪري قلعي تي پهرو ڏيڻ لاءِ فصيل ٺاهي وئي. جيڪا مٽي يا سرن جي تمام ٿلهي اوساري ٿيل هوندي هئي. تنهن کان سواءِ ڪوٽ جي دروازي ۽ چوڌاري ديوار ۾ ٽُنگ ڪيا ويا، جن مان پٿر گرم تيل ۽ باهه حملي آورن تي اڇلي ويندي هئي.

بعد ۾ منجنيق ۽ ڪانياٽن جي ايجاد ڪري، هنن جي گولن، ڪوٽن جي ديوارن ۾ شگاف ڪرڻ شروع ڪيا. جيئن رامائڻ ۾ آهي ته 'ايوڌيا ۾ عالم پناهه تي برج اڇلائڻ لاءِ منجنيق استعمال ٿيون، اهي منجنيق هڪ وقت ئي ڪيترا تير ۽ پٿر اڇلائيندڙيون هيون.' منجنيق جي ٻؤ کان ڪوٽن جي ڀتن کي پڪن سرن ۽ پٿرن سان اڏايو ويو. ڪوٽن جي چوڌاري ڪاهيون پڻ کوٽيون ويون. ڪاهيون وڏن ڏاڪڻين ۽ چرنڊڙ ٿاورن کي پري رکنديون هيون. جن جي مدد سان حملي آور مٿي چڙهي ايندا هئا.

ارٿ شاستر ۾ آهي ته 'مثالي درگ ٽن ڪاهين ۾ وڪوڙيل هوندو

آهي. جنهن جي وچ وارا خشڪي وارا حصا ڇهنبدار ٻوڙن سان ڀريل هوندا آهن.' ڪاهين جي باجود منجنيق ۽ پري مار ڪانياٽن جي پٿر بازي ڪري ڪوٽن جا دروازا ڀڃڻ لڳا. ڇو جو ڪوٽن جا اهي نازڪ ترين حصا هئا. جنهن ڪري حملي آورن جي خوف ڪان انهن دروازن تي وڏا برج ٺاهيا ويندا هئا ۽ دروازي اڳيان شهتير، لوها زنجير سرن ۾ ڦاسائي ڇڏبا هئا. ڪاهين مٿان دروازي وٽ ڪلدار پليون ٺاهيون ونديون هيون. جيڪي رات جو يا حملي وقت مٿي اپيون ڪري ڇڏبيون هيون. تنهن هوندي به ڪوٽن جا دروازا ٽٽڻ لڳا. 'تاريخ ملتان' ۾ آهي ته سڪندر اعظم ملتان جي قلعي جو دروازو ٽوڙڻ مهل زخمي ٿي پيو هو. ۽ حضرت علي خيبر جو دروازو ٽوڙي خيبر فتح ڪيو هو.

وقت گذرڻ سان ڪوٽ جون ڀتيون به لهواريون ٺاهيون ويون. جن جي لاهين گهٽو ڪري ٻاهر هوندي هئي. ڇو جو قلعي جي پاڙ ۾ جيڪڏهن دشمن اچي پهچي ۽ هو برج، باهه وغيره ڀت مٿان اڇلي ته اها ٻاهر طرف لاهيءَ ڪري ڀت سان لڳي موٽ ڪائي واپس حملي آورن تي ڪري.

اوائلي دور ۾ ڪوٽن ۾ ڪاٺ به گهٽو استعمال ڪيو ويندو هو، پر پوءِ ڪانياٽن ۽ باهه جي گهٽي استعمال ڪري بند ڪيو ويو.

سليوڪس پنهنجي سفير ميگاس ٿينس کي موريا جي دربار پاٽلي پترا موڪليو هو. جنهن اتي رهي هندستان جي باري ۾ ڪافي ڪجهه لکيو. هو پاٽلي پترا ڪوٽ جي باري ۾ لکي ٿو ته 'ڪوٽ کي وڏيون ڪاٺ جون ڀتيون هيون. جن ۾ پنجَ سو ستر برج ۽ چوهٺ درواز هئا.' واقعي تازو پاٽنا شهر وٽ موريا جي پاٽلي پترا جي کوٽائي مان ڪافي وڏن شهترين جي ٺهيل ڀت ملي آهي.

ارٿ شاستر ڪاٺ جي استعمال کان جهلي ٿو ڇو جو ڪاٺ کي باهه جهٽ تي لڳي ۽ هو ٻري به جلد ٿو.

## باروت جي ايجاد

پراڻن هندستاني ڪتابن ۾ 'اگني ڪارنا' جو ذڪر ملي ٿو، جيڪو گندرف، قلمي شوري ۽ ڪوئلي مان ٺاهيو ويندو هو. ان ڪري چيو وڃي ٿو ته باروت ۽ توپ هندستان جي ايجاد آهي.

1300ع ۾ جنگن ۾ توپ خاني جي استعمال ڪري، پراڻن قلعن جي بناوت ۾ ايڏو فرق نہ آيو. ڇو جو ان مهل توپون ۽ باروت ايڏو سٺو نہ هو. پر 1453ع ۾ جڏهن ترڪن استنبول فتح ڪيو، تڏهن هنن وڏيون توپون ۽ باروت استعمال ڪيو. جنهن ڪري ڪوٽن جون ڀتيون ڀڄڻ لڳيون. برصغير ۾ پهرين مغلن توپ استعمال ڪئي. بابر بادشاهہ پاڻيپٽ جي پهرين جنگ ۾ توپن سان ابراهيم لوڌي کي شڪست ڏني.

بارود ڪري ڪوٽن جي بناوت ۾ نئين سري سان ڦيرڦار آئي. ڪوٽن جي ڀت ۽ ٿولهہ ۾ تبديلي آندي وئي. ڀتن جي بلندي کي گهٽائي هيٺ ڪيو ويو، جيئن ٽارگيٽ ننڍڙو ٿي. ڀتن ۾ پڪن سرن بجاءِ پٿرن جون وڏيون ڇپون استعمال ٿيون. ڪوٽ جبلن ۽ ٽڪرن تي ٺاهيا ويا. ان جي وچ ۾ اوچا منارا ٺاهي توپون رکيون ويون. گڏوگڏ فصيل تي توپن جا مورچا برج ۽ ڳڙکيون ٺاهيون ويون.

ان سان گڏ هڪ اهو بہ مسئلو هو تہ جيڪو ماڻهو ڪاهي پار ڪري ڀت جي ڀرسان اچي پهچي پيو اهو قلعي ۾ موجود ماڻهن جي بلڪل هيٺان اچي بيهي پيو ۽ ڪين نظر نہ پي آيو. ان ڪري قلعي ۾ موجود ماڻهو جيستائين پاڻ کي ظاهر نہ پيو ڪري، تيستائين هن تي فائر نہ پيو ڪري سگهي. اهي ہئي مسئلا برج Bastion ٺاهي حل ڪيا ويا. انهن برجن جي ويڪر وڌائي ڪيس ديوار کان ٻاهر ڪڍيو ويو. جيئن ڀت جي تري ۾ حملي آور يا سرنگ کوٽيندڙ تي نظر رکي سگهجي. اهي ڪُنڊن وارا برج تيرن جي شڪل وانگر هئا. جن ۾ سوارخ ۽ ڳڙکيون ٺاهي توپون رکيون ويون.

وچين دور ۾ صليبن ڪوٽ ۾ کليل ميدانن، جنهن کي Baily سڏيندا هئا ۽ بالاحصار Keep جو رواج وڌو. اهي مستطيل بالا حصار فرانس ۽ انگلينڊ ۾ بہ مشهور هئا. اهي قلعا چوڌاري عالم پناهہ ۾ گهيريل هوندا هئا. جيڪي حملي جي صورت ۾ آخري سهارو هوندا هئا. بغاوت جي وقت بہ هي قلعو وڌ ۾ وڌ محفوظ هوند هو. بادشاهہ ۽ امير Keep ۾ ئي رهند هئا. هن جي وڏن برجن جي ڳڙکين مان دشمنن تي ميزائيل ۽ فائر وغيره ڪري سگهبا هئا.

سورهين ۽ سترهين صدي ۾ ڪيترائي فوجي انجنيئر پيدا ٿيا، جيئن

جين ارراڊو، بليسي ڊي پاگن، مينووون ڪو هيرو ۽ مارڪس ڊي مونٽالبرٽ، هنن ڪيترائي قلعبندي جا نوان قسم ايجاد ڪيا.



وابان جو ڊزائن ڪيل ڪوٽ

اٺوهين صدي جي آخر ۾ هڪ فرينچ انجنيئر مارڪس ڊي وابان مشهور ٿيو. وابان ڪنهن به ڪوٽ جو نقشو ٺاهڻ مهل قدرتي شين جو گهڻو خيال رکندو هو. جيڪي ڪوٽ جي مضبوطي ۾ ڪارآمد هونديون هيون. هو پنهنجي دفاع لاءِ تمام گهرائي سان سوچيندو هو. وابان گهڻو ڪري ان ڳالهه تي زور ڏيندو هو ته ايترا وڏا برج ٺاهيا وڃن جو، جيڪڏهن حملي وقت اهي برج قلعي جي ٻي پٽ کان ڪٽجي وڃن تڏهن به اهي برج پنهنجو اڪيلو بچاءُ ڪري سگهن. پهرين جنگ عظيم کان اڳ گهڻا قلعا وابان جا ڊزائين ڪيل آهن.

# پڪو قلعو حيدرآباد

رب اجعل هذا البلد آمنا

(اي مالڪ هن شهر کي امن وارو ڪر)

تاريخ جي ڏڌڙ ۾ پيوت، حيدرآباد جو پڪو قلعو گنجي ٽڪر تي ڪَرَ ڪنيو بيٺو آهي. سندس شاهي دروازي جي پيشاني تي جڏهن به ڪو راهرو مٿيان لفظ پڙهي ٿو، تڏهن بيخود اُڪير سان هن جو هنيئُون به اها سٽ ورجائي ٿو. اڄ به ميان غلام شاهه ڪلهوڙو پنهنجي مقبري ۾ مٿي جي مٿن هيٺان انهي منت جي پورائي لاءِ ٻاڪاريندو هوندو.

صديون اڳ هي اڪر ان اپاڳي حيدرآباد لاءِ چيا ويا هئا، جنهن جي مسڪين مارن کي ڪڏهن سڪندر جي سپاهين ڊوڙايو ته ڪڏهن محمد بن قاسم وٽ پناهه لاءِ پيش پيا. هتان جي رهاڪن کي ڪڏهن ديسي حاڪمن جي تلوارن رتوڇاڻ ڪيو ته ڪڏهن نيپئر جي بمن، امن ۽ آشتي جي پيغمبرن جي گوشت جا لوٿڙا هَوا ۾ اڏايا. ڪيترا گهمرا موت مار وبا گهڻني گهڻي مان ماڻهن جا لاش ڍورايا.

انهي شهر جي عروج ۽ زوال جي تاريخ نهايت دلچسپ آهي: تاريخي پستڪن ۾ ڪن هن شهر کي 'پٽالا' جي پياري نالي سان پڪاريو آهي، ڪن ناليوارن نويسن هن کي 'نيرون ڪوٽ' جي نالي سان نوازيو آهي، ته ڪن بيرون ٻڌايو آهي. هاڻي ورهين کان حيدرآباد جي هاڪاري نالي سان جڳ ۾ جيئرو آهي.

## پٽالا

سنڌو درياهه جي موج مستي ۽ مٽجندڙ وهڪرا ڏسي ڪن ماهرن جو خيال آهي ته پٽالا وارو به چانگو وهڪرو حيدرآباد جي پرسان وهندو هو.

ڪتابن جو اپياس ڪندي پٽالا جو ذڪر سڀ کان پهريائين

سڪندر سان گڏ آيل يوناني جاگرافيدانن ۽ تاريخدانن جي لکڻين ۾ ملي ٿو. جنهن بعد انيڪ مصنفن پنهنجي تصنيفن ۾ پٽالا جو ذڪر ڪيو آهي. مشهور ليکڪ ارئيين (173- 90ع) پنهنجي ڪتاب 'سڪندر جون مهمون' ۾ لکي ٿو:

سڪندر جهلم ۾ ٻيڙيون ٺهرائي، لشڪر ساڻ وٺي سنڌ تي ڪاهه ڪئي. سڪندر جي ڪاهه وقت سنڌ تي سامبا جي نسل مان راجا سامبس راڄ ڪندو هو. پٽالا، سيوستان ۽ ديبل تي ننڍن راجائن جي حڪومت هوندي هئي، جيڪي سامبس جي ماتحت هئا. سڪندر وٽ مصري ۽ فنيقي ملاحن جا جٿا هئا. راجا سامبس سڪندر سان مقابلو ڪيو. پر پٽالا جي راجا موڪريس بنا مقابلي جي آڻ مڃي. تنهن ڏينهن تي سڪندر کي خبر پئي ته پٽالا جي حاڪم پنهنجي راڄ کي حڪم ڪيو آهي ته شهر خالي ڪري ڀڄي وڃن. سڪندر پٽالا پهتو، ڇا ڏسي ته سارو شهر ڀڙڀانگ لڳو پيو آهي. ايتري قدر جو ڪو هَرُ جوٽيندڙ هاري به موجود نه آهي. هن يڪدم پنهنجي فوج جي جٿي کي حڪم ڪيو ته وڃي ڪجهه مقامي ماڻهو پڪڙي اچن. جڏهن اهي گرفتار ٿي آيا تڏهن سڪندر کين چيو ته "پنهنجي ڀين ساٿين کي به وٺي اچي ڀهريان وانگر ٻي اُلڪي ٻني ٻارو ڪيو. توهان کي ڪجهه به نه چيو ويندو." سڪندر جي انهي واعدي تي ڪجهه ماڻهو واپس وريا."

'سڪندر ڪجهه ڳوناٺا ناڪئا ٻيڙين تي ڪٽي درياهه جي وڏيڪ معائني لاءِ سمنڊ ڏي رخ ڪيو. پر ٿورو سفر سٽڻ بعد سمنڊ جي وير ۽ طوفان هنن جي ٻيڙين جا تختا ڪڍي ڇڏيا.'

ارئيين اڳتي چوي ٿو ته: "سڪندر جڏهن واپس پٽالا آيو ته هن اتي هڪ نئون قلعو ٺهيل ڏٺو. وچڻ مهل هن پنهنجي سپهه سالار کي چيو هو ته بندر جي چوڌاري هڪ قلعو ٺاهيو وڃي ۽ گودي کي به محفوظ بڻايو وڃي، ڇو جو سڪندر کي پٽالا جي ٻنهي شاخن جي ميلاپ واري هنڌ تي ٻيڙين جو آرماڙ رکڻو هو. پٽالا وٽ سنڌ درياهه ٻن شاخن ۾ ورهائجي وڃي ٿو. سمنڊ تائين ٻنهي شاخن جو نالو سنڌ درياهه آهي."

اسٽرابو جي چوڻ مطابق "پٽالا لوئر سنڌ جي درياهه جي سنگم وٽ هڪ خود مختيار يا نيم خود مختيار ملڪ آهي."

ڊايو ناس پنهنجي هڪ نظم ۾ ڳايو آهي ته "پٽالا ۽ پٽالپني مقامي نالو آهي.... درياهه کي ٻه شاخون آهن، جيڪي جزيري کي گهيرو ڪيون بيٺيون آهن. جنهن کي پٽالپني چون ٿا."

ٽالمي پنهنجي جاگرافي جي ڪتاب ۾ احوال ڪري ٿو ته: "سارو ملڪ درياهه جي وهڪري سان اندو- سٿيا جي نالي سان ڪوٺجي ٿو. درياهه جي ٻن حصن ۾ ورهائجڻ سان سندس منهن وٽ هڪ ٻيٽ پٽاليني نهي ٿو."

ايچ- ٽي- لئمبرڪ 'سنڌ هڪ عام جائزو' ۾ چئي ٿو ته: "ميگا سٿينيز جيڪو سڪندر جي ڪاهه کان رڳو ويهه يا ٽيهه ورهيه پوءِ هندستان آيو هو ۽ چندرگپت جي دربار ۾ ڳپل وقت رهي، هتان جي چڱي چوکي معلومات گڏ ڪئي هئائين، سو چٽي طرح ڄاڻائي ٿو ته "درياهه هڪ ٻيٽ پراسياني نالي، ٻيو ننڍڙو ٻيٽ پاتل نالي ناهي ٿو. پويون ٻيٽ هڪ جيترن پاسن واري ٽڪنڊي جي شڪل جهڙو آهي، جنهن جا پاسا ٻه ٻه ميل ڊگها آهن."

اپولينس 50- 42ع ڌاري هندستان آيو هو. هن جي زندگي جي ڪٿا لکندڙ فلاسترينٽس جي لکڻ مطابق 'پولينس سنڌو جو منهن ۽ پٽالا ڏٺو. اهو شهر سنڌ درياهه جي هڪ ٻيٽ تي ٻڌل هو. جتي سڪندر پنهنجا جهاز گڏ ڪيا هئا.' ان مان معلوم ٿئي ٿو ته پٽالا سڪندر جي فتح کان 375 سال پوءِ به موجود هو.

انگريز محقق هيگ به ٻڌائي ٿو ته "تبت جي روايتن مطابق ڪاسماڊي ڪوراس چوي ٿو ته "پوٽالا يا پوٽالاڪا هڪ پراڻي شهر جو نالو آهي، جيڪو درياهه سنڌ جي منهن وٽ آهي." هن جو خيال آهي ته سڪندر وارو پاتل عيسوي سن جي پهرين صدي جي وچ ڌاري درياهه جي ڊگ مٽ ڪري نابود ٿي ويو."

چين جو هڪ ٻڌ ڀڪشو هيانگ چوانگ، ٻڌ تيرٿن جي ياترا جي خيال کان 641ع ۾ هندستان آيو هو. هو 'پي- ٽو- شيهه- لو' شهر جو ذڪر ڪندي ٻڌائي ٿو ته "هن شهر جي زمين ڪلراٺي آهي ۽ هوا سخت ٿڌي آهي، ڪڻڪ ۽ دال اتي جام پوکي وڃي ٿي پر ميوا ۽ گل جهڙا ٿين تهڙا نه."

مصر جي سرزمين تي جڏهن ٽالمي خاندان جي بادشاهي شروع ٿي تڏهن انهن جا ٻيڙا سنڌ جي بندرگاهه وسيلي هندستان سان وڻج واپار ڪندا هئا. ٻيڙا مصر مان ڏاتو، شراب ۽ شيشي جو سامان کڻي هتي ايندا هئا ۽ بدلي ۾ وري گرم مصالحو، سوٽي ۽ اوني ڪپڙا کڻي ويندا هئا. تاريخي گرنٿ ان بندرگاهه جي جڳهه حيدرآباد وارو حصو ٻڌائن ٿا.




سنڌ سڪندر اعظم جي زماني ۾: 325-326 ق-م

## پٽالا جي معنيٰ

لسانيات جي ڄاڻوئن جو خيال آهي ته پٽالا جو نالو پاتال مان نڪتل آهي جيڪو هڪ گل جو قسم آهي. انهي وڻندڙ گل جي شڪل توتاري

جهڙي آهي. ڇو جو سنڌ ڏيلٽا ٻه ان سهڻي توتاري وانگر نظر ايندو آهي.

ڪن جو رايو آهي ته پاتالا دروازي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ پاتال آهي. ڇون ٿا ته جڏهن سفيد چمڙي وارا آريا خشڪ ۽ ٿڌي وچ ايشيا کان سنڌ آيا ۽ هت آبهوا گهم واري ۽ گرم ڏٺائون تڏهن هن کي پاتال (تحت الثريٰ) چوڻ لڳا.

ايم- ايچ پنهور، ڊبليو ڪرفيل جي حوالي سان ذڪر ڪري ٿو ته 'پراڻن ڪتابن ۾ پٽالا جي معنيٰ ست ماڙ عمارت آهي ۽ يوناني ۾ 'پٽالاڪا' جي معنيٰ مندر ٻه آهي." جيرز ياو پڻ انهي ڳالهه جي تصديق ڪري ٿو.

تبت ۾ اڄ ٻه اوچن پهاڙن تي هڪ پگوڊا آهي جيڪو ڪيترن عجيب ۽ سهڻن ماڙين سان جڙيل آهي، جنهن کي پٽالا جي نالي سان ڇيو وڃي ٿو.

چون ٿا ته تبت جو دلائي لاما ٻه اصل سنڌ جي حصي جو رهاڪو هو.

مختلف تاريخن جي اڀياس ۽ اوائلي نقشن جي جاچ کان پوءِ انهن محققن سان اختلاف ڪري سگهجي ٿو، جن حيدرآباد کي پٽالا قرار ڏنو آهي. بهتر ائين ٿيندو ته نئين سر جاگرافيائي ۽ ٻيون حقيقتون گڏ ڪري اصل پٽالا کي ڳولڻ لاءِ جاکوڙ ڪجي.

## نيرون ڪوٽ

ڪيترن ڏاهن گنجي ٽڪر ۽ سندس آس پاس جي کوجن کان پوءِ اتان قبرن مان لڌل لاش، ماپيل مفاصلن، چراگاهه، تلاءَ ۽ درياهه جي موجودگي کان سواءِ ٽڪري تي کنڊرن جي نشانن ۽ ٽنل ڪوٽ جي ڊير لهڻ بعد، تاريخ جي صفحن تي انهي هنڌ تي نيرون جو ڪوٽ جوڙي بيهاريو آهي جتي اڄ حيدرآباد جو پراڻو شهر آباد آهي.

تاريخ ريگستان ۾ رائي چند چواڻي نيرون ڪوٽ 400 ق- م هندن جو قلعو هو.'

محب الله بکري 'مختصر تاريخ' (قلمي نسخو) ۾ لکي ٿو ته نيرون شهر جو بنياد نبوت ۽ هجرت جي وچواري پنجين سال پيو هو.

هڪ روايت موجب جنهن زماني ۾ سنڌ ۾ نيرون يا نيروڻ نالي هڪ هندو راجا راڄ ڪندو هو ان زماني ۾ عربستان ۾ خلافت راشديہ مان حضرت علي ڪرم الله وجہ جي خلافت جو دور هو. حضرت علي رضہ سنڌ کي فتح ڪرڻ لاءِ هڪ لشڪر بہ موڪليو هو.

'تحفہ الڪرام' ۾ مير علي شير قانع لکيو آهي تہ "حضرت علي رضہ جي زماني ۾ مسلمانن جي فوج خشڪي رستي سنڌ تي ڪاهہ ڪئي هئي. وچ ۾ جابلو علائقن ۾ دشمن مقابلو ڪيو، پر مسلمان نعرا هڻندا ڌوڪيندا اڳتي وڌندا رهيا."

'فتحنامہ' مان ظاهر آهي تہ نيرون ڪوٽ جو قلعو اسلام کان اڳ يعني سنڌ جي راءِ خاندان جي عهد حڪومت ۾ بہ موجود هو.

'تاريخ سنڌ' ۾ اعجاز الحق قدوسي ٻڌائي ٿو تہ "راجا سهيرس ٻنهنجي حڪومت کي چئن صوبن ۾ ورهايو هو، جنهن ۾ هن صوبيدار مقرر ڪيا هئا."

(1) برهمڻ آباد صوبو: جنهن ۾ نيرون، ديبل، لوهاڻا، لاک ۽ سمہ شامل هہ

(2) سيوستاني صوبو: هن ۾ جنڪان، رونجهان ۽ ڪوهہ پايہ کان وٺي ڪران [illegible] سرحد جو علائقو شامل هو.

(3) اسڪلندہ صوبو: جنهن ۾ پاٻيہ، تلواڙ، چچ پور ۽ ديوهہ پور جي حصہ زمين هئي.

(4) ملتان صوبو: سڪہ، برهمہ پور، ڪرور، اشهار ۽ تاڪيد کان وٺي ڪشمير تائين ڦهليل هو.

'چچ نامي' ۾ نيرون ڪوٽ جو ذڪر هن ريت آهي تہ بديل (ابن طبنہ البجلي) ٽيهہ سؤ جنگي جوانن سان روانو ٿيو. عبدالله پڻ ان سان عمان جو سمنڊ ٽپي اچي ديبل جي قلعي وٽ پهتو.... جيسيہ بن ڏاهر نيرون ۾ هو.... ڏاهر، جيسيہ چار هزار سوار اٺ ۽ هاٿي ڏئي جلد روانو ڪيو، جو اچي بديل جي سامهون ٿيو. عبدالرحمٰن بن عبدربہ کان روايت ۾ آئين ٿا تہ جڏهن بديل قتل ٿيو تڏهن ڪوٽ نيرون جا ماڻهو اچي ٻنا تہ عرب جو لشڪر هن ظلم جي بدلي وٺڻ لاءِ ضرور ايندو ۽ اسين سنڌن لنگهہ تي آهيون....

انهيءَ وقت نيرون جو حاڪم سندر نالي هڪ شمني هو... هن ڏاهر کي اطلاع کان سواءِ پنهنجا معتبر ماڻهو حجاج جي خدمت ۾ موڪلي امان نامون گهريو ۽ پاڻ تي ڍل مقرر ڪئي. امير حجاج انهن کي امان جو پروانو لکي ڏنو.

'محمد بن قسم لشڪر سان منزلون ڪاٽي اچي قلعي وٽ پهتو، جو نيرون ٽڪري تي آهي. ان جي ويجهو هڪ تلاءُ آهي، جنهن جو پاڻي عاشقن جي اکين کان وڌيڪ صاف، جنهن جا چراگاهه ارم جي باغ کان وڌيڪ وڻندڙ آهن.... سپاهي خريد فروخت لاءِ قلعي ۾ ويا... ٻئي ڏينهن تي محمد بن قاسم گهوڙي تي سوار ٿي مکيه برگزيده ماڻهو سان گڏجي قلعي ۾ آيو ۽ بتڪده جي جاءِ تي مسجد ٺهرائي انهي ۾ ٻه رڪعتون نفل پڙهيائين.'

محمد بن قاسم جي سڀ کان وڏي خوبي اها هئي جو هن هر منزل ۽ موقعي تي پنهنجي مربي ۽ محسن حجاج بن يوسف کان مشورو پئي ورتو. محمد بن قاسم جڏهن نيرون پهتو ته حجاج بن يوسف هن ڏي لکيو:

"تون نيرون جي ماڻهن سان مهرباني سان پيش اچ ۽ هر طرح انهن جي ڀلائي جي ڪوشش ڪر ۽ انهن کي اسان جي سرپرستي جي اميد ڏيار. جيڪو توکان امن گهري اُن کي امن ڏي، جيڪي معززين ۽ اڪابر تو وٽ اچن انهن کي خلعت ۽ انعام اڪرام سان نواز، انهن جي مرتبي مطابق مدارت ڪر، عقل ۽ دانا کي پنهنجو رهبر بڻاءِ، جنهن سان واعدو ڪرين ان کي پورو ڪر، جيئن امير ۽ اڪابر تنهنجي واعدي تي اعتبار ڪن."

مشهور جاگرافي نويس علام ابن حوقل جيڪو 350هه ۾ سنڌ ۾ آيو تنهن جيڪو سنڌ جو نقشو ڏنو آهي، ان مان معلوم ٿئي ٿو ته نيرون شهر ديبل ۽ منصوره جي وچ ۾ آهي.

چچ نامي ۾ مختلف هنڌن تي ٿيل ذڪر مان نيرون ڪوٽ جي جيڪا ڪيفيت ظاهر ٿئي ٿي، اها الا ادريسي جي ٺاهيل نقشي مطابق آهي، هن عرب جاگرافيدان سنڌو جو وهڪرو مناسب ڏيکاريو آهي. پر سندس غلطي اها آهي ته هن منصوره کي سنڌو جي کٻي وهڪري جي ساڄي پاسي بلڪل ڪناري مٿان ڏيکاريو آهي.

نقشو: بحوالہ ابن حوقل

ايلفنسٽن پنهنجي تحرير ۾ ڄاڻائي ٿو تہ ”نيرون ڪوٽ منصوره کان 45 ميل پري بيٺل هو ۽ تاريخ نويس هن ڳالھ تي متفق آهن تہ نيرون ڪوٽ بيشڪ هاڻوڪو حيدرآباد آهي.




نقشو- الادريسي

## بيرون

ابوريحان البيروني (1048- 973ع) فلڪيات، فلسفي، جاگرافي ۽ رياضي جو وڏو ماهر هو. چون ٿا ته هو به هت ئي پيدا ٿيو هو. ان ڪري ڪيترن ڄاڻوئن پڻالا، نيرون ڪوٽ حيدرآباد کي 'بيرون' جي نالي سان به سڏيو آهي. جيئن:

ابوالفدا 'تقويم البلدان' ۾ لکي ٿو ته "مشهور رياضي دان ابوريحان بيروني هڪ سنڌي عالم هو، جيڪو بيرون ڪوٽ جو رهڻ وارو هو."

'تاريخ الاطباءَ' ۾ آهي ته بيرون ڪوٽ، نيرون ڪوٽ کان ٻه ٽي ميل پري آهي، جنهن جو موجوده نالو 'شيخ ريحان' آهي. الفنسٽن پنهنجي تحقيق ۾ ڄاڻائي ٿو ته "شيخ ريحان جي درگاهه به اتي موجود آهي. جيڪو وڏو عالم، فاضل ۽ ڪامل درويش هو."

'هسٽري آف سنڌ' ۾ سر ايڇ- ايم- ايليٽ جو خيال آهي ته 'ابوالفدا جي انهي دعويٰ کان پوءِ فرينچ ليکڪ به انهي ڳالهه تي متفق آهن ته ابوريحان البيروني جي ڄمڻ جو هنڌ اهو ئي آهي.'

علام شمس الدين محمد بن محمود سهروردي پنهنجي نامور تصنيف 'نزهت الارواح' ۾ هن شهر کي 'بيرون ميدنه بالسند' لکيو آهي.

بلاذري وري پنهنجي ڪتاب 'فتوح البلدان' ۾ هن شهر کي بالنون ڪري سڏيو آهي. هو لکي ٿو ته "هي شهر سنڌو درياهه جي الهندي ڪناري تي ديبل ۽ منصوره جي وچ تي بيٺل آهي.
ڪئپٽن ميڪمرڊ ۽ سر چارلس ايليٽ ڪافي تحقيق ۽ ڇنڊڇاڻ




سنڌ جو عربي اسلامي نقشو

ڪان پوءِ ڄاڻائن ٿا ته هن شهر جو اصل ۽ بنيادي نالو بيشڪ بيرون هو. جنهن کي غلطي ڪان ڪن عرب سياحن ۽ عالمن بالنون لکيو آهي. هي شهر تنهن وقت ۾ ان شاهراه تي موجود هو، جيڪا موجوده وقت ۾ حيدرآباد کان ننڍي طرف وڃي ٿي.

مٿيون نقشو پڻ عربي (اسلامي) نقشو آهي، پر هن ۾ اها روايتي غلطي ناهي جيڪا انهن نقشن جي خاصيت آهي. هن ۾ سنڌو جو وهڪرو فطري انداز ۾ ڏيکاريو ويو آهي.

بيرون پڻ نظر اچي ٿو، جو حيدرآباد واري جڳهه کان گهڻو پري، اتر-اولهه رخ ۾ ڏيکاريل آهي. ملتان ۽ اروڙ جي نسبت به غلط آهي، جيڪو اروڙ جي ڏکڻ اوپر ۾ ڏيکاريل آهي. ساڳئي نموني سيوهڻ (سدوسن) پڻ صفا درياه جي پڪ تي ڏيکاريل آهي. بهرحال ان اسلامي روايتي نقشي ۾ بيرون ڏيکاريل آهي. جو درياهه کان گهڻو اولهه ۾ آهي.

## پڪي قلعي جو بنياد

غلام رسول مهر 'تاريخ سنڌ' ۾ لکي ٿو ته "ڪلهوڙن جو وڏو ڏاڏو معتصم بالله جي دور حڪومت ۾ عراق کان اچي نيرون (حيدرآباد) جي اتر وارين ٽڪرين تي رهيو هو."

ڪلهوڙن پنهنجي ٻياسي سالن جي دؤر حڪومت ۾ ٻوڏن، سياسي سببن يا درياهه جي رخ بدلائڻ ڪري ست دفعا پنهنجي گادي جو هنڌ بدلايو. خدا آباد، محمود آباد، احمد آباد، خانوٽ، شاهه پور، ڪاهيجا (شاهه ڳڙه) ۽ آخر ۾ حيدرآباد کي تخت گاهه ڪيو.

سنڌ جي ڪلهوڙا حڪمرانن ۾ غلام شاهه هڪ وڏو عمارت اڏيندڙ ٿي گذريو آهي. هن سورنهن سالن جي دور حڪومت ۾ ڪيئي بندر، مسجدون، مقبرا ۽ ڪوٽ ٺهرايا.

'تاريخ ڪلهوڙا و استقرار حڪومت ٽالپران' ۾ حيدرآباد قلعي جي بنياد پوڻ جي باري ۾ آهي ته "ميان هڪ دفعي فرمايو ته سنڌ جي حڪومت پيڙهين کان اسان جي خاندان ۾ آهي. پر اڃاتائين ڪابه اهڙي جاءِ نه ٺهرائي وئي آهي. جا اسان جي خاندان جي لاءِ يادگار طور قائم رهي. اهڙي طرح اهو هنڌ مقرر ٿيو، جتي قديم زماني ۾ نيرون ڪوٽ هو. ميان هڪ دفعي شڪار جي خيال کان نڪتو ۽ جڏهن انهي هنڌ

وٽان مٽيو، تڏهن ڏٺائين ته اتي پاڻي جي ڪمي نه آهي. آس پاس زمين سيراب آهي. ڳاهه تمام ڳهٽو ٿئي ٿو ۽ قلعي جي ٺهرائڻ لاءِ هڪ مضبوط ٽڪر آهي.اهڙي ريت هن انهي هنڌ تي قلعي ٺاهڻ جو حڪم ڏنو."

'دي انڊس ڊيلٽا ڪنٽري' ۾ آهي ته راجڌاني سنڌو ڪناري يا ان جي پر ۾ ئي ٺهي سگهي پئي. جيئن مرادآباد، شاهپور ۽ ان کان اول برهمڻ آباد، نئون ۽ منصوره وغيره به درياهه جي ڪپر تي آباد هئا. انهن مان ڪي شهر درياهه جي اٿل سبب ناس ٿي ويا ته ڪي وري درياهه جي رخ مٽڻ ڪري ويران ٿيا. هيگ لکي ٿو ته "سنڌو پنهنجو اوائلي وهڪرو مٽائي نئون وهڪرو شروع ڪيو. هن وقت درياهه حيدرآباد ۽ ڪوٽڙي جي وچان وهي ٿو، پر سال 59-1958ع کان اڳ انهي هنڌان درياهه جي هڪ شاخ وهندي هئي. جنهن ۾ پاڻي ايترو تراڪڙو هوندو هو جو ماڻهو سولائي سان ان مان لنگهي ويندا هئا. موجود درياهه جو اصل وهڪرو حيدرآباد جي اوير ۾ وهندو هو. درياهه جي انهي قيرڦار سنڌ جي جاگرافيائي صورت حال تي تمام وڏو اثر ڇڏيو...." هو اڳتي لکي ٿو ته "ميان صاحب کي هڪ اهڙي هنڌ جي ڳولا هئي جيڪو درياهه جي اٿل پٿل کان بچيل رهي. درياهه جو وهڪرو بدلجڻ ڪري محفوظ هنڌ اهو ئي هو، جتي اوائلي دور ۾ نيرون شهر آباد هو. سنڌ واسي هن کي نيرون ڪافر به چوندا هئا."

نيرون ڪوٽ جا باقي ڪنڊر رهجي ويا هئا، جن جون پٿيون زبون ٿي مٽي جو ڍير ٿي پيون هيون. هي هنڌ آسپاس جي مرتبي وارن پيرن ۽ بزرگن جي آخري آرام ڳاهه هو. مسلمان هن هنڌ تي دفن ٿيڻ باعث نجات سمجهندا هئا.

غلام شاهه ان جڳهه کي پٽ ڪرائي ڇڏيو. هن مقدس بزرگن جي قبرن جو احترام به نه ڪيو، نه وري نيرون ڪوٽ جي باقي نشانين جو خيال ڪيائين. اتي هڪ مضبوط قلعو تعمير ٿيو، جنهن جو نالو حيدرآباد رکيائين. هي ڪلهوڙن جو آخري ۽ سڀ کان وڏو تعميري ڪارنامو آهي.

### قلعي تي نالو

روايت آهي ته نيرون ڪوٽ حضرت علي فتح ڪيو هو، ان ڪري ان جي نالي تي شهر منسوب آهي. ماڻهو ثبوت جي طور تي قلعي جي پر ۾ قدم ڳاهه ۾ رکيل حضرت علي جي قدم جو مثال ڏين ٿا.

پر حقيقت ۾ مير ڪرم علي ٽالپر ڪي اهو قدم وارو پٿر ۽ حضرت امام رضا جو ڪوفي خط ۾ لکيل قرآن مجيد فتح علي شاهه قاچار تحفي طور ڏنو هو. پهريائين مير ڪرم علي قدم مبارڪ وارو پٿر قلعي اندر هڪ پڙ ۾ لڳرايو هو. پر پوءِ ماڻهن جي اسرار تي مير نصير خان قدم مبارڪ کي قلعي کان ٻاهر عام زيارت لاءِ هٽايو ۽ ان جي مٿان قبو تعمير ڪرايو. اڄ به اهو قدم مبارڪ قلعي جي اتر ۽ سيد عبدالوهاب جيلاني جي مزار جي ڀرسان انهي ئي هنڌ تي موجود آهي.



حيدرآباد جو قلعو 1845ع

هڪ روايت اها به آهي ته نيرون راجا جي دور ۾ هڪ اصحابي هت سنڌ ۾ اچي رهيو جنهن جو نالو گل حيدر شاهه هو. هن اصحابي لاءِ مشهور آهي ته ڏاڍو ڊگهو جوان هوندو هو. ايترو ته قدآور هو جو جڏهن نيرون جو ڪوٽ ڊاهي ان جي جاءِ تي ٻيو ڪوٽ ٺاهيو ويو هو، تڏهن هو همراهه هيٺ بيٺي بيٺي سرون ۽ تغاريون مٿي ڪوازن تي وينل اوساري ڪنندڙ اوستن کي ڏيندو ويندو هو. هن شخص جي وفات بعد ڪيس ساڳي قلعي جي اترئين دروازي وٽ دفن ڪيو ويو. هن جي قبر به سندس قد

مطابق ڏکهي آهي، پر ويڪر ۾ سوڙهي آهي. حيدرآباد جا سنڌي هن کي اصحابي سگوري جي قبر ڪري چوندا آهن. ورهاڱي بعد آيل ماڻهو هن کي 'نوگزا پير' ڪري چون ٿا. اڳي شهر ۾ جيڪو به قدآور ماڻهو ڏسندا هئا ته چوندا هئا ته "قد ته ڏسوس جڻ اصحابي سگورو". ان ڪري ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته حيدرآباد شهر تي نالو انهي گل حيدر شاه جي ڪري پيو. ڪي ماڻهو انهي قبر لاءِ چون ٿا ته اها انهن سپاهين جي اجتماعي قبر آهي، جيڪي محمد بن قاسم سان گڏ آيا ۽ هت شهيد ٿيا.

سي- اي- ڪنڪيڊ پنهنجي ڪتاب 'سنڌ ۽ گجرات جون لوڪ ڪهاڻيون' ۾ لکي ٿو ته "پراڻي زماني ۾ سنڌ تي راجا نيرون راڄ ڪندو هو. جنهن کي نگار نالي سان هڪ سهڻي ڌي هوندي هئي. شاه محمد مڪي پنهنجي دوست حضرت علي عليہ وسلام سان گڏ دنيا جو سير ڪندو هڪ ڏينهن اچي نيرون ڪوٽ پهتو. شاه محمد مڪي شهزادي نگار جي عشق ۾ گرفتار ٿي ويو. هن راجا کان سڱ گهريو، پر راجا انڪار ڪيو. نيرون پنهنجي ڌي کي ڪوه ۾ وجهي ڪوه جي منهن تي هڪ وڏو پٿر ڏئي ڇڏيو. شاه محمد مڪي ڏاڍو پريشان ٿيو. هن کي سمجه ۾ نه پيو اچي ته ڇا ڪيان؟ حضرت علي رضہ پنهنجي ڪرآمت ۽ طاقت سان هن جي مدد ڪئي.

حضرت علي رضہ جنهن کي حيدر علي به سڏيندا هئا، راجا نيرون تي ڦٽ لعنت ڪري ڪوه مٿان پٿر پري ڪري 'پوندو' نشان ناهيو. شاه مڪي هڪ تيز رفتار گهوڙي تي شهزادي کي ويهاري وٺي ڀڳو. هن جي ڪڍ ڪيترائي ڪافر رڙيون ڪرڻ لڳا. نيٺ حيدر علي رضہ ۽ شاه مڪي ڪيترائي ڪافر ماري شهزادي نگار کي ڪٽي پهچي ويا. چون ٿا ته حيدرآباد تي اهو نالو حضرت علي رضہ حيدر جي جي پٺيان پيو."

محب الله بکري پنهنجي مختصر تاريخ (قلمي) جي پهئي باب ۾ حيدرآباد لاءِ لکي ٿو ته "حيدرآباد دراصل نيرون جي نالي سان مشهور آهي.... مغلن جي فتح بعد هي حيدرآباد سڏجڻ لڳو، ڇاڪاڻ ته حيدر قلي ارغون هن کي نئين سر تعمير ڪرايو."

ڪلهوڙا پاڻ کي عباسي سڏائيندا هئا ۽ حضرت عباس جو اولاد چوائيندا هئا. حضرت عباس، حضرت علي جو چاچو هو، ان ڪري

حضرت علي سان سندس تمام گھڻي عقيدت هئي. جيئن تہ حضرت علي جو لقب حيدر آهي، ان ڪري انهن نئين اڏيل قلعي کي بہ 'حيدر' جو نالو ڏنو. ڪلهوڙن بعد سنڌ جا والي ٽالپر هئا. ٽالپرن بہ ان قلعي ۾ ورهين جا ورهيہ راڄ ڪيو. اهي بہ حضرت علي سان عقيدت ڪري مشهور هئا.

## ٽالپرن جو قلعي تي قبضو

'شاهنامہ سنڌ' ۾ آهي تہ 1783ع ۾ جڏهن ٽالپرن جو دور شروع ٿيو، حيدرآباد جي قلعي ۾ ميان عبدالنبي خان جي ماڻهن ڪان سواءِ مرزاڻي بلوچ رهندا هئا ۽ ميان عبدالنبي پاران شالمين شيدي قلعدار هو. قلعي اندر مٺي پاڻي جا پنج کوهہ هئا، هر قسم جي اناج جا انبار، گاهَن جون دنيون هيون، باروت جام هو. قلعي وارن کي ٻاهرئين دشمن جي حملي جو ڪو خطرو نہ هو. مير فتح علي، حاجي احمد خان کي لشڪر ڏئي قلعي ڏانهن روانو ڪيو. ٻن سالن تائين ٽالپرن جي لشڪر قلعي تي گهيرو ڪيو، پر ڪو بہ نتيجو نہ نڪتو. آخر مرزاڻين باروت کي باهہ ڏني، جنهن جي ٺڪاءُ ڪري قلعي جي اوڀر واري پٽ جو وڏو حصو ڀڄي پيو. حاجي احمد خان لشڪر سميت قلعي اندر ڪاهي آيو. شالمين کي گرفتار ڪري مير جي سامهون پيش ڪيو ويو. مير سندس نمڪ حلالي ۽ بهادري ٻي واکاڻ ڪندي هن تي گهڻيون نوازشون ڪيون. تنهن کان پوءِ شالمين شيدي سرائين جي حرم کي ساڻ ڪري جوڌپور ڏانهن روانو ٿيو.

## قلعي جي بناوت

هي شاهي قلعو 25.22 اتر ۽ 68.41 اوڀر حيدرآباد ريلوي اسٽيشن جي ڀرسان موجود آهي. هن قلعي جو قطر هڪ ميل ۽ بلندي 80 فٽ آهي. ڀڳوانداس ڀڳوان هن قلعي جي 36 ايڪڙن تي پکڙائي ٿو. لطف الله مالوي 'سنڌ جي سفر' ۾ لکي ٿو تہ "شاهي قلعو هڪ پنج ڪنڊي ۽ بيضوي شڪل جو آهي. جو پڪين سرن ۽ گچ مان ٺهيل آهي."

مهر ڪاڇيلوي قلعي جو ذڪر ڪري ٿو تہ "قلعي جي اتر طرف هڪ وڏو در ۽ هڪ چور دروازو هو. ست، اٺ بي ترتيب مورچا آهن. اوڀر ۽ ڏکڻ واري فصيل اوچائي تي آهي. اولهہ واري پاسي تي ٻہ فصيل آهن. ٻاهر واري فصيل گول ڪمان وانگر بيضوي شڪل ٺاهي ٿي. انهن




حيدرآباد قلعي جو محل وقوع

فصيلن جي وچ ۾ هڪ ڪمرو لانڍي وانگر آهي، جنهن جي ڀنهي پاسن کان ڇت لاهيڻ تي آهي. چون ٿا ته اهو باروت خانو هو. ڪن جو خيال آهي ته اهو اناج لاءِ گودام آهي. انهن فصيلن جي وچ ۾ ڪاٻه جڳهه نه آهي. اندرين فصيل ۾ هڪ ڇور دروازو گودام طرف وڃي ٿو."

ناٿن ڪرو 1799ع ۾ سنڌ آيو، ۽ هو هت سترهن مهينا رهيو. هو لکي ٿو ته: "حيدرآباد جي ڪوٽ کي هڪ وڏي ڀت آهي ۽ منجهس هڪ وڏو قلعو آهي. جنهن تي ڪجهه ڳريون توپون رکيل آهن. ڀت سنهي آهي، پر اندران مٽي جو ٿلهو ڀراءُ اٿس. ڪجهه مٽي اصلوڪي ۽ ڪجهه هٿرادو پيل آهي، ان ڪري ڀت کي ٽوڙڻ مشڪل آهي. سمورو قلعو سرن جو ٺهيل آهي. ٿلهي قلعي جي شڪل گول آهي ۽ سئو والن کان وڌيڪ ويڪر نه اٿس. ڪوٽ جي ڀت جي ڊيگهه اٽڪل منو ميل ٿيندي، ان ۾ توپن رکڻ لاءِ جايون آهن. مورچا وغيره ڪونه اٿس. هن جي شڪل مستطيل نموني جي آهي ۽ اهو هڪ ڊگهي سوڙهي ٽڪري جي ڪنڊ تي

ٿهيل آهي، جا سيني پاسن کان اُڀي آهي. ٽڪري جي آسپاس واري ايراضي سنڌونديءَ جو هڪ پيٽ آهي، جنهن جي موڪر ڇهه يا اٺ ميل ۽ ڏيگهه ويهه يا ٽيهه ميل ٿيندي. اها ايراضي آباد ۽ زرخيز آهي ۽ آبڪلاٽي ۾ پاڻي جي اٿل هيٺ ايندي آهي.“

والٽر هملٽن هن قلعي بابت 1820ع ۾ بيان ڪري ٿو ته: ”هي قلعو هڪ ٽڪري تي آهي ۽ هڪ هزار قدم ڊگهو آهي. ان جي هڪ طرف ڦليلي ۽ ٻئي طرف ٽن ميلن جي مفاصلي تي سنڌوندي آهي. قلعو پنج ڪنڊو ۽ ٽڪري جي بيهڪ مطابق آهي. قلعي جون ڀتيون سرن جون آهن ۽ منجهن بندوقن لاءِ ٽُنگ آهن. ڪيترن هنڌن تي ٽڪري جي لاهين ۽ اٿاهين آهي، جو جيڪڏهن هن ڀت کي ٽوڙي ڇڏجي ته به قلعي تي چڙهڻ ناممڪن آهي.“



اٺويهين صديءَ جو حيدرآباد قلعي جو هڪ پراڻو منظر

جيمس برنس 1828ع ۾ لکي ٿو ته: ”ميرن جو قلعو جنهن تي هو فخر ڪندا آهن، جيڪو ٽڪري جي چوٽي تي ٿهيل آهي. اها پڪين سرن جي هڪ حقير عمارت آهي. ان جون سرون آهستي آهستي ڳرنديون

وجن ٽيون. اهو قلعو هڪ منظم فوج جي حملي اڳيان هڪ ڪلاڪ به ڏڪ جهلي نہ سگهندو."

ليفٽيننٽ ايڊورڊ ڊلهوسٽي 32ـ 1831ع ۾ هت آيو. هن جو چوڻ آهي تہ: "حيدرآباد جو قلعو شهر جي ڏکڻ ۾ هڪ 35 فٽ کن بلند ٽڪري تي آهي. ڪيس 40 فٽ بلند، پڪين سرن جي پٽ ڏنل آهي، جنهن ۾ گول ۽ چوُرسا برج آهن. ڪوٽ جي پٽ ٽڪري جي ڇيڙي کان مٿي اُڀي ڪنيل آهي. مٿس چن ۽ مٽي جو ليپو ٿيل آهي."

جي- ايف- هيڊل جنهن 1836ع ۾ قلعو ڏٺو هو، هو پنهنجي 'ميمائرس آف دي رِورِ انڊس' ۾ ذڪر ڪري ٿو تہ: "حيدرآباد جي ڏکڻ ۾ ڪوٽ آهي. ڪوٽ جي پٽ تقريباً 50 فٽ کن بلند آهي. پٽ اندر جي طرف کان مٽي جي دڪن سان پختي ڪئي وئي آهي. جيڪا اندرين پوني کان ويندي ڳڙکي تائين ڪجھ فٽ مٿي ڪنيل آهي. ان ڪري دفاعي نقطهءِ نظر کان هڪ مضبوط اڏ ناهي ٿي."

هينري پاٽنجر 'بلوچستان ۽ سنڌ جو سفرنامو' ۾ ٻڌائي ٿو تہ: "حيدرآباد هڪ ٻيٺ تي ٻڌل آهي ۽ قليلي جو وهڪرو قلعي کان هڪ هزار قدمن تي ٿيندو. پر انهي مان هڪ شاخ قلعي جي بلڪل ويجهو وهندي هئي، جنهن ۾ ٻيڙيون وغيره اچي لنگر هڻنديون هيون."

'نئين مصر جا پراڻا ورق' ۾ آهي تہ "لاڙ جي ٻين شهرن جي ڀيٽ ۾ هي شهر تمام وڏو آهي ۽ پڻ ڳتيل بہ آهي. قلعو پڪسرو ۽ سنو ٺهيل آهي، پر شهر جون جايون ڪي خاص نہ آهن."

هيوز 'سنڌ جي گزيٽر' ۾ لکي ٿو تہ: "حيدرآباد جو قلعو ڪنهن سني رٿا موجب جوڙيل آهي ۽ مضبوطي ۾ سنڌ جو ٻيو ڪوبہ قلعو ساڻس مقابلو نہ ٿو ڪري سگهي. ڇاڪاڻ تہ قلعي جو بنياد پنجاھ فٽن تائين هيٺ وڃي ٿو ۽ ٽڪر جي مٿاڇري کان پوءِ بہ پنجاھ فٽ کن مٿي آهي."

'سنڌ جا تاريخي قلعا' ۾ شمس الدين جتوئي لکي ٿو تہ: "ڪوٽ ٽالپرن جي رهائش توڙي حفاظت طور ڪم ايندو هو. جيستائين انگريزن کين شڪست نہ ڏني، اندريون جايون قيدخاني طور تي ڪم ايندي‌يون هيون. ڪوٽ جي پٽ 40 کان 50 فٽ اوچي آهي ۽ گولائي ۾ ڏيڍ ميل کن ٿيندي. پٽ ۾ 1/2ـ1 × 7 × 10 انچ ماپ جون پڪيون سرون

ڪتب آنديون ويون آهن. ڪوٽ جي پٽ جي ويڪر هيٺ کان وٺي مٿي تائين مختلف آهي. هيٺ بنياد وٽ 5 فٽ آهي، جيڪا مٿي چوٽيءَ وٽ پهچي 2.9 فٽ بيهي ٿي، پٽ جي چوٽي وٽ سينگاريل ڪنگريون آهن، اهي پري کان ائين ٽيون لڳن جڻ سپاهي مٿي تي خود پايون بيٺا آهن. ڪوٽ جي پٽ ۾ اڌ گول جي شڪل جا برج ٺهيل آهن، اهي برج رڳو قلعي جي اترين پٽ تي آهن."

آرڪيالاجسٽ هينري ڪزن ڪوٽ جي ڪنگرين لاءِ لکي ٿو ته



"پري ڪان ائين ٿو محسوس ٿئي جڻ ماڻهن جا انبوهہ ڀالن جي ڇهنبن تي ماڻهن جون ڪوپڙيون ڪنيون بيٺا آهن."

منهنجي مشاهدي مطابق قلعي ۾ ٽن قسمن جون سرون استعمال ٿيل آهن. انهن سرن مان ڪي ترڪي دور جون آهن تہ ڪي وري مغل دور جون لڳن ٿيون. قلعي جي اڏاوت جو ڪافي حصو مغلن جي طرز تعمير جهڙو آهي.

قلعي جو ڏکڻي ۾ ڏگهو حصو اوڀر کان اولهہ 2430 فٽ آهي ۽ وڌ ۾ وڌ ويڪر اتر کان ڏکڻ 900 فٽ آهي. قلعي جي اتر واري ٻانهي (ٻيگل پٽ سميت) 3100 فٽ ۽ ڏکڻ واري ٻانهي 3080 فٽ آهي.

ڪوٽ جي وچ ۾ هڪ ٽاور هو جنهن جو ڪوٽ جي ڪنهن بہ حصي سان تعلق ڪونہ هو. ساري ڪوٽ تي نگاهہ رکڻ جي ڪم ايندو هو. ان گول ٽاور جي شڪل ذري گهٽ اوائلي ميراٽي ٽوپي جهڙي هئي، جيڪا اڪثر ميرن جا سپاهي بہ پائيندا هئا. برج هيٺان کان وٺي اوچائي ۾ گولائي ۾ سوڙهو ٿيندو ويجي ٿو. برج جي مٿين حفاظتي ديوار ۾ مارا



حيدرآباد قلعي جو ٻاهريون گول برج 1844ع

هئا ۽ ان جون ڪنگريون بہ خوبصورت ڏيک ڏينديون هيون. ڪنگرين هيٺان ڪارنس نڪتل هئي. برج جي چوٽي تي هڪ چؤڪور سهٽي ڪوٺي ٺهيل هئي، جنهن کي ڇت سان گئلري هئي. گئلري کي هر پاسي کان 5 سهٽا ڪماني دار دروازا هئا. دروازن مٿان اُس ۽ مينهن جي بچاءَ لاءِ ٿورو ڇڄو ٻاهر نڪتل هو.

ٽاور تان ڪوٽ اندر توڙي ٻاهر پري پري تائين نظر رکي سگهبي هئي. اتان ڦليلي واهہ، حيدرآباد شهر صاف ظاهر ٿيندو هو. ساون وڻن سان ڍڪيل ڦليلي جا ڪنارا اکين کي راحت ڏيندا هئا. ٽاور تي چڙهي بيهڻ سان ڪٻي طرف ڪوٽ جي اتر اولهہ پاسو برجن سميت مار ۾ هوندو هو ۽ سڄي پاسي شهر جي پسگردائي ۾ ايندڙ ويندڙ تي نظر رکي سگهبي هئي. ٽاور تان ڪجهہ ميلن تي وهندڙ درياهہ سنڌ جو ميٺائو پاڻي سج جي ڪرڻن تي چمڪندو نظر ايندو هو.

### تعمير جي تاريخ

سنڌ جي گهڻين تاريخن ۾ آهي تہ "ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي قلعي جي تعمير جو حڪم ذي العقد 1182هہ (1769ع) ۾ ڏنو هو. پوءِ مهاجنن ۽ هندو عالمن کي آسپاس جي زمين تي آباد ڪرڻ ڪري ٿوري ئي وقت ۾ هي نهايت ئي شاندار شهر بڻجي ويو. هڪ سال کان پوءِ ميان غلام شاهہ، ديري غازي کان واپس ورڻ بعد اميرن ۽ وزيرن سان قلعي ۾ اچي رهائش اختيار ڪئي. ميان غلام شاهہ جي وقت ۾ جن ماڻهن بابت يقيني طور چئي سگهجي ٿو تہ اچي هن نئين شهر ۾ ويٺا، تن مان هڪڙا 'ناهيا' هئا، جيڪي سڀ فوج جا ماڻهو هئا، ۽ ٻياتوبن جا گولہ انداز هئا، جن کي پوءِ 'گل انداز' ڪري سڏيو ويو. چون ٿا تہ گولہ اندازن جو وڏو شهباز خان هو، جيڪو قنڌار مان آيو هو. ڪمي ڪاسبي، ڪاريگر، دڪاندار ۽ واپاري بہ ضرورت وقت شهر ۾ وسايا ويا هوندا. پر انهن بابت هن وقت ڪوبہ احوال ملي نٿو سگهي."

ميان غلام شاهہ هڪ ڏينهن ڪچهري سڏرائي، جنهن ۾ قلعي جي تعريف ۾ قصيدا پيش ڪيا ويا. شاعرن کي انعام اڪرام سان نوازيو ويو. ميان انهي مجلس ۾ نيرون ڪوٽ جو نالو حيدرآباد تجويز ڪيو ۽ هڪ سنگ مرمر جي تختي ٺهرائي قلعي جي مکيہ دروازي تي هڻائي ڇڏي،

جيڪا اڄ بہ قلعي جي مکيہ دروازي جي نرڙ تي مالڪ جو اتو پتو ٻڌائي ٿي. انهي تختي جي چئن پاسن تي خط ڪوفيءَ ۾ هيٺين تحرير لکيل آهي، ساڄي پاسي تي:

الله اڪبر اللهم صلي وسلم عليٰ محمد و علي فاطمہ

مٿان:

والحسن والحسين و علي و محمد و جعفر و موسيٰ و علي

کاٻي پاسي تي:

و محمد و علي و الحسن و محمد المهدي والهادي

هيٺان:

بامر عالي مظهر ولايت ميان غلام شاه خان عالي بن ميان نور محمد بن
ميان نصير محمد عباسي بنا يافت

پٿر جي وچين چوکٽ ۾ آهي

يا رب اجعل هذا البلد آمنا

1182هہ

'اي مالڪ هن شهر کي امن وارو ڪر'

هن تختي جي تحرير مان هن قلعي جي تڪميل جو سال 1182هجري يعني 1769عيسوي نڪري ٿو.

ميان سرفراز خان بہ حيدرآباد جي پائي پوڻ تي هڪ نظم لکيو هو، جنهن مان قلعي ۽ شهر جي بنياد پوڻ جو سال نڪري ٿو: 1182هجري.

ازعطا هائي واهب ديان
حيدرآباد گشت آبادان
1182هہ

## پاڻي

قلعبندي جا ماهر ڪوٽ يا قلعو اڏڻ مهل سڀ کان اوليت ۽ اهميت پاڻي جي ترسيل کي ڏيندا آهن، جيئن ان بنيادي ضرورت کي هر وقت بنا ڪنهن اٽڪ ۽ تڪليف جي حاصل ڪري سگهجي. خاص طور تي غنيم جي گهيري جي صورت ۾ بہ انهن وسيلن ۽ ذخيرن ۾ ڪا ڪمي نہ اچي.

پڪي قلعي لاءِ به چيو وڃي ٿو ته: "منجهس منّي پاڻي جا پنج کوهه هئا، جيڪي شايد پوءِ ڀاڙا ٿي ويا هئا."

پڪو قلعو گنجي ٽڪر جي هڪ شاخ تي ٺهيل آهي. ايم- ايچ پنهور پنهنجي ڪتاب 'گرائونڊ واٽر' ۾ چوي ٿو ته: "گنجو ٽڪر جيڪو حيدرآباد کي چوڌرد گهيرو ڪيون بيٺو آهي، هي کيرٿر جبل جي چن جي پٿر جي ڦٽل ۽ الڳ ڇاڙ آهي. گنجو ٽڪر مينهن جو پاڻي ڦاٽن ۽ سوراخن وسيلي جذب ڪري ٿو، جيڪو 200 فٽ کن هيٺ لهي وڃي ٿو. پاڻي جبل مان لوٽياٺ ڇهڻ ڪري کارو ٿي پوي ٿو، جنهن ڪري گهرو استعمال ۽ فصل لاءِ ڪارآمد نه آهي."

ماهرن جو چوڻ آهي ته اهو پاڻي زمين اندر هڪ هنڌ نٿو بيهي، پر آهستي آهستي چوڦير ڦهلجي وڃي ٿو.

البت جبلن جي اردگرد 9 ميلن اندر درياهه جي لٽ واري حصي ۾ 40 فٽن جي گهرائي ۾ منو پاڻي موجود آهي. اهو پيئڻ ۽ فصل لاءِ ڀلو آهي."

هيبل پاڻي جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته: "ٽڪري جي پيرن وٽ هڪ پاڻي جي ڪڏ آهي، جنهن ۾ سدائين پاڻي بيٺو هوندو آهي، اهو بدبودار پاڻي گهٽو ڪري غريب ماڻهو استعمال ڪندا آهن. امير گهڻو ڪري پنهنجو پاڻي ڦليلي مان گهرائيندا آهن. سياري ۾ جڏهن پاڻي سڪي ويندو آهي ته ڦليلي جي پيٽ ۾ ننڍا ننڍا کوهه کوٽي پاڻي ڪڍيو ويندو آهي. اهو صاف پاڻي پکالي ڏاندن تي کٽي ڪوٽ ۾ پهچائيندا آهن. قلعي اندر ڪوبه پاڻي موجود نه آهي. مون کي اهو اندازو آهي ته اندر ڪوبه کوهه نه هوندو. شهر کي پاڻي پهچائڻ لاءِ 350 پکالي ڪم ڪندا آهن."

اهوئي ڪارڻ آهي جو خطري وقت مير قلعو خالي ڪري 'ٿر' جي علائقي ۾ ٺهيل قلعن ۾ پناهه وٺندا هئا. جنهن ڏينهن انگريزن حيدرآباد تي قبضو ڪيو هو، ان ڏينهن مير نصير خان جا ٻه پٽ مير حسن علي ۽ مير عباس قلعي ۾ قيد هئا، جن وٽ پيئڻ لاءِ به پاڻي موجود ڪونه هو. آخرڪار 50 ماڻهن هڪ مشڪيز مان ڍڪ ڍڪ ڪري پيتو.

حبيب الله رحيم بخش مرزا جي مضمون مطابق "حيدرآباد شهر جي

پرسان ڦليلي ڦاٽ وهندو هو. اجا اهو واهہ نہ ٺهيو هو، ان جو پاڻي شايد اڇي موري وٽان موڙي شهر جي اوڀرندي هڪ ڪڏ ۾ ڪٺو ڪيو ويندو هو. ميرن واري زماني ۾ هي ڪڏ ئي شهر جي پاڻي جو واحد ذريعو هئي. انگريزن جي دور ۾ ڄامشوري ڪان هڪ واهہ جنهن کي پوءِ نئين ڦليلي سڏيو ويو، کوٽي هن ڦليلي ۾ رشي گهاٽ وٽ ملايو ويو هو. ان واهہ مان هڪ شاخ شهر ڏي رکي وئي هئي، هن شاخ جو پاڻي پهرين 'ڊومڻ واهہ' ۾ گڏ ٿيندو هو، اتان اهو تازو پاڻي وڃي سنگت واهہ ۾ پوندو هو. هندو زالون سون جي تعداد ۾ اکو پائڻ، سنان ڪرڻ يا پاڻي ڀرڻ لاءِ قطارن ۾ سنگت واهہ جي ڪپ تي ڏسبيون هيون. ڪن ڪن هنڌن تي پٿرن جون پٿوڙيون بہ ٺهيل هيون، جتان ماڻهو لهي تلاءُ مان پاڻي ڀريندا هئا."

## ڪاريگر

مرزا گل حسن 'احسن' ڪربلائي 'نئين زندگي' ۾ لکي ٿو تہ: "هن قلعي جو ڪم استاد شفيع محمد ملتاني ٻين ڪاريگرن سان گڏجي ڪيو هو ۽ ان ڪم جي نگراني مرزا احمد خراساني ڪري رهيو هو. سارو قلعو گچ ۽ چوني سان جوڙيو ويو. انهي دور ۾ ڪاريگرن جي روزانہ اجرت 10 پيسا ۽ مزورن جي 6 پيسا هوندي هئي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ 'مهراڻ 1962ع' ۾ ذڪر ڪيو آهي تہ: "قلعي جي سرن لاءِ اوير طرفان مٽي ڪڍي وئي ۽ اهي کڏون پاڻ ۾ ملي هڪ وڏي کاهي جي صورت ۾ بنجي پيون،، جنهن کي 'ڪانگن کاڏي' ڪري سڏيندا هئا. انهي تي اهو نالو چون ٿا تہ ان ڪري پيو جو اتي ڪا ٻاجهري يا جوئر جي پوک هئي، جا هاري ڪان زوري ڪانءَ کائي ويا. ان ڪري اها ٻني جا کاهي جي ٻي ڪپ تي هئي، ڪانگن کاڏي سڏجڻ لڳي ۽ بالآخر کاهي تي اهو نالو پئجي ويو."

## کاهي

'سنڌ جي سفر' ۾ لطف علي مالوي ٻڏائي ٿو تہ: "عام قلعن وانگر حيدرآباد قلعي جي چوگرد ڪابہ خندق نہ آهي." چون ٿا تہ بعد ۾ خندق ٽالپرن جي آخري دور ۾ ٺهرائي وئي هئي.

ناٿن ڪرو لکي ٿو تہ: "ڪوٽ کي هڪڙي پاسي کان سڪل



انگريزن جي دور ۾ قلعي جو مکيه دروازو

کاهي آهي ۽ ٻي پاسي کان هيٺانهين زمين آهي."

ڊلهوسٽي جي لکتي آهي ته: "قلعي جي چوڌاري 30 فٽ ويڪري ۽ 20 فٽ گهري خندق آهي. جنهن جي مٿان دروازي وٽ هڪ رڌي قسم جي ڪاٺ جي پل آهي، جنهن رستي قلعي ۾ داخل ٿي سگهجي ٿو."

هيڊل جي رپورٽ مطابق "حيدرآباد جو قلعو رڳو 40 وال ڪن جي ڪوٽيل خشڪ خندق جي ڪري شهر کان جدا بيٺو آهي، ڪيس رڳو اهو ئي هڪ هٿراڊو دفاع آهي. قلعي ۾ اچڻ وڃڻ لاءِ ڪاهي مٿان هڪ پل آهي، جيڪا مکيه در وٽ شاهي بازار جي سامهون آهي."

اينڪن 'سنڌ گزيٽر 1836ع' ۾ لکي ٿو ته: "شهر جي ڏاکڻين چيڙي تي حيدرآباد جو قلعو آهي، جيڪو شهر کان 40 والن جي ڪاهي ڪري جدا بيٺو آهي...."

## دروازو

ڪوٽ جي دروازي کي خوبصورت بنائڻ لاءِ دروازي جي ٻاهران ۽ مٿان پٽ ۾ هڪ وڏي سهڻي محراب ڏني وئي آهي. ان محراب هيٺان وچ تي نالي واري سنگ مرمر جي تختي لڳل هئي. محراب ۾ تختي ۽ دروازي مٿان هڪ مستطيل کانچي ۾ وري هڪ ننڍي محراب آهي. جنهن اندر وري چؤڪور ۾ ٽين ننڍڙي محراب آهي. سڀ چؤڪور ۽ محرابون مختلف رنگ جي گل ٻوٽن سان چٽيل هيون. انهن محرابن ۽ چوڪؤرن هيٺان ڪاٺ جي چوڪٺ ۾ دروازو لڳل هو.

شاهي دروازو هڪ فٽ ٿلهي ڪاٺي جو ٺهيل هو. مٿس نقش و نگاري جو سهڻو ڪم ٿيل هو. دروازي جي ٻاهرين طرف لوهه جا تمام ٿلها ۽ چنهبدار ڪل لڳل هئا، جيئن حملي آور سولائي سان در ٽوڙي نه سگهن. اهڙي طرح قلعي ۾ اندر داخل ٿيڻ لاءِ هڪ ٻئي پنيان چئن دروازن مان لنگهڻو پوندو هو.

دروازي جي ٻنهي پاسن کان سڌي پٽ آهي، جنهن ۾ خوبصورتي لاءِ ڪيترن چوڪنڊن ۾ محرابن اندر ٻه گل ٻوٽا نقش ٿيل هئا.

## ديوان خاص

قلعي اندر مير نصير خان هڪ ماڙي ٺهرائي هئي، جنهن ۾ مير

صاحب دربار ڪندا هئا. ماڙي جي اڳڙ جي ٿنين ۽ اندرين ڇت تي نفيس نقش نگاري جو ڪم ٿيل هو. ڀتين تي به رنگين تصويرون اڪريل هيون جن ۾ ڪجھ رستم سهراب جون هيون ۽ ڪن ۾ ميرن کي دربار



مک حفاظتي دستو ۽ حيدرآباد قلعو 1844ع

ڪندي ڏيکاريو ويو آهي. ڪن تصويرن ۾ حضرت سليمان جا ديو پريون ڏيکاريل آهن. هي ماڙي ديوان خاص جي نالي سان مشهور آهي. هي بلڪل ننڍڙي ڪوٺي آهي، جيڪا هڪ بلند ٿلهي تي ٺهيل آهي. جنهن ۾ ڪجھ سال اڳ تائين سنگ مرمر جي هڪ پراٽي، ٻيگل ڪرسي پئي هوندي هئي.

## ديوان عام

ديوان عام به ديوان خاص جي ويجھو شاهي دروازي جي سامهون هڪ تمام وڏي ٿلهي تي هو. جيمز برنس لکي ٿو ته: "ديوان عام جي عمارت جون ڀتيون سيني پاسن کان تمام سهڻين تصويرن سان سينگاريل

هيون ۽ فرش تي رنگ برنگي غاليچا وڇايل هئا. هڪ طرف ڪان تي بلند محرابي دروازا هئا، جن تي سائي ريشمي رنگ جا پردا لڙڪي رهيا هئا. بلوچ سردار خوبصورت ريشمي گلڪاري ٽيل وهاڻن کي ٽيڪ ڏيون ويٺا هئا."




قلعي جا مکيه حصا

## منارو

هي منارو قلعي جي وچ ۾ شاهي دروازي جي بلڪل سامهون هو، جنهن ۾ چڪردار ڏاڪڻيون لڳل هيون. انگريزن هن تي جهاز لاءِ استعمال ٿيندڙ ڦيري واري وڏي بتي لڳائي هئي، جيڪا ڪافي وقت اڳ لاٿي وئي آهي. 1843ع ۾ جڏهن انگريزن قلعي تي قبضو ڪيو، تڏهن انهي مناري تي برطانيا جو جهنڊو 'يونين جيڪ' ڦڙڪايو ويو.



حيدرآباد جو قلعو 1843ع

## ٽڪسال

مير مراد علي خان شاهي دروازي جي اوپر ۾ هڪ ٽڪسال جوڙايو هو، جنهن ۾ هن جي نالي جا سون، چاندي ۽ ٽامي جا سڪا ٺهندا هئا. 1942ع ۾ مير نصيرخان جي عهد ۾ چارلس نيپيئر جي عهدنامي پٽاندڙ اهو ٽڪسال بند ڪيو ويو، تنهن بعد سنڌ ۾ ب راڻي وڪٽوريا جا سڪا جاري ڪيا ويا.

## درٻار

’سنڌ جي درٻار‘ ۾ برنس لکي ٿو ته: ”مان آخر حيدرآباد جي قلعي جي دروازي تي پهتس، قلعو ميرن ۽ سندن عيال لاءِ مخصوص ٿيل آهي. قلعي ۾ خاموشي هئي.... مان ڪيترين گهٽين مان گذري.... اوچتو هڪ وڏي ڪليل اڱڻ ۾ پهتس، جتي ڪيترائي خوش پوشاڪ سنڌي بيٺا هئا.... منهنجي جتي لاٿي وئي ۽ مان ميرن جي حضور ۾ بيٺو هيس. ميرن ڪي خوشنما لباس پهريل هئا. هو هڪ شاندار ڪمري جي پاسي ۾ اڌ گول جي شڪل ۾ ويٺا هئا. ڪمرو ايراني غاليچن سان سينگاريل هو، ٻه وڏا مير وچ ۾ مسند تي ويٺل هئا. مسند اڇي رنگ جي ولايتي ريشمي ڪپڙي جي پوش سان هڪ ٿلهي گدي هئي.... ان جي پنيان پرت پريل بخمل جو طول وهاڻو رکيو هو.“

هو اڳتي چوي ٿو ته: ”ٽالپرن جي درٻار ۾ هڪ چؤياري وارو صندل هو، جيڪو سنگ مرمر يا اهڙي ڪنهن پٿر جو ٺهيل هو، جنهن جي مٿان هڪ ايراني قالين وڇايل هو. چارئي مير ان تي ويهندا هئا. اهو ئي انهن جو تخت هو. جيڪڏهن ڪو خاص گورنر يا بادشاه ملاقات لاءِ ايندو هو ته کيس ڪرسي پيش ڪندا هئا. نه ته سڀ ٻروچ سردارن سان هيٺ گلم تي ويهندا هئا. مير صاحب گهڻو ڪري گديلن تي ويهندا هئا.“

ڊلهوسني درٻار جو احوال ڪندي ٻڌائي ٿو ته: ”مير مراد علي درٻار ۾ ويٺو هو، سڄي درٻار ماڻهن سان ٽمٽار ڀري پئي هئي. ماڻهو اڳتي جڳهه هٿ ڪرڻ لاءِ هڪ ٻئي کي ڌڪا پيا ڏين. انهن کي پنهنجي ملڪ جي حاڪم لاءِ ڪابه عزت ڪانه هئي. اتي مون محسوس ڪيو ته انهن اميرن جو ٻروچن تي تمام گهٽ ڪنٽرول آهي.“

## مسجد

’جنت السنڌ‘ ۾ آهي ته: ”محمد بن قاسم جڏهن نيرون ڪوٽ پهتو تڏهن شهر وارن تحفا کڻي سندس استقبال ڪيو. مسلمانن انهن جي بتخاني سان ڪا به ڇيڙڇاڙ نه ڪئي، بلڪ مندر جي سامهون جدا مسجد تعمير ڪرايائون.“

غلام رسول مهر لکي ٿو ته: ”قلعي اندر ڪيترين ئي خوبصورت

مسجدون آهن، پر ان جي آس پاس ميان غلام شاهه جي مقبري کان سواءِ ٻيو ڪابہ ذڪر لائق عمارت ڪونهي."

مرزا عباس علي بيگ ذڪر ڪري ٿو تہ: "غلام شاهہ قلعي ٺهڻ بعد سندس نگهباني لاءِ منهن وٽ ٻہ مسجدون ٺهرايون، جن جي مير فتح علي خان جي عهد ۾ مير غلام علي خان مرمت ڪرائي ۽ ساڳي وقت سندس والده ماجده بيبي خيرالنساءِ حيدرآباد ۾ فقير محمد خان جوٽيجي جي پڙ ۾ ڊار مسجد ٺهرائي. ميان غلام شاهہ وارين مسجدن جي ڇتين تي ٽي ٽي گنبذ آهن، جن ۾ وچون گنبذ وڏو آهي ۽ چئن ڪندن تي چار گنبڙيون هيون. گنبذ ۽ گنبڙين مٿان ڪاشي جون نيلون هيون. مسجد جي اندرين پاسي نمازين جي هواخوري لاءِ محرابي بادگير رکيل هئا ۽ تنهن کان سواءِ جارا بہ مٿن هئا. الول الذڪر مسجد ۾ سيد طالب شاهہ ۽ موخرالذڪر مسجد ۾ آخوند رحمت الله ويهاريائين. اهي مسجدون برطانيا دور ۾ طالب شاهہ ۽ ملا رحمت الله جي نالي سان مشهور هيون. هڪ قطع مان مير غلام علي خان جي مسجد جي تاريخ 1208هه نڪري ٿي:

خرد تاريخ ش بغر مود
مبارڪ خانۂ الله اڪبر
1208هه

مير مراد علي خان جي مسجد ٺهڻ وقت اهو قطعو لکيو ويو، جنهن مان تاريخ 1210هجري نڪري ٿي:

هاتف سال اين بنائي خانہ ايزد عظيم
مير مراد يافت از مسجد نو بنا بگفت
1210هه

مسجد اقصيٰ جنهن کي شاهي مسجد جي نالي سان بہ سڏيندا آهن، اها مسجد ڪچهري جي بلڪل ويجهو هئي، جنهن جو تعمير جو سال 1226هه ملي ٿو:

سال تعمير شريفش چون همي جستم زعيب
طرفہ اعليٰ مسجد اقصيٰ است اين آمداند
1226هه

انگريزن جي دور ۾ قلعي کي ڇانوٽي طور استعمال ڪيو ويو،

بادشاهي محلاتن ۾ فوج رکي وئي. مرزا احسن ڪربلائي جي لکڻ مطابق مسجد اقصيٰ ۾ گهوڙا ۽ ڪتا ٻڌا ويا.

1857ع جي آزادي واري جنگ ۾ قلعي ۾ جيڪي ٻه عمارتون هيون ڊاٺيون ويون ۽ اها زمين باروت خاني لاءِ استعمال ڪئي وئي.

## قلعي جي حفاظت

برنس چواڻي "قلعي جي حفاظت لاءِ بلوچن جو هڪ ننڍڙو دستو رکيل آهي، پر ڪيترين قومن جا سردار مستقل طور دربار ۾ رهن ٿا. هو ڪنهن ڳجهي نموني ٿورن ڏينهن اندر پنهنجي قوم جا ماڻهو گڏ ڪري سگهن ٿا. چون ٿا ته: "اهڙي نموني سرڪار اٽڪل چاليهه هزار ماڻهو گڏ ڪري سگهي ٿي.... جڏهن فساد جي باهه ڀڙڪي اٿندي آهي، تڏهن هو جنگ جا نعرا هڻندا اک ڇنڀ ۾ اچي گڏ ٿيندا آهن.... ميرن جي لشڪر ۾ ڀانت ڀانت جا ماڻهو مختلف پوشاڪن وارا آهن."

ڊلهوسٽي جي ڪتاب 'آبزرويشن آن سنڌ' ۾ آهي ته: "مان سمجهان ٿو ته قلعي اندر 140 ڪن مختلف سائيز جون توپون موجود آهن، جن مان 60 ڪن موزون هنڌن تي سٺي حالت ۾ آهن." مير مراد علي خان 250 هندوستاني سپاهي ڪوٽ جي حفاظت لاءِ رکيا هئا، پر سپاهين سان ڪيل وعدو پورو نه ڪيائين، ان ڪري هو ڪيس ڇڏي هليا ويا.

هينري پاٽنجر سفر جي احوال ۾ ٻڌائي ٿو ته: "قلعي جي ديوارن ۾ الاهي ٽنگ آهن. ان ڪري توپن رستي هڪ ٻن گولن کان پوءِ قلعي جو ڪهڙو به پاسو سولائي سان ڪيرائي سگهجي ٿو.... قلعي جي ڀت تي ستر توپون رکيل آهن، پر منجهائن فقط اٺ يا ڏهه ڪم جهڙيون آهن، باقي ٻيون ڪل بيڪار آهن ۽ رڳو ڏيکاءُ لاءِ قلعي تي رکايون ويون آهن.

## قلعي اندر جايون

مير فتح علي جڏهن حيدرآباد کي پنهنجو گادي جو هنڌ مقرر ڪيو، تڏهن هن پنهنجي ڀائرن لاءِ قلعي اندر جدا جدا جايون جوڙايون. قلعي کي ٽن حصن ۾ ورهايو ويو. قلعي جو اوير وارو پاسو مير فتح علي ۽ مير غلام علي جي حصي ۾ آيو، جتي انهن پنهنجا محل ٺهرايا. اچڻ وڃڻ لاءِ قلعي جي اتر واري ڀت ۾ هڪ ننڍو دروازو ٺهرايو. قلعي جو وچ وارو

حصو جتي منارو هو، اتي ڪچهري ۽ باغات ٺهرايا، باغن جي اتر ۾ شاهي دروازو هو، جنهن مان هر عام خاص اچي وڃي پئي سگهيو. مير فتح علي پنهنجي 'فتح نامہ سنڌ' ۾ هڪ ڊگهو نظم لکيو آهي، جنهن مان قلعي جو شان و شوڪت ظاهر ٿئي ٿو. ڪچهري (قصر) ۽ باغ جي تاريخ سيد عظيم الدين 'عظيم' 1204هہ ڪڍي آهي:

خرد گفت تاريخ سال بنا
باقايا قصر دولت سيرا
1204هہ

مٿيان ٻنگلا ۽ باغ ٺهي وڃڻ تي مير فتح علي خان هڪ دعوت ڪئي، جنهن ۾ سنڌ جي هر حصي مان ماڻهو اچي مڙيا، ان دعوت ۾ سيد عظيم الدين 'عظيم' ٺٽوي پنهنجا شعر پڙهيا، جنهن مان تاريخ نڪري ٿي:

شڪر الله کہ هر زمانہ افزور
از فتوحات تازه پايہ مير
هر زمانہ ملڪ نو خريد کند
هست شمشير و ستمايہ مير
حيدرآباد قلعہ شاه پسند
شد مفتوح زير سايہ مير
هست تاريخ تازه فتح عظيم
قلعہ حاجي گرفت دايۀ مير
1197هہ

ميرن جا جيڪي بہ گهر ۽ عمارتون ٺهنديون هيون، 'عظيم' ٺٽوي ان جي تاريخ چوندو هو. مير فتح علي جي بنگلي 'ماڙي' جي تاريخ:

دو مصرح گفت هاتف بهر تاريخ
کہ هر يک داد بر جانش گواهي!
1206هہ

زبالا خانہ شہ زبيدہ قليم
مرقع بنگلک بر قصر شاهي!
1206هہ

مير غلام علي جي ’قصر‘ لاءِ قطعو آهي ته:

سال بنا هاتفي زد ندا

مصفابود بزم فوخ بنا

1205ھ

مير غلام علي خان جي بنگلي ’آئينه خان‘ لاءِ هڪ قطعو لکيل آهي، جنهن ۾ تعمير جو سال 1206ھ آهي:

مجلس زيب و محفل عشرت

’آئينه خانه‘ بگو محفل امير

1206ھ

مير ڪرم علي جي بنگلي لاءِ بيت هن طرح آهي، جنهن مان 1204ھ سال ظاهر ٿئي ٿو.

گل کردز شاخ فکر سالش

با بنگلہ خوشنما چمنها!

1204ھ

مير مراد علي خان جي بنگلي لاءِ هن ريت قطعو قلم ڪيل آهي، جيڪو تاريخ 1206ھ ٻڌائي ٿو:

خوش صبگاه هاتف فرخنده غال گفت

بزم مراد بخش بگو سال اين نباه

1206ھ

ڪجھ انگريز ليکڪن به قلعي جي اندر جاين جي جوڙجڪ کي پنهنجي لفظن ۾ بيان ڪيو آهي.

ڊيوڊ راس پنهنجي ڪتاب ’دي لينڊ آف فائيو رورس اينڊ سنڌ‘ ۾ لکي ٿو ته: ”حيدرآباد جو قلعو جيڪو ڪافي پري کان نظر اچي ٿو، تنهن ۾ اميرن ۽ شهزادن جي رهڻ لاءِ جايون آهن. قلعي اندر عمارتون تتر بتر حالت ۾ آهن، جن ۾ ڪابه ترتيب نه آهي. انهن جاين ۾ مسجدون، نوڪرن جي رهڻ جون ڪوٺيون، حرم ۽ اصطبل شامل آهن.

هيڊل جي بيان مطابق ”قلعي اندر گهر هڪ ٻئي جي مٿان سٿيل آهن، قلعي جي هڪ پاسي کان ٻي پاسي تائين سوڙهين گهٽين مان لنگهڻو پوي ٿو. اندر نه تفريح لاءِ باغ آهن ۽ نه ميدان. نه وري ورزش لاءِ ڪا کليل

جاءِ آهي. ايتري قدر جو گهرن ۾ پوري هوا ۽ اُس بہ نہ ٿي اچي سگهي. سيني جاين جي پٺيان وڏي فصيل آهي ۽ ان جي مٿان شاهي برج آهن.

## شاهي بازار

حيدرآباد جي تاريخي پڪي قعلي جي صدر دروازي وٽان شهر جي خاص بازار، شاهي بازار ٺاهي وئي هئي. اها بازار قلعي جي مکيہ دروازي کان شروع ٿئي ٿي. اها اتر طرف سڌو ڪيئي فرلانگ هلندي ٿي وڃي. شاهي بازار کي 'ميان غلام شاه جو رستو' بہ ڪري چوندا آهن. انگريزن هت قابض ٿيڻ کان پوءِ اها ڪوشش ڪئي تہ ان بازار کي 'آڪسفورڊ اسٽريٽ' جي نالي سان سڏيو وڃي، پر هو ان ڪوشش ۾ ڪامياب نہ ٿيا.

## قلعي کان ٻاهر جايون

هيڊل لکي ٿو تہ: "ڪوبہ معتبر ماڻهو شهر ۾ نٿو رهي. اڪثر واپاري، ڪاريگر، درٻاري ۽ خدمتگار قلعي ۾ رهن ٿا. جن بہ معزز ماڻهن کي ڪوٽ اندر جڳهہ نٿي ملي، اهي قلعي جي چؤگرد ميدان ۾ ننڍيا واهڻ ٺاهي رهن ٿا. اهي ڳوٺ گهڻو ڪري ڦليلي جي ڪپر تي آهن. جن جي پرسان اميرن جا باغ بہ آهن. اهي واهڻ 'ٽنڊا' سڏبا آهن، جيڪي سردارن جي نالي سان سڏيا وڃن ٿا. جيڪڏهن ڪو ٻاهريون ماڻهو ملاقات لاءِ ايندو آهي تہ ڪيس ميدان ۾ تنبو هڻي رهايو ويندو آهي، ڇو جو قلعي اندر رهڻ جي جاءِ نہ آهي، شهر ۾ اناج جا پلو نظر ايندا آهن. ڌوٻي، نيرولي، لوهر، ڪلال ۽ پخالي وغيره ڦليلي جي ڪپر تي رهن ٿا."

حيدرآباد جي آدمشماري ۾ سنڌين کان سواءِ بلوچ، افغان، ملتاني ۽ اوپر سرحد وارا ماڻهو رهن ٿا. ٽالپرن جي دور ۾ قلعي جي اوپر ۾ وڏا گاهہ جا ميدان هئا. جتي جنگيون لڙيون ويون- انهن چراگاهن ۾ خانہ بدوش اچي رهندا هئا، جتي باغات ۽ ڪجي جا وڻ بہ هئا.

پڪي قلعي جي اڏاوت سان ئي انهي قلعي جي بچاءَ لاءِ ميان غلام شاهہ ٻہ ٻيا ننڍيا قلعا بہ جوڙايا هئا، جيڪي پڪي قلعي جون حفاظتي چوڪيون هونديون هيون. اهي ٻئي قلعا اڄ بہ موجود آهن. هڪ 'ڪچو قلعو' جي نالي سان مشهور آهي، جنهن ۾ شاهہ مکي جي مزار آهي، ۽ ٻيو غلام شاهہ جي مقبري وارو قلعو.

# ڪچو قلعو

ڪچو قلعو حيدرآباد جي ڏڪڻ ۾ اسٽيشن جي ويجهو هڪ ننڍي پهاڙي دڙي تي ٺهيل آهي. هي قلعو ٽڪنڊي جهڙي شڪل جو آهي، سندس پٽيون ڪچين سرن جون ٺهيل آهن، جن جي هيٺان ڪجهه فٽن تائين پڪين سرن جا بنياد به لڳل آهن. ڪچيون سرون زماني جي دست برد، مينهن ۽ هوا جي حملن ڪري ڪافي زبون ٿي چڪيون آهن ۽ منجهن گهارا پئجي ويا آهن. قلعي کي اڌ گول جي شڪل جا نَوَ ڪن.برج آهن، جن جي مٿان اوٽ وارو ڪنهڙو جيڪو ڪنهن وقت موجود هو، ختم ٿي ويو آهي.



ڪچو قلعو

ساڳي وقت قلعي جا ڪنگرا به اچي پٽ پيا آهن. قلعي ۾ پاڻي جي



کچو قلعو حيدرآباد

نيڪال لاءِ پڪين سرن جون موريون اهن. هن قلعي جي ڏکڻ ۾ ٻه دروازا آهن، هڪ مکيه دروازو ۽ ٻيو شاهه مکي جي مزار ۾ داخل ٿيڻ وارو ننڍو دروازو. ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڪيترائي ڏاڪا چڙهڻا پون ٿا. مکيه



دروازي کي ٻين قلعن وانگر ڪابه اڙ يا رڪاوٽ نه ڏني وئي آهي. چون ٿا ته ڪوٽ کي هڪ چور دروازو به هو، جيڪو هاڻي بند ڪرايو ويو آهي. قلعي اندر شاهه مکي جي مزار آهي. سيد محمد مکي ڇنڇر رات 22



ڪچي قلعي جو مکيه دروازو

محرم 510ھ ۾ مکي شريف ۾ ڄائو. نبي ڪريم ﷺ جن جي بشارت موجب سنڌ ڄائي ڄمه جو نالو حمزه رکيو ويو، پر محمد توڙي محمود ڪيس سڏيندا هئا. آخر هو محمد مکي جي نالي سان مشهور ٿيو ۽ سنڌ

طرف هجرت ڪيائين. اندازو آهي ته هن چاليهن سالن جي عمر ۾ هجرت ڪئي. ان لحاظ کان سندس سنڌ ۾ اچڻ 560ھ يا بعد ۾ ٿيو هوندو. هت پهچڻ کان پوءِ سنڌ ۽ پنجاب جو سير ڪيائين. هڪ روايت ۾ ڄاڻايل آهي ته سندس تڪيا لاهور ۽ لڏياڻي طرف به گهڻا آهن. پاڻ 8 ذوالحج 658ھ ۾ وفات ڪيائين.

شاهه مڪي جي مزار اندران جيپور جي سنگ مرمر جي ٺهيل آهي، قلعي اندر ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جون ڪجھ قبرون آهن.



'لب تاريخ سنڌ' ۾ خداداد خان هن قلعي جي باري ۾ لکي ٿو ته: "پڪي قلعي جي پٺ پرسان هڪڙو ٻيو به قلعو هو، جنهن جو ولي الله محمد مڪي بنياد وڌو هو. جيئن ته هي قلعو غلام شاهه جي قلعي کان اوچائي ۾ وڌو هو. ان ڪري 1185ھ (1771ع) ۾ ان قلعي کي ڍهرايائين، انهي روزي مبارڪ ۾ لڳل ڪتبو جي تاريخ هيٺين بيت مان نڪري ٿي. جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته هي قلعو ميان غلام شاهه جي

ٻٺايل قلعي کان اڳ جو آهي:

''زعزت بنا يافت خوش هاي منظر
ڪہ از فيض حق مي زند موج نور
بهشت استان بوس خدامہ او
زخاڪ درش سرمہ چشمہ حور
بجستمہ زدل سال تعمير حور
بگفتار خرد زيب بزمہ حضور''

شعر جي آخري مصري مان ابجد جي حساب سان ان جي تعمير جو سال 1083ھ نڪري ٿو، جيڪو وري 1671ع بيهي ٿو. اهو بيت اڄ بہ شاهہ مڪي جي مزار جي سامهون واري پٽ ۾ لڳل آهي.

غلامہ رسول مهر 'تاريخ سنڌ' ۾ رقمطراز آهي تہ "هڪ روايت آهي تہ ميان غلامہ شاهہ حيدرآباد جي قلعي جي تعمير لاءِ راڄا ليکي جي صلاح مطابق شيخ محمود انصاري عرف پير مڪي جو قبرستان ڊهرائي ڇڏيو. هي قبرستان نيرون ڪوٽ جي هڪ دڙي تي هو. اتان مُردن جا هڏا نهايت بي رحمي سان ڪيرايا ويا."

مرزا قليچ بيگ بہ ذڪر ڪيو آهي تہ: "1772ع ۾ حيدرآباد جي قلعي جي ڏکڻ اولهہ ۾ هڪ دڙي تي هڪ ڪچي قلعي جو بنياد رکيو ويو تہ جيئن وڏي قلعي جي حفاظت لاءِ چونڪي جو ڪمہ ڏئي سگهي. ان دڙي تي پير محمد مڪي جي تربت جي آسپاس هڪ وڏو قبرستان هو. ڪيترين قبرن قلعي ٺهرائڻ جي خيال کان ڊهرايون ويون."

'جنت السنڌ' ۾ رحيمداد خان مولائي شيدائي ٻڌائي ٿو تہ: "ميان غلامہ شاهہ پڪي قلعي جي پرسان شاهہ محمد مڪائي جي مقبري جي چوگرد پڻ ڪچين سرن جو قلعو تعمير ڪرايو."

## غلام شاهہ جي مقبري وارو ڪوٽ

غلامہ شاهہ جي مقبري وارو ڪوٽ چؤڪور شڪل جو آهي، هن جي ڊيگهہ 252 فٽ ۽ ويڪر 233 فٽ آهي. ڪوٽ هڪ مقبري جي بجاءِ مڪمل فوجي چوڪي لڳي ٿو. انهي ڪوٽ جو ٻاهريون ڏيک ڪافي پڙيانگ ۽ خوفناڪ آهي. پڪين سرن جي گهٽتائي ڪري مينهن ۽ هوائن هن ڪوٽ کي تباهہ ڪري ڇڏيو آهي. قلعن ۾ مقبري ٺاهڻ جو

مثال دهلي ۾ غياث الدين تغلق (1325ع) جو ملي ٿو. انهي کان سواءِ غوري سلطنت جي زماني جا ٻه اهڙا مثال آهن.



مير ڪرم علي خان جو مقبرو

ڪوٽ جي پٺ کي لهوارو ڪرڻ لاءِ وڏيڪ لهوارا برج ٺاهيا ويا آهن. ڪوٽ کي ڪل 11 برج آهن، جن مان ڇهن ڪنڊن وارن گول



غلام شاه ڪلهوڙو ڪوٽ جو مکيه دروازو

برجن جو گهير ٻاهران 100 فٽ آهي. ان کان سواءِ اوله ڏکڻ ۽ اتر واري ڀت ۾ وچ تي ٻه ٻه برج اڌ گول شڪل ۾ موجود آهن. برجن جي وچ ۾ مفاصلو 80 فٽ کن آهي. مکيه دروازي جي حفاظت لاءِ ان جي سامهون ٻه هڪ برج آهي. ڪوٽ جي ڀت پڪين سرن ۽ مٽي جي گاري سان ٺاهي وئي آهي. ائين ٿو لڳي ته ڪوٽ جي ٿلهي ڀت جي وچ ڪي مٽي ۽ سرن سان ڀريو ويو آهي. ڀت هيٺان بنيادن وٽ 14 فٽ موڪري آهي ۽ ان جي بلندي 25 فٽ آهي. زماني جي ستم ظريفي، ماڻهن جي بي توجهي ۽ زورآوري ڪري ڪوٽ جي حالت بلڪل زبون ٿي وئي آهي. ايتري قدر جو پڪيون سرون به ڳري سڙي ڪري پيون آهن.



مياں غلام شاهه ڪلهوڙي جي مقبري وارو ڪوٽ

ڪوٽ جي پٽ مٿان ڪنهن زماني ۾ ڪنگريون هونديون هيون. پر هن وقت انهن مان ڪا به ثابت نظر نٿي اچي. ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ وارو شاهي دروازو اوڀر واري پٽ جي وچ ۾ آهي. دروازو 8.4 فٽ ويڪرو آهي. دروازي ڪي ايتري ته حرفت ۽ ڪاريگريءَ سان ٺاهيو ويو آهي، جو در تي حملي ڪرڻ وارن لاءِ اهو چڻ هڪ ڇوڙڪي آهي ۽ ڪيس وڏي ڪان وڏي توپ به ڪو نقصان پهچائي نٿي سگهي. شاهي دروازي جي حفاظت هڪ مضبوط دمدمو (Barbican) ڪري رهيو آهي، جيڪو هڪ وڏي برج جي شڪل ٺاهي ٿو، دمدمو ڪي ٻاهران اوڀر ديوار جي اندران ڊيگهه 74 فٽ آهي. اهڙو دروازو احمد نگر جي قلعي ۾ به آهي. انهي دمدمو جو بچاءُ ڪنهڙي سان ڊڪي ڪيو ويو آهي. محرابي شڪل جي ٻاهرين مکيه در مان لنگهڻ ڪان پوءِ به هڪ ننڍڙو دروازو رڪاوٽ بڻيل آهي. انهن ٻنهي دروازن جي وچ ۾ هڪ ڪوهه وانگر ڪليل ٽڪرو آهي. حملي آور جي شاهي دروازو ٽوڙي اندر گهڙي به اچي تڏهن به هو پاڻ کي انهي گول ڪوهه ۾ قاتل محسوس ڪندو. ڪوٽ ۾ اندر داخل ٿيڻ واري دروازي جي ويڪر 7 فٽ ۽ بلندي 8.10 فٽ آهي. دروازي جو لنگهه ڏاڍي سهٽي



مکيه دروازو غلام شاهه ڪلهوڙو ڪوٽ

گنبذ وارو آهي، جنهن جي ٻنهي پاسن کان پهريدارن جي آرام لاءِ ججهون ٺهيل آهن. اندريون حصو سهڻن گلن جي ڊزائن سان سينگاريل آهي. انهي در مان پار پوڻ بعد ماڻهو قلعي اندر پهچي وڃي ٿو. قلعي جي بلڪل مرڪز ۾ بلندي تي 112 × 17.6 فٽ ٿلهو آهي. ٿلهي تي 56 × 56 فٽ غلام شاهه جو مقبرو آهي.

هي قلعو پڪي قلعي جي بچاءَ لاءِ سندس اتر ۾ هڪ جابلو ٽڪري تي جڙيل آهي.

پڪي قلعي جي تڪميل جي ڇهن سالن بعد 1186هه ۾ ميان غلام شاهه وفات ڪئي. ڪنهن چيو ته 'ميان خفته' يعني ميان آرامي ٿيو، ان فقري مان ابجد جي حساب موجب هن جي وفات جو سن 1186هه نڪري ٿو. کيس ان ڪوٽ ۾ دفن ڪيو ويو. سندس پٽ سرفراز مٿس روضو ٺهرايو. روضي اندر ڏاکڻي پٽ ۾ محراب مثل دروازي ي مٿان تاريخ وفات بابت ميان سرفراز جا چيل شعر سهڻي خط ۾ لکيل آهن. آخري مصرح 'جنات فيها خالدا' مان هن جي وفات جو سن 1186هه نڪري ٿو:

ناگه از تنزيل در داد اين ندا
هاتفي جنات فيها خالدا
1186هه

## سيد احمد شهيد جو پڪي قلعي ۾ اچڻ

سيد احمد شهيد 27-1826ع ۾ پنهنجي مجاهدن جي هڪ جماعت سان گڏ سکن سان جهاد ڪرڻ لاءِ سرحد صوبي ڏي وڃي رهيو هو. هو سنڌ جي ميرن کي به جهاد ۾ شريڪ ٿيڻ جي دعوت ڏيڻ لاءِ آيو. پڪي قلعي کان ٻن تيرن جي مفاصلي تي مجاهدن جو لشڪر رهايو ويو. حيدرآباد جي ميرن، مجاهدن لاءِ مٺائي، انب ۽ گدرا وغيره موڪليا هئا.

جمعي واري ڏينهن تي ميرن، سيد صاحب ڏي نياپو موڪليو ته "نماز اسان سان اچي قلعي ۾ ادا ڪريو." سيد احمد شهيد اٺن ماڻهن سان گڏجي قلعي ۾ آيو. ميرن هن کي ڪجهه ڏينهن وڌيڪ ترسڻ لاءِ چيو. پر هو رهڻ لاءِ راضي نه ٿيو. ميرن سندس خدمت ۾ نظراني طور هڪ هزار

رپيا، هڪ بندوق ۽ جوڙو طمنچن جو پيش ڪيو.

## انگريزن جو اچڻ ۽ قلعي تي قبضو

مير مراد علي جي بيمار هئڻ ڪري 1824ع ۾ انگريز سرڪار ڊاڪٽر برنس کي حيدرآباد موڪليو جنهن مير جو علاج ڪيو. مير نور محمد خان جي ڏينهن ۾ انگريز سرڪار حيدرآباد ۾ هڪ ريزيڊنٽ مقرر ڪيو. پوءِ 1838ع ۾ جنرل ڪين جيڪو درياهه رستي ڪراچي کان لشڪر وٺي شاهه شجاع جي مدد لاءِ وڃي رهيو هو. سو ڪوٽڙي وٽ ترسي ريزيڊنٽ سان گڏ حيدرآباد شهر گهمڻ آيو. 1942ع ۾ سر چارلس نيپئر ريزيڊنٽ ٿي آيو، ٿوري ئي وقت ۾ هن جي بلوچن سان اٽڪٽ ٿي پئي. چارلس نيپئر جڏهن ميان خان مري کي بيگناهه مارايو، تڏهن هن واقعي ڪري ٽيهه هزار بلوچ حيدرآباد ۾ اچي ڪٺا ٿيا. 15 فيبروري 1843ع تي پندرهن هزار بلوچن ڇانوٽي تي حملو ڪيو. ڇانوٽي حيدرآباد کان ٽن ميلن جي مفاصلي تي هئي. ميجر آئوٽرام آگبوٽ تي چڙهي ڀڄي ويو.

## مياڻي جي جنگ

16 فيبروري 1843ع تي مياڻي وٽ بلوچن جو لشڪر ڪٺو ٿيو، جنهن جو تعداد ٻاويهه هزار هو. بلوچن وٽ پندرنهن توپون هيون. چارلس وٽ اٺاويهه سؤ سپاهي ۽ ٻارهن توپون هيون. چانڊين جو سردار ڪجهه پنڌ تي ڏهه هزار لشڪر سان انگريزن کي مدد ڏيڻ جي ارادي سان تيار بيٺو هو.

17 فيبروري تي صبح جو سويل جنگ جو طبل وڳو. هڪڙو گولو ٽالپرن جي باروت خاني تي ڪرڻ ڪري سڄو باروت سڙي ويو. ميرن جي توپچي هاويل جي غداري ڪري سموري توپخاني تي دشمن قبضو ڪري ورتو. آهستي آهستي ميرن جي لشڪر ۾ ڀاڄ پئي، مير نصير خان ٻارهن سؤ سوار وٺي واپس حيدرآباد جي قلعي ۾ پهتو.

مياڻي جنگ جو ذڪر ڪندي ڪپتان پوسٽن پنهنجي تصنيف 'پرسنل آبزرويشن آف سنڌ' ۾ لکي ٿو ته: "سنڌ جا باشندا انگريز حملي آورن خلاف ائين وڙهيا جيئن ڪو ماڻهو پنهنجي زندگي کان به بدرجها عزيز ڪنهن شيءِ لاءِ وڙهندو آهي."


حيدرآباد ٦ ميل
شڪارگاهه
اتر
مياڻيءَ جو نقشو

18 فيبروري 1843ع مير نصير خان پنجن ميرن سان گڏ پنهنجون ترارون ڇوڙي، انگريز فاتح اڳيان پٽ تي رکيون.

## قلعي تي برطانيا جو جهنڊو

19 فيبروري 1843ع تي ڪئپٽن پيلي قلعي ۾ رهندڙ بلوچ عملي کي آگاهه ڪيو ته سياڻي انگريزي جهنڊو قلعي تي چاڙهيو ويندو. 20 فيبروري منجهند جو ٻين وڳي ڪرنل پٽيل پياده فوج، گهوڙي سوارن ۽ ٻن توپن سان قلعي ۾ داخل ٿيو ۽ قلعي جي مناري تي برطانيا جو جهنڊو ڦڙڪايو ويو.

## قلعي ۾ لٽ مار

انگريز فوج قلعي ۾ گهڙي شاهي خزانا لٽڻ شروع ڪيا. ميرن جي راڻين نيپئر کي چورايو ته: ”ڪين ٽن ڪپڙن سان قلعو ڇڏي پالڪين ۾ وڃڻ جي اجازت ڏني وڃي.“ نيپئر انڪار ڪيو. آخر بيگمن جي جسم جا زيور لاهڻ بعد کين ڇڏيو ويو. انهن حويلي ڇڏي پنج ڪوهه پنڌ ڪري هڪڙي ڳوٺ ۾ پناهه ورتي.

ڪجهه ڏينهن تائين انگريزن حيدرآباد جا سڀ خزانا، اوني ۽ نفيس ڪپڙا، هٿيار، رومي ۽ خراساني تلوارون، بندوقون، جواهردار خنجر، ڇريون، ولائتي گهوڙا، اٺ، مال، زيورات جن جي قيمت لکين رپيا هئي، بيدردي سان لٽيا. انگريزن 2 ڪروڙ 30 لک رپيا نقد ۽ ٻيو قيمتي سامان به قبضي ۾ ڪيو.

## دٻي جي جنگ

مير شير محمد خان ماٺڪاٺي چارلس نيپئر جي جگر ۾ اجا ڪنڊي وانگر پئي چڀيو. هو حيدرآباد کان ڇهن ميلن جي مفاصلي تي پنجويهه هزارن جي لشڪر سان ڇانوڻي هنيو ويٺو هو. نواب احمد خان لغاري، هوش محمد قمبراڻي، مياڻي جي جنگ مان بچي اچي شير محمد سان مليا هئا. نيپئر به پنج هزار لشڪر سان ٿليلي وٽ پهتو. 24 مارچ 1843ع تي ٽي ڪلاڪ جنگ جاري رهي. هوش محمد ”مرويسون، مرويسون پر سنڌ نه ڏيسون“ جا نعرا هڻندو آخري دم تائين وڙهندو رهيو. نيٺ هڪ انگريز سپاهي هٿان شهيد ٿيو.




### هوشو جي قبر

انيس انصاري 'يادگيريون' (قلمي نسخو) ۾ ڪئپٽن معين الدين جي مضمون "The day Shadee fell" (ڊان23 ڊسمبر 1962ع) جي حوالي سان لکيو آهي ت:

هن نيپئر جي ڪتاب The Conquest of Sindh ۾ پڙهيو هو ت هوش محمد جي بهادري کان متاثر ٿي سندس لاش حيدرآباد قلعي ۾ آندو ويو، جتي کيس ملٽري اعزاز سان سپرد خاڪ ڪيو ويو ۽ سندس قبر تي توپ رکي وئي هئي ۽ هڪ پٿر جو ڪتبو هنيو ويو هو، جنهن تي لکيل هو:

"The Monument Marks The last resting place of one of the Ameer's soldiers, who was killed in the battle of Hyderabad

while bravely fighting.
The gun placed over his tomb"

مسٽر معين الدين، هوش محمد جي قبر ڳولهڻ لاءِ حيدرآباد جي قلعي ۾ ويو پر اتي زمين هموار ٿيل هئي. آخر هڪ پوڙهي جي ٻڌائڻ تي هن هڪ هنڌ کوٽايو ته هڪ توپ نڪري آئي. اها هوش محمد شيدي جي جي قبر هئي.

ڪيترا محقق هوش محمد شيدي جي قبر جو قلعي اندر هجڻ کي قبول نٿا ڪن.

## انگريزن جا ظلم ۽ ڏاڍايون

انگريزن جي ڪيل ظلم ۽ ستم جي جهلڪ هن خط مان ظاهر ٿئي ٿي، جيڪو ميرن جي راڻين ملڪ وڪٽوريا کي لکيو هو. انهي خط تي بيگم مير ڪرم علي خان، بيگم نور محمد خان، بيگم نصير خان، بيگم مير صوبدار خان ۽ بيگم مير محمد خان جون صحيون ٿيل آهن.

عرضداشت جو متن هيٺين ريت هو.

"پورا ٻه سال گذريا آهن. جڏهن سر چارلس نيپئر حيدرآباد سنڌ آيو. ان سان گڏ هڪ زبردست فوج ۽ توپ خانو هو. هن اسانجا سڀ زيورات، جواهرات ۽ ٻيون قيمتي شيون لٽيون. انهي لٽ مار کان سواءِ هو اسان جي اميرن ۽ ٻارن کي به کسي کڻي ويو ۽ انهن کي قيد ڪري هندستان موڪلي ڇڏيو. اسان لاچار ۽ زور قوت کان محروم سر چارلس نيپئر جي اچڻ مهل پنهنجي محلات ۾ رهيل هيون سين. خدا ڄاڻي اها ڪهڙي شرافت هئي جو هو اسان جي رهائش گاهن ۾ داخل ٿي ويو ۽ اسان کي اهڙي نموني لٽيو جو زنده رهڻ لاءِ هڪ ڪک به نه ڇڏيو. پورا ٻه سال ٿي ويا آهن، جڏهن کان هن اسان کي پنهنجي اباڻن گهرن ۽ شهر کان بي گهر ڪيو آهي ۽ مجبور ڪيو ته اسان حيدرآباد کان ٻاهر جهوپڙين ۾ خانه بدوشن وانگر رهون. اسان جنهن قسم جون مشڪلاتون برداشت ڪري رهيا آهيون، اهي خدا ئي ڄاڻي ٿو. اسان کائڻ کان وٺي پوشاڪ تائين تڪليف ۾ آهيون. اميرن جون زالون هئڻ ڪري اسان کي ايتري قدر شديد روحاني اذيت ۽ مايوسي لاحق آهي جو اسان لاءِ زندگي بدمزه ٿي وئي آهي. انسان کي موت ان وقت ايندو آهي، جڏهن الله تعاليٰ کي منظور هوندو

آهي، انهي لحاظ کان اها ڪا تڪليف ده ڳالهه نه آهي پر اسان کي هر نئين اچڻ واري ڏينهن تي موت جهڙي هڪ نئين اذيت، ڪرب ۽ بيچيني سان واسطو پوي ٿو.

ملڪ معظم!

اسان اميد ڪيون ٿا ته اوهان بحيثيت ملڪ جيئن ڪڏهن اسان به هيوسين، اسان مظلومن سان همدردي ڪندؤ ۽ رحم جي نظر ڪندؤ. سر چارلس نيپيئر اسان کي جن شين کان محروم ڪيو آهي، اهي واپس ورائي ڏيندو. جيئن ته اسان جون دليون پنهنجي ٻچن ۽ اميرن جي جدائي جي غم ۾ مجروح آهن، ان ڪري اسان مايوسي جي انتهائي منزل ۾ داخل ٿي ويون آهيون.

اسان کي وڏي اميد آهي ته اوهان اسان جي بيچيني جا سبب دور ڪندؤ. نه ته اسان جي حق ۾ اهو بهتر آهي ته اسان پنهنجي زندگين جو خاتمو ڪري ڇڏيون...“

## قلعي ۾ ڌماڪو

15 فيبروري 1904ع، آچر جي ڏينهن رات جو ساڍي اٺين لڳي پڪي قلعي ۾ اوچتو بم جو ڌماڪو ٿيو. خوفناڪ آواز ٿيڻ ڪري سڀ ماڻهو شهر ڇڏي ٽليلي طرف ڀڄڻ لڳا. جلد ئي شهر جي مٿان دونهين جا ڪارا ڪڪر ڇانئجي ويا. ڪڪرن مان لوهه ۽ پٿرن جا ذرڙا به مينهن وانگر وسڻ لڳا. انهن لوهه جي ٽڪرن لڳڻ ڪري ڪيترائي ماڻهو تڏي تي مري ويا ۽ ڪيترائي ڦٽجي پيا. ان وقت حيدرآباد جو ڪليڪٽر پرائٽ هو. هن ڪجهه دير بعد اعلان ڪرايو ته ”خطرو ٽري ويو آهي. ماڻهو واپس پنهنجي گهرن ۾ وڃن. ماڻهن جو جيڪو به نقصان ٿيو آهي، اهو سرڪار ڀري ڏيندي.“

اهڙي طرح سرڪار ٿيل وعدي جي پورائي لاءِ سوا لک رپيا معاوضو ڀري ڏنو. قلعي اندر لڳاتار باهه ٻرندي رهي، جنهن کي آخرڪار ڇئن ڏينهن کان پوءِ وسايو ويو. ان کان سواءِ قلعي ۾ جيڪو به بارود موجود هو، اهو درياهه ۾ لوڙهائي ڇڏيو ويو. ڌماڪي ڪري قلعي اندر ڪيتريون پراڻيون جايون ڪري پيون. شاهي مسجد کي به ڪافي نقصان پهتو. جن عمارتن جا ڪجهه حصا ڪري پيا هئا تن جي بچيل حصن کي به بارود

سان ڪيرايو ويو.

انهيءَ واقعي کان پوءِ برطانوي فوج کي قلعي کان ٻاهر ڪڍي، موجوده ڇانوڻي ۾ آباد ڪيو ويو. حڪومت برطانيا 1904ع ۾ قلعي اندر لينڊ رڪارڊ آفيس کولي. ڪجھ سالن بعد حيدرآباد ميونسپالٽي حڪومت کان قلعي جي گھر ڪئي. حڪومت هن کي اوپر وارو حصو ڏنو، جتي هن وقت ڪجھ سهٽيون عمارتون موجود آهن. اهي جايون 1918ع ۾ پائيبندن زمين خريد ڪري ٺهرايون هيون. قلعي جي دروازي جي سامهون جيڪو منارو هو، جنهن تي چڙهي بيهبو هو ته ساري حيدرآباد جو وٽندڙ ڏيک نظر ايندو هو تنهن مناري کي ٻه ڊهرايو ويو. جاءِ جي تنگي سبب قلعي جهڙي تاريخي يادگار کي پڻ هڪڙي پاسي کان ڊاهي نيون جايون جوڙايون ويون. قلعي ۾ هن مهل صرف مير نصير خان جي ماڙي ۽ قلعي جون ديوارون پنهنجو منهن مٿو پٽيندي نظر اچن ٿيون. 1920ع ۾ انگريزي قلعي ۾ پاڻي صاف ڪرڻ ۽ شهر کي پاڻي پهچائڻ لاءِ بندوبست ڪيو، جنهن ڪري قلعي ۾ هڪ وڏو حوض ۽ ٽانڪيون ٺاهيون ويون. پاڻي گدو کان درياهه مان ڇڪي پڪي قلعي ۾ آندو ويندو هو، جتي ٽانڪي ۾ جمع ڪيو ويندو هو. بعد ۾ وڏن پائيپن ذريعي شهر ۾ موڪليو ويندو هو. ان ٽانڪي کي حيدرآباد جا ماڻهو 'نلھ' چوندا هئا. ان زماني ۾ هندو چوندا هئا ته "حيدرآباد شهر ۾ گهر گهر پئي گنگا وهي."

### ورهاڱي بعد

صنعت واپار جو مرڪز هئڻ سبب ورهاڱي واري لڏپلاڻ ۾ هندستان کان وڏي تعداد ۾ ماڻهو هت آيا، جن قلعي ۾ عامل ۽ پائيبندن جي جڳهن تي قبضو ڪيو. باقي بچيل کي قلعي جي خالي حصن ۾ وهاريو ويو. قلعو شهر جي وچ ۾ ۽ بازاريون ڀيا ڪاروباري مرڪز ويجها هئڻ ڪري کين ڪافي پسند آيو، ڇو جو ان وقت قلعي ۾ رهندڙ 75 سيڪڙو ماڻهن جو ڏنڊو بوٽ ٺاهڻ هو.

گهڻن ماڻهن قلعي جي پٽ سان گڏ ئي گهر ٺاهيا. انهن گهر جي ڇوٽين پٽ قلعي جي پٽ کي ٻٽايو، جنهن ڪري قلعي جي پراڻي پٽ تي وڏيڪ وزن پيو. ان کان سواءِ قلعي جي پٽ ۾ ٽنگ ڪري روشندان ۽



حيدرآباد جي پڪي قلعي جو موجوده ٻاهريون منظر

دريون ٺاهيون ويون، جنهن ڪري پٽين کي وڏو نقصان رسيو، ۽ منجهس ڏار پئجي ويا. ڪن هنڌن تي پٽين کي پٽي ان مان ڪني پاڻي جي نيڪال لاءِ موريون ٺاهيون ويون.

قلعي ۾ پاڻي لاءِ ٽي وڏيون ٽانڪيون، هڪ 5 لک گيلن جي، ٻي 3 لک گيلن جي ۽ ٽين 7 لک گيلن جي آهي.

جنهن ڪري ان مان سوين گيلن پاڻي سمي زيرِ زمين وڃي ٿو. اندر پاڻي جي سطح وڌڻ ڪري ٻه قلعي جي جاين کي نقصان پهتو آهي. ان ڪري اڪثر اوائلي پٽ ۽ جايون ڪرنديون رهن ٿيون. جولائي 1983ع ۾ ٻه پٽ جو وڏو حصو ڪرڻ ڪري جاني ۽ مالي نقصان ٿيو هو. حڪومت متاثرين کي لطيف آباد 12 ۾ پلاٽ ڏنا هئا.



حيدرآباد جي قلعي ٻاهران جو منظر

هن مهل ٻه قلعي اندر 4 سيڪڙو ڪچا گهر آهن. ۽ 43 سيڪڙو گهر قلعي مان نڪتل سرن سان ٻيون سرون ملائي ٺاهيا ويا آهن. باقي 43 سيڪڙو گهر آر- سي- سي جا ٺهيل آهن.

قلعي کي اسان موجوده وقت ۾ مکيه ٽن حصن ۾ ورهائي سگهون ٿا.

(1) تاريخي ۽ اهم حصو: هن حصي ۾ قلعي جو دروازو، ٻاهرين پٽ، ميرن جو حرم ۽ ميوزم وغيره اچي وڃن ٿا.

(2) ڪليل حصو: هن ڀاڱي ۾ ميدان ۽ باغ اچي وڃن ٿا.

(3) آب رساني وارو حصو: هِن حصي ۾ پاڻي جون ٽانڪيون پمپ، مشينون وغيره لڳل آهن.

(4) رهائشي حصو: هي ٽڪرو حڪومت ٻاهران آيل ماڻهن کي رهڻ لاءِ ڏنو هو.

حيدرآباد جو قلعو ڊائريڪٽوريٽ آف آرڪيالاجي 1904ع جي 'تحفظ پراڻا يادگار' جي ايڪٽ تحت 21 آگسٽ 1965ع جي 'نوٽيفڪيشن نمبر F-31/57-E VI(A&M) وزارت تعليم حڪومت پاڪستان' مطابق آثارقديمه کاتي جي حوالي ڪيو آهي.

مسلسل رهائشي استعمال هيٺ ۽ ديوار ۾ غير ماهرانہ سوراخ ڪرڻ ڪري تاريخي يادگار جي زندگي خطري ۾ پئجي چڪي آهي.

اهو سڀ ڪجهہ هوندي بہ قلعي جي مرمت جو ڪو جوڳو بندوبست نہ آهي. مختلف سرڪاري غير سرڪاري ادارن ۽ ٻاهرين ايجنسين جي رهنمائي هيٺ سَتر واري ڏهاڪي ۾ هڪ مفصل منصوبو رٿيو ويو هو، جنهن مطابق قلعي جي باشندن جي مناسب مدد ذريعي کين قلعي کان ٻاهر آباد ڪري. قلعي جي نقصان زده حصن جي مرمت ڪري، غير تاريخي ۽ ٻين آلودگين کان پاڪ ڪري، ماضي جي ان عظيم ورثي کي محفوظ ڪري، سياحت جي واڌ ۽ تاريخ جي مطالعي لاءِ مخصوص ڪرڻ هو.

پر افسوس جو اسان جي ملڪ ۾ هر سٺي شيءِ ۽ هر بهتر منصوبو سياسي مصلحتن جو شڪار ٿي ويندو آهي. ان منصوبي سان پڻ اهڙو ڪو ڪارڻ لاڳو ٿيو هوندو، جو اڄوڪي ڏينهن تائين ان تي عمل ناهي ٿي سگهيو.

## ڪتابيات


- چچ نامون — مرزا قليچ بيگ
- تحفه الڪرام — علي شير قانع
- قليم سنڌ: — رحميداد خان مولائي شيدائي
- تاريخ سنڌ: — اعجاز الحق قدوسي
- جنت السنڌ: — رحميداد خان مولائي شيدائي
- سنڌ هڪ عام جائزو: — ايچ- ٽي- ليمبرڪ
- تاريخ تمدن سنڌ: — رحميداد خان مولائي شيدائي
- تاريخ معصومي: — مير محمد بکري
- تاريخ سنڌ: — اعجاز الحق قدوسي
- سنڌ جي دربار: — جيمس برنس
- لب تاريخ سنڌ: — خدا داد خان


## مضمون


- حيدرآباد جو اڳيون اوج: حبيب الله رحيم بخش مرزا (مهراڻ 1981ع)

- انگريزن جي دور ۾ حيدرآباد جي شاهي بازار: ڊاڪٽر حبيب الله مرزا
- سنڌ ڪي چند قلعي: مهر ڪاچيلوي
- نئين زندگي 1961ع: محمد حسن 'احسن' ڪربلائي
- مهراڻ 1962ع: نبي بخش بلوچ
- ڪلهوڙا دور غلام رسول مهر

-History of Sindh- Sir H.M. Elliot
- Memoris on "The River Indus"- Asstt. Sergeon J.F Heddle
- Ground water- M.H. Panhwar.
- Delhoste's Observation on Sindh.
- Alexander Compagain- Arrian
- Sindh Before Muslim Conquest- H.T. Lambrick
- The Lord of Five Reivers and Sindh- David Ross.
- Folk Tales of Sindh and Guzarat- C.A. Cunciad.
- Sindh Oligical Studies eassays.
- Historical Forts of Sindh- Shamusddin Jatoi
- Meousoleum of Mian Ghulam Shah Kalhora at Hyderabad- Ali Ahmed Lund Khiwer
- Patala Moeris and chandrngupta and Morya- Mazher Yousif.
- Imperialism at work- Northan Crow

# سيوهڻ جو قلعو

آفريڪي سياح ڪي رات جو ڇت تي ليٽي، رنل ننڊ ڪي پرڇائينديي ڪافي پهر گذري ويا هئا. سمهڻ مهل بہ هن جي ذهن ۾ انهن ماڻهن جا چهرا ڦري رهيا هئا، جن جون سسيون ڪوري شهر جي وچ ۾ ڍير ڪيون ويون هيون ۽ سندن ڍڍريون ڪوٽ جي پٽ تي ٽنگيون ويون هيون. اهي بنا منڍين وارا لاش هاڻي سمهڻ مهل بہ سندس سامهون ڪوٽ جي پٽ تي ٽنگيل هئا. لاشن جي سيٽيل جسمن، پرديسي جي بدن ۾ رڦٽي پيدا ڪري ڇڏي هئي. رسن ۾ لٽڪيل لاشن، هوا جي جهوٽي تي لڏڻ شروع ڪيو هو. مٿل لڏندڙ پاڇولن ويتر هن تي دهشت طاري ڪري ڇڏي.

سچ ڪني ڪڍي تہ هي آفريڪي سياح ابن بطوط انهي مدرسي مان سامان سرڙو ڪٽي وڃي ٻي هنڌ رهيو. هاڻي وڏيڪ هن ڪان، انهن مظلوم مقامي ماڻهن جا ٻه پريل ٽنگيل لاش ڏٺا نہ ٿي ٿيا، جن کي هندستان جي حاڪم محمد تغلق جي حڪم جي انحرافي ڪري، قتل ڪرڻ بعد سيوهڻ جي قلعي جي پٽين تي ٽنگيو ويو هو.

## نالو

سيوهڻ برصغير جي پراڻن شهرن مان هڪ آهي. مختلف دورن ۾ ان هنڌ جا جدا جدا نالا رهيا آهن. ايرانين ان کي سيوستان ۽ سجستان، يونانين سندو ماتا ۽ سنڌيمانا، تالمي، پسڪا ۽ پيسيدا، آرين شوستان ۽ شروستان، عربن سهان، سهبان، سندوسان، سيوي، سنڌوستان، يورپين سيوان، ميهواڻ ۽ سيوهڻ سڏيو آهي.

سيوهڻ لاءِ پڪي طرح چئي سگهجي ٿو تہ ويدن جي زماني کان بہ اڳ آباد رهندو آيو آهي. ٻولي جي ڪجھ ماهرن جو خيال آهي تہ هي قديم شهر سنڌو ندي جي ڪناري هئڻ ڪري سندس سڀ نالا بہ هر دور ۾ سنڌو جي نسبت سان ڪوٺيا ويندا هئا. جيئن شاروسات، سادو

سات، ساوستان سندستان وغيره.

### قدامت

سڪندر اعظم دنيا فتح ڪرڻ جي خواب جي تعبير لاءِ سنڌ آيو ۽ ڪيترن شهرن کي فتح ڪيو. هن سان گڏ آيل مورخن سنڌ جي جن شهرن کي هٿ ڪرڻ جو ذڪر ڪيو آهي، تن مان هڪ شهر جو نالو سنڊيمانا به آهي. سڪندر موسيڪانوس فتح ڪرڻ بعد سنڊيمانا هٿ ڪرڻ لاءِ نڪتو. ڪافي محقق موسيڪانوس مان مراد 'اروڙ' ۽ سنڊيمانا مان مطلب 'سيوهڻ' وٺن ٿا. 'سڪندر جون مهمون' ڪتاب جو مصنف ارئين ان شهر جو ذڪر ڪندي لکي ٿو:

"سڪندر جي اڳين پيش قدمي سامبس ڏي هئي، جيڪو هندستاني جابلو قبيلن جو گورنر هو. سامبس ۽ موسيڪا نوس جي پاڻ ۾ دشمني هئي. جڏهن سامبس ٻڌو ته سڪندر، موسيڪانوس سان همدردي سان پيش آيو آهي ۽ کيس سندس حڪومت واپس ڏني آهي. تڏهن اها خبر ٻڌي هو ڀڄي ويو. سڪندر، سنڊيمانا پهتو ته ان جا دروازا کوليا ويا جيڪو سامبس جي گادي جو هنڌ هو. سامبس جا مٽ مائٽ پنهنجو خزانو کڻي هاٿين سميت هن سان ملڻ آيا ۽ هن کي ٻڌايائون ته سامبس پنهنجي گادي جو هنڌ، هن جي دشمني ڪري نه ڇڏي ويو آهي. پر جيڪي موسيڪانوس کي سهولتون ڏنيون هيون، ان ڪري سامبس کي خطرو ٿي پيو هو."

ڪننگهام ۽ ڪوزن به سمنڊيمانا مان مراد موجوده سيوهڻ ئي ورتي آهي. البت مشهور يوناني جهازران نيئرڪس جي ڪتاب "Voyage of Nearchus" جي مرتب وليم ونسينٽ، سوگدي مان مطلب سکر ۽ موسيڪانوس سيوهڻ کي ڄاڻايو آهي.

سيوهڻ جي قدامت جو ذڪر ڪندي ٽاڊ لکي ٿو ته:

"سيوهڻ ٻڌ جي ويراڳي شهزادي راجا ڀهارا تاري جي گادي جو هنڌ هو، جنهن کي سندس پاءُ وڪراها ديتوا چندر گپتا ٻيءِ، اجين مان نيڪالي ڏني هئي، جيڪو گپتا شهنشاهيت جو ٽيون حڪمران هو."

راءِ گهراڻي جي دور ۾ به سيوستان جو ذڪر اچي ٿو، ان دور ۾ سيوستان هڪ وڏو علائقو هو. 'چچ نامو' ۾ ان جو مختصر احوال هن



سيوهڻ جو قلعو

ريت آهي:

"راءِ سهيرس بن ساهسي راءِ جي حڪومت جون حدون اوڀرندي کان ڪشمير تائين، اولهندي کان مڪران تائين، ڏکڻ کان سمنڊ ڪناري ديبل تائين ۽ اتر کان ڪيڪانان تائين هيون. هو پاڻ اروڙ جي تختگاهه تي ويٺو ۽ سڄي ملڪ تي چار حڪمران مقرر ڪيا. هڪ حڪمران برهمڻاباد جي، ٻيو سيوستان جي سنڀال ڪندو هو. ٽيون اسڪلنده ۽ چوٿون ملتان تي مامور هو. راجا سهاسي جي وفات بعد سندس وزير چچ بن سيلاج تخت تي ويٺو. هو اروڙ، اسڪلنده، سڪه، ملتان کي تابع ڪري، ڪشمير جي حد مقرر ڪري واپس اروڙ آيو. ان بعد سيستان جي راجا متي کي زير ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو". 'چچ نامو' ان جو اڳتي ذڪر ڪندي لکيو آهي ته:

"پوءِ (چچ) اتان سيوستان رخ رکيو. جڏهن ويجهو پهتو ته انهي شهر جي والي نهايت دٻدٻي ۽ پوري تياري سان سامهون جنگ ڪئي. چچ متس غالب پيو ۽ متو پنهنجي لشڪر سميت شڪست کائي قلعي ۾ ڀڄي ويو. چچ قلعي جو گهيرو ڪري لڙائي لاءِ (تيار) ٿي ويٺو. هڪ هفتي کان پوءِ قلعي وارا عاجز ٿي پيا ۽ امان گهري، پڪو انجام ٻڌي ٻاهر نڪتا ۽ قلعي جون ڪنجيون چچ جي امين جي حوالي ڪيائون."

سنڌ تي عربن جون اکيون ڪافي عرصي کان هيون. حجاج بن يوسف، محمد بن قاسم جي حملي کان ٻه اڳ محمد هارون کي سپهه سالار ڪري ڪيچ مڪران سان گڏ سيوستان فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو هو. ان حملي جو ذڪر 'تاريخ خان جهاني و مغزن افغاني' ۾ خواجه نعمت الله ڪيو آهي ته "جڏهن عبدالملڪ بن مروان المسلمين ٿيا، ته ان حجاج بن يوسف ثقفي کي پنهنجو سپه سالار ۽ ڪار مختار بڻايو ۽ 86هه ۾ محمد هارون کي فوج جو هڪ دستو ڏئي سيوستان، ڪيچ مڪران ۽ ان جي آسپاس جا گرم علائقا فتح ڪرڻ لاءِ شيراز جي رستي کان موڪليو. محمد هارون ان علائقي ۾ پهچي بار بار اتان جي راجا ڏاهر تي حملا ڪيا پر آخر هڪ حملي ۾ شهيد ٿي ويو."

،حمد ابن يعقوب بن جعفر پنهنجي 'تاريخ اليعقوبي' ۾ هن حصي کي سهبان جي نالي سان سڏيو آهي. هڪ ٻي عرب تاريخدان بلاذري پڻ

سيوهڻ کي سهبان ڪوئيو آهي. هو پنهنجي ڪتاب 'فتوح البلدان' ۾ ذڪر ڪري ٿو:

"محمد بن قاسم جنهن بہ هند تان لنگهيو، فتح ڪان سواءِ اڳتي نہ وڌيو، هن مهراڻ جي تمام ويجهو هڪ ندي پار ڪئي. هن وٽ سربيدس جو سمني آيو ۽ اتان جي ماڻهن سان ناهہ ڪرايو. انهن تي خراج مقرر ڪرڻ بعد محمد بن قاسم سهبان اچي رسيو. ان کي فتح ڪرڻ کان پوءِ مهراڻ کي پار ڪرڻ جي خيال کان وچ واري علائقي ۾ پهتو. ڏاهر اها ڳالهہ ٻڌي جنگ لاءِ تياري شروع ڪئي."

محمد بن قاسم جو سيوستان تي حملي جو ذڪر "چچ نامو" ۾ آهي تہ: "محمد بن قاسم نيرون جو ڪاروبار درست ڪري، تهي لڪي سمني سان گڏ سيوستان ڏانهن رخ رکيو.... قلعي جو بادشاه.... بجهراءِ... نالي هو. محمد بن قاسم ريگستان واري دروازي وٽ اچي لٿو. محمد بن قاسم منجنيق ڪڙي ڪرڻ ۽ جنگ شروع ڪرڻ جو حڪم ڏنو. ڏينهن رات لاڳيتو جنگ جاري رکي. اٽڪل هڪ هفتي جي مدت اندر قلعي وارن لڙائي مان هٿ ڪڍي ڇڏيو. بجهراءِ رات جو اترئين دروازي کان درياهہ ٽپي لڪي ڀڄي ويو."

ڪافي تاريخدانن ان علائقي کي سدوسان بہ سڏيو آهي. اصطخري المسالڪ المهالڪ ۾ ان کي سدو سان چئي ٿو، ان کان سواءِ ادريسي ۽ ابن حوقل پڻ سدوسان ڄاڻايو آهي.

**سومرا دور**

عربن جي حڪمراني بعد سنڌ تي سومرن جي سرداري ٿي. ڪتابن جي ورق گرداني مان اندازو ٿئي ٿو تہ انهي دور ۾ سيوهڻ وارو حصو سومرن جي خودمختياري هيٺ نہ هو، پر اهو دهلي حڪومت جي نظرداري ۽ ماتحتي ۾ رهندو هو. ان ڳالهہ جي 'تاريخ مبارڪ شاهي' ۾ شاهدي ڏيندي يحيٰ بن احمد سرهندي ڏيندي لکي ٿو:

"سلطان قطب الدين لاهور ۾ چوگان کيڏڻ مهل گهوڙي تان ڪري فوت ٿيڻ بعد.... سيني اميرن، آرام شاهہ بن سلطان قطب الدين کي تخت سلطنت تي ويهاريو. ان تي سلطان قطب الدين جو نياڻو ملڪ ناصر الدين قباچہ (سرڪشي ڏيکاري) سنڌ جي طرف هليو آيو ۽ ملتان، اچ، بکر ۽

سيوستان جي علائقن تي قبضو ڪيو."
ناصرالدين قباچہ جو ذڪر ڪندي 'طبقات ناصري' جو مصنف منهاج سراج ٻڌائي ٿو ته: "ناصر الدين قباچہ، سلطان قطب الدين جي وفات ڪان پوءِ اوچ هليو ويو ۽ ملتان تي قبضو ڪيائين. سوستان (سيوستان) ۽ دويل (ديبل) به سمنڊ جي ڪناري تائين سندس قبضي ۾ اچي ويا. هن سنڌ جا قلعا ۽ شهر به هٿ ڪيا."
چنگيز خان جڏهن جلال الدين خوارزم شاه کي تڙي ڪڍيو ته هو سيوهڻ طرف به آيو هو. منهاج سراج ان واقعي جو ذڪر پنهنجي ڪتاب 'طبقات ناصري' ۾ ڪري ٿو ته:
"619هه ۾ جلال الدين خوارزم شاه تاتارين ڪان شڪست کاڌي، هو هندستان هليو آيو ۽ خوارزم شاه جو فتنو لاهور جي سرحد تائين پهچي ويو. سلطان شمس الدين ايلتمش، هندستاني لشڪر سان دهلي ڪان لاهور ڏانهن وڌيو. جلال الدين خوارزم هندستاني لشڪر ڪان لنوائي سنڌ ۽ سيوستان طرف هليو آيو."
خوارزم شاه جڏهن سنڌ ۽ پنجاب پهتو ته ان وقت اچ، ملتان، بکر، سيوهڻ جو علائقو قباچہ جي حڪمراني هيٺ هو. عطاالملڪ جويني، پنهنجي 'تاريخ جهان ڪشا جويني' ۾ رقمطراز آهي ته:
"سلطان خوارزم شاه، ملتان جي ويجهو پهچڻ بعد ڏن موڪلڻ لاءِ قباچہ کي لکيو. هن ڏن ڀرڻ ڪان انڪار ڪيو. سلطان بہ ڏينهن ملتان ۾ ترسي، ملتان کي باهه ڏئي، اچ طرف روانو ٿيو. هو بعد ۾ سوستان (سيوستان/سيوهڻ) طرف وڌيو. اتي فخر الدين سالاري، قباچہ جو نائب حڪومت ڪري رهيو هو. هن پنهنجي هڪ سپه سالار کي لشڪر ڏئي، سلطان خوارزم شاه جي مقابلي لاءِ روانو ڪيو پر هن شڪست کاڌي. فخرالدين پاڻ کي اڪيلو سمجهي پيش پيو. مهينو کن سلطان سيوهڻ ۾ رهڻ ڪان پوءِ پنهنجو نائب فخرالدين کي مقرر ڪري ديبل طرف روانو ٿي ويو."
سيوهڻ تي 623هه (1226ع) ۾ ملڪ خان خلجي به قبضو ڪيو. سندس مقابلو ڪرڻ لاءِ قباچہ آيو، جنهن ملڪ خان کي ماري وڌو. سنڌ جي حڪمراني، التمش 624هه پنهنجي وزير نظام الملڪ محمد بن

ابي سعيد جي حوالي ڪري، ڪيس قباچہ کان کسڻ لاءِ موڪليو. جنهن اچي قباچہ کي شڪست ڏني، آخر قباچہ بکر وٽ سنڌو درياھ ۾ ٻڏي مئو. جنهن بعد نظام الملڪ انهن علائقن جو حڪمران ٿيو.

سيوستان تي خلجي گهراڻي علاوالدين محمد شاھ جي دور ۾ بہ حاڪم دهلي حڪومت کان مقرر ٿي ايندا هئا. 'تاريخ فيروز شاهي' ۾ ان جو احوال ضيا الدين برني هيئن ڪيو آهي:

"ظفرخان کي (698هہ- 1299ع) ۾ سيوستان لاءِ مقرر ڪيو ويو.... ظفر خان هڪ وڏو لشڪر وٺي سيوستان ويو ۽ قلعي جو گهيرو ڪيائين. رڳو تيرن تلوارن، ناچخ ۽ نيزن سان مغربين، منجنيقن عرادن جي استعمال کان سواءِ ۽ ساباط پاٽيٺ ۽ گرگج وغيره ٺاهڻ کان سواءِ سيوستان جهڙو قلعو فتح ڪيائون. مغل چئن پاسن کان ايترا تہ تير هڻي رهيا هئا، جو ڪنهن پکي جي مجال بہ نہ هئي، جو قلعي جي پرسان اڏامي سگهي. ظفر خان باوجود ان جي تير ۽ تلوارن سان ان تي قبضو ڪيو ۽ جلدي ان جي ياءُ ۽ سيني مغلن کي ٻارن ٻچن سميت گرفتار ڪيائون. سيني کي ٻڌي زنجيرن ۾ جڪڙي دهلي موڪلي ڏنائين."

## تغلق دور

سنڌ تي تغلق دور ۾ هندستان جي بادشاھ، محمد بن تغلق شاھ جي پاران امير عمادالملڪ سر تيز موجود هو. امير ان دور ۾ سنڌ جي گادي ملتان ۾ رهندو هو. ان کان سواءِ اچ، بکر، سيوستان ۾ پڻ سرڪاري ڪارندا رهندا هئا. سيوهڻ واري علائقي ۾ مقامي سمن ۽ سومرن جو سردار اميرو نار (جام انڙ) ۽ قيصر رومي حاڪم هئا ۽ سيوهڻ ۾ رهندا هئا. سيوهڻ ۾ هڪ هندو بہ رهندو هو، جيڪو ڪن اميرن سان گڏجي هندستان جي بادشاھ محمد بن تغلق جي دربار ۾ پهتو. بادشاھ هن کان متاثر ٿي ڪيس "سنڌ سردار" جو لقب ڏئي ڪيس انهي ملڪ جو حاڪم ڪري سيوهڻ ۽ ان جا پرڳڻا جاگير طور ڏنا. جام انڙ ۽ قيصر رومي هن کي برداشت نہ ڪيو ۽ ڪيس قتل ڪرائي، خزاني تي قبضو ڪيو. جام انڙ کي سيني پنهنجو سردار مڃي ڪيس "ملڪ فيروز" جو لقب ڏنو. هو لشڪر گڏ ڪرڻ لاءِ لاڙ واري ايراضي ڏي هليو ويو. سيوهڻ ۾ باقي بچيل لشڪر قيصر رومي کي پنهنجو سردار بڻايو. ان واقعي جي خبر

جڏهن سلطان محمد بن تغلق جي مقرر ڪيل سنڌ جي اميرالامرا عمادالملڪ سر تيز کي ملتان پهتي، تڏهن لشڪر ساڻ ڪري سيوهڻ آيو. قيصر رومي هن جي مقابلو ڪيو ۽ قلعي ۾ وڃي ويٺو. چاليهه ڏينهن جنگ جاري رهي. سرتيز پيو ڪو چارو نه ڏسي، امير قيصر کي صلح لاءِ پيغام موڪليائين. امير قيصر صلح قبول ڪري هٿيار ڦٽا ڪيا. آخر ۾ سر تيز کيس گرفتار ڪري قتل ڪرايو ۽ سيوهڻ ۾ قتل عام ۽ لٽ مار جو حڪم ڏنو.

ابن بطوط 1333ع ۾ ان واقعي دوران ئي سيوهڻ ۾ آيو. هن اکين ڏٺو احوال ڏيندي لکيو آهي ته:

"تڏهن ساڻن وعده خلافي ڪري، سندن مال ضبط ڪري انهن جي قتل جو حڪم ڏنائين. پوءِ هرروز انهن مان چوندي ڪن ماڻهن کي قتل ڪرائيندو هو ۽ ڪن جو کلون لهرائي بهه سان ڀرائي، قلعي جي ديوار تي لٽڪائيندو هو، جنهن ڪري قلعي جي اڪثر حصي تي اهي کلون لڙڪنديون هيون جن کان ڏسندڙ دهلجي ويندا هئا. انهن جون سسيون وري وچ شهر ۾ گڏ ڪرايون هئائين، جيڪي هڪ ٽڪري وانگر پي لڳيون. مان ان واقعي کان ٿورو پوءِ شهر ۾ پهتس. هڪ وڏي مدرسي ۾ لٿس. مدرسي جي ڇت تي سمهندو هوس، اتان لاش لٽڪيل نظر ايندا هئا. جڏهن صبح جو اٿي اهي لاش ڏسندو هوس ته دل ڏڪي ويندي هئي. آخر ان مدرسي ۾ رهڻ ڇڏي ڏنم..."

**ارغون دور**

ارغون دور ۾ به سيوهڻ جي فوجي اهميت ۾ ڪو فرق نه آيو. ان ڪري ان دور ۾ به سيوهڻ جي جاگرافيائي بيهڪ ڏسي ان جي سارسنڀال ۽ مرمت تي خاص توجهه ڏنو ويو. 'تاريخ معصومي' ۾ سيوهڻ جي قلعي جو احوال آهي ته:

"امير ذوالنون جي وفات کان پوءِ سندس پٽ ميرزا شاهه بيگ پنهنجي پيءُ جي گادي تي ويٺو. 923هه (1517ع) ۾ شاهه بيگ قندار جي حڪومت کان دستبردار ٿي، شال ۽ سيوي ۾ اچي رهيو، جتان هن سنڌ تي ڪاهون شروع ڪيون. آخر سنڌ جو ورهاڱو ٿيو. سنڌ جو ڏاکڻيون اڌ لکي جي جبلن کان وٺي عربي سمنڊ تائين ڄام فيروز جي حوالي ڪيو

ويو ۽ سنڌ جو مٿيون اڌ، لڪي جي جبلن کان مٿي سيوي تائين پنهنجي عملدارن کي ڏنو. سنڌ جي ورهاڱي بعد شاه بيگ ٺلٽي کان ٿيندو ڪن سردارن سان گڏجي سيوهڻ آيو. اچڻ شرط سيوهڻ جي قلعي کي اندران خواه ٻاهر مرمت ڪرايائين ۽ جيڪي عملدار اتي مقرر ڪيائين، تن کي حڪم ڏنائين ته پنهنجا گهر ۽ جايون قلعي ۾ ٺهرائين. هرهڪ عملدار کي جاين ٺهرائڻ لاءِ قلعي ۾ زمين مقرر ڪري ڏنائين ۽ پڻ حڪم ڪيائين ته جيڪو اناج ڍل طور ملي سو قلعي ۾ حفاظت سان گڏ ڪيو وڃي."

## ترخان دور

ترخان دور ۾ ڪتاب قصا ڪن ٿا ته سيوهڻ جي قلعي تي يلغارون ۽ حملا ٿيا آهن. قلعي جي ٻاهرين ديوارن کي نقصان پهچائي ۽ ٽوڙڻ جا جتن ڪيا ويا آهن. ان دور جو تاريخن ۾ ذڪر آهي ته ميرزا شاه حسن جي وفات بعد 962ھ (1554ع) ۾ عيسيٰ ٺٽي ۾ تخت نشين ٿيو. ميرزا عيسيٰ هڪ سال حڪومت ڪرڻ بعد ارغون سردارن جي ترغيب تي سلطان محمود بکري سان مخالفت ڪئي. 967ھ جي شروعات ۾ ميرزا عيسيٰ ترخان جي پٽن مرزا احمد باقي ۽ مرزا محمد صالح جي وچ ۾ تڪرار ٿي پيو. مرزا عيسيٰ ترخان، ميرزا احمد صالح ترخان جو پاسو ورتو. ميرزا محمد باقي، بکر، سلطان محمود وٽ آيو. پيءُ سان صلح ٿيڻ بعد ميرزا عيسيٰ خان سيوستان سندس جاگير ۾ ڏئي ڪيس روانو ڪيو. اڳتي 'تاريخ معصومي' جو مصنف لکي ٿو:

"سيوستان پهچڻ کان پوءِ ارغونن مرزا عيسيٰ سان بيوفائي ۽ سرڪشي ڪري مخالفت ۽ لڙائي جي ميدان ۾ قدم رکيو، نيٺ جڏهن ارغونن صلح جو نغارو وڄائي درياه لنگهي رهيا هئا، تڏهن مرزا عيسيٰ جي ماڻهن اوچتو آتشبازي ڇوڙي، جنهن ڪري هنن جا گهڻا ماڻهو تلف ٿيا. ارغون شڪست کائي، پريشاني ۽ بري حال ۾ بکر آيا. سلطان محمود کي حقيقت حال ٻڌايائون..... آخر پنهنجا ڳپل نوڪر ساڻ ڏيئي سيوستان ڏانهن روانو ڪيائين. سلطان محمود جي ماڻهن ارغونن سان ملي سيوستان جي قلعي جو محاصرو ڪيو. هڪ ٻه دفعو قلعي تي چڙهيا ٻه پر ڪجھ ڪري نه سگهيا. آخر جڏهن پاڻي جي اٿل آئي تڏهن مرزا عيسيٰ وڏو لشڪر وٺي اچي هنن ماڻهن کي هڪالي ڪڍيو."

## مغل دور

مغلن جي دور ۾ ٻه هرهڪ بادشاه، همايون کان وٺي اورنگزيب تائين ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان سيوهڻ جي قلعي تي قبضو رکندا آيا. سيوهڻ جو قلعو هٿ ڪرڻ کان سواءِ انهن جو ڄڻ سنڌ تي قبضو ناممڪن سمجهيو ويندو هو.

همايون بادشاه جڏهن شيرشاه سوري کان شڪست کائي سنڌ پهتو، ان وقت سنڌ جو حاڪم شاه ارغون هو، جنهن ڪٿي به همايون کي سک جو ساهه کڻڻ نه ڏنو. همايون سيوهڻ جي قلعي تي به گهيرو ڪري قبضو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر قلعو هٿ ڪري نه سگهيو. همايون جو سنڌ ۾ اچڻ جو احوال 'ماثرالامرا' جي مصنف صمصام الدوله شاهنواز خان هيئن ڪيو آهي:

"همايون جڏهن ناڪام ٿيو، تڏهن هن کي سنڌ کان سواءِ ڪو به ٺڪاڻو نظر نه آيو. هو ڪجهه ڏينهن بکر جي آسپاس رهيو. اهو هنڌ ڇڏي سيوهڻ پهچي قلعي جو گهيرو ڪيائين. ٺٽي جي حاڪم مرزا شاه حسن اڳتي وڌي سندس رستو روڪيو ۽ اناج ۽ سيڌي جي پهچ بند ڪري ڇڏيائين. همايون جا گهڻا امير، سندس اجازت کان سواءِ کيس ڇڏي هليا ويا."

همايون جي سنڌ ۾ اچڻ جو ذڪر ٻين ڪيترين تاريخن ۾ پڻ موجود آهن، جن ۾ گلبدن بيگم جو لکيل 'همايونامه' ڪافي مشهور آهي. انهن ڪتابن جو وچور آهي ته: "همايون سيوهڻ پهتو ته سيوهڻ قلعي جو ڪوتوال مير علي هو. همايون وٽ نوڪر رهيو هو. همايون کي خاطري هئي ته سندس پهچڻ تي هو قلعي جو در کوليندو. پر مير علي قلعي تي توپون چاڙهي سندس رستو روڪڻ لاءِ مٿس حملو ڪيو. همايون جي لشڪر خندقن جي ذريعي مقابلو ڪري قلعي جو هڪڙو برج ڊاهي وڌو. پر قلعي اندر گهڙي نه سگهيو. آخرڪار همايون جا ماڻهو اَنَ جي گهٽتائي ڪري کيس ڇڏي هليا ويا.

شاه حسن انهن کي گرفتار ڪري ٻيڙي ۾ ويهاري سمنڊ ۾ ٻوڙائڻ لڳو. اهڙي طرح هن همايون جا ڏهه هزار ماڻهو سمنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيا. همايون ست مهينا کن سيوهڻ ۾ ويٺو رهيو. ان دوران شاه حسن ٻيڙين

تي تويون رکائي سيوهڻ پهتو، همايون جون پيڙيون ۽ سامان کسي کيس سيوهڻ مان زوري هڪالي ڪڍيو. همايون پوءِ سيوهڻ مان نڪري بکر پهتو.

هندستان جي بادشاهت جڏهن اڪبر کي ملي، ان زماني سندس سپه سالار خان خانان سنڌ ۾ آيو. 'ماثرالامر' جو مصنف ان جو ذڪر ڪيو آهي:

"خان خانان سنڌ جي فتح ڪرڻ جي اجازت ورتي.... مرزا جاني بيگ هڪ وڏو لشڪر ساڻ ڪري، هڪ سو پنجاهه ڪوس سفر ڪري، سيوستان جي سرحد تي اچي پهتو. وڏو مڙسي سان مقابلو ڪيائين. محرم 1000هه (1592ع) ۾ مرزا (جاني بيگ) کي شڪست آئي. مجبوراً هن صلح ڪيو."

اڪبر جي ڏينهن ۾ سنڌ ٽن حصن بکر، سيوهڻ ۽ ٺٽي ۾ ورهايل هئي. هرهڪ حصي کي سرڪار ڪوٺيو ويندو هو.

ابوالفضل انهن نون محلن جا نالا 'آئين اڪبري' ۾ ڏنا آهن: "باتر (پاٽ) باغبان (باغبان) بن (سن) بوسيڪا (بوبڪان- بوبڪ) جنجه (جوڻيجا) خطو. حويلي سيوستان جنهن ۾ مضبوط قلعو هو، ڳاها ۽ لاڪاڻ، انهن محلن جي آمدني 15546808 دام هئي".

جهانگير جي تخت نشيني دوران به سيوهڻ تي مغل حڪومت طرفان حاڪم مقرر ٿيندا هئا. اهڙو ذڪر اسان کي 'توزڪ جهانگيري' ۾ ملي ٿو، جنهن ۾ ٻن ماڻهن جا نالا ڏنل آهن جن سيوستان تي حڪومت ڪئي هئي. جهانگير، سردار خان ۽ ارسلان بي اوزڪ کي علم ڏنو.

شاهجهان جي ڏينهن ۾ سيوهڻ تي پهريون فوجدار احمد بيگ کي مقرر ڪيو ويو جنهن جو ذڪر 'ماثرالامر' جي مصنف ڪيو آهي ته:

"جلوس شاهجهاني ۾ پهريون سال (1038هه) احمد بيگ ٺٽي ۽ سيوستان جو فوجدار ۽ جاگيردار مقرر ٿيو."

1039هه (30-1629ع) ۾ احمد بيگ کي، ميرابوالبقا جي جاءِ تي ملتان ۾ رکيو ويو ۽ سيوهڻ ۾ دينڌار خان کي مقرر ڪيو ويو. ان به ضياءِ الدين خان، ارسلان خان، يوسف خان، جان نثار خان، قزاق خان، يڪ تازخان، زبردست خان نورالحسن، سيوستان تي سرداري ڪندا رهيا.

اورنگزيب، شاھ جھان جي ڏينھن ۾ ملتان جو صوبيدار ھو. 'شاھجھان نامہ' مان معلوم ٿئي ٿو تہ پوءِ اورنگزيب کي بکر ۽ سيوستان سرڪار جو انتظام بہ مليو ۽ ٿني جي صوبيداري بہ ھٿ ڪيائين. بعد ۾ اورنگزيب جڏھن تخت تي ويٺو تہ ان دور ۾ اسلام خان سيوستان جو فوجدار مقرر ٿيو ھو.

## ڪلھوڙا دور

مغلن جي دور ۾ سيوھڻ تي دھلي مان گورنر مقرر ٿي ايندا ھئا. ان بعد سنڌ جا جڏھن ڪلھوڙا حاڪم ٿيا، ان دور ۾ سيوھڻ تي ايترو گھڻو توجھ نہ ڏنو ويو، ڇو جو ڪلھوڙن سنڌو درياھ جي ٻئي ڪناري تي خدا آباد (ھالن واري) ۽ حيدرآباد جا شھر آباد ڪرايا. ان ڪري آھستي آھستي سيوھڻ جي سياسي ۽ واپاري اھميت گھٽ ٿيندي وئي. تنھن ھوندي بہ ڪلھوڙا اڪثر سيوھڻ طرف ايندا رھندا ھئا. 1150ھ (1737ع) ۾ نواب خدايار خان يعني غلام شاھ ڪلھوڙو سيوھڻ، بکر ۽ ٺٽي جي حڪومت تي مقرر ٿيو. 1171ھ (1758ع) ۾ غلام شاھ ڪلھوڙو لوھريءَ مان سيوھڻ آيو ۽ اتان الھ آباد ۽ محمد آباد روانو ٿي ويو.

تاريخن مان معلوم ٿئي ٿو تہ سيوھڻ جو قلعو ڪلھوڙن جي زماني ۾ بہ موجود ھو، جنھن جو ذڪر ميان نور محمد ڪلھوڙي جي دور (1719ع- 1753ع) تائين ملندو رھي ٿو. مير علي شير قانع 'تحفہ الڪرام' ۾ بہ قلعي جي موجودگي جو احوال ڏنو آھي.

"حمنش از حملا قلاع ستہ مذڪوره ست و ازان بعد بڪوات ترميم يافتہ"

## ميرن جو دور

ڪلھوڙن بعد، مير سنڌ جا والي وراث ٿيا تہ بہ سيوھڻ سندن لاءِ ڏکي وقت ۾ اجھو ھوندو ھو. البت ان دور ۾ قلعي جي موجودگي جو ڪو ذڪر ھٿ نٿو اچي. ڇو جو دٻي جي جنگ ۾ 1254ھ (1843ع) ۾ مير شير محمد خان جڏھن چارلس نيپئر جي ھٿان شڪست کائي پنجاب ڏي روانو ٿيو، ان مھل ميرپورخاص مان ضروري سامان کڻي ٻھريائين سيوھڻ آيو. جتي درياھ جي ڪناري تي چوڏاري ڪاھي ڪٽائي ويھي رھيو ۽ پنھنجي ڀاءُ مير شاھ محمد کي سامان جي سار سنڀال

لاءِ مقرر ڪيائين. ان دور ۾ ڪرنل رائٽ سيوهڻ ۾ موجود هو. رائٽ ميرن جي ماڻهن تي حملو ڪيو. مير شير محمد جا ٽي چار سؤ ساٿي حملي جي خوف کان ڀڄي ويا. آخر شاهه محمد پڪڙجي پيو، جنهن کي ڪرنل رائٽ گرفتار ڪري حيدرآباد موڪلي ڇڏيو. مير شير محمد نڪري پنجاب هليو ويو.

## انگريزن جو دور

ڪلهوڙن جي دور جي پوئين ڏينهن ۾ سنڌ جي گادي سنڌوءَ درياهه جي ڀِي پر خداآباد ٽيڻ ڪري سيوهڻ جي اها پراڻي رونق ڪانه رهي. اسان کي ميرن جي دور ۾ قلعي جي اهميت ۽ استعمال لائق هئڻ جو احوال ڪٿي به نظر نٿو اچي. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته مير نور محمد ڪلهوڙي جي دور تائين قلعو باقاعده رهائش ۽ دفاع لاءِ ڪتب ايندو هو، ان بعد خبر نه آهي ڪهڙن ڪارڻن ڪري قلعو پنهنجي ياسي ۽ فوجي اهميت وڃائي وينو. ڪلهوڙن بعد تاريخدانن ۽ سياحن قلعي کي ڀڳل ڀريل حالت ۾ سرن ۽ مٽي جو ڍير ڏٺو آهي. ميرن جي دور ۾ ٿي الگزينڊر برنس، پاٽنجر، ڊلهوسٽي وغيره سنڌ ۾ آيا. انهن ان قلعي کي کنڊرن جي حالت ۾ ڏٺو هو. ميان نور محمد ڪلهوڙي 1719ع- 1753ع ۾ انگريز آفيسرن جي وچ ۾ تقريباً سوا سو سالن جو وقفو آهي. خبر نه آهي ته ڇو ايتري قليل عرصي اندر ايڏو وڏو تاريخي قلعو کنڊرن جي صورت ۾ تبديل ٿي ويو.

## کنڊر

اليگزينڊر سيوهڻ جي قلعي جي کنڊرن جو ذڪر ڪندي پنهنجي ڪتاب "Voyage on the Indus" ۾ لکي ٿو:

"اها تمام عجيب عمارت سيوهڻ ۾ يا شايد پوري سنڌو ڪناري آهي، سا هڪ ڀڳل ڀريل قلعو آهي، جتان شهر نظر اچي ٿو ۽ ائين سمجهيو وڃي ٿو ته اها عمارت يونان جي عهد جيتري پراڻي آهي. اها هڪ مٽي جي دڙي جي صورت ۾ آهي. دڙو 60 فٽ بلند آهي، جنهن جي چوڌاري زمين کان وٽي هڪ سرن جي پٽ ڏنل آهي. قلعو حقيقت ۾ بيضوي شڪل جو آهي، جيڪو 1200 فٽ ڊگهو ۽ 750 فٽ قطر ۾

ٿيندو. اندر قِلي عمارتن جو ڍير آهي، جنهن ۾ جابجا سرن جا ۽ برتنن جا ٽڪرا نظر اچن ٿا. دروازو شهر طرف کان محرابدار آهي. انهي مان ڪجھ حصو ٻڌائي ٿو تہ اهو دڙو مصنوعي طرح ٺهيل آهي... ڏسڻ ۾ اهو اچي ٿو تہ اڙل واھ هن قلعي جي پرسان وهي ٿو. ڪوئنٽس ڪوٽيس اسان کي ٻڌائي ٿو تہ اهو سامبس راجا جي حدن ۾ آهي. (جنهن مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ سڪندر اهو مضبوط شهر سرنگ کوٽائي فتح ڪيو.)"

هڪ ٻئي انگريز سياح سيوهڻ جي قلعي جي کنڊرن جو ذڪر ڪيو آهي تہ: "مان پراڻي قلعي کي چڱي طرح ڏٺو آهي، جو بنيءِ ۾ پچايل سرن جو ٺهيل آهي، جيڪو هڪ مستطيل دڙي جي چوڌاري آهي. اهو گهڻو قِلي هو، پر سندس داخلا جا دروازا اڃا چڱي طرح نشان ڏين ٿا. ان کي ٻاهران معائني ڪرڻ سان ڪو اهڙو اهڃاڻ نٿو ملي، جنهن مان سمجهي سگهجي تہ اهو گهڻي پراڻي زماني جو هوندو. ٿي سگهي ٿو تہ اهو هڪ هزار سال پراڻو هجي يا اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ اهو پنج سو سال پراڻو هجي. ڍِگ مصنوعي يا گهڻي ڀاڱي مصنوعي آهي. ان جي اتر طرف پٿرن جي ڍِڳن مان ثابت ٿئي ٿو تہ ان جو پهريائين وجود نہ هوندو. مٽي جي وڏي دڙي کي گڏ ڪري ان کي مرڪز بڻايو ويو هجي. دڙو ٿي سگهي ٿو تہ ديوارن کان گهڻو اڳ ٺاهيو ويو هجي، جيڪي ان جي ٻاهرين طرفن کان آهن. دڙي تي ٺايل دروازا گهٽين مان گذرن ٿا. گهٽيون پاڻي ۽ وقت گذرڻ سبب لٽجي چڪيون هيون. پر تنهن هوندي بہ پنهنجي اصليت اڳي سرن جي ڪم مان ظاهر ڪن ٿيون ۽ ساڳيون ئي نشانيون ڪن حصن ۾ پاسن ۾ بہ نظر اچن ٿيون. مان انهن جي چڪاس ڪئي تہ ائين نظر آيو تہ اهي هڏن ۽ ناريل کوپن جي ٽڪرين سان گڏيل سڙيل هيون، جنهن مان ڪافي ثبوت ملي ٿو تہ اهو هند مسان تي رهيو هجي."

سيوهڻ جي قلعي جي کنڊرن جو ليفٽيننٽ ڊلهوسٽي 14 اپريل 1832ع ۾ معائنو ڪيو هو. ان جو ذڪر "Selection from Pre-Mutiny record of the Commissioner in Sindh" ۾ لکيو اٿس:

"اسان هڪ ننڍي ٻيڙي ۾ چڙهي اڙل واھ ذريعي سيوهڻ روانا ٿيا

سين، جيڪو اسان جي لنگر واري هنڌ کان ٽن ميلن تي هو. اڙل واه جو پاڻي، بنسبت سنڌو جي ميرانجهڙي پاڻي کان صاف سٺرو، مٺو آهي.... اسان کي ٻہ سنڌي مليا جن چيو تہ اچو تہ توهان کي ڪوٽ ڏيکاريون، جيڪو ڪافر ٺاهيو آهي. هو ڪافر سڪندراعظم کي سڏين ٿا. اسان شهر جي پويان هڪ ڏڙي تي چڙهياسين. ڏڙو هڪ بي ريتو مستطيل شڪل جو آهي، جيڪو 80 قدم کن بلند آهي. اندران 1500 فٽ ڊگهو ۽ 800 فٽ ويڪرو آهي. اتي ڪيترن برجن ۽ ديوارن جا آثار آهن. دروازا يا داخلا جا هنڌ سٺي حالت ۾ آهن. ڏڙي جو اندريون حصو ڪجھ قدر پُورو آهي. پر سارو ڪچري سان ڀريل آهي. جتي وڏا ڪڏا آهن، اتي پڪي اوساري جا نشان ظاهر ٿين ٿا. اسان کي ٻڌايو ويو تہ جڏهن گهڻي برسات پوندي آهي تہ مٽاچري واري مٽي ڌوپجي ويندي آهي، ان وقت ڪيترائي پراڻي دور جا سڪا وغيره هٿ ايندا آهن. انهن مان ڪيترا اليگزينڊر برنس هٿ ڪيا هئا."

هينري پاٽينجر بہ سيوهڻ جي قلعي جي کنڊرن جو ذڪر ڪندي ٻڌائي ٿو تہ: "سيوهڻ ۾ واحد هٿرادو ڏڙي ۽ قلعي جا آثار آهن. ڏڙو چيو وڃي ٿو، سڪندر اعظم جڏهن هت آيو هو، ان بيهاريو هو. ان مٿان قلعو بعد ۾ جوڙيو ويو آهي. ڏڙو شهر جي اتر پاسي آهي، شهر ۽ ڏڙي کي 400 وال ويڪرو نالو جدا ڪري ٿو. ڪوٽ 450 وال ڊگهو ۽ 330 وال ويڪرو آهي. هي گهٽ ۾ گهٽ اڙل واه کان 80 فٽ بلند آهي، جيڪو ان جو اتر وارو ترو ڌوئي ٿو.

ڪوٽ وڏو مضبوط ۽ پختو سمجهيو ويندو هو. بلندي ۾ ڏڙو اڌ حصي تائين زمين سان قدري لهوارو آهي، جتان سهٽين سرن جو سلسلو شروع ٿي چوٽي تائين پهچي ٿو. ڪوٽ کي اندران 30 برج آهن. ٻن برجن جي وچ ۾ 90 والن جو مفاصلو آهي. دروازي جا لنگھ گهٽو ڪري هيڪوٽا آهن. ان دروازي تائين پهچڻ لاءِ چئن وڏن ٿلهن برجن وٽان لنگهڻو پوي ٿو. انهن برجن جا بنياد بہ اتان شروع ٿين ٿا، جتان سرن جي اوساري شروع ٿئي ٿي. اهي ڏڙي جي چوٽي تائين ٿيل اڏاوت جيترا بلند آهن. هيٺ کان رستو اتر واري ٻاهرين دروازي وٽان، ساڳي سطح تي، ڪوٽ جي وچ تائين پهچي ٿو. جتان پوءِ ڪوٽ جي چوٽي تائين پهچڻ



سيوهڻ قلعي جا قديم آثار- 1838ع

لاءِ ڏاڪڻ يا چاڙهي ناهي وئي آهي. رستو اڄ به ڪجھ قدر سلامت آهي. حالانڪ اهو ڪيترڻ هنڌن تان متي جي ڍيرن سان پرجي ويو آهي. ان جي پنهي پاسن کان ڪوئيون يا پهريدارن جي ويهڻ جون جايون هيون. لڳي ٿو ته سارو رستو مٿان ڇت سان ڍڪيل هوندو، پر جيئن ته ڪنڊر تمام خراب حالت ۾ آهن، ان ڪري اها ڳالھ اعمتاد سان چئي نٿي سگهجي.

سارو دڙو ايترو وقت گذرڻ ۽ ساليانې برساتن جي پاڻي ڪري اثرانداز ٿيو آهي، جو ان ۾ ڪيترا گهارا ۽ ناليون ٺهي ويون آهن، جيڪي دروازي مان يا جتان به ڪين رستو ملي ٿو، ٻاهر نڪرندي نظر اچن ٿيون.

ڪوٽ جي حفاظتي ديوار ۽ مٿاهين اوٽ تمام مضبوط هوندي، پر ان مان ڪابه ثابت بيٺل نه آهي. دڙي جي وچ تي ٻن ڪوهن جا آثار آهن.

اڳي سنڌو سيوهڻ شهر جي ديوارن پرسان وهندي هئي.... چيو وڃي ٿو ته سڪندر هي ڪوٽ، سنڌو درياھ جي پيٽ مان، ڪوٽ جي ديوارن هيٺان سرنگ هڻي هٿ ڪيو هو. مان سمجهان ٿو ته اهو صحيح نه هوندو. هي قلعبند دڙو ۽ هڪ ٻيو آمري جو، جيڪو ڪجھ ميل سنڌو درياھ کان هيٺانهين طرف آهي، اهي ٻاهرين ماڻهن جا ٺهيل نظر اچن ٿا. (جيئن يوناني). انهن تمام ٿوري عرصي لاءِ هن حصي تي قبضو ڪيو هو. انهن اهڙا هنڌ ناهڻ جا خيال پاڻ سان آندا هئا. ان ڪري مان سمجهان ٿو ته شايد هي سنڌو ڪناري قلعبند دڙو سڪندر جو ٺهرايل آهي، جنهن جو ذڪر ڊاڪٽر ونسينٽ ڪيو آهي. مڪاني ماڻهن وٽ به روايت آهي ته هي قلعو سڪندر ڪافر ٺهرايو هو."

ڪيپٽن ليوپولڊون اورلچ پنهنجي ڪتاب "Travels in India including Sindh and the Punjab" ۾ سيوهڻ جي ڪوٽ جو اکين ڏٺو احوال ڏنو آهي ته:

"قلعو شهر جي اتر- اوڀر درياھ ڪناري آهي. اهو 160 فٽ بلند آهي، قلعي کي شهر کان هڪ گهرو نالو الڳ ڪري ٿو. ان هنڌ جي قدرتي طرح بيهڪ اهڙي آهي، جو لڳي ٿو ته سڪندر کي ان ڳالھ هت ترسڻ لاءِ آماده ڪيو هوندو. قلعي جا ڪنڊر بعد جي دور جا لڳن ٿا. اڏاوت جي لحاظ کان خاص طور تي حفاظتي ديوار جي شڪل حيدرآباد

قلعي جهڙي اٿس. جيڪا مغل دور جي لڳي ٿي. محراب ۽ ديوارون مضبوط ۽ ان ۾ سنئي شڪل جون سرون استعمال ٿيل آهن، جيڪي هڪ سني ڪاريگر جي تعريف ڪرائن ٿيون. قلعي جي ڪا شڪل مقرر ڪرڻ ڏاڍي ڏکي آهي. قلعو گهڻو ٿڌو بيضوي لڳي ٿو. انهن پڳل ديوارن جو گهيرو 2000 قدم ٿيندو."

سر ڪي- اي- جيڪسن جي 1838ع ڌاري ٺاهيل تصوير ۾ ڪوٽ ڪنڊرن جي صورت ۾ آهي. ڪوٽ وارو سارو دڙو برساتي پاڻي ڪري مٽي وهڻ سبب لهوارو ٿي ويو آهي. دڙي تي ڪيترن برجن جا نشان بيٺا آهن. برج هيٺان ويڪرا مٿي سوڙها ڏيکاريل آهن. خاص طور تي دروازي جي حفاظت لاءِ مامور برج جيڪي مٿي جي ٿلهن ٿنڀن جيان نظر اچن ٿا. تصوير ۾ ڪوٽ کي هڪ ٻي پٺيان ٻه محرابدار دروازا به ڏيکاريا ويا آهن. ڪوٽ جي هڪ برج مٿان سرن جي ٺهيل حفاظتي ديوار جو ڪجهه ٽڪرو سالم بيٺو آهي، جنهن ۾ هڪ محرابدار ماري جي شڪل نظر اچي ٿي. ڪوٽ جي ماري ۽ دروازي ۾ ڪتب آيل محراب هڪ طرز جا ويڪري گولائي مائل آهي.

رچرڊ برٽن پنهنجي ڪتاب "Sindh Revisited" ۾ سيوهڻ جي قلعي جي آثارن جو احوال هنن لفظن ۾ ڪيو آهي:

"سيوهڻ جي اتر اولهه ۾ ٿوري پنڌ تي هڪ وڏو تراڪڙو دڙو آهي، جيڪو گهڻي قدر هٽرادو آهي. دڙو ماپ ۾ 200×400 وال ٿيندو، اهو قدرتي طرح زمين سان لهواري ناهي ٿو. ان جي بلندي زمين کان 60 فٽ آهي، جيڪو چيڪي مٽي سان ٻڌل آهي. ڪجهه هنڌن تي پراڻن سرن جي پٽين، برجن ۽ گول منارن جا آثار ملن ٿا، جن کي چوڌاري ڳتل پپل ۽ ٻوٽن جون پاڙون نانگ جيان وڪوڙيون بيٺيون آهن.

ان ڪافر قلعي تي چڙهڻ لاءِ قدرتي گهارن مان چڙهڻو پوي ٿو. ان کان سواءِ ٻيا به ڪيترائي پيچرا آهن، جن کي هوا، برسات يا سج جي تپش ڏاريو آهي. ڪڏهن سون، چاندي ڳولينڊڙ يا وري اتان عمارتي سامان ڪٽنڊڙ ماڻهو ان ۾ کڏا کوٽن ٿا. ان جي بلندي بار بار گهرن جي ڍهڻ يا سڙڻ ڪري وڌي آهي. انهن ڏارن مان اندر جهاتي پائڻ سان اندزاو لڳائجي ٿو ته سرن ۽ عمارتن جو سلسلو هيٺ روڊ جي سطح تائين پهتل آهي، جتان

پوءِ ٽاڪرو زمين شروع ٿي وڃي ٿي. ڪجھ ڪڏن ڪوٽيندڙن اسان کي ٻڌايو تہ انهن جڏهن پهريائين ان دڙي کي کوٽيو هو تہ انهن ڪيترن ئي محرابن کي ڏٺو هو. اهو دڙو ڪيترن کنڊرن مان هڪ آهي، جيڪو انگريزن ۽ سنڌين جي خيال مطابق 'سڪندر جي ڪيمپ' هو.

رچرڊ برٽن اڳتي لکي ٿو تہ: "ان سيوهڻ جي دڙي مان يوناني ۽ بيڪٽرين سڪا ملن ٿا اهي سڪا هٿ آندا ويا هوندا. ان جا ٻہ سبب آهن، هڪ تہ محراب ايشيائي طرز جا آهن. ان کان سواءِ سرن جا ٽڪرا جيڪي چوڙاري ڦهليل آهن، اهي بہ ايشيائي طرز جي ماڻهن جي هٿن جا ٺهيل آهن. جيڪڏهن اسان تاريخوار توجهہ ڏيون تہ اهو هندن جو ٺهيل قلعو لڳي ٿو، جيڪو سنڌو جي لنگهہ جي نگهباني لاءِ ٺاهيو ويو هو. ڪيترن سالن کان هي بار بار تباهہ ٿيندو رهيو آهي ۽ ان جي کنڊرن مٿان ٻيو جوڙيو ويو آهي. دڙو چوڦير زمين جي سطح کان بلند ٿيڻ شروع ٿيو هوندو ۽ هاڻي موجوده حالت ۾ آثار قديمہ جي ماهرن جو توجهہ ڇڪائي ٿو."

مجمدار پنهنجي ڪتاب "Exploration in Sindh" ۾ سيوهڻ جي ڪوٽ جي پراڻن آثارن جو ذڪر ڪيو آهي تہ:

"موجوده وقت سيوهڻ شهر جي ٻاهران قلعي جا کنڊر سڪندر اعظم جي وقت ڏي پوئتي وٺي وڃن ٿا.... ان کان وڌيڪ ڪا بہ وڌي ڳالهہ نہ آهي. معائني ما محسوس ٿئي ٿو تہ هي ڪوٽ مسلمانن جي دور جو آهي. ان دور جا ثبوت دڙي تي ڪاشي جي ٽائون جي گهٽائي ۽ سرن جي موجودگي مان ملن ٿا. ٿي سگهي ٿو تہ ان هنڌ تي اڳ ۾ ڪا اوائلي عمارت هجي، جنهن جي کنڊرن مٿان هي ڪوٽ اڏيو ويو هجي. ڪجھ ماهرن جي چوڻ مطابق ڪوٽ جي هيٺانهين حصي ۾ مسلمانن جي آمد کان اڳ جا گهڻا آثار ليٺ ٿا. اهو بہ چئي سگهجي ٿو تہ موجوده سيوهڻ شهر بہ ڪنهن هندن جي شهر جي کنڊرن مٿان آهي پر ان جي ڪا بہ پڪ نہ آهي."

## بيهڪ ۽ جنگي اهميت

ڪوٽ بيهڪ جي لحاظ کان 26.26 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67.50 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي آهي. هي ڪوٽ جنگي نقطءِ نگاهہ کان

پراڻي زماني کان وٺي اهم هنڌ تي آهي. اهو چوڌاري اڙل واهه سان گهيريل آهي. سنڌو درياهه ڪوٽ جي پرسان گذري ٿو. ڪوٽ هر دور ۾ لڪي جبلن واري لنگهه جي نگهباني ڪندي نظر اچي ٿو.




سيوهڻ جو قلعو

ڪوٽ جي اولهه ۾ ڪجهه ميلن تي ايشيا جي وڏي منڇر ڍنڍ آهي. ابوالفضل 'آئين اڪبري' ۾ ان ڍنڍ جو ذڪر ڪندي لکيو ته: "سيوهڻ جي ويجهو هڪ وڏي ڍنڍ آهي، جنهن جي ڊيگهه ٻن ڏينهن جي مسافري مطابق آهي. ان ڍنڍ جو نالو منڇر آهي. ڍنڍ ۾ ڪيترا جزيرا آهن، جن ۾

مهاڻا رهن ٿا." منڇر ڍنڍ لاءِ "Selection from Prc-Mutny Reccords of the Commissioner in Sindh" ڪتاب ۾ آهي ته: "منڇر ڍنڍ موسم جي لحاظ کان بدلبي رهي ٿي. ان جي ڊيگھ 20 کان 30 ميل ۽ ويڪر 8 کان 12 ميل ٿي وڃي ٿي. سيوهڻ کان هيٺان اڙل واهه ان کي سنڌو سان ملائي ٿو. ڍنڍ جو مٿاڇرو جڏهن سنڌو ۾ پاڻي گهٽ هوندو آهي ته درياهه جي سطح کان مٿي هوندو آهي. جيئن ته ڍنڍ ۾ ڪيترا چشما اچي پون ٿا. ان ڪري اڪثر اڙل مان ٿورو وهڪرو سدائين درياهه ڏي ويندو آهي." موجوده وقت منڇر مان اڙل واهه نڪرڻ بعد سيوهڻ جي قلعي ڏي ڌوڪيندو نظر اچي ٿو ۽ قلعي جي ڪک وٽان گذري ٿو. اڙل واهه جي ڪري قلعي جي بيهڪ ۽ فوجي اهميت ڪافي وڌي وڃي ٿي. اولهه ۾ منڇر کان پرتي کيرٿر جابلو سلسلو گذري ٿو.

ڪوٽ جي ڏکڻ ۾ ٿوري پنڌ تي لڪي نڪرن جو سلسلو موجود آهي، جتان هر ايندڙ ويندڙ ماڻهو کي لڪي لڪ لنگهڻو پوي ٿو. 'تاريخ طاهري' ۾ لڪي لڪ کي 'ملڪ جي چاٻي' چيو ويو آهي. ڏکڻ ۾ قلعي سان لڳ سيوهڻ شهر آهي، جنهن ۾ قلندر جي مزار به موجود آهي.

قلعي جي اوبر ۾ سنڌو درياهه جو وهڪرو آهي. ان هنڌ تي درياهه جو پيٽ ڪافي ويڪرو هئڻ ڪري، ڪچي جي ايراضي ميلن ۾ آهي، جنهن ڪري درياهه جا ڪيترا وهڪرا ٿي وڃن ٿا. 'اندس ايڪسپيڊيشن' دوران اسان جڏهن اتان پيڙي مان گذريا هياسين ته اتان جو هڪ مقامي مهاڻو اسان جي رهنمائي ڪندي مکيه وهڪري ۾ وٺي ويو هو. ڏکڻ ۾ به ڪوٽ جي لڳ اڙل واهه گذري ٿو، جيڪو اڳتي وڃي سنڌوءَ جي وهڪري ۾ ڪري ٿو.

ڪوٽ جي اتر ۾ سنڌ جو مشهور قديم شهر ٽلٽي آهي. ان بعد دادو اچي ٿو. اتر ۾ ڪنڌاهه وڏو پيلو پڻ آهي. ان پاسي کان به ڪوٽ جي پٺين سان گڏ ئي اڙل واهه گذري ٿو.

يوگوسلاويا جي سياحت دوران مون اتان جي شهر بلگراڊ ۾ ڊنيوب ۽ ساوا درياهه جي سنگم وٽ هڪ قلعو ڪلميڊن ڏٺو هو، جيڪو فوجي نقطءِ نگاهه کان ڪافي اهم هو. سيوهڻ جو قلعو به پنهنجي جواني ۾

سنڌو ۾ اڙل واهه جي سنگم تي هئڻ ڪري جنگي حڪمت عملي جي لحاظ کان ڪافي اهم معلوم ٿئي ٿو.

سيوهڻ قلعي جي جنگي اهميت کي انگريز فوج جي آفيسرن به مڃيو آهي. انهن جو خيال هو ته: "ڪراچي ۾ فوج جي موجودگي ۾ سيوهڻ ۾ بکر ۾ لشڪر جو ڪجهه حصو رکڻ ڪري ساري سنڌ کي ضابطي ۾ رکي سگهبو."

## فضائي فوٽو

فضائي فوٽن ۾ قلعي جي اوڀر ۾ سنڌوءَ درياهه جو مختلف دورن جي ڪيٽرن ئي اوائلي وهڪرن جا آثار نظر اچن ٿا، جن ۾ موجوده سنڌو جي مکيه گذرگاهه نمايان آهي. انهن وهڪرن جي نشانن جو سلسلو قلعي جي ديوارن سان اچي لڳي ٿو، جنهن مان محسوس ٿئي ٿو ته ڪنهن زماني ۾ درياهه قلعي جي پيرن کي ٻوڙيندو ويندو هو.

قلعي جي ڏکڻ ۾ به درياهي وهڪري جو وڏو سلسلو فوٽن ۾ واضح آهي. اتي جڻ هڪ وڏو ريگستاني حصو پٿاريو پيو آهي، جيڪو وچي لڪي جي جبلن سان لڳي ٿو. اتر ۾ به درياهي وهڪرن جا پراڻا آثار ڦهليل آهن. ان زمين کي بعد جي دور ۾ بلاڪن ۾ تقسيم ڪري پوکي لائق بڻايو ويو آهي. قلعي جي اولهه ۾ به پاڻي جا اوائلي گس پکڙيا پيا آهن، ان ۾ خاص ڪري قلعي جي اولهه اتر وارو پاسو لٽ وارو لڳي ٿو جتي ايامن کان پوکي ڪئي وڃي ٿي. فضائي فوٽن ۾ اولهه پاسي منڇر ڍنڍ جو پاڻي به ڪافي ٽڪرو والاريو بيٺو آهي.

ان مان محسوس ٿئي ٿو ته هي علائقو صدين کان پاڻي جي مختلف وهڪرن جي اٿل پٿل هيٺ رهيو آهي. اهوئي سبب آهي جو صدين کان هت ماڻهو جو وجود ملي ٿو. بلين فورڊ سيوهڻ جي ڀرسان Neaolith-ic (نئون پٿر جو دور- اندازاً 3100 ق- م) دور جي ماڻهو جو هڏن جو پڃرو لڌو آهي.

## موجوده حالت

موجوده وقت سيوهڻ جي قلعي جا جيڪي اهڃاڻ ملن ٿا، اهي هڪ دڙي جي صورت ۾ آهي. پر ان جا ٻاهرين پاسا اندر ٻاهر ورن

وراڪن وارا آهن، سو سال اڳ ٻه ڪن تاريخن ۾ ان قلعي جي شڪل بيضوي ٻڌائي وئي آهي. هن وقت ان دڙي نما آثارن جي ڊيگهه 1200 فٽ ويڪر 600 فٽ آهي. ان کان اڳ ڪجهه محققن ان جي ڊيگهه ويڪر وڌيڪ ٻڌائي آهي. پر موجوده وقت گاٽ پيٽ ۽ برساتي پاٽي جي ڪارستانين ان جي قد بت ۾ اهو فرق آندو آهي. دڙي جي موجوده وقت بلندي 60 فٽ ڪن ٿيندي. دڙو 16 ايڪڙن ۾ ڦهليل آهي. ڪافي وقت اڳ ان دڙي مٿان سرڪاري ريسٽ هائوس جوڙيو ويو آهي. ڪوٽ جو گهيرو 500 فٽ ڪن ٿيندو. سنڌ ۾ موجوده قلعن يا انهن جي کنڊرن مان ڪوبه قلعو ان طرز نٿو ملي. شايد هي واحد قلعو ان شڪل جو هو. البت اليگزينڊر برنس ان جي شڪل بابل جي مُليجي قلعي جهڙي ٻڌائي آهي. بهرڪيف موجوده وقت قلعي جا ڪجهه برج سلامت آهن، ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته ان قلعي جي برجن ۽ ديوارن جي ڪجهه قدر مشابهت حيدرآباد جي قلعي جهڙي هوندي.







سيوهڻ جي قلعي جا موجوده آثار

آثار قديم کاتي جي ليٽر G.N.No: 5206G.7 Dated: 23.4.1921. مطابق هي دڙو سندس سنڀال هيٺ آهي.

**بروج**

سرزمين تي موجوده آثارن مان ٿورو گهڻو برجن جي ساخت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. برج چوڦير ٻاهرين پاسي کان دڙي جي ساخت مطابق ديوارن سان منسلڪ هئا. البت اهي ديوار جي سيڌ کان ٻاهر نڪتل آهن، جيئن ديوار جي هيٺان پهچندڙ دشمن کي به روڪي سگهجي. موجوده کنڊرن جي باقي بچيل برجن جي آثارن مان سندن گولائي مائل هئڻ ۾ ڪوبه شڪ ڪري نٿو سگهجي. برج مختلف ماپن جا آهن، خاص ڪري دروازي جي حفاظت وارا برج بلندي ۽ ٿولهه ۾ برجستا آهن. البت اوسطً برجن جو قطر 20 فٽ کن ٿيندو. برج بنيادن وٽ ويڪرا آهن، جيڪي جيئن مٿي اڀرڻ شروع ڪن ٿا تيئن سوڙها ٿيندا وڃن ٿا. موجوده وقت صرف دروازن وارن چئن برجن مان هڪ اڌ برج جا نشان واضح آهن. برجن جي بدن تي برسات جي پاڻي جي نيڪال لاءِ ڪيترائي نيسارا هئا. هڪ برج کان ٻي برج تائين مفاصلو 250 فٽ کن ٿيندو. سيوهڻ جي قلعي جي برجن جي شڪل ڪجهه قدر دهليل ڪوٽ جي برجن سان ملي اچي ٿي.

**شاهي دروازو**

قلعي جو شاهي دروازو اتر پاسي کان آهي. دروازي تائين پهچندڙ رستو وڪڙدار آهي. ان وڪڙدار لنگهه ۽ دروازي تي نظر رکڻ لاءِ چار برج هئا، جن ۾ هڪ ٻن برجن جا آثار اڄ به نروار بيٺا آهن. قلعي جا دروازا اڄ به سٺي حالت ۾ آهن. انهن محرابدار دروازن جي بلندي ڪافي آهي جنهن مان هاٿي تي سوار ماڻهو به آسانيءَ سان گذري سگهندو هوندو. شاهي دروازي پويان هڪ ٻيو به وڏو دروازو محراب نـاهيندي نظر اچي ٿو. دروازن ۽ ٻاهرين رستي جي ٻنهي پاسن جي نشانين مان اندازو لڳائجي ٿو ته ان هنڌ ڪجهه ڪوٺين جو وجود هو، انهن ڪوٺين لاءِ ڪجهه ماهرن جو خيال آهي ته چوڪيدارن جي ويهڻ جون جايون هونديون.

## حوالا


| | |
|---|---|
| - 'چچ نامو' | ترجمو مخدوم امير احمد |
| - 'تاريخ خان جهاني و مغزن افغاني' | خواجہ نعمت الله |
| - تاريخ اليعقوبي | احمد ابن يعقوب بن جعفر |
| - فتوح البلدان | بلاذري |
| - تاريخ مبارڪ شاهي | يحيٰ بن احمد سرهندي |
| - طبقات ناصري | منهاج الدين عثمان (منهاج سراج) |
| - تاريخ جهان ڪشا جويني | عطا الملڪ جويني |
| - تاريخ فيروز شاهي | ضياءَ الدين برني |
| - تاريخ معصومي | مير محمد معصوم بکري |
| - ماثر الامرا جلد اول ۽ ٽيون | صمصام الدولہ شاهنواز خان |
| - همايونامہ | گلبندن بيگم |
| - آئين اڪبري | ابوالفضل |
| - شاهجهان نامہ | محمد صالح ڪنبوه |
| - تحفه الڪرام | مير علي شير قانع |
| - تاريخ طاهري | اردو ترجمو اعجاز الحق قدوسي |
| - توزڪ جهانگيري | |
| - تاريخ سنڌ ياڱون چوٿون | محمد صديق مسافر |
| - سيوهڻ سياحن ۽ پرڏيهي مورخن جي نظر ۾ (مهراڻ 4- 1989ع) | ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي |
| - الوحيد (سنڌ آزاد نمبر 1936) | |
| قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو | مرزا قليچ بيگ |
| - لاڪيٽو لعل قلندر | مرتب تارج صحرائي |

- The Campaigns of Alexonder- Arrian
- Voyage of Nearchus- Wiliam Vincent
- Source Material on Sindh M.H. Panhawar
- Trovels Ibun Battuta
- Voyage on the Indus- Alexonder Burns

- Selection from Prc-Mutiny Records of the Commissioner in Sindh
- Travels in Baluchistan and Sindh- Henery Pottinger
- Travels in India including Sindh and Punjab- Captian Leopld von orlich
- Historical Images of Pakistan- F.S Aijazudding
- Sindh Revisited- Richord F Burton
- Exploration in Sindh- N.G Mujumdar
- Chronological Dictionary of Sindh- M.H. Panhawar
- A Social and Cultural History of Sindh- Mubarak Ali
- Aeral Photos and different Maps

# دليل ڪوٽ/ دهليل ڪوٽ

ڪائنات جي شروعات کان وٺي علامت جو وجود هلندو ٿو اچي. هر هڪ مذهب جو علامتي نشان ڪنهن نہ ڪنهن خصوصيت جو حامل ٿيندو آهي. دنيا جي قديم تصويري اکرن ۾ بہ علامتي شڪليون موجود آهن. عام طرح ڏٺو ويو آهي تہ هندستان ۾ گول کي هڪ وڏي مذهبي اهميت آهي. هندو پنهنجي مذهبي تهوارن ۾ اٽي يا سندور جو گول 'منڊل' ٺاهيندا آهن. اسان پراڻين عمارتن تي گول سورج مکي گل جون تصويرون، ڪنول جي گلن جي اُڪر يا ڦيٿن جا نشان ڏسون ٿا، سي حقيقت ۾ ان گول منڊل جون جدا جدا شڪليون آهن، اهي علامتون سج جون آهن. جنهن کي جدا جدا قديم مذهبن ۾ ديوتا تسليم ڪيو ويو هو. مثال هندن جو سوريہ يا آدتيہ ديوتا، قديم بابل جو شمس ديوتا، قديم مصر جو اوسريس ديوتا ۽ زردشتي مذهب ۾ مهر يا خور (خورشيد) پڻ سج ئي آهن. هندن جي ڪٿائن مطابق کترين جا بہ مکيہ ڪٽنب سوريہ ونسي ۽ چندر ونسي هوندا هئا. سوريہ ونسي جو مقصد سورج ديوتا جو اولاد ڪوٺيو ويندو هو. خود اسان جي زماني ۾ شهنشاهہ ايران کي آريہ مهريا يعني آرين جو سج سڏيو ويندو هو. سندس جهنڊو شينهن ۽ سج جي علامت هو. جپاني بادشاهہ پڻ سج جي اولاد سمجهيا ويندا آهن، ان ڪري ئي سندن جهنڊي تي سج علامت طور ڏيکاريو ويو آهي.

منهنجي مٿين ڳالهہ جي تصديق تہ گول سج جي علامت آهي. خود ينگ جي مضمون The Importance of Dream مان ٿي رهي آهي. هن لکيو آهي تہ: "ڦيٿو اسان جو خيال سورج ديوتا طرف ڪٺي وڃي ٿو."

مصوري ۽ فن تعمير ۾ پڻ گول، سورج مکي، ڪنول جي گل ۽ ڦيٿن جون علامتون نظر اينديون آهن. ڪنهن زماني ۾ انهن جو مقصد مذهبي علامت هوندو هو پر بعد ۾ اهي فن ۽ عمارتسازي ۾ سونهن لاءِ



دهليل كوث

استعمال ڪيون وڃن ٿيون.
Aniela Jaffi پنهنجي مضمون "Symblism in the visual art" ۾ لکيو آهي ته: ""آرٽ جا مذهبن' عيسائي ناهي ان ۾ گول جو مقصد سوريه چڪر يا سج جو ڦيٿو سمجهيو وڃي ٿو." ان اڳتي هلي لکيو آهي ته: "عمارتسازي ۾ منڊل پڻ وڏو ڪردار ادا ڪري ٿو."

مانسرا ڪوتن جو ذڪر ڪندي پدماڪا ڪوٽ جو به ذڪر ڪيو آهي. ان جو مقصد ڪنول جو گل آهي، ۽ ان جي شڪل به ڪنول جي گل جيان بيهاري وئي آهي.

دليل ڪوٽ پڻ گول اڏاوت جو حامل آهي، جنهن ۾ ٿوري ٿوري فاصلي تي ٻارهن برج تعمير ٿيل آهن. اهو ڪوٽ دراصل سج جي علامت طور ٺهيل آهي، گول ان جي نشاندهي ڪري ٿو ۽ ان جا ٻارهن وڏاورا يا برج سج جي ٻارهن آسماني برجن Zodiac جي نشاندهي ڪن ٿا.

سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا جيڪي هن وقت پيري ۾ پير پايون پويان پساهه کڻي رهيا آهن، تن مان هڪ دليل ڪوٽ به آهي. دليل ڪوٽ 68.17 اوپر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 26.10 اتر ڊگهائي ڦاڪ تي سڪرنڊ کان ٽن ميلن جي مفاصلي تي نواب شاهه ويندڙ رستي تي پنهنجي طبعي عمر جي پڇاڙي ۾ قبر ڪنڌيءَ پيو آهي. هن وقت ڪوٽ جي اندران ۽ ٻاهران هڪ ڳوٺ آباد ٿي ويو آهي. ماڻهن جي اچ وڃ ڪوٽ جي حفاظت ۾ ته حصو ڪونه ورتو آهي، رهندو ان ڪوٽ کي نقصان پهچائڻ ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿي آهي.

سنڌ جي تاريخن جا پنا اٿلائيندي نظر اچي ٿو ته راءِ سهاسي ٻئي جي زماني ۾ ڇهن هنڌن تي يا ته قلعا اڏايا ويا هئا يا انهن جي مرمت ڪئي وئي، جيمس ايٽ انهن قلعن جو ذڪر Sindh A Re- Interpretation of unhappy valley ۾ ڪندي لکي ٿو ته: "راءِ سهاسي ٻئي ڍل جي معافي ان شرط سان ڏني، جيئن سندس رعيت اروڙ، اچ، سيوستان، ماٿيلي، ماڙ ۽ سوري قلعا اڏي." ان کان سواءِ ايچ- ٽي- لئمبرڪ ان قلعي جا نالا ڏيندي پنهنجي ڪتاب Sindh before the Muslim conquest ۾ لکي ٿو ته: "چچ نامو ۽ تحفه الڪرام پڻ

پڌائي ٿو ته راءِ سهاسي ان شرط تي ڏيل جي معافي ڏني ته هو ڇهه قلعا اڏيندا يا ان جي مرمت ڪندا. اهي قلعا اچ، ميتلا، سورائي، ماءَ يا مد، الور ۽ سيوستان جا هئا."

راءِ سهاسي جي اڏيل قلعن ۾ دليل ڪوٽ جو نالو نٿو اچي، پر جيڪڏهن اسان جرجي زيدان جي ڪتاب 'تمدن اسلام جلد 3' کولينداسين ته لکيل آهي "راءِ گهراٽي کان بعد ۾ ايندڙ برهمڻ گهراٽي وارن کي قلعا سنڌ ۾ تعمير ڪرايا هئا، جي ملتان، اچ، مو، اروڙ، بهرور، دهليله، الور، سيوستان، برهمڻ آباد، نيرون ڪوٽ ۽ ديبل وغيره جا قلعا هئا. ڪن قلعن کي پنهنجيون پٽيون ڏنل هيون." جرجي زيدان جي چوڻ مطابق انهن ڪوٽن جا برج ۽ گنبذ پنهنجي بلندي جي لحاظ کان يورپ جي گوٿڪ عمارتن کان گهٽ ڪونه هئا.

سنڌ جي بنيادي ۽ قديم تاريخ 'چچ نامو' ۾ ڪوٽن سان گڏ ان ڪوٽ لاءِ لکي ٿو، "پوءِ محمد بن قاسم برهمڻاباد جو پڪو ارادو ڪيو. اهو شهر آباد ۽ سندس ملڪ ڪشادو ۽ سرسبز هو. اروڙ ۽ برهمڻاباد جي وچ ۾ ٻه قلعا هئا، جن کي بهرور ۽ دهليله سڏيندا هئا."

ريورٽي 'مهراڻ' ۾ لکي ٿو ته: "محمد بن قاسم ڏاهر جي مرڻ ۽ اروڙ جي فتح بعد برهمڻ آباد ڏي وڌيو. ان جي وچ ۾ ٻه قلعبند شهر بهرور ۽ دهليه هئا. ان مان پهرين فتح ڪرڻ ۾ ڪافي رڪاوٽ ڏني، آخر ٻن مهينن بعد فتح ٿيو. ٻئي ۾ ايترو وقت ورتو، پر اتي مزاحمت گهٽ ٿي."

لکيل مواد کان سواءِ ڪجهه عوامي روايتون ٻه هن قلعي سان منسوب آهن، جنهن مان هڪ روايت موجب، هي قلعو ٽالپرن جي هڪ نواب مير دليل خان ٺهرايو. هڪ روايت موجب، هي ڪوٽ ٽالپورن جي صاحبي ۾ دليل خان مگسي جوڙايو ۽ ڪن چوڻين پٺاندڙ دليل ڪوٽ ميرن جي ڪنهن ڪوٽوال اڏرايو هو. مطلب ته عوامي ۽ مقامي روايتون ۽ بزرگن جون چوڻيون سڀ ان ڳالهه تي بضد آهن ته هي ٽالپر دور جو قلعو آهي.

روايت ڪندڙ ان ڳالهه ۾ گهڻي حد تائين صحيح ٻه آهن. حامد علي خانائي لکي ٿو ته: "ٽالپرن جي دور ۾ مير نور محمد خان ٽالپر (1833-1840ع) ۾ هن قلعي جي مرمت ڪرائي هئي. اهو ذڪر سيني

۽ سيني سفر ڪندو اسان جي ڪنن تائين پهچي ٿو.

## بنياد

عربن جي حملي وقت محمد بن قاسم اروڙ فتح ڪرڻ کان پوءِ سنڌ جي ٻين قلعن فتح ڪرڻ جو خيال ڪيو ته هن جا قدم جن قلعن ڏي وڌيا، انهن مان هڪ دهليل به هو. ظاهر آهي ته ان وقت ان قلعي جو نه رڳو وجود هو، پر هڪ وڏي حملي کي روڪڻ جي پوري سگهه به رکي پيو. چچ نامو محمد بن قاسم جي جنگي حڪمت عملي جو احوال ڪري ٿو ته: "محمد بن قاسم برهمڻاباد جو پڪو ارادو ڪيو. اهو شهر آباد ۽ سندس ملڪ ڪشادو ۽ سرسبز هو. اروڙ ۽ برهمڻاباد جي وچ ۾ ٻه قلعا هئا. جن کي ٻهرور ۽ دهليله سڏيندا هئا، انهن قلعن ۾ اٽڪل سورنهن هزار جنگي موجود هئا. محمد بن قاسم اتي پهچي ٻن مهينن تائين گهيرو ڪيو. جڏهن لڙائي ڏکي ٿي، تڏهن محمد بن قاسم جي حڪم ڪرڻ تي لشڪر جو ڪجهه حصو ڏينهن جو جنگ ڪندو رهيو ۽ ڪجهه رات جو نفط ۽ منجنيق سٽيندو رهيو."

تاريخ سنڌ ۾ سيد ابوظفر ندوي به ان ڳالهه سان متفق ٿيندي چوي ٿو ته: "ماهه شوال 93هه ۾ محمد بن قاسم برهمڻ آباد ڏانهن پيشقدمي ڪئي. رستي ۾ ٻه مضبوط قلعا هئا: هڪ دهليل ٻيو ٻهرور. هر قلعي ۾ سورهن هزار فوج هئي."

ان کان سواءِ جرجي زيدان پنهنجي شهر آفاق ڪتاب 'تمدن اسلام' ۾ ٻين ڪوٽن سان گڏ دهليل جو به ذڪر ڪندي چوي ٿو ته: "مهراڻ جي ماٿري تي 50 عيسوي کان 662عيسوي تائين راءِ گهراڻي جي راجائن حڪومتون ڪيون. مهراڻ جيڪو واپار ۾ بنيادي حيثيت رکندڙ هو، تنهن جي بچاءَ لاءِ انهن سري کان ديٻلن تائين مضبوط قلعا تعمير ڪرايا هئا. ملتان، اُچ، مو، اروڙ، ٻهرور، دهليله، الور، سيوستان، برهمڻ آباد، نيرون ڪوٽ ۽ ديبل وغيره."

مٿين ڪتابي حوالن مان اها ڳالهه چٽي طرح پڌري ٿئي ٿي ته عربن جي حملي وقت، هن قلعي به عربي گهوڙن جي سنبن جا ڌڌڪا ۽ هڻڪارون ٻڌيون هيون ۽ پنهنجي جهولي ۾ پلجندڙ امن پسندن کي تلوارن جو کاڄ بڻجندي ڏٺو هو.

جيئن ته راءِ گھراڻي جي دور ۾ ان قلعي جو ذڪر نٿو ملي. البت برهمڻ دور جيڪو 662ع کان 712ع تائين هليو هو، ان دور ۾ ان قلعي جي وجود سان جنگيون منسوب آهن. ان مان لڳي ٿو ته دهليلِ ڪوٽ جي اڏاوت ان ڏيڍ سؤ سالن دوران برهمڻن جي حڪومت ۾ ٿي آهي.

## جاگرافيائي بيهڪ

بارود جي ايجاد کان اڳ ڪوٽ ۽ ان جو ٺلهيون مضبوط پٽيون حڪمرانن جي حفاظت جون ضامن هونديون هيون. حڪومت جي مضبوطي جو راز انهن وڏن قلعن جي پختگي ۽ ناقابل تسخير هئڻ ۾ هو. 'سوا تاتوا راتنا ڪارا' ۾ آهي ته "هڪ بادشاه بنا قلعي جي ائين آهي جيئن نانگ بنا زهر جي، ۽ هاٿي بنا سونڍ جي." ان ڪري ڪوبہ ڪوٽ اڏڻ کان اڳ حاڪم ڪوٽ جي فوجي افاديت کان سواءِ واپاري اهميت ۽ نقل و حمل جي سهولت کي نظر ۾ رکندا هئا. دهليل ڪوٽ ان هنڌ تي اڏڻ جا ڪهڙا خاص سبب ٿي سگهن ٿا، ان ڪارڻ ڳولهڻ لاءِ اسان زميني مشاهدي سان گڏ ڪن ڪتابن جو بہ سهارو ورتاسين.

ايم- ايچ پنهور سنڌ جي اوائلي رستن جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته:
"هڪ رستو ڪاشغر کان مرؤ (مارگس يا مارجينا) ايندو هو، ان بعد مرؤ کان بہ رستا سڌا ايندا هئا. هڪ باختر، ڪابل، خيبر پاس، پشاور ۽ ان بعد سنڌو وارو رستو هوندو هو. ٻيو رستو مرؤ کان قنڌار، بولان پاس، سبي، اروڙ ۽ ان بعد سنڌو جو هيٺانهون پاسو ڏيندو هو."

سنڌ جي تاريخن ۾ آهي ته قديم زماني کان سڪرنڊ نواب شاه جي اترين پاسي کي ساهتي پرڳڻو ڪري ڪوٺيندا هئا. ساهتي پرڳڻي ۾ ڪنڊيارو، نوشهروفيروز ۽ مورو تعلقو اچي ويندا هئا، جن ۾ اوائلي دور کان سهتا، سما، لاڪا ۽ ٻيون قومون رهنديون هيون. ساهتي پرڳڻو اڳاٽي زماني ۾ لوهاڻي صوبي جو هڪ اهم ۽ مکيہ پرڳڻو هو. لوهاڻو صوبو مکيہ ٽن ننڍن پرڳڻن لاڪاڻ، لوهاڻو ۽ ساهتي ۾ ورهايل هو. راءِ گھراڻي جي دور ۾ ان صوبي جو حاڪم 'اگھم' هو. عربن 711ع ۾ جڏهن سنڌ تي حملو ڪيو هو، ان وقت بہ ساهتي پرڳڻو، لوهاڻي صوبي جو حصو هو.

هڪ قديم شاهراه ساهتي پرڳڻي کان گذرندي دليل ڪوٽ جي ڀرسان لنگهندي هئي. ان شاهراه کي 'راور وارو رستو' سڏيو ويندو هو. راءِ




دليل ڪوٽ جي جاگرافيائي بيهڪ

گهراڻي جي دور ۾ لاڪاڻي ۽ لوهاڻي پرڳڻي ۾ ان شاهراه کي 'اگهم' وارو رستو به چيو ويندو هو. انگريزن جي دور ۾ اها شاهراه 'تار واري رستي' سان مشهور ٿي. هاٿوڪو نيشنل هاءِ وي ان قديم شاهراه جي نشانن تي اڏيو ويو آهي. اوائلي دور ۾ اها شاهراه درياهي وهڪري سان گڏوگڏ گذرندي هئي. سنڌ تي جڏهن به ڌاريا حملو ڪندا هئا ته اهي اها راور واري شاهراه ڏئي اچي سنڌ کي نيست نابود ڪندا هئا.




دليل ڪوٽ جو فضائي نقشو

ان مان لڳي ٿو ته "دليل ڪوٽ قديم شاهراه جي پرسان اڏيل هو، جيڪا صدين کان وٺي سنڌ کي ڏيساور سان ڳنڍيندي هئي. شاهراه تي ڌارين جي حملي ۾ وٽج واپار جي حفاظت لاءِ ڪوٽ هڪ مضبوط

چوڪي هوندو.

پراڻا پستڪ دليل ڪوٽ جي ذڪر سان گڏ سندس پرسان هڪ ريگستان جي موجودگي جو بہ احوال ڪن ٿا. جيئن چچ نامي ۾ آهي تہ جڏهن قلعي وارا تنگ ٿيا ۽ کين يقين ٿيو تہ ڪنهن بہ طرف کان مدد کانہ پهچندي.... ٻارن ٻچن کي قلعي جي انهي دروازي کان ٻاهر موڪليائون، جنهن جو رخ ريگستان ڏانهن هو.

ايچ- ٽي- لئمبرڪ ڪتاب 'سنڌ هڪ عام جائزو' ۾ ان ريگستان جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ: "ڊاليلا جي ماڻهن بابت ٻڌايو ويو آهي تہ انهن مان ڪي رمل رستي هندستان ڏانهن ڀڄي ويا هئا. ريورٽي جو رايو آهي تہ ان ملڪ ۾ ڀاٽي قبيلو رهندو هو، يعني اهو جيلسمير هو. انهن ڀاڄ کائيندڙن شيرو ملڪ ۾ وڃي پناهہ ورتي، جتان جو حاڪم ڏاهر جو هڪڙو سوٽ هو."

ايچ- جي ريورٽي پنهنجي ڪتاب 'مهران آف سنڌ' ۾ دهليلہ مان ڀڄي ويندڙن جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ: "انهن مان جيڪي بچي ويا، اهي رمل سرحد (اهو رستو ڀٽي قبيلي جي هٽ هيٺ هو) ۽ راجستان يا ريگستان (جيلسمير واري پاسي هاڪڙي جي هڪ شاخ پوڪرڻ طرف وهندي هئي جيڪا خشڪ ٿي وئي هئي) مان ٿيندا سيرو جي حدن ڏي ويا. (سيرو 81 ميل برهمڻ مٿان ۽ سيدھ جي اوير ۾ آهي) ان جو ديوراءِ حاڪم هو، هي راءِ ڏاهر جي چاچي جو پٽ هو."

ابن خرداد بہ ڪتاب "المسالڪ والممالڪ" ۾ سنڌ جي ٻين شهرن جيان رمل يا رومل کي بہ هڪ شهر لکيو آهي.

رمل يا رمولا لاءِ الادريسي پنهنجي ڪتاب 'نزهت المشتاق' ۾ لکي ٿو تہ: "ڪلباتا ۽ رمولا ريگستان جي سرحد تي آهن. ريگستان ملتان کي سجستان (Sigistan) کان الڳ ڪري ٿو. اهي ٻئي وچولا شهر آهن. ان جا رهاڪو سنڌي، هندستاني ۽ ڪجھ سجستاني آهن. اهي ٿوري انداز ۾ ڪٽڪ، چانور ۽ ميوي جي پوک ڪن ٿا."

ايم- ايچ- پنهور رمل جو ذڪر Chronological dictionary of Sindh ۾ ڪندي لکي ٿو تہ: "جيسنہ رمل جي بادشاھ جي ملڪ مان موٽي آيو ۽ عرب فوج تي حملا ڪرڻ لڳو، پر پسپا ٿي ريگستان ويو،

جتان هو چتور هليو ويو.

سڀ محقق ان ڳالھ سان متفق آهن تہ آڳاٽن تاريخن ۾ ذڪر ڪيل رمل هندستان جو جيسلمير ئي آهي. دليل ڪوٽ جو رهواسين پاڄ ڪائڻ کان پوءِ نواب شاھ جو اوڀر وارو پاسو ڏئي سنڌ جو وارياسو علائقو پار ڪري جيسلمير (رمل) رستي وڃي سيرو ۾ پناھ ورتي هئي.

دليل ڪوٽ جي ڀرسان ان کان سواءِ هڪ نهر جي موجودگي جو ذڪر بہ تاريخن ۾ ملي ٿو. چچ نامو لکي ٿو تہ: "جڏهن قلعي وارا تنگ ٿيا.... ٻار ٻچن کي قلعي جي انهي دروازي کان ٻاهر موڪليائون، جنهن جو رخ ريگستان ڏانهن هو ۽ (پاڻ) منجمل نهر مان ٽپيا ۽ مسلمانن کي هن حال جي خبر ڪانہ رهي."

ان کان سواءِ چچ نامي جو مصنف هڪ ٻي هنڌ رقمطراز آهي "محمد بن قاسم دهليلہ کان منزل پٽي برهمڻاباد جي اڀرندي طرف 'نهر جلوالي' جي ڪناري تي وڃي لٿو ۽ پنهنجو اعتماد جوڳو قاصد برهمڻاباد موڪلي (انهن کي) تابعداري ڪرڻ ۽ ايمان آڻڻ جي دعوت ڏنائين...."

سيد ابو ظفر ندوي ان ندي جو ذڪر وري هيئن ڪيو آهي، "ذوالحج 93ھ ۾ ٻن مهينن تائين محمد بن قاسم قلعي جو گهيرو ڪيو ۽ آخر ۾ ماٺهو قلعي جي سامهون دروازي کان نڪري نهر پار ڪري هليا ويا."

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جلوالي نهر جو ذڪر ڪندي چوي ٿو تہ: "جلوالي جي نهر برهمڻ آباد جي اوڀر ۾ وهندي هئي ۽ غالباً اهائي نهر آهي، جنهن جي ڪناري تي محمد بن قاسم ڇانوڻي قائم ڪئي هئي. جلوالي جو قديم نالو ڄراڙي، جراري، زماني جي حالتن موجب ڦرندو رهيو ۽ ڄراڙي جو ڳوٺ ۽ ديھ (شهداد پور کان اٽڪل ڏهن ميلن تي اڀرندي پاسي آهي) اڄ بہ انهيءَ ڊوري جا نشان موجود آهن."

جنرل هيگ 'انڊس ڊيلٽا ڪنٽري' ۾ جلوالي نهر جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ: "هي نهر موجوده سڪرنڊ شهر کان ڏھ ميل اڀرندي طرف ڪلري وٽان درياھ مان نڪري هيٺ منصوره جي اولھ کان وهندي هئي ۽ وري منصوره کان ڏھ ميل ڏکڻ اولھ طرف کان اچي ساڳئي درياھ ۾ داخل ٿيندي هئي. هن شهر جي ڊيگھ 50 ميل کن هئي.

دليل ڪوٽ جي ڀرسان نهر هئڻ ڪري آمدرفت جي سهولت

هوندي، نهر جي موجودگي ڪوٽ جي حفاظت سان گڏ خوشحالي جو ڪارڻ بہ ٿي سگھي ٿي.

ڪن مور ن جو خيال آهي تہ دليل ڪوٽ لوهاٽي درياهہ جي ڪپ تي هو. هڪ آرڪيالاجسٽ هينري ڪزن 1906ع ۾ سنڌوءَ جي هڪ شاخ لوهاٽو ڍوري جو رستو ٻڌائيندي لکي ٿو تہ: "عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ مهل 712- 711ع وقت لوهاٽو ڍورو سنڌوءَ جي موجوده وهڪري ۽ نارا جي وچ ۾ وهندو هو."

ماهر چون ٿا تہ: "ڪنهن سمي هاڪڙي درياهہ جي هڪ شاخ جو وهڪرو ساهتي پرڳڻي مان وهندو هو، جنهن ڪي ساهتي ۾ لوهاٽو درياهہ بہ ڪري سڏيندا هئا. اهو درياهہ ساهتي پرڳڻي جو وچ ڏيندو ڪوٽڙي ڪبير، هالاڻي، ڀهلاڻي، گھير گجو، ڀائي خان جي ٻنڌ، هالا ۽ شهدادپور ڪان سهڻي ميهار جي قبرن جو وچ ڏيندو رحمڪي بازار ڪان وڃي سمنڊ ۾ پوندو هو."

ايمہ- ايچ پنهور 'گرائونڊ واٽر' ۾ لکي ٿو تہ: "نواب شاهہ ضلعو سڪندر اعظم جي زماني ڪان سنڌو جي زيراثر رهيو آهي. سنڌو هاڻي 18 ميل پري هليو ويو آهي. مشهور لوهاٽو ڍورو ان ضلعي ۾ آهي. لوهاٽو نوشهرو فيروز مان گذرندو نواب شاهہ ۽ شهدادپور جو اولهائون حصو ڏيندو هو، اڄ بہ ان پاسي جا ڍورا، ڪڏون، ڪوٻا لوهاٽي جو پراٽو پيٽ ظاهر ڪن ٿا. لوهاٽي ڍوري جو پيٽ دولت پور ۽ سڪرنڊ وٽ صاف ظاهر آهي."

ڪجھہ محقق اها ڳالهہ يقين سان چون ٿا تہ: "دليل ڪوٽ هاڪڙا درياهہ جي ڪنڌيءَ تي هو. جيئن مولائي شيدائي لکي ٿو تہ: "سري ۽ الور بہ هاڪڙي جي شاخ تي الهندي ڪپ تي واقع هو. هتان هاڪڙو ٽر ڏانهن ويندي ڪيترن شاخن ۾ ورهائجي ويندو هو. ڪي شاخون هاٽوڪي مهراڻ ۾ وڃي پونديون هيون. هالڪنڊي، برهمڻ آباد، نيرون ڪوٽ ۽ منصوره جا شهر ان تي آباد هئا."

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ خيال ظاهر ڪيو آهي تہ: "اندازاً ڏهين صدي عيسوي جي آخر ڪان وٺي چوڏهين صدي عيسوي جي شروع تائين سنڌو درياهہ جو مکيہ وهڪرو موجوده موري ۽ سڪرنڊ جي وچ ڏاري اوڀر طرف

ور ڪائي موجوده ميرپور خاص جي رخ تي وهندو هو. جتان ڪان وٺي هيٺ درياهه جو اهو وهڪرو پراڻ جي نالي سان سڏجڻ لڳو."

شمس الدين قريشي جو خيال آهي ته: "ابن حوقل هاڪڙي درياهه جي وهڪري جي الهندي طرف اروڙ جو شهر ۽ ڏکڻ ۾ سدو سان جو شهر ڏيکاريو ويو آهي. اهو حصو نواب شاهه ضلعي جي اوڀرندي واري حصي ناري تائين ٿئي ٿو. هن حصي ۾ 'مير رکڻ جو دڙو' جيڪو دولتپور صفن کان اٺن ميلن تي هڪ قديم ٿلهو آهي. انهي هاڪڙي درياهه جي ڪناري تي سدوجن وارو ڪچو قلعو ۽ نواب شاهه ۽ سڪرنڊ وارو ڪچو قلعو قديم قلعن جا نشان آهن."

مطلب ته" سنڌو ماٿري ۾ درياهي وهڪرن جو سلسلو تاريخ جي اندر ايترو ته منجهيل آهي، جو اڄ ڏينهن تائين ڪوبه محقق ان وهڪري کي صاف طور تي سلجهائي ۽ سمجهائي نه سگهيو آهي. ان ڪري يونانين، رومن ۽ عرب تاريخدانن درياهه جي ڪناري جن به پراڻن شهرن جو ذڪر ڪيو آهي.

اسان جيڪڏهن انهن شهرن کي موجوده درياهي وهڪرن سان گڏ ڳوليندا سين ته اها وڏي ڀل ٿيندي. ڇو جو سنڌو ماٿري جو اهو انچ به خالي نه آهي جيڪو درياهه جي ٻوڏ هيٺ نه آيو هجي.

اسان کي سنڌو ماٿري جي تهذيب درياهي وهڪرن سبب ٻن حصن ۾ اسريل نظر اچي ٿي. اوڀر وارو حصي کي هاڪڙو سيراب ڪندو نظر اچي ٿو. ۽ اولهه وري حصي کي سنڌو سرسبز بنائيندو نظر اچي ٿو. هاڪڙو دراصل هڪ جدا درياهه هو.

هاڪڙي جي باري ۾ راءِ بهادر شنڪر اوجها، ٽاڊ جي ڪتاب جي تشريح ڪندي لکي ٿو ته: "گهگهر ندي جي هڪ شاخ جو نالو ساڪرا يا هاڪڙا هو، جيڪا ڀهريائين پنجاب کان هلي بيڪانير ۽ جوڌپور راڄن مان وهندي سنڌ ۾ وڃي سنڌوندي ۾ پوندي هئي...."

رام سنگهه راٺوڙ ڪڇ اتهاس ۾ ذڪر ڪري ٿو ته: "پراڻي زماني ۾ ڪڇ جو رڻ ڪنيات جي نار سان ڳنڊيل هو. سنڌوءَ جي شاخ هاڪڙو اتر ۾ پنج ند وٽان نڪري بهاولپور، اڀرندي سنڌ (ٿر) ۾ امر ڪوٽ وٽان لنگهي ننگرپارڪر وٽ ڪڇ رڻ ۾ ڇوڙ ڪندي هئي. رياست بهاولپور،

جيسلمير ۾ ٿر ۾ سندس ڦٽل نشان ٻيٺل آهن.“

امپريل گزيٽر پنجاب ۾ آهي تہ: ”درياهہ ستلج ۾ هاڪڙا هڪ ٿي وهندا هئا. (گڏيل پاڻين سان) بيڪانير ۾ سنڌ جي ريگستانن کي سرسبز بڻائيندا رهيا. هاڻي اها گذرگاهہ هندستان جي ريگستان جي هڪ گمشده درياهہ جي نشاني آهي.“

ڪن محققن جو رايو آهي تہ: ”شروعات ۾ آريا هاڪڙا کي سروستي جي نالي سان سڏيندا هئا. سروستي جو ذڪر ويد، پراڻ ۾ مهاڀارت ۾ ملي ٿو. جيڪي 1000B.C کان 200B.C جي وچ ڌاري لکيا ويا.“ ڪنهن جا خيال آهن تہ: ”هاڪڙا درياهہ جمنا درياهہ آهي.“ ميجر اولڊهم چئي ٿو تہ ”درياهہ هاڪڙا درياهہ ستلج جي پراڻي گذرگاهہ آهي.“ ڪجهہ محقق زور ڏين ٿا تہ: ”هاڪڙا الڳ درياهہ نہ هو ان کي ستلج ۾ جمنا پاڻي ڏيندا هئا.“ ڪرنل منچن جو خيال ڪجهہ هيئن آهي تہ: ”درياهہ هاڪڙا جي گذرگاهہ جمنا جي قديم گذرگاهہ هئي.“ سر آرل سٽائن جو نظريو آهي تہ: ”ٻنجور ۾ دلر جي وچ ۾ ستلج درياهہ جي هڪ شاخ هاڪڙ ۾ شامل ٿي ويندي هئي.“ سيد نور علي ضامن حسيني جي راءِ مطابق: ”جنهن زماني ۾ درياهہ سنڌ چشما کان ڪچا ڪوهہ جي رستي ڊيراور تائين اوڀر طرف گولائي کائي ويندو هو، ان وقت هو ڊيراور کان روهڙي جي ويجهو تائين وڃي، سکر ٻنراج جي نارا ڪئنال جي رستي اتر ڏکڻ رڻ ڪچ ۾ پوندو هو.“ ڪيترائي ماهر ان ڳالهہ تي متفق آهن تہ ”هر درياہ وانگر هاڪڙو درياهہ بہ ڪيترن ندين جو مجموعو آهي. ڪٿي ان کي سروستي سڏن ٿا. پهاڙن جا پنڌ ڪندي هن ۾ درياهہ دريشدوني (چوتانگ) سرڪندا، ۾ گهاگهرا شامل ٿي وڃن ٿا. ان کان سواءِ وهڪري جا ڪجهہ مختلف هنڌن تي مختلف نالا آهن.“

بهرڪيف مٿي ذڪر ڪيل درياهي وهڪري جي ڪناري اڄ بہ ڪيترائي شاندار قلعا موجود آهن، جن مان سورت ڳڙهہ، سروپ ڳڙهہ ۾ انوپ ڳڙهہ هندستان ۾ آهن. پاڪستان جي علائقي ۾ فورٽ عباس پهريون شهر آهي، جيڪو درياهہ هاڪڙا جي گذرگاهہ تي آهي. فورٽ عباس جي ويجهو ڦولڙہ قلعي جا ڪنڊرات آهن، اهڙي طرح اسلام ڳڙهہ، فاضل پور، صاحب ڳڙهہ، سردار ڳڙهہ، تاجڳڙهہ، نوان ڪوٽ، دلر ۾

بنجوڻ وغيره جا قلعا به هاڪڙا درياهه جي ڪناري ڪر ڪنيو بيٺا آهن.

ان مان صرف هاڪڙا جي بهاولپور ڊويزن ۾ ننڍن وڏن پنجاهه کن پراڻن تاريخي قلعن جا آثار آهن. ڪافي پراڻن قلعن مٿان بعد ۾ نوان قلعا ٺهرايا ويا آهن. مٿين قلعن کان سواءِ موندي شهيد جو قلعو، احمد پور شرقيه جو قلعو، مئو مبارڪ، قلعو مروٽ، پتڻ واهڻ وارو قلعو به تاريخي شاهدي ڏيڻ لاءِ بيٺا آهن. ان مان ڊيراور جو پنجاهه برجن وارو خوبصورت قلعو اڄ به سياحن جو توجهه ڇڪائي ٿو. صديق طاهر پنهنجي ڪتاب 'وادي هاڪڙ ۽ ان جا آثار' ۾ ان قلعي جي خصوصيت بيان ڪندي لکي ٿو ته: "وادي هاڪڙه جي سرحدي علائقن ۾ قديم قلعن کي ٻه دفاعي لائنون آهن. گهڻا قلعا درياهه هاڪڙي جي ڪناري هئا."

برهمڻ دور ۾ اسان جيڪڏهن سنڌ جي نقشي تي نظر وجهنداسين ته ڇچ جي حڪومت اسان کي ڪشمير تائين ڦهليل نظر ايندي، جنهن ۾ واديءِ هاڪڙي به شامل آهي. هاڪڙا جي ڪناري اڏيل مٿي ذڪر ڪيل قلعن لاءِ چيو ويجي ٿو ته: "ان کي ٻه دفاعي لائنون هيون، اهڙي طرح دليل ڪوٽ به اسان کي ٻن دفاعي لائنن ۾ ورهايل نظر اچي ٿو." ان کان سواءِ جرجي زيدان لکي ٿو ته: "انهن قلعن جي بلندي وغيره گاٿڪ طرز جي آهي."

دليل ڪوٽ ۾ ڪتب آندل محرابن کي اسان جڏهن آرڪيٽيڪچر جي قديم ۽ مروج محرابن سان ڀيٽيون ٿا ته دليل ڪوٽ جون محرابون قديم گاٿڪ محرابن سان ٺوريون گهڻيون ملي اچن ٿيون. گاٿڪ طرز ۾ چنهنبدار (Ogee) محراب ڪافي خوبصورت آهي. (Ogee) محراب شروعاتي دور ۾ ڊگهي سنهڙي، مخروطي هئي، پر وچين دور ۾ ان کي ڊيگهه ۾ ڪجهه قرباني ڏيڻي پئي، پر ان جي ويڪر وڌي وئي. وچين دور ۾ ان محراب جي خوبصورت جوڙجڪ، مخروطي طرز ۽ شان ڏسڻ وٽان آهي. دليل ڪوٽ ۾ ڪتب آندل محراب گاٿڪ جي وچين دور واري Ogee محراب سان ڪجهه قدر ملي اچن ٿيون. ان مان اهو به چئي سگهجي ٿو ته دليل ڪوٽ جو قلعو به هاڪڙا درياهي سلسلي وارن قلعن سان واسطو رکندو هوندو.

## درياهي گذرگاهه جا آثار

فضائي نقشي کي غور سان ڏسون ٿا ته سڪرنڊ شهر جي اتر- اوڀر ۾ دليل ڪوٽ هڪ گول جي شڪل ۾ نظر اچي ٿو. دليل ڪوٽ جي اتر- اولهه ۽ ڏکڻ وارو سارو پاسو هڪ پراڻي درياهي وهڪري جا آثار لڳن ٿا. اهو پراڻو درياهي وهڪرو ڪوٽ جي اتر اولهه کان ڪافي مٿانهين کان شروع ٿئي ٿو. اهو قتل شاهه ۽ ست پري وٽان ٿيندو، ڪوٽ جي اولهه- ڏکڻ ۾ پهچي اولهه ۾ امير بخش انڙ ڳوٺ پار ڪري ٿو. بعد ۾ وهڪرو اولهه ڏکڻ ۾ ذيڪري پير ۽ نيشنل هاءِ وي پار ڪري ٿو. درياهي وهڪرو ڪوٽ جي بلڪل اولهه ۽ ڏکڻ ۾ ذري گهٽ ديوارن سان لڳي ٿو. نيٺ ان وهڪري جا آثار ڏکڻ- اوڀر طرف نڪري وڃن ٿا. اڄ به ڪوٽ جي اتر اولهه ڪنڌ وٽ قتل شاهه ۽ ست پري وٽ ڪافي ڍوريون برسات وغيره جي پاڻي سان ڀرجي وڃن ٿيون.

ان کان سواءِ فضائي نقشي ۾ دليل ڪوٽ جي اولهه اتر کان ان پراڻي درياهي وهڪري مان هڪ پراڻو ننڍو وهڪرو نانگ جيان وراڪا کائيندو ڏکڻ اچي ٿو. اهو وهڪرو ڪوٽ جي اولهه- ڏکڻ وٽ نڪري ذيڪري پير کان پريرو، سڪرنڊ، قاضي احمد ريلوي لائين ۽ نيشنل هاءِ وي جي ڀرسان هڪ وڏو وڪڙ کائي وري ڳوٺ علي محمد چانڊيو وٽ اوڀر منهن ڪري ٿو.

وهڪرو ڪوٽ جي ڏکڻ پهچي دليل ڪوٽ ۽ سڪرنڊ جي وچ تي نواب شاهه- سڪرنڊ روڊ وٽان گذري، هڪ ور کائي اتر پاسي پنڌ ڪري، اتي سهتو جوکيو وٽ اڌ گول ٿاهي ڪوٽ جي ڀرسان پهچي ٿو. جتان وري وڪڙ کائيندو اوڀر طرف فيڊر لائين کي پار ڪري روهڙي ڪئنال جي ڀرسان رسي اتان وري هيٺانهين طرف رخ رکي ٿو.

ان کان سواءِ هڪ ٻي وهڪري جا آثار ڪوٽ جي اتر کان حاجي الله بخش مگسي واهڻ کان ٿيندا ڏکڻ ڏانهن ويندي، دليل ديري جو اتر- اوڀر ڏيندا، ڪوٽ کان ڪجهه فاصلي تي گذرن ٿا. اهي آثار ڪوٽ جي اوڀر ۾ روهڙي ڪئنال جي متوازي هلي وري اچي ساڳئي پهرين اولهه ڏکڻ کان ايندڙ وهڪري سان روهڙي ڪئنال جي ڀرسان سعيدن چارڻ وٽ ملن ٿا. پوءِ ٻئي وهڪرا هڪ ٿي وڏيڪ هيٺ عيسيٰ ڪيريو لنگهي ڏکڻ

هليا وچن ٿا.

فضائي نقشي موجب دليل ڪوٽ تي نظر وجهجي ٿي ته آثارن مان لڳي ٿو ته جڻ دليل ڪوٽ هڪ ٻيٽ تي ٺهيل آهي، جنهن جي ٻـن پاسن کان اوائلي دور ۾ باقاعده هڪ وڏو درياهه گذرندو هو، جنهن جا آثار فضائي نقشي ۽ جنرل سروي آف پاڪستان جي نقشن ۾ بلڪل ظاهر آهن. ان درياهه جي گذرگاهه مان ٿي ان کان سواءِ هڪ ننڍي ندي جو وهڪرو ڪوٽ جي اتر اولهه ۽ اولهه ڏکڻ ۾ بلڪل چٽو بيٺو آهي. ڪوٽ جي ڀرسان ان ننڍي وهڪري کان سواءِ هڪ ٻيو به ندي جو وهڪرو اتر کان ڏکڻ ويندي سندس اوڀر کان گذري ٿو.

نقشن مان لڳي ٿو ته ڪنهن زماني ۾ ڪوٽ جي ڀرسان باقاعده هڪ وڏو ڇوليون هڻندڙ درياهه هو، جيڪو پوءِ زميني اٿل پٿل ڪري رستو بدلائي ويو. بعد ۾ ان جي جاءِ انهن ٻن نهرن ورتي جن جا نشان اڄ به نمايان بيٺا آهن.

انهن اوائلي وهڪرن جي موجودگي ڏسي اهو به نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو ته دليل ڪوٽ جي ڀرسان وهندڙ درياهه جاگرافيائي تبديلين جي ڪري رستو بدلائي ويو يا خشڪ ٿي ويو. هڪ اهو به انومان آهي ته درياهه ۾ پاڻي گهٽجڻ ڪري اهو ٻن ننڍين شاخن ۾ ورهائجي وهڻ لڳو جيڪو بعد ۾ بلڪل خشڪ ٿي ويو.

ڪوٽن جي تعميرات جي ماهرن اهڙي ڪوٽ کي جيڪو پاڻي سان گهيريل هجي، ان کي آبودرگ يا جالا درگ جو نالو ڏنو آهي. ڪتيالا پنهنجي ڪتاب ارٿ شاستر ۾ لکي ٿو ته: "ميدان ۾ اڏيل قلعو حملي ۾ جلد تباهه ٿي فتح ٿي سگهي ٿو، پر ان جي بنسبت پاڻي سان گهيريل قلعي کي هٿ ڪرڻ لاءِ ٻيڻي ڪوشش ڪرڻي پوي ٿي."

## فوجي ۽ واپاري اهميت

مٿي ذڪر ڪيل سببن ۽ تاريخي بيانن موجب هي ڪوٽ دفاعي خيال سان گڏ واپاري حيثيت سان به مچيل شهر هو. هي گول قلعو سنڌ جي تخت گاهه الور برهمڻ آباد جي بچاءَ لاءِ مضبوط چوڪي هئي. مختلف جنگي ماهرن جيڪي به ڪوٽن جا قسم ۽ شڪليون ڏسيون آهن، انهن

مان سڀ کان وڌيڪ دفاعي نقطهءِ نگاهه کان گول ڪوٽ کي چيو ويجي ٿو. جيئن متيا پراڻ ۾ آهي ته "گول ڪوٽ حفاظت جي لحاظ کان سٺو آهي."

هي ڪوٽ مشهور شاهراه 'راور' جي پرسان اڏيو ويو هو. ظاهر آهي ته هي مکيه شاهراهه جي حفاظت ۽ سنڀال لاءِ به ڪم ڏئي سگهي ٿو، ان کان سواءِ ڪوٽ جي پرسان نهر جي گذر جو به ذڪر ملي ٿو. جيئن ته پراڻي زماني ۾ درياهه ۽ ندين جا وهڪرا واپاري سامان ۽ رسد کان سواءِ فوجي ڪاهُن لاءِ به ڪتب ايندا هئا، ان ڪري هي باقاعده هڪ فوجي چانوڻي طور استعمال ٿيندو هوندو. دليل ڪوٽ لاءِ خيال آهي ته هي هڪ درياهي وهڪري جي ڪناري هو. ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته هي هڪ ڪارائتو بندر به هوندو.

ابو ظفر ندوي لکي ٿو ته: "ماهه شوال سن 93هه ۾ محمد بن قاسم برهمڻ آباد ڏانهن پيشقدمي ڪئي. رستي ۾ ٻه مضبوط قلعا هئا: هڪ دهليل ٻيو بهرور. انهن قلعن جي فتح کان اڳ برهمڻ اباد کي فتح ڪرڻ ڏکيو ڪم هو."

چچ نامي جو صاحب لکي ٿو: "راوڙ ۽ برهمڻ آباد جي وچ ۾ ٻه قلعا هئا، جن کي بهرور ۽ دهليل سڏيندا هئا. انهن قلعن ۾ اٽڪل سورهن هزار جنگي مرد موجود هئا."

دليل ڪوٽ جي مضبوطي جو ذڪر ڪندي چچ نامي ۾ آهي ته "محمد بن قاسم اتي پهچي ٻن مهينن تائين گهيرو ڪيو، جڏهن لڙائي ڊگهي ٿي تڏهن محمد بن قاسم جي حڪم ڪرڻ تي لشڪر جو ڪجهه حصو ڏينهن جو جنگ ڪندو هو ۽ ڪجهه رات جو نفط ۽ منجنيق سٽيندا هئا."

هوڏانهن قلعي اندر رهندڙ ماڻهن جي ڪيفيت بيان ڪندي مصنف لکي ٿو ته: "جڏهن راوڙ ۽ بهرور جي فتح ٿيڻ جي خبر دهليل پهتي تڏهن ڄاتائون ته محمد بن قاسم وٽ ڪافي سازوسامان آهي. اسان کي ڪانئس بيپرواهه نه ٿيڻ گهرجي.... جنگي جوڌا پنهنجي ملڪ (جي بچاءَ) لاءِ ڪڙا ٿيا. آخر محمد بن قاسم به دهليل ۾ پهتو. اٽڪل ٻه مهينا اتي رهيو. جڏهن قلعي وارا تنگ ٿيا ۽ کين يقين ٿيو ته ڪنهن به طرف کان مدد

ڪاڻ پهچندي، تڏهن موت جا ڪپڙا پائي عطر ۽ خوشبو مکي...."

منو مهراج اهڙن ڪوٽن جي اهميت بيان ڪندي لکي ٿو ته: "هڪ هرڻ جهڙو ڪمزور جانور به جيڪڏهن ڪنهن پناهه گاهه ۾ لڪل آهي، ته اهو شڪاري کان ايڏو نه ڊڄندو، ساڳي طرح هڪ بادشاهه ڪوٽ اندر حملي آورن کان ايترو ئي محفوظ آهي."

رحيمداد خان مولائي شيدائي 'جنت السند' ۾ احوال ڪري ٿو ته: "الور ۽ برهمڻ آباد جي وچ ۾ دهليل جي قلعي جي حاڪم نبويہ پٽ ڌاران وٽ سورهن هزار لشڪر ساڻ هو ۽ هو محمد بن قاسم بهادري سان وڙهيو ۽ آخر شڪست کاڌائين."

اعجازالحق قدوسي دهليل جي فتح جو احوال هيئن ڪري ٿو ته: "ماهه صفر 94ھ (712ع) ۾ محمد بن قاسم دهليل کي به فتح ڪيو. دهليل ۾ ڪجھ ڏينهن رهي ضروري انتظامات ڪيا."

ڊاڪٽر نبي بخش جو چوڻ آهي ته: "فتح نامي جي بيان مان هي پڻ صاف ظاهر آهي ته راوڙ، برهمڻ آباد کان يقيني طور گهٽو هيٺ لاڙ طرف هو، جاڪاڻ ته راوڙ جي فتح بعد محمد بن قاسم جڏهن برهمڻ آباد جو رخ ڪيو ته اول ڪوچ ڪندو بهرور جي قلعي وٽ پهتو جو ٻن مهينن جي گهيري بعد فتح ڪيائين. اتان وري ڪوچ ڪندو، آخر محمد بن قاسم دهليله پهتو ۽ اهو قلعو پڻ ٻن مهينن جي گهيري بعد فتح ڪيائين. ان بعد اتان برهمڻ آباد پهتو جو دهليله جي قلعي کان ويجهو هو."

هي ڪوٽ فوجي چوڪي هئڻ سان گڏ درياهي ڪناري هئڻ ڪري بندر جو ڪم به ڏيندو هوندو. ظاهر آهي، تي بندر هوندو ته اتي ٻيڙن، جهازن ۽ ملاحن، سياحن جو اچڻ وڃڻ هوندو. ان ڪري ڪوٽ ۽ بندر جي حفاظت لاءِ جنگجو ماڻهن کان سواءِ واپارين جو به ذڪر ملي ٿو. چچ نامي ۾ آهي ته جنگ شروع ٿيڻ کان اڳ سڀ واپاري هندستان هليا ويا.

سنڌ جي فتح بعد جيڪو متاع عربن لٽيو ان جو ذڪر سان تاريخون ڀريل آهن. دهليله جي فتح بعد عربن کي جيڪا ملڪيت هٿ آئي ان جي ذڪر چچ نامي ۾ آهي: ".... نيٺ سندن (قلعي وارن جا) سڀ لڙائي ڪندڙ مرد ڪسجي ويا ۽ قلعي جون ڀتيون ڪيرائي قلعي اندر اچي ٻانها

۽ غلام گرفتار ڪيائون. گھڻو مال هٿ ڪري پنجون حصو دارالخلافت جي خزاني حوالي ڪيائون.“

ان ڪتاب ۾ هڪ ٻئي هنڌ آهي: ”محمد بن قاسم جڏهن دهليلہ جي لڙائي کان واندو ٿي ان کي فتح ڪيو تڏهن مال جو پنجون حصو دارالخلافت جي خزاني حوالي ڪري، بهرور ۽ دهليلہ جو فتحنامو حجاج ڏانهن لکي (کين) پورو احوال ٻڌايائين.“

**راجا**

ڪامانتاڪيا نتيسارا چئي ٿو تہ: ”ڪوٽ جي بغير هڪ بادشاهہ ائين آهي، جيئن آسمان ۾ طوفان جي سامهون ننڍڙي ڪڪري.“ محمد بن قاسم جي حملي وقت بہ دهليلہ ۾ هڪ حاڪم موجود هو. ان حاڪم جو ذڪر اسان کي چچ نامي ۾ ملي ٿو. ڪتاب ۾ دهليلہ جي راجا جي ڀڄي وڃڻ جو احوال ڏيندي لکي ٿو: ”جڏهن صبح صادق انڌاري رات مان ٻاهر نڪتو، تڏهن محمد بن قاسم کي انهن ماڻهن جي نڪري وڃڻ جو حال معلوم ٿيو. پنهنجو ڪجھ لشڪر سندن پويان روانو ڪيائين، جن انهن مان ڪن کي نهر ٽپندي وڃي پڪڙيو ۽ سيني کي خونخوار تلوارن جو ڪاڄ بنايو. جيڪي اڳ ۾ ٽپي ويا هئا، سي جيسلمير ۽ ريگستان جي رستن کان هندستان جي سير ملڪ ڏانهن هليا ويا. انهن جي بادشاهہ جو نالو ديوراج هو جو ڏاهر جو سؤٽ هو.“

دهليلہ جي راجا جي باري ۾ مولائي شيدائي ٻڌائي ٿو تہ: ”دهليلہ جي قلعي جي حاڪم نبويہ پٽ ڌاران وٽ سورهن هزار لشڪر هو.“ دهليلہ جي فتح بعد محمد بن قاسم اتي جيڪو حاڪم مقرر ڪيو، چچ نامو بيان ڪري ٿو تہ:

”ڪي ماڻهو روايت ڪن ٿا تہ جڏهن دهليلہ فتح ٿيو تہ محمد بن قاسم نوبه بن هارون کي سڏي ڪانئس بيعت ورتي ۽ اتان کان وڏاتيہ (ودهاتہ) تائين ملڪ سندس انتظام هيٺ ڏيئي، ڪناري جي ٻيڙي جو ڪم سندس حوالي ڪيو، پڻ انهي قلعي جي ايرندي ۽ الهندي ڪناري جو پورو ڪاروبار سندس هٿ ۾ ڏنائين....“

چچ نامي ۾ سنڌ جي ٻين حاڪمن جو ذڪر ڪندي، مصنف دهليلہ جي حاڪم جو بہ نالو ڏنو آهي تہ:

"پوءِ شهر برهمڻاباد يعني ڀانيڙاهہ جي ڪاروبار واسطي وداع بن حميد البحري کي سڏي رئيس ۽ ڪامورا مقرر ڪيائين.... نوبه بن دارس کي راور جي قلعي تي مقرر ڪيائين.... انهي راوڙ کان مٿي وارن ٻيڙن جو حڪم ابن زياد العبدي کي، ڪڇ واري طرف جو ڪيرج جي بادشاهي دروهر جي هٿ ۾ هو. هو هنڌيل بن سليمان الازدي کي ڏنائين. حنظله بن اخي نباته ڪلابي (يعني نباته ڪلابي جي ڀاءُ جي پٽ حنظله) کي دهليلہ جو حاڪم ڪيائين...."

ابوظفر ندوي دهليلہ جي حاڪم جو احوال ڏيندي چئي ٿو تہ: "چچ نامي ۾ دهليل جي حاڪم جو نالو ڪلابي جو پٽ حنظلہ آهي. شايد داران جي پٽ نبويہ جي مٿان هو عرب نگران حاڪم هو."

ايچ- جي- ريورٽي پنهنجي ڪتاب مهراڻ ۾ لکي ٿو تہ: "ان بعد دهليلہ فتح ٿيو. محمد بن قاسم اتي نوبہ کي مقرر ڪيو، جيڪو ڌاران جو پٽ هو. ڌاران وري دهليلہ جو پٽ هو."

<u>بيهڪ</u>

دليل ڪوٽ جي شڪل تعجب جي حد تائين گول آهي. ائين ٿو محسوس ٿئي تہ ڪنهن مها ماهر باقاعده پلڪار جي مدد سان زمين تي اهڙو سهڻو گول گهڙيو آهي. گول جي ٻاهرين گهيري تي مقرر مفاصلي تي برجن کي بيهاريو ويو آهي. ايتري قدر جو برجن جي وچ واري وٿي ۾ هڪ فٽ جو بہ فرق نہ آهي. دليل ڪوٽ کي ٻارنهن برجن ۽ ٻارنهن ديوارن جي ٽڪرن ۾ ورهايو ويو آهي. ٻن برجن جي وچ ۾ هڪ سو اٺونجاهہ فٽ ديوار جو ٽڪرو اچي ٿو. اهڙي طرح ساري ڪوٽ جو گهيرو 2768 فٽ ٿي وڃي ٿو. ڪوٽ کي پورن ٻن ڦاڪن ۾ ورهائبو تہ ان جو قطر 640 فٽ ٿيندو. ڪوٽ جي بيهڪ ڏسي اڏيندڙ جي ذات کي داد ڏيڻو پوي ٿو. اهڙو سهڻي ۽ صاف سٿري گولائي وارو ڪوٽ سنڌ جي سرزمين تي ملڻ مشڪل آهي. دليل ڪوٽ ان خيال کان پنهنجي انداز جو منفرد ڪوٽ آهي. سنڌ کان ٻاهر گولائي وارو قلعو اسان کي هندستان جو بيجاپور وارو نظر اچي ٿو، جنهن جو بہ صرف اتريون ڪجهہ حصو گولائي تي آهي، باقي ڏکڻ وارو حصو زميني ساخت مطابق وروڪڙ آهي.

برصغير جي اوائلي شاسترن ۾ خاص ڪري مناسارا جي ٻڌايل




دليل ڪوٽ

ڪوٽن ۾ پدماڪا ڪوٽ جو ذڪر ملي ٿو. دليل ڪوٽ جي طرز تعمير ڪيتري حد تائين پدماڪا ڪوٽ سان ملي ٿي. مناسارا پدماڪا ڪوٽ لاءِ لکي ٿو ته: ”هي شهر جي چوڦير هڪ مضبوط ڪوٽ ٺهيل هوندو آهي، هي ڪوٽ هندن جي مقدس گل ڪنول وانگر هوندو آهي. ڪنول جو گل گهڻو ڪري جڳهين جي ٿلهن جي مٿان ۽ تري ۾ ٺهيل هوندو آهي. پدماڪا سارو هڪ ٻيٽ هوندو آهي، جيڪو ڪنول جي گل جيان چوڌاري پاڻي سان گهيريل آهي. ان ۾ هڪ ٻئي کي ڪٽيندڙ سڙڪن ڪري ساري ڪوٽ اندر شهر پنجويهن حصن ۾ ورهايل هوندو آهي. اهڙا شهر گهڻو ڪري گرم علائقن ۾ ٺاهيا ويندا آهن.“

دليل ڪوٽ جي جوڙجڪ ۽ برجن جي بيهڪ ڪنول جي گل سان مشابهت رکي ٿي، ان کان سواءِ ڪوٽ جو ڪجھ حصو پاڻي سان گهيريل نظر اچي ٿو، خاص ڪري ان جي اتر ۾ لنگهندڙ درياھ جي وهڪري جا آثار آهن. مناسارا جي چوڻ مطابق پدماڪا ڪوٽ جيئن ته گرم علائقن ۾ جوڙيا ويندا هئا. سنڌ جو اهو حصو به آبهوا جي لحاظ کان گرم علائقن ۾ شامل آهن.

اسان جڏهن دليل ڪوٽ جي بناوت کي موجوده دور جي جاميٽري جي فارمولن سان ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪيون ٿا ته سؤ في سيڪڙو ملي اچن ٿا.

اسان کي خبر آهي ته هر گول جو گهيرو 360 ڊگرين ۾ ورهايل هوندو آهي. جيڪڏهن گول کي پورن ٻارهن حصن ۾ ورهائبو ته هر حصو 30 ڊگريون ٿاهيندو. دليل ڪوٽ به گولائي ۾ هئڻ سان گڏ پورن ٻارهن حصن ۾ تقسيم آهي. هر حصو ڪوٽ جي مرڪز کان 30 ڊگرين جي ڪنڊ ٺاهي ٿو.

ڪوٽ جي هر حصي تي 30 ڊگرين جي ڪنڊ تي برج اڏيو ويو آهي. ڪوٽ جي مرڪز کان لنگهندڙ ۽ آمهون سامهون فصيلن جي اندر چيڙن کي ملائيندڙ قطر 640 فٽ آهي. ان ۾ جيڪڏهن پٽ جي 20 فٽ ٿولھ ملائبي ته ڪوٽ جو قطر 680 فٽ ٿي وڃي ٿو.

ڪنهن به گول جو قوس Arc معلوم ڪرڻ لاءِ جاميٽري جي فارمولا آهي ته: d= 11/180 x R x Q

اسان جيڪڏهن دليل ڪوٽ جون ماپون ان فارمولا ۾ ملائينداسين ته:

d= 180 X R X Q
340
d=11/180 X 340 X 30
=178.02 ft.

جيئن ته قوس جي اها ماپ ٻن برجن جي مرڪز تائين آهي. اسان جيڪڏهن انهن برجن جو نيم قطر 10 فٽ ان مان ڪٽينداسين ته ٻن برجن جي وچ واري ديوار جو اندريون فاصلو 158 فٽ بيهندو.

178-10-10=158 ft.

ڪوٽ هڪ سڌي ميدان تي هئڻ ڪري سندس اندرين توڙي ٻاهرين زميني سطح تقريباً برابر آهي. البت اندرين سطح بعد ۾ ڪجھ پراءِ ڪري بلند لڳي ٿي. ڪوٽ جي چوڏاري ديوار، فصيل، برج ۽ ڪنگريون به هڪ جيتري بلندي تي آهن. ڪوٽ جي اندر ڪا به اوائلي اڏاوت نٿي ملي، سڀ جايون موجوده دور جون آهن. صرف ڪوٽ جي ٻاهرين وڏي پٽ ۽ فصيل کان پوءِ اندر تيرهن فٽ ويڪري هڪ گهٽي آهي. جنهن بعد اندر هڪ ٻي ننڍي ڪوٽ جا آثار ملن ٿا. اندريون ڪوٽ به گولائي ۾ آهي. ائين چئجي ته ٻاهرين قلعبندي بعد وچ ۾ تيرهن فٽن جو رستو ڇڏي هڪ ٻيو ڪوٽ اڏيو ويو آهي. ننڍو ڪوٽ رهائش طور ڪم ايندو هوندو، ڇو جو ان ڪي ڪا به حفاظتي اڏاوت ۽ برج وغيره نه آهن. ان گول ڪوٽ جون ديوارون ماڻهوءَ جي قد جيتريون آهن. اندرين ڪوٽ کي به سڌيون پٽيون سندس مرڪز مان لنگهي هڪ جيترن پورن چئن حصن ۾ ورهائن ٿيون.

ڪوٽ جي ديوارن ۽ برجن ۾ ڪتب آندل مٽي تمام چيڪي آهي. لڳي ٿو ته ان کي باقاعده وڏي ڳولا بعد ئي هٿ ڪيو ويو هوندو، جو اڄ به ايتري وقت بعد به ڪوٽ جي ڪنهن حصي کي ٽوڙڻ لاءِ وڏي محنت جي ضرورت آهي.

## ديوار

دليل ڪوٽ پوري گولائي تي هجڻ ڪري سندس ٻاهرين ديوار به ڦيٿي وانگر ڦرندي نظراچي ٿي. برجن وٽ پهچڻ بعد ديوار جا چيڙا اندر رخ ڪن ٿا. باقي ديوار برجن جي وچ ۾ هلڪو وَرُ کائي ٻاهر نڪري ٿي، جنهن ڪري ٻن برجن جي وچ ۾ ديوار جي شڪل هلال جهڙي لڳي ٿي.

ٻاهرين ديوار بلندي ۾ بنيادن کان وٺي آهستي آهستي اندرين طرف جهڪندي وڃي ٿي. ڏهن فٽن جي بلندي تي ساهي پٽي ٿورو ڪٻ ڪڍي وري وڌيڪ اندرين پاسي سلامي ٿاهي ٿي. اتي سندس ڪٻ نمايان آهن. ان بعد ديوار فصيل جي بلندي تائين پهچي ويتر اندر ڪَرُ کئي ٿي. سندس آخري جهڪاءُ ڳڙڪين وٽ واضع آهي. ديوار هيٺان ويھ فٽ ٿلهي آهي ۽ مٽي جو پهاڙ هئڻ جي باوجود فصيل جي بلندي تائين سندس ٿولھ



ڪوٽ جي ٻٽ جو ٻاهريون ڏيک

گهنجي چوڏهن فٽ ٿي وڃي ٿي.

اندرين پاسي کان ديوار اوچائي ۾ ٻن حصن ۾ ورهايل نظر اچي ٿي. قلعي اندر بيهڻ سان ديوار جي ٻهرين سطح فصيل جو پليٽ فارم ٿاهي ٿي ۽ ٻيو حصو فصيل کي ٻاهرين پاسي کان ڏنل اوٽ واري ديوار آهي. اندران فصيل جي ڊيگهه ۾ رڪاوٽ نہ هئڻ ڪري هڪ هنڌان چوڪير ڪتي به نظر ڦيري سگجهي ٿي. ديوار اندرين پاسي کوهه جهڙو گول ٿاهي ٿي. ديوار جي ايتري بلندي مناسب آهي. 'برهما وايورتا' پراڻ ۾ آهي تہ: "ڪوٽ جي ديوار جي وڏي بلندي ڪوٽ ۾ ايندڙ هوا روڪي ٿي، جيڪا صحت لاءِ نقصان ڪار آهي."

ديوار کي ٻاهران توڙي اندران پڪن سرن جا پشتا ڏنا ويا آهن يا ائين چئجي تہ ٻن پڪين سرن جي ديوارن جي وچ ۾ چيڪي مٽي ڀري وئي آهي. عمر ۽ زماني جي ستم ظريفي کان سواءِ ڪوٽ جي سنڀال نہ هئڻ ڪري سرن جا ڏنل اهي پشتا بلڪل غائب ٿي ويا آهن. ڪٿي ڪٿي اندران ۽ ٻاهران سرن جا پشتا گنجي جي مٽي جي وارن جيان، مُڇي جي

صورت ۾ اچ ٿا. نظر اچن ٿا. سرن جو ڊگھو پاسو ديوار جي رخ ۾ استعمال ڪيو ويو آهي. ڪٿي سرون ويڪري پاسي کان بہ هنيون ويون آهن، ڪوٽ ۾ ڪتب آندل سرن جي ماپ 9-1/2 X 6-/2 X1-1/2 آهي.

ديوار جي مضبوطي لاءِ ان ۾ وڏي تعداد ۾ ڪاٺ بہ استعمال ڪيو ويو آهي. ڪاٺ صرف پٽ جي فصيل تائين ڪتب آندو ويو آهي. فصيل مٿان ٻاهرين حفاظتي پٽ ۾ ڪاٺ نہ وڌو ويو آهي. ڪاٺ جي ٿولهہ اڍائي ٽن انچن کان نون انچن تائين آهي، جنهن کي وڏيڪ ڇليو يا گهڙيو نہ ويو آهي. جيئن اڄ جي R.C.C اڏاوت ۾ پٽ ۽ ڇت کي مضبوط ڪرڻ لاءِ لوهي شيخون ڪم آنديون وڃن ٿيون.

دليل ڪوٽ جي پٽ ۾ بنيادن بعد، ٽن ڇئن فٽن جي بلندي تي ڪاٺ جي پهرين چاري وڇائي وئي آهي. چاري هڪ سڌي قطار ۾ سڄي ڪوٽ جي ديوار ۾ ڦري اچي ٿي. ڪاٺ جي چار مٿان وري ٽي چار فٽ مٽي جو ٻراءُ ڪيو ويو آهي، جنهن بعد هڪ ٻيو ڪاٺ جو ڇٽ وڇائي ان جي مٿان وري ديوار کي مٽي سان ٻريو ويو آهي. اهڙي طرح فصيل جي بلندي ۾ پنج ڪن ڪاٺ جون قطارون وڇايون ويون آهن. ديوار جي اوچائيءَ ۾ ڪاٺ جي هڪ قطار ۽ ٻي قطار ۾ ڇئن فٽن جو فاصلو بيهي ٿو. ديوار جي ڊيگهہ ۾ هڪ ڪاٺي کان ٻي ڪاٺي جي وچ ۾ هڪ کان ڏيڍ فٽ جي وٿي آهي. ڪاٺ جا ڏڪ ڪَبرَّ ۽ ڪِرڙَ جا استعمال ڪيل آهن.

موجوده وقت ديوار مان ڪافي تعداد ۾ اهڙا شهتير ڪبوترن وانگر ٻاهر منديون ڪڍيون بيٺا آهن، ظاهر آهي تہ شروع ۾ ڪاٺ جا نڪتل منڍيا فصيل جي اوساري ۾ لڪل هوندا هئا. ان مان محسوس ٿئي ٿو تہ ديوار اندران ۽ ٻاهران فٽ ڪن ٻُري وڃڻ ڪري ڪاٺ جا منڍيا ايترا تہ ظاهر آهن، جو ماڻهو ان جي مدد سان ڪوٽ جي ديوار تي چڙهي سگهي ٿو. سب ڪاٺيون ديوار جي ويڪر ۾ وڌل آهن. ويهہ فٽ ڊگهي ڪاٺي نہ ملڻ جي صورت ۾، ٻن يا ٽن ڪاٺن کي ڊيگهہ ۾ لوهي ڪلين سان ڳنڊيو ويو آهي. لوهيون ڪليون ٽي چار انچ ڊگهيون آهن. سندن ڇهنب

ايتري معياري نہ آهي. ديوار ۾ ڪنهن هنڌ تي ڪاٺ ڏيگھ ۾ بہ وڇايل نظر اچي ٿو. اهي اهڙا هنڌ آهن، جتي شايد مٿي چنبڙي نہ بيهندي هوندي. ڪوٽ ۾ ڪتب آندل مٽي اوڏن جي ٺاهيل جاين جيان ڇيڻي يا چوڪڙن ۾ رکيل نہ آهي، پر مٽي سڌي ۽ لسي انداز ۾ پيل آهي.

ديوار جي اوچائي بنيادن کان وٺي فصيل تائين 22 فٽ آهي، جنهن جي مٿان ٻاهرين طرف کان ڇٺن فٽن جي ويڪري اوٽ ڏنل آهي. اوٽ جي بلندي 6 فٽ آهي. ديوار مٿي پھچي محرابدار ڪنگريون ٺاهي ختم ٿي وڃي ٿي. ديوار مٿان ڪنگريون پري کان خوبصورت ڏيک ڏين ٿيون. جتي بہ بہ ڪنگريون پاڻ ۾ ملن ٿيون ان جي ٿورو هيٺان تيراندازي/ بندوق بازي لاءِ ڳڙکيون ٺهيل آهن. ڳڙکين مٿان ٻاهرين پاسي کان پڪي سرن جي ڪارنس چوڏاري هلي وڃي ٿي. ڳڙکين جي زمين کان بلندي 28 فٽ آهي. ديوار جي ٻاهرين پاسي کان ڳڙکين جي عين هيٺان ڊگھيون ۽ سنهيون ناليون شروع ٿي نيسارن جي صورت ۾ اچي زمين سان لڳن ٿيون، البت برجن تي وڏن توپن وارن مارن کي اهڙا نيسارا نہ آهن.

### فصيل

ڪوٽ کي اندران ديوار سان گڏ ڊگھي فصيل بہ ڏنل آهي. اها ڏهہ فٽ موڪري فصيل چوڪيدارن جي گشت کان سواءِ قلعي جي مضبوطي جو بہ سبب بڻيل آهي. فصيل مٿان ٻاهرين پاسي تي اوٽ لاءِ ڇهہ فٽ اپي ديوار بہ ڪوٽ کي وڌيڪ مضبوط بنائڻ جو ڪارڻ آهي، جنهن ۾ حملي آورن کي روڪڻ لاءِ مارا رکيل آهن. فصيل جي اندرين ڇيڙي تي ڪابہ اڏ يا پلويڙو نہ آهي ۽ ان جو مٿاڇرو اندر طرف لهوارو آهي. جيئن برسات جو پاڻي هيٺ وهي وڃي. ان کان سواءِ فصيل ٻاهرين اوٽ جي ٻرسان ٿوري مٿيري آهي، جيڪا اوٽ ۽ مارن مان هيٺ ٻاهر حملو روڪيندڙن کي ٿلهو فراهم ڪري ٿي، جيئن هو آساني سان ٻاهر ڏسي سگھن. ان ڪري فصيل جو فرش بہ ٻاهرين پاسي واري ڇيڙي کان اندرين ڇيڙي طرف لهوارو آهي. فصيل جي مٿان ڪٿي بہ سرن جو فرش وغيره لڳل نظر نٿو اچي، جنهن مان اندازو ٿئي ٿو تہ فصيل جي مٿاڇري کي مٽي جو ئي ليپو ڏئي هموار ڪيو ويو هوندو.

فصيل ايتري تہ مضبوط ۽ پڪتيل آهي جو سندس ڪٿان بہ ڪو ٽڪرو ڇڇجي ڏار نہ ٿيو آهي. البت فصيل جو مٿاڇرو موجوده وقت برساتن جي ڪري چنڊ جي سطح جيان کڙٻڙ ٿي ويو آهي. سڄي فصيل ۾ چيڪي مٽي ۽ ڪاٺ استعمال ٿيل آهي. ان ۾ ڪٿي بہ پٿر، سرن جا ٽوٽا يا ٻيو ڪو سامان استعمال ٿيل نظر نٿو اچي.

فصيل ڪوٽ جي اندرين زميني سطح کان 22 فٽ بلند آهي، جيڪا قلعبندي جي لحاظ کان تمام وڏي اوچائي آهي. حالانڪ عمر جي لحاظ کان فصيل فٽ ڏيڍ بلندي ۾ بہ ڪاڄي وئي آهي. فصيل ڪاڄي وڃڻ بعد بہ ڏهہ فٽ کن ويڪري آهي. ويڪري فصيل هئڻ ڪري منجنيقن، توپن ۽ ٻين اچلائيندڙ مشينن کي چوري پوري سگهجي ٿو. ايتري ويڪري فصيل تي سپاهين جون ٻہ قطارون ورهي سگهن ٿيون. هڪ قطار مارن مان تير يا بندوق جا فائر ڪري سگهي ٿي ۽ ٻي قطار ڪنگرين يا پٽ جي مٿان ٻاهر باروت، بم، سرون ۽ تيل هاري يڪدم لڪي سگهي ٿي، جيئن دشمن جي جوابي حملي ڪري ڏڪجي نہ پون. ان کان سواءِ ٿهليل فصيل تي سپاهي هڪدم ڊوڙي وڃي فصيل تي گڏ ڪيل باروت يا پٿر وغيره کڻي وري ٻيهر حملو ڪري سگهن ٿا.

فصيل ويڪري هئڻ ڪري ان تي بيٺل ٻن سپاهين جي قطار کان سواءِ، ٻين سپاهين کي اچڻ وڃڻ ۽ حرڪت ڪرڻ ۾ تڪليف نہ ٿيندي. ايتري قدر جو جيڪڏهن ڪو زخمي ٿي پوي تہ کيس ليٽائي طبي امداد ڏيڻ کان پوءِ وڌيڪ ڌڪيل کي کڻي هيٺ تائين پهچائڻ ۾ بہ سهولت ٿيندي.

ڪتيالا بہ پنهنجي ڪتاب 'ارٿ شاستر' ۾ لکي ٿو تہ: "فصيل موڪري هجي، جيئن ان تي پٿر ۽ باروت وغيره ڍير ڪري سگهجي. ضرورت وقت انهن ذريعي حملي آورن کي مٿي چڙهڻ ۽ ڪوٽ جي ويجهو اچڻ کان روڪي سگهجي."

ڪوٽ جا برج ڪوٽ جي گهيري کان ٻاهر نڪتل آهن. ان ڪري ڪوٽ اندران مڪمل ڏيک ڏي ٿو ۽ ڪٿي بہ برجن يا ڪنهن ٻي رڪاوٽ ڪري نظرن کي اوٽ نہ اچڻ ڪري سپاهي سولائي سان هڪ ٻي تي نظر رکي سگهن ٿا. جيڪڏهن ڪوٽ اندر فصيل تي سپاهي

ڪنهن به هنڌ بيٺل هوندو ته هو سولائي سان فصيل توڙي ڪوٽ اندر موجود ماڻهن جي چرپر تي اتي بيٺي ئي نظر رکي سگهي ٿو. اهڙي طرح جيڪڏهن ماڻهو فصيل کان هيٺ ڪوٽ جي وچ ۾ بيٺو هوندو ته هو چئن پاڻ کي اونهي گول کوهه ۾ قيدي محسوس ڪندو. پر ان جي نظر به چوڌاري فصيل تي پئجي سگهي ٿي. فصيل جون ديوارون اندران لسيون ۽ سڌيون هئڻ ڪري انهن تي ڏاڪڻ کان سواءِ چڙهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.

**برج**

دليل ڪوٽ جي حفاظت ٻارهن برجن پنهنجي سر تي کنئي آهي. سڀ برج ذري گهٽ اڌ گول شڪل ناهن ٿا. صرف در جي چوڪيداري ڪندڙ برج هڏڪاٺ ۾ برجستو ۽ شاهڙ گول ناهي ٿو. اهو وڪڙدار برج ڪوٽ ۾ داخل ٿيندڙ کي روڪڻ لاءِ ٻانهون ڪنجيو بيٺو آهي. برج پٽ جي ڊيگهه جي متوازي 20 فٽ قطر وارو آهي ۽ پٽ سان عمود ناهيندڙ اڌ گول جو قطر 22 فٽ آهي. گولائي مائل برج جي اندران گهيرو 56 فٽ آهي. برج جي بناوٽ کي اڄڪلهه جي موجود ه جاميٽري جي فارمولا سان پيٽجي ٿو ته دليل ڪوٽ جي اڏاوت دور جي جاميٽري جي فارمولي سان بلڪل ٺهڪي اچي ٿي. دليل ڪوٽ جي برج جي تفصيلي بيهڪ جاميٽري مطابق گول جو گهيرو معلوم ڪرڻ لاءِ فارمولو آهي:

گول جو گهيرو =2II R

هت R نيم قطر ظاهر ڪري ٿي ۽ II جو Value 3.14 آهي.

ان مطابق برج جي اڌ گول جو گهيرو =10*3.41 31.41=

جيئن ته برج جو ڪل قطر 22 فٽ آهي. اسان اڌ گول جو گهيرو 31. 41 لڌو سين.

جيڪڏهن ان ۾ برج جي باقي حصي وارا فٽ شامل ڪنداسين ته:

31.41+12+=12

=55.41 فٽ

55.41 برابر آهن 55.6 فٽ.

اڄ به اسان جيڪڏهن دليل ڪوٽ جي ڪنهن به برج جو اندران گهيرو معلوم ڪنداسين ته اسان کي 55 يا 56 فٽن جي درميان ٿو ملي. ان مان دليل ڪوٽ جي برجن، ديوارن ۽ ڪوٽ جي ساري گهيري جي

بناوٽ موجوده فارمولن سان ملي اچي ٿي، جنهن مان لڳي ٿو ته دليل ڪوٽ کي ڊزائين ڪندڙ ۽ اڏيندڙ باقاعده جاميٽري ۽ انجنيئرنگ جو ماهر هو.

برج کي ٻاهر طرف، فرش کان 6 فٽ بلند ۽ 4 فٽ ويڪري اوٽ ڏنل آهي. هر برج ۾ مارن سان گڏ ٻه وڏا ڳڙکا آهن، جن مان گرم پاڻي هارڻ کان سواءِ ڪلن ذريعي ڳولا ٻاهر اڇلايا ويندا هئا. ڳڙکا برج جي اوٽ کي ٽن حصن ۾ ورهائن ٿا. برج جي ٻاهرين اوٽ ۾ يارهن ڪن تيراندازي/ بندوق بازي لاءِ مارا آهن. هڪ برج کان ٻي برج تائين 158 فٽ ڪمانيدار ديوار ڏنل آهي. ديوار جتي برجن سان ملي ٿي اتي ذري گهٽ 90 جي ڪنڊ ٺاهي ٿي.

برج هيٺان ويڪرا پر مٿي پهچي سوڙها ٿي وڃن ٿا. ان ڪري موجوده وقت ڪنهن ٻه برج کي ڏسبو ته اهو ٺڪر جي ڪُپڙي/ ڪوزي وانگر لڳي ٿو يعني برج جو هيٺان ترو ڪُپڙي جيان آهي. وچ تي سندس ڊيڊري ٻاهر نڪتل آهي. جنهن بعد مٿي اندر طرف جهڪاءُ اٿس، وري ٿورو مٿيرو هلي ڪنگرن وٽ جڻ ڪپڙي جا ڪنارا ٺاهي ٿو. برج قلعي جي مکيه ديوار کان ويهه پنجويهه فٽ ٻاهر نڪري اچن ٿا. اهڙي طرح اهي زميني سطح کان 30 فٽ ڪن بلند بيٺا آهن. برج جي مضبوطي جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته برج 26 فٽ قطر وارو آهي. ان ۾ 10 فٽ فصيل جي ٿوله ملائبي ته برج 36 فٽ ٿلهو ٿي وڃي ٿو. ايڏا ٿلها برج ٽوڙڻ انساني وس کان ٻاهر آهي. ان ٿلهي برج کي وڌيڪ مضبوط ڪرڻ لاءِ ان ۾ مضبوط ڪاٺ جا شهتير پڻ وڌل آهن، جيڪي اڄ به پختگي جو مثال قائم ڪيو بيٺا آهن. ان کان سواءِ برج ۽ ديوار جي اوساري ساڳي وقت گڏوگڏ ڪئي وئي آهي، ان ڪري ڪٿي به برج ۽ ديوار جي وچ ۾ جوڙنظر نٿو اچي.

## دروازو

دليل ڪوٽ جي شاهي دروازي جي بناوٽ به ٻين ڪوٽن جيان وڪڙ تي آهي، جيئن ڪوٽ تي هڪ ئي مهل ڪو وڏو حملو ٿي نه سگهي. مکيه دروازي کي ٻه وڏا برج پنهنجي آغوش ۾ لڪايون بيٺا آهن. سڄي هٿ وارو اوير برج جو وڪڙ، در کي نظرن کان لڪايو بيٺو آهي.

باقي ڪبي هٽ وارو اوله برج قلعي جي گولائي ۾ لڳل ٻين برجن جيان آهي. ٻنهي برجن جي وچ ۾ 23 فٽن جو لنگهه ڇڏيل آهي. ڪوٽ جي لنگهه ۾ اها ڳالهه محسوس ڪئي وڃي ٿي ته در جي بلڪل سامهون ٿوري فاصلي تي هڪ سڌي ننڍي ديوار ڏئي وردار لنگهه کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. ڇو جو پراڻي دور ۾ ڪوٽ جي در کي ڀڃڻ لاءِ وڏو گول شهتير Bettering ram ڪم آندو ويندو هو. ان وڏي شهتير کي ڪيترائي ماڻهو هٿن تي کڻي حرڪت ڏيندا هئا. پوءِ ڊوڙي ڊوڙي شهتير ڪوٽن جي درن کي زور سان هڻي در ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي هئي. ان کان پهريائين سڌاريل هاٿي پٽ يا در کي زوردار ٽڪر هڻندا هئا. هاٿين جي ٽڪر جو ٽوڙ اهو ڪيو ويو جو درن ۾ چُنهنبدار ڪل هنيا ويا. ڪلن جي ڪري هاٿي ڌڪ هڻي نه سگهيا ته پوءِ اهڙا شهتير ڪتب آندا ويا. پر دليل ڪوٽ ۾ در کي ڊوڙي ڌڪ هڻڻ کان محفوظ رکڻ لاءِ در جي سامهون ٻاهرين پاسي کان ڪجهه فاصلي تي هڪ ديوار ڏني وئي آهي. جيئن ڊوڙي شهتير هڻي ڪو ڀرپور حملي نه ڪري سگهي نه ئي هڪ مهل در اڳيان گهڻا ماڻهو گڏ ٿي سگهن.

ان کان سواءِ لنگهه ذريعي در تائين پهچڻ ۾ حملي آور چوڏاري وڪوڙجي وڃي ٿو. غنيمن کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪوٽ جي حفاظت ڪندڙ سپاهي هڪ ئي وقت ٻن برجن کان سواءِ برجن کي ملائيندڙ ديوار جي اوٽ ۾ در مٿان ديوار ۾ لڪي ڪاهيندڙ سان ڀرپور مهاڏو اٽڪائي سگهن ٿا.

در وٽ برجن ۽ ديوارن جي بلندي ٽيهن فٽن کان مٿي آهي. ان ڪري دفاعي لحاظ کان ڪوٽ جو بچاءُ ڪندڙ چوڪيدار دروازي وٽ آيل حملي آورن جي بلڪل مٿان تارون تي بيٺان آهن. مٿان اڇلايل سر به حملي آورن کي ڪچومر ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي. ان جي ڀيٽ ۾ حملي آور هيٺ جڙ ڪوهه ۾ قاتل هئڻ ڪري سولائي سان مٿي حملو نٿو ڪري سگهي هن کي پاڻ بچائڻ يا اڳتي وڌڻ لاءِ جڙ آسمان سان جنگ جوٽڻي پوي ٿي. ظاهر آهي، ماڻهو پنهنجي آس پاس ۽ سامهون سولائي سان وڙهي سگهي ٿو. پر پنهنجي ٽڪڻ مٿان حملو روڪي يا وڙهي نٿو سگهي.

## شاهي دروازو

ڪوٽ جي بچاءُ ۾ دروازا ۽ ديوارون وڏو حصو وٺن ٿيون. ڪيترائي هٿيار ڪوٽ جي ديوارن ۽ درن جي مٿان ۽ ڏيڍين ۾ ويٺل سپاهي استعمال ڪندا آهن، جنهن ڪري ڪوٽن کي هڪ ڪان وڌيڪ در ۽ ديوارون ڏنيون وينديون آهن. دليل ڪوٽ جي بچاءَ لاءِ ٻن شاهي دروازن کان سواءِ دمدمو ڏنو ويو آهي.

دليل ڪوٽ جي لنگهه جي ور کان پوءِ سامهون واري ديوار ۾ اتر منهن هڪ سپاهي در آهي. دروازو مٿي پهچي وچ تي هڪ سهٽو محراب ٺاهي ٿو. ان محرابدار دروازي جي زمين کان چوٽي تائين بلندي 25 فٽ ۽ سندس ويڪر 15 فٽ آهي.

هندن جي ڪتاب 'متسيا پراڻ' ۾ آهي تہ: "قلعي جو مکيہ در پختو ۽ وڏو هجي، جيئن هاٿي تي ويٺل بادشاهہ پنهنجي جهنڊي سميت اتان گذري سگهي."

دروازي ۾ تعجب جي ڳالهہ اها آهي تہ ان جي مٿان اوٽ ۾ ڪوبہ مارو يا ڳڙکي نہ ڇڏي وئي آهي. حالانڪ ٻين ڪوٽن ۾ ان ديوار کي مارا ۽ ڳڙکيون ڏئي وڌيڪ محفوظ بڻايو ويو آهي. لڳي ٿو تہ ديوار کي اوٽ بڻائي ئي حملي آورن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي هوندي.

شاهي دروازي کي ٿي سگهي ٿو تہ پراڻي زماني ۾ چنهبدار ڪلين وارو ڪاٺ جو در لڳل هجي، هن وقت موجوده ڪوٽ جي مالڪن نئون در هڻايو آهي. دروازي جي تازي مرمت 1951ع ڌاري ڪرائي وئي آهي.

دليل ڪوٽ جي جنهن ديوار ۾ در لڳل آهي، اها ٻين ديوارن جي بنسبت عمودي آهي، ڪوٽ جون ٻيون سڀ ديوارون اندر سلامي ٺاهِن ٿيون. هن وقت صرف ان دروازي واري پٽ ۾ ٻاهران ۽ اندران سرون لڳل آهن، نہ تہ ساري ڪوٽ جي ديوار ۾ ڪٿي بہ ايڏي بلندي تائين سرون نہ آهن.

دروازي ۾ اندر گهڙڻ سان 22 فٽ ڊگهي ڏيڍي اچي ٿي. ڏيڍي ۾ ٻنهي پاسن کان سپاهين جي ويهڻ لاءِ محرابدار چوڪيون ٺاهيون ويون آهن، جن جي ڇت زمين کان 10 فٽ مٿي، ديگهہ 11 ۽ ويڪر 10 فٽ آهي. ڏيڍي مان گذري اچڻ بعد دروازي جي ساڄي پاسي اوپر ۾ هڪ ٻي

چوڪيدارن جي محرابدار ڪوٺي آهي. ان سهٽو ڏيک ڏيندڙ ڇت واري ڪوٺي جي ڊيگھ 16.8 ۽ ويڪر 8.8 فوٽ آهي. هي ٻاهرين وڏي برج هيٺان ٺهيل ڪوٺي پهرو ختم ڪندڙ محافظن جي آرام گاهه آهي.

پهريون دروازو لنگهي اچڻ بعد ماٿهو پاڻ کي هڪ دمدمو Barbi-cane ۾ قيد محسوس ڪري ٿو. اهڙي قسم جو دمدمو ۽ دروازو اسان کي سنڌ ۾ غلام شاهه ڪلهوڙي جي مزار واري قلعي ۾ نظر اچي ٿو. ان کان سواءِ ساڳي قسم جو در ۽ دمدمو هندستان جي بيجاپور قلعي جي هڪ در جي سامهون ٺهيل ملي ٿو. بيجاپور جي قلعي مان لڌل هڪ ڪتبي مان ان جي اڏاوت 75-1074ع ۾ هٿ آئي آهي. ان در جو منهن منگولي شهر ڏي هئڻ ڪري در جو شروعاتي نالو منگولي در هو پر جڏهن اورنگزيب بيجاپور فتح ڪيو ته هن در جو نالو فتح دروازو رکيو. بيجاپور جي قلعي کي پنجن دروازن مان رڳو فتح در دليل ڪوٽ جي دروازي جهڙو آهي.

دليل ڪوٽ جي دمدمو جي ڊيگھ 51.3 ۽ ويڪر 49.4 فٽ آهي. دمدم اوپر پاسي کان گولائي واري پٽ سان بند آهي. هي پٽ ڏکڻ پاسي وچي ڪوٽ جي ٻاهرين وڏي اوپر برج سان ملي ٿي ۽ اتر طرف اچي ڪوٽ جي فصيل سان لڳي ٿي. دمدمو جي ڏکڻ پاسي واري پٽ 14 فٽ کن ٿلهي آهي، جيڪا 194 فٽ پنڌ ڪري اوپر شاهي برج سان ملي ٿي. دمدمو جي ڏکڻ ۽ اولهه دروازن واريون سڌيون پٽيون هڪ ڪنڊ ٺاهن ٿيون. دمدمو ۾ پهچڻ بعد حملي آور کي زورائتي مزاحمت سان منهن ڏيڻو پوي ٿو. ڇو جو دمدمو، دروازن توڙي فصيل مٿان بچاءُ ڪندڙ، دشمن کي روڪڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪندا.

## اندريون دروازو

دمدمو ۾ پهچڻ بعد ڪوٽ اندر داخل ٿيڻ لاءِ کٻي هٿ تي اولهه طرف هڪ ٻيو شاهي دروازو آهي. دروازي جي ٻاهران ٻنهي پاسن کان 17.6 فٽ ڊگھي ديوار ۾ چوڪيدارن جي ويهڻ لاءِ 8 x 8 فٽن جون ڪوٺيون ٺهيل آهن. ڪوٺين جي پٽين ۾ سرون سمهاري استعمال ڪيل آهن. پر ڪوٺي جي ٻاهرين پٽ جي چئن پنجن فٽن جي بلندي کان ۽ دروازي جي مٿان محراب بيهارڻ لاءِ سرون پاسيريون هنيون ويون

آهن. پهريدار جي هر ڪمري ۾ سامهون واري ديوار ۾ محرابدار جارن جهڙا نشان آهن. انهن محراب نما جارن ۾ ڪي الڳ سرون استعمال ڪيل نہ آهن پر سهڻي اچي مسالي سان جوڙيون ويون آهن. ڪندن وارا جارا ڪمري جي پاسن وارين پٽين سان ٺلهي مسالي جي تهن ذريعي ڳنڍيل آهن. انهن جارن جي هيٺان لڳي ٿو تہ تختو وغيره لڳايو ويو هو، جنهن تي اسلحہ يا چوڪيدار پنهنجي ضرورت جو سامان رکندا هوندا. اهڙن تختن جا نشان انهن حصن ۾ واضح ملن ٿا.

ڪوٽ ۾ محرابدار جارن کان سواءِ اهڙي قسم جي محراب گهٽ هنڌن تي ناهي وئي آهي. پنهي شاهي دروازن جون ڇتيون بہ اهڙي قسم جي محراب ناهن ٿيون. ان کان سواءِ بہ چوڪيدارن جي ڪوٺين جي در جي شڪل بہ محراب جوڙي ٿي. ڪوٽ جون ساريون ڪنگريون بہ محراب دار آهن.

دهليل ڪوٽ ۾ ناهيل محراب جي طرز ڪجھ قدر گاٿڪ عمارت سازي جي وچين دور جي Ogee محراب سان ملي ٿي.

اسان جڏهن برصغير جي عمارتن ۾ ڪتب آندل محرابون دليل ڪوٽ سان ڀيٽيون ٿا تہ اسان کي مغل دور ۾ اهڙو محراب نظر اچي ٿو، جيڪو ٿورو چنهنبدار ويڪرو ۽ هيٺ طرف پاسن کان محراب جي خاتمي تي هلڪي ڪنڊ ناهي ٿو. اهڙا محراب سورهين ۽ سترهين صدي عيسوي ۾ وجود ۾ آيا.

دليل ڪوٽ ۾ مغل دور سان ملندڙ جلندڙ محراب لڳن ٿا تہ بعد ۾ ٽالپورن جي دور ۾ مرمت دوران سڌاريا ويا آهن. ڇو جو اسان کي ان قسم جا محراب ميرن جي دور ۾ ٺهيل ڪوٽ ڏجي جي قلعي جي ٻئي نمبر دروازي مٿان جاري Nichee جي صورت ۾ اڪريل نظر اچن ٿا. دليل ڪوٽ جي اندرين دروازي جي ويڪر 15 فٽ ۽ اوچائي 23 فٽ آهي. دروازي مٿان ڏيڍ فٽ ٺلهي سرن جي ڇت رکيل اٿس، جيڪا اڄ بہ خوبصورتي ۽ مضبوطي جو مثال قائم ڪيون بيٺي آهي. موجوده وقت ان دروازي ۾ ڪوبہ ڪاٺ وغيره جو در لڳل نہ آهي. البت دروازي جي اندرين ڇيڙي مٿان شهتير هجڻ جا آثار سوراخن جي صورت ۾ پٽين ۾ موجود آهن، پر مقامي ماڻهن جي چوڻ مطابق اهي بعد جي دور جا آهن.

ٻئي دروازي مان اندر گهڙڻ سان 27.6 فٽ ڊگهي ڏيڍي آهي. ڏيڍي جي ٻنهي پاسن کان ساڳي نموني چوڪيدارن جي ويهڻ لاءِ 8 x 8 فٽن جون جايون آهن.

ڪوٽ ۾ ٻنهي درن جي اندر ڏيڍي ۾ ڇتن جي هيٺان ٻنهين ۾ هر پاسي کان چار چار محراب دار جارا آهن. جارا بلڪل ڇت جي ويجهو ۽ زمين کان ارڙهن فٽ کن بلند آهن. ايڏي اوچائي تي جارن جي موجودگي سمجهه ۾ نٿي اچي. ڪن جو خيال آهي ته جيئن ته ڇت محرابدار آهي، ان ڇت کي بيهارڻ لاءِ هيٺان ٽيڪ ڏئي انهن جارن ۾ ڪواز رکيا ويا هوندا ۽ بعد ۾ اتان ٽيڪ ۽ ڪواز ڪڍيا ويا آهن.

اندرين در جي ڏيڍي پار ڪرڻ سان ئي ڪوٽ اندر پهچي وڃجي ٿو. ڪوٽ جي اندر دروازي جي ٻنهي پاسن کان ڏکڻ ۽ اتر ۾ دروازي توڙي فصيل مٿان چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻيون آهن. اتر پاسي واري ڏاڪڻ هن مهل هڪ سرن جي ڍير ۾ تبديل ٿي چڪي آهي، باقي ڏکڻ واري ڏاڪڻ کي بعد ۾ مرمت ڪرائي استعمال ۾ آندو ويو آهي. ڪوٽ جي بچاءُ ۽ مٿي چڙهڻ لاءِ اسان کي صرف دروازي وٽ اهي ٻه ڏاڪڻيون نظر آيون، جتان چڙهڻ بعد سپاهي ساري فصيل ۽ برجن ۾ ٽڙي پکڙي مورچابند ٿي ويندا هوندا. ظاهر آهي ته محافظن کي انهن ٻن ڏاڪڻين ذريعي ڪوٽ جي مٿان هڪ هنڌ کان ٻي هنڌ تائين پهچڻ لاءِ وڏو وڪڙ ۽ پنڌ ڪرڻو پوندو هوندو، جيڪا تمام دقت طلب ڳالهه آهي. ٿي سگهي ٿو ته فصيل تي چڙهڻ لاءِ ٻيون عارضي ڪاٺ جون ڏاڪڻيون ڪتب آنديون وينديون هيون.

**ڳجهو در**

ڪوٽ جي اوپر مکيه دروازي کان سواءِ، ٻين ٽن طرفن، اتر، ڏکڻ ۽ اولهه کان به ڳجهن درن ذريعي ڪوٽ ۾ گهڙي سگهبو هو. اهي ڳجها در جنگ جي دور ۾ سامان و رسد لاءِ ڪتب آندا ويندا هوندا. خطري وقت ماڻهو انهن لڪل درن مان ٻاهر ٻجي جان ڇڏائيندا هوندا، جيئن ڇچ نامي ۾ آهي ته "قلعي جي گهيري وقت واپاري دروازي مان نڪري هندستان هليا ويا." ان کان سواءِ اهي ڳجها در راتاهي هڻڻ ۽ حملي آورن تي اوچتو حملو ڪرڻ لاءِ به ڪارگر ٿي سگهن ٿا.

دليل ڪوٽ ۾ موجوده وقت اتر ۽ اولھ ڳجھي دروازي کي سرن سان بند ڪيو ويو آهي. صرف ڏکڻ در ڪليل رکيو ويو آهي. تازي مرمت بعد ٻاهرين پاسي کان در گھٽي ضرورت پٽاندڙ کوليو وڃي ٿو. در جي مضبوط ڪرڻ لاءِ پڪين سرن جا ٿلھ ۽ شهتير ڏنا ويا آهن. ڏکڻ ڳجھو در ٻن برجن جي وچ واري ديوار ۾ آهي. دروازي جي ويڪر 4.6 فٽ اوچائي 6.9 فٽ ۽ لنگھ جي ڊيگھ 20 فٽ آهي. لڳي ٿو ته دروازو شروعات ۾ اجا ننڍو هوندو، ڇو جو ان جي ڇت ڪاڇي وڃڻ بعد ٻ اها ماپ نھي ٿي. ساڳي طرح ان جي ويڪر سان ٻ بعد ۾ هٽ چراند ٿيل لڳي ٿي. در کي ٻنهي پاسن کان پٽين ۾ سرن جا ڇٽن فٽن جي بلندي تائين ٽن فٽن جا ٿلها پشتا ڏنا ويا آهن. ان مان محسوس ٿئي ٿو ته ڪوٽ جي اڏاوت مهل ئي هي در ڇڏيو ويو آهي. هن وقت ٻ در جي ڇت کي شهتير وغيره نه هئڻ ڪري در مٿان سوين مڻ مٽيءَ جو بار آهي، تنهن مان در جي ڇيڪي مٽي جي مضبوطي جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. ڪوٽ جي اندران بيهي جڏهن ان غار نما در ڏي ڏسجي ٿو ته اندازو ٿئي ٿو ته ڪوٽ جي اندرين پاسي کان ٻ اوائلي دور ۾ ڪو ننڍڙو در لڳل هو، جيڪو هاڻي اتي موجود نه آهي. پر ان جي پٽين، چانئٽ ۽ شهتير جي هجڻ جا آثار ڪُڏڪٽن جي شڪل ۾ موجود آهن.

### شهتير ڳڙکيون، مارا ۽ ڪنگريون

منو مهراج جي چوڻ مطابق "هڪ قلعي جي پٽ تي ويٺل تيرانداز، ٻاهران بيٺل سو ماڻهن سان وڙهي سگهي ٿو."

دليل ڪوٽ ۾ تيراندازي/ بندوق بازي جي لاءِ ٺاهيل مارن جو تعداد ڪافي آهي، جيڪو جملي 308 بيهي ٿو. هر برج ۾ تقريباً ست کن مارا آهن ۽ ٻن برجن کي ڳنڍيندڙ ديوار ۾ ايڪويھ مارا ٺاهيا ويا آهن. ڪوٽ جي ديوار ۾ جتي ٻ ٻہ ڪنگريون پاڻ ۾ ملي ڪنڌ ٺاهين ٿيون، اتي هڪ ماري جو وجود آهي. ماري جي ويڪر هڪ فٽ ۽ ڊيگھ ٻہ فٽ آهي. ديوار جي ويڪر مطابق سندس ٿولھ ٻہ چار فٽ آهي. ڪوٽ جي فصيل تي بيهي ماري مان ٻاهر ڏسڻ لاءِ ماري کي مٿان توڙي هيٺان زمين طرف لهوارو ڪري جهڪايو ويو آهي، جيئن ٻاهر هيٺ سولائي سان نظر پئجي سگهي. ماري جي ٻاهران ڊگهي سڌي نالي هلي هيٺ زمين تائين اچي ٿي.

اهي نيسارا پڪن سرن جا جڙيل آهن. نيسارا ٻاهران ديوار جي هيٺان بلڪل تري وٽ ڦهچندڙ دشمن يا مٿي چڙهندڙن جي حملي کي روڪڻ لاءِ ڪم اچڻ کان سواءِ ڪوٽ جي ديوار ۾ برسات جو جمع ٿيل ۽ چوسيل پاڻي به ٻاهر ڪڍن ٿا. مارن جي هيٺين پاسي واري سر لهواري هئڻ ڪري مارو پاڻي جو گهڻو مقدار هيٺ اچلي ٿي. برسات جو پاڻي وهڻ ڪري نسارا ڪيترائي فٽ ڪوٽ جي اندر گهارا ڪري ويا آهن. ان ڪري ديوار ۾ مارن ۽ نيسارن وارو حصو اندر آهي باقي ڪنگرين وارو حصو ٻاهر تي اڀريل نظر اچي ٿو. ديوار ۾ اهي گهارا زمين کان ٽن چئن فٽن جي بلندي تائين تمام واضح آهن.

ماري جي اندران بناوٽ اهڙي آهي، جو ان جي مٿين پاسي تي لڳل سر ڇڻ ٽوپي وانگر ڇت ناهي ٿي. ماري مان ٻاهر جهاتي پائڻ سان ديوار جي ويجهو کان سواءِ ڪافي ڏور تائين نظر ڊوڙائي سگهجي ٿي.

ماري مان ڏسندڙ ۽ ڪوٽ جو بچاءُ ڪندڙ، ٻاهرين دشمن کان ايترو ته لڪل آهي جو سند بدن جي ڪنهن حصي جو ٻاهران نظر اچڻ ڪافي مشڪل آهي. فصيل تي بيٺل محافظ جون صرف اکيون يا تير ڇوڙڻ/ فائر ڪرڻ مهل سندس جسم جو ڪجھ حصو هيٺان نظر اچي سگهي ٿو، جنهن کي ٻاهران نشانو بڻائڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.

ان کان سواءِ ماري جون اندريون ديوارون ٿلهيون هئڻ ڪري، ڪوٽ اندر لڪل ماڻهو تي هيٺان وڏ ۾ وڏ نڪ جي سِڌ ۾ حملو ڪري ڏکي سگهجي ٿو. ٽورو ڪهي يا سڄي پاسي کان ڪيل حملي کي مارن جون اندريون ٿلهيون ديوارون روڪي ڇڏينديون.

## ڳڙکا

ڪوٽ جي ٻارهن برجن ۾ هر برج ۾ ٻه ڪن توپن جا ڳڙکا آهن. ان ڪري ڪوٽ جي ڳڙکن جو ڪل تعداد چوويھ ٿي وڃي ٿو، باقي ساري ڪوٽ جي ديوار ۾ ڪٿي به ڪو ڳڙکو نظر نٿو اچي. ڳڙکا بلڪل ڪليل حالت ۾ آهن، جن مان منجنيق، توپ جي گولي کان سواءِ گرم پاڻياٽ هيٺ اڇلي سگهجي ٿي. ڳڙکن جي موجودگي ڪري برج جي ٻاهرين ديوار ٽن حصن ۾ ورهائجي وڃي ٿي. ڳڙکن جي ويڪر 6 فٽ، ٽولھ 4 فٽ ۽ اوچائي 5.3 فٽ آهي. برج ۾ مارن جي پرسان ٻنهي

پاسن کان مارا بہ ڏنل آهن. ڳڙکي جو هيٺين ترو برج جي پليٽ فارم سان مليل آهي، جنهن ڪري برج مٿان رکيل پٿر وغيره سولائي سان ريڙهي هيٺ اڇلي سگهجي ٿو. ڳڙکا گهٽو ڪري برج جي سامهون حملي ڪي روڪڻ لاءِ ڪم اچن ٿا. باقي پاسن کان ڪوٽ جي ديوار تي حملو ڪندڙ کي ان ذريعي نشانو نٿو بڻائي سگهجي. ڳڙکن کي مارن وانگر پٽ ۾ نيسارا نہ ڏنا ويا آهن.

## ڪنگريون

دليل ڪوٽ کي ڏور کان ڏسجي ٿو تہ ڪوٽ جون ڪنگريون اهڙو ڏيک ڏين ٿيون، ڄڻ اٺن جو وڳ قطار ڪيون ريگستان مان گذري رهيو آهي. ڪنگرين جون چوٽيون اٺ جي ٿوهن جيان اڀيون بيٺيون آهن. ٻن ڪنگرين جي وچ ۾ نظر ايندڙ ڳڙکيون اٺن جي ٽنگن جو ڏيک ڏين ٿيون. ڪنگرين جي ڪري ڪوٽ جي خوبصورتي ۾ واڌارو اچي ويو آهي. ڪنگريون ٻاهرين ديوار جي ڪلهن تي 1.8 فٽ اڀيون ڪر ڪنيو بيٺيون آهن ۽ انهن جي ويڪر 3.7 فٽ آهي.

## ڪتابيات


- چچ نامو- مرتب نبي بخش بلوچ
- تحفتہ الڪرام- مير علي شير قانع
- تمدن اسلام- جرجي زيدان
- تاريخ سنڌ- سيد ابو ظفر ندوي
- المسلڪ ولممالڪ- ابن خرداد
- نزهت المشتاق- الادريسي
- ڪڇ اتهاس- رام سنگھ راٺوڙ
- وادي هاڪڙه ۽ ان جا آثار- صديق طاهر
- ارٿ شاستر- ڪتيالا
- جنت السنڌ- رحيم داد مولائي شيدائي

- دهليل ڪوٽ (مضمون- مهراڻ) حامد علي خان
- دهليل ڪوٽ (مضمون)- حامد علي خان
- Sindh before the Muslim Conquest- H.T Lambric
- Sindh Re- interpretation of unhappay valley- Abbott
- The Mehran of Sindh- H.G. Raverty
- Chronological Dictionary of Sindh- M.H Panhawar
- Indus Delta Country- Hag
- Ground water- M.H. Panhawar
- Imperial Gazetter

# جاکي بندر/ لاهري بندر

پراڻي زماني ۾ واپار جا ٻه ذريعا هوندا هئا: هڪڙو بري ۽ ٻيو بحري. ڪنهن ب ملڪ جو وڏي بري رستي تي هجڻ يا ڪنهن بندر جي ويجهڙائي ان ملڪ جي خوشحالي جو باعث هوندو هو.

سنڌ هڪ اهڙو خطو آهي، جيڪو ٻنهي ذريعن سان ان وقت جي ڄاڻو دنيا سان ڳنڍيل هو. سنڌ جا ڪنارا بندرگاهن لاءِ موزون هوندا هئا، ان ڪري ڏيساور سان سنڌس واپاري ۽ ثقافتي تعلق سمنڊ رستي ب هوندو هو. جهازن جي بناوت ۾ ڦيرو اچڻ بعد سامونڊي سفر خشڪي جي سفر کان سهنجو ۽ جلد ٿيڻ لڳو، ماڻهن پنهنجي واپار کي ان ذريعي وڌيڪ فروغ ڏنو. قومن جتي پنهنجي بچاءَ لاءِ جنگي ٻيڙا تيار ڪيا، اتي پنهنجي واپار لاءِ انهن مضبوط ۽ وڏا جهاز ب تيار ڪيا. آهستي آهستي خشڪي رستي واپار ويو گهٽبو ۽ ماڻهن سامونڊي سفر کي ترجيح ڏني. سنڌ جي ڪنارن تي ڪافي بندر هوندا هئا، جتي ٻاهريان واپاري پنهنجو مال لاهيندا ۽ سنڌ جو مال اتان کڻي واپس ورندا هئا.

قدرتي عنصر هوا، پاڻي ۽ مٽي جتي هڪڙن بندرن جي تباهي جو ڪارڻ بڻيا، اتي انهن نوان بندر پيدا ڪيا. اسان جي سنڌ جا ڪافي بندر اڳين زماني ۾ واپار لاءِ ڪليل هئا. انهن تي وڏا مضبوط ڪوٽ ۽ مشهور شهر اڏيل هئا. تن مان ڪافي وقت جي نظر ٿيڻ ڪري سنڌن تاريخن ۾ نالو وڃي بچيو آهي، هن وقت سنڌن جاءِ وقوع جو پتو ب مشڪل آهي.

تاريخدانن ۽ سياحن ڪافي وقت کان جاکوڙ شروع ڪئي آهي ت هو انهن گمشده بندرن ۽ شهرن کي ڳولي هٿ ڪن. جيئن راءِ، برهمڻ ۽ عرب دور ۾ سنڌ جو مشهور بندرگاهه ديبل هو، جنهن جو اڄ ب صحيح ڏس پتو نٿو ملي. ان بندر جو آخري دفعو 1212ع ۾ جلال الدين خوارزم شاهه جي سنڌ تي حملي مهل ذڪر ملي ٿو، جنهن ان بندر کي ڦريو لٽيو ان بعد ڄڻ بندر کي زمين ڳيهي وئي. البت تاريخ جي ورقن ۾ ان جو نالو

هلندو ٿو رهي. ماهر چون ٿا ته ديبل جو زمين تان لاپتا ٿيڻ جو سبب ڪو زلزلو يا تباهي نه آهي، پر فطري عنصر آهن. ان بندرگاهه وٽ قدرتي طرح ايتري مٽي گڏ ٿيڻ شروع ٿي جو بندر تانگهو ٿي ويو ان ۾ جهازن جا پيٽ گسڻ لڳا. آخر جهازن جو لنگهڻ مشڪل ٿي ويو. نتيجي طور ان بندر جي جاءِ تي هڪ ٻي بندر کي عروج مليو، جيڪو ملڪان ملڪ مشهور ٿيو، ان نئين بندرگاهه جو نالو لاهري بندر پيو. انگريزن جي دور تائين گهوڙا ٻاري، شاهه بندر، ڏاراجا، جونا شاهه، ڪيٽي بندر، جاڪي بندر جو ذڪر ڪتابن توڙي سيني به سيني هلندو اچي ٿو.

## جاڪي بندر/ لاهري بندر

'انڊس ايڪسپيڊيشن' ۽ 'ديبل جي ڳولا' مهم دوران سنڌ جي ڊيلٽا ۾ اڪثر اچڻ وڃڻ ٿيندو رهيو آهي. ان مان ڪيترا ڀيرا جاڪي بندر جي کنڊرن ڦولهڻ ڪري رات گذارڻ جو اتفاق به ٿيو. هر ڀيري جاڪي بندر جي کنڊرن کي ووڙڻ سان گڏ، ڪتابن جا ورق ورائڻ سان تاريخ جون ڪيتريون گهنجريل ڳالهيون سلجهنديون وڃن ٿيون.

ان مهم دوران ڪيترائي گمشده تاريخي ماڳ ڳولڻ جو موقعو ملي ويو. ان مان هڪ پراڻو تاريخي ماڳ لاهري بندر به آهي. اسان نقشن توڙي تاريخي حوالن سان لاهري بندر کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪيون ٿا ته آگر اچي لاهري بندر جي جاءِ موجوده جاڪي بندر ٻڌائي ٿي. لاهري بندر جي ڳولا لاءِ اسان ٻن نقشن جي مدد وٺي سگهون ٿا. پهريون نقشو جيڪو انگريز دور ۾ 1898ع ڌاري تيار ڪيو ويو هو. ان نقشي مطابق لاهري بندر جي جڳهه 37، 67.24 اوڀر ۽ 49، 37، 29 اتر بيهي ٿي. بندر جي ان بيهڪ کي جيڪڏهن موجوده 1979ع واري نقشي سان ڀيٽينداسين ته پراڻي نقشي ۽ نئين نقشي واري بيهڪ پاڻ ۾ نهڪي اچن ٿيون. ان کان سواءِ ٻنهي نقشن ۾ بندر جي بيهڪ ڪڏي ڪاري جي اڀ مٿندڙ حصن سان ملي اچي ٿي. جيئن نقشي ۾ سرزمين تي ڪو به ٻيو ايڏو وڏو اهڃاڻ نظر نٿو اچي جنهن مان ڪنهن غلط فهمي جي گنجائش نڪري، ان ڪري وثوق سان چئي سگهجي ٿو ته جاڪي بندر وارو موجوده هنڌ ئي لاهري بندر آهي صرف نالي جو فرق آهي- ناٿن ڪرو 1799ع ۾ ان جي تباهي جو ذڪر ڪيو آهي. موجوده وقت (1993ع)




ڊيلٽا ۾ قائم ڪوٽن جي پوزيشن

۾ ان ڳالھ کي ذري گھٽ ٻه سو سال گذري ويا آھن. ان ڪري مقامي ماڻھن ان غيرآباد جاءِ کي پنھنجي ڄاڻ مطابق جيڪو نالو سمجھيو ڏنو آھي. جيئن اڄ ٻه مھاڻا ڪي ان کي جاڪي بندر، جانڪي بندر، جونا شاھ بندر، قبي يا ڪبي ٻه سڏين ٿا. منھنجي سامھون رکيل ٻنھي نقشن 1898ع ۾ 1979ع جي وچ ۾ 81 سالن جو وقفو آھي. موجود نقشي ۾ جاڪي بندر جي بيھڪ 11، 22 67 ۽ 41، 37 28 اتر بيھي ٿي. ان لحاظ کان نقشي ۾ ڊگرين جي لحاظ کان ٻه معمولي فرق آھي، جيڪا ڪنھن ٻه نقشي جي غلطي ٿي سگھي ٿي. اندازو اھو آھي ته پراڻي نقشي ۾ ڪجھ غلطي ھوندي ڇو جو ان دور ۾ سَرَوي ۽ ماپن جا ايترا نفيس ۽ ڪمپيوٽرائزڊ اوزار نه ھئا. 1898ع واري نقشي کان اڳ جنرل ھيگ پڻ لاھري بندر ساڳئي ھنڌ ڏيکاريو آھي. 1805ع وارو سنڌ جو نقشو جيڪو برطانوي پارليامينٽ جي باقاعده منظوري کان پوءِ شايع ٿيو ھو، تنھن ۾ ڊبليو ونسنٽ لاھري بندر ساڪرو شاخ جي ڇپاڻي تي ڏيکاريو آھي.

اوائلي زماني کان سنڌو ڊيلٽا جي ڊيگھ ويڪر ۽ وھڪرن ۾ تبديلي ايندي رھي ٿي. تنھن ھوندي ٻه موجوده نقشي ۾ وھڪرن جي بيھڪ کي 1898ع واري نقشي سان ڀيٽي سگھجي ٿو. خاص ڪري ان مقام پرسان، ونگو ۽ راھڙ کاري چڱي طرح سمجھڻ ۾ مدد ڏين ٿيون. موجوده وقت ٻه بندر جا آثار ھلال شڪل جھڙي ڀيٽ تي آھن. ان جون ڪجھ جايون پاڻي جي وچ ۾ وير واري کاري ۾ اچي ويون آھن، 1898ع واري نقشي ۾ اھي ڪناري تي موجود ھيون، ان مان سمجھي سگھجي ٿو ته ھن ڊيلٽائي خطي ۾ اڳ کان ڪافي تبديليون اچي چڪيون آھن. فرينچ آرڪيالاجسٽ مونيڪ جي چوڻ مطابق "ايندڙ ڏھن سالن اندر نئين کاري ۾ واڌ ايندي ۽ ڀيٽ تي موجود قلعي جي سرن وارين ديوارن لاءِ نقصانڪار ٿيندي... ان کانسواءِ اوڀارين ڪناري تي کاڌ ٿي رھي آھي. موجوده قلعي جي سطح شروعاتي سطح کان ٿي فٽ کن مٿي آھي. ٽن فٽن جو ته پنجن صدين ۾ اچي چڪو آھي. ھن وقت جون حالتون ٻڌائين ٿيون ته وڏيون لھرون ان کي ڊِڪي ڇڏينديون"

ان مان ثابت ٿئي ٿو ته صدين کان ان ڊيلٽائي حصي واري شڪل










جاڪي بندر تي مختلف وقتن تي پاڻيءَ جي واڌ

توڙي متانهين سطح تي وڏي ڦيرڦار آئي آهي. موجوده جاڪي بندر کي پراڻو لاهري بندر چوڻ ۾ ڪا به هبڪ ٿيڻ نه کپي. نقشن کان سواءِ اسان جيڪڏهن مختلف ڪتابن ۾ اوائلي دور ۾ لاهري بندر جي بيهڪ جو اڀياس ڪنداسين ته به اسان کي اهي مدد ڏيڻ لاءِ تيار بيٺا آهن. جيئن البيروني لاهري بندر کي 10 صدي عيسوي ڌاري مهراڻ جي اولهندي ڪناري تي ديول بندر کان 12 فرهنگ (36 ميل) پري ڏسيو آهي. ابن حرداذ اصطخري، مقدسي ۽ مسعودي به ان ڳالهه تي متفق آهن ته ديبل به مهراڻ جي چوڙ جي اولهندي طرف ۽ هن کان گهٽو پري عربي سمنڊ جي ڪناري واقع هو. البيروني کان چار صديون پوءِ ابن بطوط به سيوهڻ مان سير ڪندو ٻيڙي ذريعي لاهري بندر پهتو هو. ان دور ۾ شهر ۾ سمنڊ کان اولهائين طرف کان اچي سگهجي پيو. ندي ذريعي شهر ۾ داخل ٿيڻ لاءِ اتر اوڀر طرف هو ۽ جيڪڏهن خشڪي ذريعي ڪو اچڻ چاهي ته هو اوڀر پاسي کان شهر ۾ اچي سگهي پيو- اهي حوالا به ڪجهه نه ڪجهه لاهري بندر جي بيهڪ سمجهڻ ۾ ٻانهن ٻيلي ٿين ٿا. اهوئي سبب آهي جو جاڪي بندر کي لاهري بندر ڪوٺڻ ۾ ڪو امر مانع نه آهي.

ان کان سواءِ لاهري بندر کان نڪرندڙ واهه جنهن کي نارقي واهه سڏيندا هئا اهو نٽي جي پرسان اچي لنگهندو هو. سمنڊ کان نٽي تائين مال اچڻ وڃڻ لاءِ اهو به هڪ رستو هو. ان جو ذڪر ميرعلي شير قانع پنهنجي ڪتاب 'تحفه الڪرام' ۾ ڪيو آهي ته، "مرزا عيسيٰ خان جي ڏينهن ۾ فرنگين جي ٻؤ کان لاهري بندر واري ڪاري کان لاهري بندر جي دڪي تائين، ڪاري مان نڪرندڙ نارقي واهه ڪشادو ۽ اونهو هو. جنهن مان وڏا ٻيڙا ڪاري کان دڪي تائين بي ڌڙڪ پهچي سگهيا ٿي. تنهن ڪري ڄاڻن جي صلاح سان ( انهي واهه کي) وڏن پٿرن سان ڀرڻ جو حڪم ڪيائين، جيئن ڪوبه ڌاريو، رهبر کان سواءِ اوچتو اندر اچي نه سگهي، دڪي ۽ بندر جي وچ ۾ بندر جي سردار جي رهڻ لاءِ هڪ ننڍڙو مضبوط قلعو ٺهرايائين.

ناٿن ڪرو 1799ع ۾ سنڌ آيو ۽ سنڌ ۾ سترهن مهينا رهيو. سنڌو جي تبديلي جو ذڪر ڪندي لکي ٿو، "سنڌو جو رڳو هڪ منهن ٻيڙين لاءِ ڪليل آهي. اهو پڻ تمام ننڍو آهي، جيڪو لاهري بندري ڏي وڃي

ٿو“.

اهي اشارا ڄاڪي بندر کي مشڪوڪ بڻائين ٿا ته ان جو اصل روپ لاهري بندر ئي هو جيڪو هٽرادو توڙي قدرتي ڪارڻن ڪري لُٽجي ويو.

**نالو**

لاهري بندر جي نالي تي ڪافي محققن وڏو بحث ڪيو آهي. تاريخدانن ۾ البيروني پهريون مورخ آهي جنهن 10 صدي عيسوي ديبل سان گڏ هڪ نئين بندر جو احوال ڪندي ان کي ’لوهاراني‘ سڏيو آهي. هو پنهنجي ’ڪتاب الهند‘ ۾ لکي ٿو ته ”پاڻي کان ڏکڻ اولهه ويندي اروڙ اچي ٿو. هڪ شهر بهمنوا، المنصورا، جو سنڌو نديءَ جي ٻن شاخن جي وچ ۾ آهي، سو ويهه فرسخن تي آهي سنڌوندي جي چوڙ وٽ ٽيهن فرسخن تي لوهراني آهي“- بيروني جي لکڻي مان معلوم ٿئي ٿو ته ان وقت ديبل پنهنجو عروج وڃائي چڪو هو ان جي جاءِ تي لوهاراني مصروف بندر هو، جتي دنيا جي ٻين ملڪن جا ٻيڙا اچي لنگر انداز ٿيندا هئا.

لاهري بندر لاءِ ٻيو احوال ابن بطوطه جي سفرنامي ۾ آهي. هي سياح 1334ع ۾ هت آيو هو. هو لکي ٿو ته ”قاضي علاءُ الملڪ فصيح الدين خراساني، قاضي هرات هڪ فاضل شخص هو. بادشاهه ان کي لاهري جو حاڪم مقرر ڪيو.“ ابن بطوطه هن بندر کي ’لاهري‘ جي نالي سان سڏيو آهي. هن ديبل جو ذڪر نه ڪيو آهي ان مان اندازو ٿئي ٿو ته ان دور ۾ ديبل جي ڪا خاص اهميت نه رهي هئي.

يورپ جي قومن جڏهن سنڌ جو رخ ڪيو ته پورچوگيز سڀ کان اول لُٽ لاءِ سنڌ پهتا. انهن ان بندر کي ’ديول سنڌ‘ يا رڳو ديل سان سڏيو. ان مان ائين محسوس ٿئي ٿو ته ديبل جي استعمال ۾ نه اچڻ بعد به ماڻهن جي ذهنن ۾ ديبل جو نالو هو، جيڪي ڪافي وقت تائين ”لاهري“ کي ديبل يا ديول سڏيندا رهيا- اهو به ممڪن آهي ته ديبل بندر جي پرسان ئي هي نئون بندر ٺهيو هجي. جيئن ابن بطوطه لاهري بندر جي پرسان هڪ کنڊرن جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته ”شهر کان ست ڪوس جي مفاصلي تي هڪ ميدان آهي، جنهن کي تارنا چوندا آهن. اتي بيشمار ماڻهن ۽ حيوانن جون سنگين مورتيون ثابت ۽ ٽٽل ڦٽل پيون آهن. اناج ۾ چڻا ڪڻڪ وغيره پٿاري پئي آهي. فصل ۽ گهر جي ديوران جا سامان

موجود آهن. کنڊرات مان ڪوٽيل پٿر جو هڪ گهر آهي. ان جي وچ ۾ هڪ چبوترو آهي، جو هڪ پٿر جو ٺهيل آهي. ان تي هڪ ماڻهو جو بت آهي. ماڻهو جو سر ٽورو وڏو آهي. منهن هڪ طرف ڦريل ۽ ٻئي هٿ چيله تي ٻڌل اٿس. ان جڳهه تي تمام بدبودار پاڻي بيٺو آهي. ڪافي ديوارن تي هندي خط جا ڪتبا آهن........ ان ملڪ جا مورخ اهو خيال ڪندا آهن ته هي شهر مسخ ٿي ويو هو ۽ چبوتري تي جيڪو بت آهي، اهو بادشاهه جو هو. ان ڪري اڄ ٻه ان گهر کي راجا جو محل چوندا آهن. ديوار جي ڪتبي مان پتو پوي ٿو ته اها بربادي تقريباً هڪ سو سال پهريون ٿئي هئي." ابن بطوطه جا ڏنل اهي کنڊر ذهن ۾ اهو سوال اٿارين ٿا ته ڇا اهي کنڊر ديبل بندر جا ته نه هئا؟

اسان کي هڪ اهڙو اشارو انگريز مصنف ڪننگهام ڏيندي لکي ٿو ته "سنڌ لاهري بندر يا لاڙي بندر جي اتر طرف ديول بندر جا کنڊر تمام ٿوري مفاصلي تي آهن. لاهري بندر، ديول بندر جي کنڊرن مان جوڙيو ويو آهي"

لاهري بندر کي ڪن تاريخدانن سنڌي بندر 'سنڌو' يا 'ديول سنڌ' سان به سڏيو آهي. ان جو سبب اهو آهي ته ڪڏهن ڪنهن بندر کي سندس علائقي پٺيان به سڏيو ويندو آهي. جيئن ته لاهري ان دور ۾ سنڌ جو واحد مشهور بندرگاهه هو ان ڪري سنڌ پٺيان ان جو نالو سنڌي بندر به پيو. جهانگير جي وقت ۾ انگريز سفير ٿامسرو سندس دربار ۾ 1615ع کان 1618ع تائين رهيو. هن ان بندر کي سنڌو جي نالي سان سڏيو آهي. ان کان سواءِ اٽلي جو سياح، طبيب ۽ توپچي نڪولاس منوچي يورپ کان هندستان ويندي ان بندر وٽان لنگهيو، هن پنهنجي ڪتاب 'استوريا دي موگور' ۾ لکيو آهي ته هندستان کان اڳ ۾ اسان جو ٻيڙو 'سنڌي' بندر وٽ ترسيو- اهو ڏيکاري ٿو ته ٻاهريان ماڻهو سنڌ جي بندرن کي مقامي نالي بدران علائقي جي نالي پٺيان سڏيندا هئا. 16 صدي ڌاري پورچوگيزن لاهري کي ديوئل، ديول سنڌ ۽ لاڙي بندر سڏيو آهي. ان کان سواءِ ڪيرج ۽ وٽنگٽن ان کي ديول سنڌي ٻڌايو آهي. ٿيوناٽ پڻ ديول سنڌ لکيو آهي، سدي علي ان کي لاهوري ۽ ديول سنڌ جي نالي سان پڪاريو آهي.

انگريز واپاري جيڪي شروع واري دور ۾ سنڌ آيا، تن ان بندر کي

مختلف اچارن سان ليري بندر، لاهوري بندر، بندر لاري، بندر سنڌ، سنڌي، لاهاري يا رڳو بندر جي نالي سان ڪوٺيو آهي.

اليگزينڊر هيگ لاهري بندر جي نالو جو سبب اهو ٿو ٻڌائي ته لاهري بندر جو نالو لاهور مان نڪتل آهي جو ان وقت پنجاب جي گادي جو هنڌ هو. ان وقت لاهور جو سڀ مال ان بندر جي ذريعي ڏيساور ويندو هو. ان ڪري ڪيترن ٻاهرين واپاري ان بندر کي لاهوري بندر چوڻ لڳا، ان سبب هي بندر لاهري بندر نالي سان ٻاهرين دنيا ۾ مشهور ٿيو- هڪ ٻئي انگريز ليکڪ ميڪمرڊو جو خيال آهي ته "مان سمجهان ٿو ته لاڙ ان حصي کي چيو ويندو آهي، جيڪو سنڌو جي منهن جي ويجهو آهي. ان ئي نالي مان لاري بندر نڪتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي، 'لار جو بندر"- ڪن لوڪن جو چوڻ آهي ته هي نالو سنڌ جي هڪ قبيلي 'لهر' جي نالي پٺيان سڏيو ويندو هو، پر منهنجي راءِ مطابق هن تي نالو سنڌ جي 'لاڙ' واري حصي ۾ هئڻ ڪري پيو چو جو هي سنڌ جي هيٺين علائقي ۾ موجود هو.

## ڀڀهڪ

لاهري بندر جي ڀيهڪ جي باري ۾ محققن ۽ تاريخدانن مختلف رايا ڏنا آهن. انهن مان ڪيترا ليکڪ لاهري بندر جي باري ۾ ٺورو گهٽو گس نون پانڌيئڙن لاءِ ڇڏي ويا آهن. انهن جي ڇيچ ونئي هلڻ سان اسان لاهري بندر جي موجوده ڀيهڪ جي باري ۾ ڪجهه يقين سان چئي سگهون ٿا.

ابو ريحان البيروني پنهنجي "ڪتاب الهند" ۾ سنڌوءَ جي ذڪر سان گڏ لوهاراڻي بندر جو ذڪر پڻ ڪيو آهي ته "اروڙ کان گذرڻ بعد مسلمان هن ندي (سنڌو) کي مهراڻ سڏين ٿا. ان طرح اها ٻن شاخن گڏجڻ ڪري ويڪري ٿي وڃي ٿي ۽ سندس وهڪرو سڌو ٿئي ٿو. جيئن پوءِ تيئن هن جي ويڪر ۾ واڌ ايندي وڃي ٿي. پاڻي سندس صاف ٿئي ٿو. پنهنجي وهڪري دوران ڪي ڪي ٻيٽ ڇڏيندي اچي ٿي، جيستائين اها منصوره پهچي ٿي، جو سندس گهٽين شاخن جي وچ ۾ آهي. ان بعد سمنڊ ۾ لوهاراڻي شهر پرسان ٻن هنڌن تي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي. پوءِ وڌيڪ اوپر طرف ڪڇ صوبي ۾ هڪ جاءِ تي جو سنڌو ساگر يا سنڌ سمنڊ سڏيو وڃي ٿو، اتي ڇڙي ٿي." ان مان معلوم ٿو ٿئي ته لوهاراڻي

شهر سمنڊ وٽ هو، جتي سنڌوءَ جون ٻه شاخون ڇوڙ ڪنديون هيون. ان کانسواءِ 'ڪتاب الهند' ۾ لوهاراڻي شهر جا مختلف هنڌن کان فاصلا پڻ ڏنل آهن. جيئن هڪ هنڌ اشارو آهي ته "ڪنارن وارين جاين مان توالي شهر ديبل کان پنجاهه فرسنگ ۽ لوهاراڻي ٻارهن فرسنگ آهي. مسعودي جي چوڻ مطابق "ديبل ۽ مهراڻ جي ڇوڙ جي وچ ۾ ٻن ڏينهن جو پنڌ آهي." تاريخ طاهري ۾ آهي ته، "نٽي جو شهر ۽ بندر جي درميان خشڪي خواه پاڻي جي رستي ٻن ڏينهن جو پنڌ آهي ۽ سمنڊ اتان کان هڪ منزل تي آهي، ليڪن هڪ سنهو واهه جنهن کي نٽي جا ماڻهو 'نارقي' سڏين ٿا اچي مذڪوره بندر جي هيٺان پهچي ٿو. ڪن جاين کان اٽڪل ڏهه طنابون ۽ ڪٿان زياده ويڪرو ۽ اونهائي ۾ تانگهو آهي. درياهه ۽ شهر جي وچ ۾ مياڻي نالي ڳوٺ کان سواءِ ٻي ڪابه آبادي ڪانه آهي."

تاريخ طاهري ۾ اڳتي بندر جي بيهڪ جي باري ۾ آهي ته "معلوم ٿو ٿئي ته لاهري بندر (ننگر) نٽي شهر کان تمام پري هو، پر ڏينهن گذرڻ ڪري سمنڊ کان هڪ منزل پري ٿي ويو" ـ ڊلايت هن جي باري ۾ لکيو آهي ته "هي نٽي کان ٽن ڏينهن جي مسافري جيتري فاصلي تي آهي" ـ ان ڳالهه کي نڪولاس ويٽنگن ۽ ٽيونا پڻ لکيو آهي ـ فريملن لاري بندر کي ندي جي ڇوڙ کان چوڏهن ميلن کان مٿي ٻڌايو آهي. هملٽن لاهري بندر کي سمنڊ کان چاليهه ميل ٻڌايو آهي. منوچي سنڌي بندر ندي کان مٿي ٻارهن ڪلاڪن جي ٻڌايو آهي. لاهري بندر جو سمنڊ ۽ نٽي کان مفاصلو جو تاريخ طاهري، فريملن ۽ هيملٽن ڏنو آهي سو منوچي جي بيان مطابق سنڌي بندر سان ملي اچي ٿو. ان مان پڪ ٿئي ٿي سنڌي ۽ لاهري هڪ ئي بندر جو نالو آهي. ٽيري به 1618ع ۾ لاهري بندر کي ندي جي مکيه ڌارا جي ڇوڙ وٽ ڏسيو آهي.

اليگزينڊر هيملٽن سنڌ ۾ 1699ع ۾ آيو هو. هن ڪافي ڪوشش بعد لاهري بندر جي صحيح بيهڪ لاءِ پنهنجو خيال ظاهر ڪيو آهي. ان جي چوڻ مطابق لاهري بندر کان نٽي تائين مفاصلو چاليهه ميل آهي. سيٺ نائونمل به لکي ٿو ته لاهري بندر سنڌ درياهه جي ٻئي شاخ جي ساڄي ڪناري تي موجود هو ۽ سمنڊ کان تقريباً سورهن ميلن تي هو. اهڙي طرح سندس لاڳاپو گهارو ڪاري جي ذريعي ڪراچي سان هوندو هو.

**بندر ۽ شهر**

هي بندر جاگرافيائي بيهڪ جي ڪري ڪافي مصروف هوندو هو. بندرگاهه جي پرسان هڪ ڳوٺڙو به هوندو هو. ابن بطوطه 1333ع ۾ هت آيو هو. هو لکي ٿو ته ”هي خوبصورت شهر سمنڊ جي ڪناري واقع آهي. ويجهو ئي درياهه سنڌ وهي ڪري ٿو. هي شهر وڏو بندرگاهه آهي. يمن ۽ فارس جا واپاري تمام گهڻي تعداد ۾ هت هوندا آهن. ان ڪري هي شهر تمام مالدار آهي. ان جو محصول به زياده آهي. بندر جو محصول سٺ لک دينار آهي. امير علاءِ الملڪ کي ان مان ويهون حصو ملندو آهي.“

لاهري بندر جي ان ذڪر وقت سمن، سومرن، تغلقن جي وچ ۾ اٿبٺت هئي لاهري بندر جي پيدائش دهلي سلطنت کي ملندي هئي. سمن جي سلطنت دوران بندر جي آمدني ڪافي وڌي هئي. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته ان بندر تي ڪيترن ملڪن جا جهاز اچي لنگر هڻندا هئا. ان ڪري ان جي آمدني به گهڻي هئي، يعني سٺ لک دينار جيڪا ان وقت جي لحاظ کان ڪافي معقول آمدني اهي.

ترڪي جي مشهور اميرالبحر سدي علي رئيس به لاهري بندر جو ذڪر ڪيو آهي. انهي کي سنڌ جي حڪمران شاهه حسن ارغون لاهري بندر جي گورنري جي آڇ ڪئي هئي. پر هن اها وٺڻ کان انڪار ڪيو. ڇو جو هن جو سنڌ ۾ رهڻ جو ڪو خيال ڪونه هو.

’ترخان نامه‘ ۾ آهي ته ”ميرزا جاني ۽ نواب خان خانان گڏجي ٺٽي پهتا ۽ قلعو تغلق آباد ڏسڻ آيا، اتان سير ۽ شڪار لاءِ بندر لاهري روانا ٿيا. رستي ۾ منوڙه ڏسڻ جو خيال ٿيو جو هڪ جزيري جي صورت ۾ لاهري بندر کان ويهه ڪوس جي مفاصلي تي آهي. عبدالرحيم خان خانان سنڌ فتح ڪرڻ بعد لاهري بندر ڏسڻ ان لاءِ آيو جيئن بندر کي شاهي نگراني هيٺ رکيو وڃي. ان جو مقصد اهو هو ته ترخانن ۽ پورچوگيزن جو ڪو به پاڻ ۾ ڳانڍاپو نه ٿي سگهي ۽ ڪو به مغلن خلاف قدم نه کڻن. ان مهل مغلن اهو خطرو محسوس پيي ڪيو ته متان ترخان پنهنجي مدد لاءِ پورچوگيزن کي چون. ظاهر آهي اها مدد بندر ذريعي ئي ملي سگهي پئي، ڇو جو ان دور ۾ لاهري بندر مشهور هو ۽ منجهس ڪيترن ئي ٻيڙن ۽ جهازن بيهارڻ جي گنجائش هئي. ابوالفضل لکي ٿو ته ان ۾ ڇئن هزارن

تائين پيڙيون اچي ويندي‍ون هيون. 1613ع ۾ رابرٽ شرلي سان ساڻ آيل ٻن سياحن لکيو آهي تہ ”بندرگاهہ ايڏو وڏو نہ آهي البت انهي ۾ هميشہ جهازن جو وڏو تعداد موجود رهي ٿو. ان جي هڪ پاسي جهاز هئا ۽ ٻي پاسي جهنگ.“ هيملٽن پنهنجو اندازو هنيو آهي تہ ”ان ۾ ٻہ سؤ ٽن وزني جهاز اچي سگهن پيا.“

ڊاڪٽر مبارڪ علي پنهنجي مضمون ”لاهري بندر“ ۾ لکي ٿو تہ ”يورپي واپارين جي اچڻ بعد لاهري بندر جي آمدني وڏي وئي، انهي ڪري اڪبر بادشاهہ ان کي خالصہ جاگير يعني شاهي جاگير ۾ شامل ڪري ڇڏيو. بعد ۾ جهانگير جي زماني ۾ جڏهن نورجهان کي اثر رسوخ مليو، تڏهن هن لاهري بندرگاهہ کي پنهنجي پاءُ آصف خان کي جاگير ۾ ڏياري ڇڏيو. جڏهن انگريزن ٺٽي ۾ پنهنجي واپاري ڪوٺي قائم ڪرڻ چاهي تڏهن آصف خان انهن جي مدد ڪئي ۽ انهي مان هن کي، ان ڳالهہ جو فائدو پيو تہ انگريزي واپار جي ڪري ڪسٽم ڊيوٽي وڌي وئي.“

انگريزي جي دور ۾ لاهري بندر جي رونق ۽ سستائي جو ذڪر اليگزينڊر هيملٽن پنهنجي لکڻين ۾ ڪيو آهي. هو لکي ٿو تہ ”هت مسواڙ تي گهر تمام سستا آهن. مڇي ۽ ميوي جي گهٽائي آهي، ڪڪڙ جي قيمت چار پيسا هئي، هڪ رڍ هڪ رپئي ۾ ملي ويندي هئي، چانور ۽ مکڻ بہ سستا هئا. ڳوٺ جي آبادي جيتوڻيڪ گهٽي هئي پر گهر مٽي جا ٺهيل هئا ۽ سيني گهرن ۾ بادگير هئا.“

هيملٽن 1699ع ۾ جڏهن لاهري بندر آيو هو تہ بندر اجڙي چڪو هو. هن پنهنجا تاثرات قلمبند ڪيا آهن تہ ”هي هڪ ننڍڙو سون گهرن جو ڳوٺڙو آهي. واهڻ جا گهر ڪاٺين ۽ مٽي جا ٺهيل آهن. پر هن جو ڪوٽ مضبوط پٿر جو آهي، جنهن تي چار يا پنج توپون پڙ آهن.“ لاهري بندر جو نظم ونسق ’شاهہ بندر‘ جي حوالي هوندو هو ان کي مير بندر بہ سڏيندا هئا. مير بندر جي ذميداري اها هوندي هئي تہ هو، محصول جي اُڳاڙي سان گڏ غيرقانوني طريقي سان ايندڙ ويندڙ مال جي چوڪسي ڪري. ’تاريخ طاهري‘ ۾ بندرگاهہ جي انتظام جو ڪافي ذڪر ٿيل آهي. تاريخ ڳالهائي ٿي تہ ”بندرگاهہ ۽ سمنڊ جي وچ ۾ هڪ جزيرو آباد هو جيڪو سون مياڻي چورائيندو هيو. هتي مير بندر جي طرفان مقرر هڪ

پهريدار هميشہ پهري تي رهندو هو. جڏهن ڪو جهاز ڪاري ۾ داخل ٿيندو هو تہ ان جي آمد جو اطلاع بندوق هلائي ڪندو هو. ان جو جواب پهريدار جي دفتر مان ڏنو ويندو هو. جيئن بندرگاهہ جي ماڻهن کي جهاز جي اچڻ جي خبر پئجي وڃي. ان بعد يڪدم نئين جهاز جي خبر ننڍي جي واپارين تائين پهچي ويندي هئي. انهي عرصي ۾ پهريداري جي دفتر جا ماڻهو جهاز جي باري ۾ مڪمل معلومات حاصل ڪري وٺندا هئا. پوءِ جن ماڻهن کي جهاز سان دلچسپي هوندي هئي. اهي ننڍين ٻيڙين ۾ چڙهي ڪاري جي منڍ تائين پهچي ويندا هئا. جيڪڏهن جهاز لاهري بندر ۾ لنگر انداز ٿيڻ چاهيندو هئو تہ ان کي اها اجازت ڏني ويندي هئي پر جيڪڏهن هو ٻين بندرگاهن ڏي وڃڻ وارو هوندو هو تہ پوءِ اڳتي وڃي سگهندو هئو جيڪو سامان بندرگاهہ ۾ لاهڻو هوندو هو انهي کي ٻيڙين تي رکيو ويندو هو جتان اهو شهر ۾ آندو ويندو هو."

'تاريخ طاهري' ان کان اڳتي شاهہ بندر کان پوءِ ٻي مکيہ عهديدار يعني ناخدا جو بہ ذڪر ڪيو آهي جيڪو حڪومت جو نوڪر هوندو هو. هن جي مهيني جي پگهار ٽي سو رپيا هئي. سامان جهاز تان هيٺ لاهڻ بعد محصول اوڳاڙيندڙ ان جو جائزو وٺڻ بعد محصول مقرر ڪندا هيا. محصول جا اگهہ مقرر هئا ۽ اهي هڪ ڪتاب ۾ درج هوندا هئا. انهن ۾ ڪنهن بہ طريقي جي ردوبدل يا هيراڦيري ٿي نہ سگهندي هئي. گهڻو ڪري محصول نقد پيسن ۾ ورتو ويندو هو. محصول وٺندڙن ۾ رشوت بہ عام هئي. پورچوگيز ۽ انگريز هنن جي مٺ گرم ڪري پنهنجي سامان تي گهٽ محصول ڏيندا هئا. جيئن تہ پورچوگيز انگريزن کان اڳ سنڌ ۾ آيا هئا، ان ڪري محصول اڳاڙيندڙ ڪين خاص رعايت ڏيندا هئا. انگريزن جڏهن آصف خان کان پروانو ورتو، تڏهن انهن جو بہ خاص خيال رکيو ويو. اهڙو اظهار ڪمپني جي ڪيترن خطن مان ملي ٿو.

### درآمد ۽ برآمد

سنڌ کي، لاهري بندر، هندستان جي اتر اولهہ وارن سامونڊي ڪنارن وارن شهرن سان ملائي ڇڏيو هو، جنهن ڪري خليج جي ڪيترن ئي ملڪن سان واپار وڌيو هو، جهڙوڪ بصره، بندر عباس، مسقط، ڪونڪن بحرين، ڪمبي ۽ سورت وغيره سان.

ان زماني مان سنڌ ۾ تيار ٿيندڙ مال اڪثر لاهري بندر ذريعي ڏيساور اماڻيون ويندو هو. انهن ۾ گهٽائي ۾ سوٽي ڪپڙو، سلڪ، ڪنڊ، ڌاڳو، نير، شورو، چمڙي جو سامان، گدا ۽ نقش نگار وارا قلمدان... هوندا هئا. ٻاهرين ملڪن مان جيڪي شيون گهرايون وينديون هيون انهن ۾ موتي جيڪي اڪثر بحرين مان آندا ويندا هيا، ان کان سواءِ پورچوگيز سون، چاندي ۽ دوائون ٻه آڻيندا هئا.

## زوال

ڊاڪٽر مبارڪ علي لکي ٿو ته "لاهري بندر جي اهميت انهي وقت ختم ٿيڻ شروع ٿي جڏهن 1635ع ۾ هرمز تي انگريزن جو قبضو ٿي ويو پر سياسي حالتن کان وڌيڪ فطري حالتون ان لاءِ خطرناڪ ثابت ٿيون. سترهين صدي کان ان ۾ مٽي جا ته جمڻ شروع ٿيا ۽ بندر ۾ جهاز داخل ٿيڻ ۾ ڏکيائي ٿيڻ لڳي. ان سبب ڪري شهزادي اورنگزيب جيڪو ملتان جو گورنر هو هڪ نئين بندرگاه جي تعمير جو حڪم ڏنو. نئون بندر اورنگ يا ڪڪرالا بندر جي نالي سان مشهور ٿيو." ان مان لڳي ائين ٿو ته لاهري بندر جو استعمال ارڙهين صدي ۾ بند ڪيو ويو، ڇو جو ان وقت تائين بندر وٽ مٽي جا ته جمي ڪافي بلند ٿي چڪا هئا. اهڙو اظهار هڪ انگيز سفير ناٿن ڪرو 1799ع ۾ هڪ خط پنهنجي حڪومت کي لکيو: "لاهري بندر مٽي سان بند ٿي ويران ٿي چڪو آهي. ان جو تاريخي ڪردار ٻه فطرت جي ان دٻاءَ ڪري ختم ٿي ويو آهي."

اليگزينڊر برنس 1831ع ۾ لاهري بندر جو ذڪر هيئن ٿو ڪري بگمياڙ (شاخ) ٽن سالن کان وٺي لٽجي وئي آهي. لاري بندر جا ڪنڊر زميني سطح تي پيا آهن. ڪنڊر وِيرَ چڙهڻ مهل پاڻي ۾ ٻڏي ٿا وڃن.

## موجوده ڪنڊر

لاهري/ جاڪي بندر جي ڏکڻ ۾ پٽنياڻي ڪريڪ ۽ اتر ۾ ڪڏي ڪريڪ اٿس. اڳتي هلي ٻئي ڪريڪ اوير وچي مڪاميل ٿين ٿيون. جاڪي بندر جا ڦٽا موجوده وقت جنهن ٻيٽ تي آهن، اهو هلال جي شڪل جهڙو آهي. هي ڊيلٽائي ٻيٽ اوير- اولهه ۾ چار ڪلوميٽر کن ڊگهو ۽ اتر- ڏکڻ ۾ ٻه ڪلوميٽر کن ويڪرو آهي. ان ٻيٽ جي اوير

واري پيٽ تي شهر جا کنڊر موجود آهن، البت ان جو اولهائون پاسو ويران آهي جنهن ۾ تمر جا وڻ جام بيٺا آهن. ڀيٽاري جي هڪ ڪلوميٽر ڏکڻ- اولهه ۾ به ڪجهه آثار آهن.

ڪراچي کان جاڪي بندر ڏکڻ اوڀر ۾ 60 ڪلوميٽرن تي ساڪري تعلقي ۾ آهي. اسان رات جي وقت جاڪي بندر تي ٻيهي طرفن کي ڏٺو ته اولهه- اتر کان پورٽ قاسم جون بتيون ٻرندي نظر اچن پيون. جاڪي جي اتر ۾ کڏي کاري، اتر- اوڀر ۾ گهارو، پنيور آهي ۽ ڏکڻ ۾ پٽتياڻي ڪريڪ آهي.

موجوده وقت جاڪي بندر جا ڪيترائي آثار کڏي ڪريڪ پنهنجي پيٽ ۾ هڙپ ڪري وئي آهي. اسان 1898ع جي نقشن ۾ کڏي ڪريڪ تي نظر وجهون ٿا ته اها هڪ وار جيان نظر اچي ٿي، جيڪا مڪاني ميربحرن جي چوڻ مطابق اوائلي دور ۾ هڪ ننڍي واهي هئي، جا هر ڪو ماڻهو ٽپو ڏئي پار ڪري ويندو هو. ان وقت جاڪي بندر وارو ڀيٽارو ڪافي ڦهليل هو. وري 54-1953ع واري نقشي تي نگاهه ڪجي ٿي ته کڏي ڪريڪ ۾ ڪافي واڌارو ٿي ويو آهي ۽ ڀيٽارو سوڙهو ٿي ويو آهي. 1987ع واري نقشي ۾ ڪريڪ باقاعده هڪ وڏي کاري جي شڪل اختيار ڪري چڪي آهي. جڏهن ته ڀيٽ سسي هڪ هلال جي صورت ورتي آهي. کڏي ڪريڪ جي ڦهلجڻ ڪري بندر جا ڪيترائي آثار گم ٿيندا وڃن ٿا، البت اڄ به بندر جي اتر- اوڀر پاسي ڪجهه کنڊر ۽ ٺڪراٺو پيو آهي. کڏي ڪريڪ جي پيٽ ۾ بلندي تي هڪ جاءِ جا آثار نظر اچن ٿا.

اسان کي اتي رهڻ دوران وير لهڻ ڪري اهي آثار ڪافي ظاهر نظر آيا پر وير چڙهڻ مهل اهي آثار پاڻي هيٺ اچي وڃن ٿا. ڪيترا دفعا ان عمارت جا آثار پاڻي جي مٿاڇري کان پنج ڇهه فٽ مٿي ڏٺا آهن. انهن جي ڊيگهه 70 فٽ ۽ ويڪر 25 فٽ کن ڏسڻ ۾ ايندي آهي. مڪاني ماڻهو انهن سرن جي ڍير کي قبي يا ڪٻي چون ٿا. انهن جو خيال آهي ته اها مسجد هئي جنهن جي مٿان قبي جڙيل هئي. عمارت چوڪنڊين ڳاڙهين سرن جي ٺهيل آهي، ان ۾ پيلي رنگ جي پٿر جا ٽڪرا به ڪتب آندل آهن.

جاڪي بندر جي اتر ڪناري سان ڪيترو ئي ٺڪراٺو ۽ چيني جا ٺڪرا ڦهليل آهن. ڪناري جي پاسي تي ئي ڪجھ بلندي تي ٻه ڪن برج ٺهيل آهن جن مان اندازو لڳائي سگھجي ٿو ته شايد شهر جي چوڌاري عالم پناهه ڏنل هئي. انهن ڪناري واري ٽلن کان ڪجھ سو قدمن تي هڪ ڪوٽ ٺهيل آهي. ڪناري ۽ ڪوٽ جي وچ ۾ به ڪيترين ئي عمارتن جا ڪنڊبر نظر اچن ٿا. ان کان سواءِ ڪوٽ جي ڏکڻ- اولهه ۾



ڪوٽ اندر اڏاوتن جا نشان

مسجد، کوهه ۽ هڪ قبرستان آهي. قبرستان ۾ هڪ مشهور قبر بلو شاهه درويش جي آهي. ميرعلي شير قانع بلو شاهه جو ذڪر هيئن ڪيو آهي "بلو خان لوڌي هڪ بزرگ نشانين ۽ ڪرامتن جو ڌڻي ديول بندر عرف لاهري بندر جي ڏکڻ واري زمين تي دفن ٿيل هڪ آڳاٽي سمي جو وڏو پير." اتان جي مڪاني مهاڻن ۾ بلو شاهه متعلق ڏند ڪٿا مشهور آهي ته "جاڪي بندر جا ڪافر هن مسلمان درويش کي ٻڏي سمنڊ ۾ اڇلائيندا هئا پر هر دفعي هو بچي واپس بندر تي ايندو هو. آخر جاڪي بندر جي ڪافرن آڻ مڃي ۽ هي درويش هٿ رهڻ لڳو."



ڪوٽ جون ڀتل ديوارون

## ڪوٽ

هي چؤڪور قسم جو ڪوٽ، ٻيٽ جي اوڀر پاسي تي جڙيل آهي. اڄ ٻه ان ڪوٽ جي نفيس ۽ سهڻي بناوت کي سمنڊ جون لهرون باوجود گهڻي ڪوشش جي صفا ختم ڪري نه سگهيون آهن. ڪوٽ جي ڊيگهه 320 فٽ ۽ ويڪر ٻه 320 فٽ آهي. هي ڳاڙهين بٺي جي پڪيل سرن سان ناهيو ويو آهي. موجوده کنڊرن جي اوچائي ٻيٽ کان ڏهه فٽن جي آهي. البت ڪوٽ جا برج اڄ ٻه ديوار کان چار فٽ مٿي بيٺا آهن، ان ڪري برجن جي موجود ثابت بلندي 19 فٽ آهي. ڪوٽ کي ڏنل ديوار غلام گردش سميت 9 فٽ ويڪري آهي. ڪوٽ جي ديوار جي پاڙن ۾ پٿر جون سرون ڪتب آنديون ويون آهن. ديوار جي مٿين حصي ۾ ڪتب آندل سرون مختلف ماپن جون آهن. انهن مان هڪ سر جي ماپ 10x10x2 انچ آهي. ٻي سر ان کان ڪجهه ننڍي 8x8x1/2 انچ آهي. سرون ديوار جي مٿان پاسيرون ٻه هنيون ويون آهن جيئن فرش بندي ۾ هڻيون آهن. ان ڪري ڪوٽ وڏيڪ مضبوط ٿي ويو آهي. ماٿهو موجوده وقت ٻه ديوار تي سولائي سان هلي سگهي ٿو. ديوار جو ڪافي ٽڪرو



ڪوٽ جي ٻاهرين پٽ

سلامت آهي. البت ديوار جي ٻاهران ڪافي تعداد ۾ سرن جو ڍير پيو آهي. ڍير جي بلندي ٽي چار فٽ ٿيندي. ڪوٽ جي ڪنڊن جي گونيا تمام سهڻي آهي.

ڪوٽ جي دروازي جو منهن اوڀر طرف کليل ٿو. دروازي جي سنيال ٻنهي پاسن کان 15 فٽن جي فاصلي تي ٻه برج ڪن ٿا. دروازي جي ويڪر 15 فٽ آهي، جنهن ۾ ڪنهن زماني ۾ ڪاٺ جو در لڳل هوندو. دروازي واريون ٻئي ديوارون ڪوٽ جي اندر طرف 9 فٽ ڪن وڌيل آهن. لنگهه وٽ ڪنهن به قسم جي اوٽ يا وڪڙ نه آهي.

ڪوٽ جي وچ ۾ ٻوٽا ڄام آهن. ٿورو اتر ۾ هڪ ٻوٽن جي جهڳٽي وٽ ڪنهن کوهه جي امڪان کي رد نٿو ڪري سگهجي. وچ ميدان ۾ به تعمير جا ڪجهه آثار مليل سگهن ٿا. ڪوٽ جي ڏکڻ- اولهه ڪنڊ تي به ڪنهن عمارت جا اهڃاڻ ظاهر بيٺا آهن. البت اوڀر- ڏکڻ ڪنڊ وٽ هڪ وڏي عمارت جا ڪنڊر آهن، جتي ڏاکڻ جي موجودگي ڪري چئي سگهجي ٿو ته اتي هڪ کان وڌيڪ ماڙيون هونديون. ڪوٺڙي بعد ڪجهه دلچسپ حقيقت بيان ڪري سگهجي ٿي.



جاڪي بندر جو ڪوٽ

**برج**

ڪوٽ ڪي ڪل 12 برج آهن، جن مان ڇئن برجن ڪندن جي حفاظت جي ذميداري پنهنجي ڪلهن تي کنئي آهي، باقي هر هڪ پاسي جي وچ تي ٿوري ٿوري مفاصلي تي ٻہ برج آهن، برجن جي شڪل ڪجھ قدر بيضوي آهي. برج ڊيگھ ۾ 18 فٽ ٻاهر نڪتل آهن ۽ ويڪر 15 فٽ اٿس. موجوده وقت برج جي اردگرد ڪيتريون سرون ٽوٽ ڦوٽ جي حالت ۾ پکڙيل آهن. تنهن هوندي بہ باقي بچيل برجن جي مضبوطي ڏسڻ وٽان آهي. برج ڪي هلڪو ڦلڪو توپ جو گولو لوڏي ئي نٿو سگهي.



ڪوٽ جو لنگهه

## لڌل شيون

جاڪي بندر جڏهن ٻه وڃڻ ٿيو هر دفعي ڪيترائي برتنن جا ٽڪرا ساڻ ڪٺي موٽندا هياسين. انهن مان ڪجهه ٽڪرا پاڻ ۾ ملائڻ سان سالم برتن جي شڪل ٻه نمايان نظر ايندي هئي. اتان هٿ ايندڙ ٿانون ۾ مقامي طرح ٺهيل برتنن جو وڏو انگ آهي، پر ٻاهرين ملڪن کان گهرايل ٿانو ٿپا ٻه ڳاٽاٽي ڪان وڏيڪ ملن ٿا.

## برآمد

ٻيٽ جي متاچري تان هٿ آيل برتن ڳاڙهي رنگ جا ۽ ابرق جي ملاوٽ سان نظر اچن ٿا. اهي شيون اسان کي سنڌو ڊيلٽا جي ٻين هنڌن تي ٻه نظر اچن ٿيون. ان ڪانسواءِ ساڳي قسم جو ٽڪراٽو ڪلان ڪوٽ ۽ پير پٺي مان مليو ٿو. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته هي برتن ٻه جاڪي بندر ۾ رهندڙ ماڻهو پاڻ ٺاهيندا هئا. ان جو وڏو ثبوت اتي موجود ڪيترين ڀٽيون ڏين ٿيون. انهن ٿانون تي خوبصورتي پيدا ڪرڻ لاءِ جاميٽري جا نقش نگار ڏيڪاريل آهن. شفاف گليز هيٺ تيار ٿيل جاميٽري وارا نقش نگار ٻه آهن. عام طرح هٿ برتن، ڪوبالٽ، نيرو،




Glazed pottery collected at Jaki Bandar




Mulded pottery collected at Jaki Bandar

زنگاري نيرو يا سائو، ميگنيز ڀورو يا ڪرمچي ۽ پيلي رنگ جا ملن ٿا. سائنچي جا ٺهيل جدا جدا قسم جا برتن ٻ هٽ ملن ٿا. هتان هٽ آيل سائنچي جا ٽڪرا پڻ اها شاهدي ڏين ٿا.

هي سرزمين هر روز جي ڪم ايندڙ برتنن جي وڏي انداز کي پيش ڪري ٿي. جهڙوڪ مرتبان، ننڍا پيالا، پاٽڙا، رڌپچاءُ جا برتن، خوشبو ساڙيندڙ برتن، ڍڪڻيون ۽ ڍڪڻ، جانورن جون ننڍيون مورتيون، چانورن پيهڻ جا جنڊ، اپريل برتن جن جا ڪنارا ڏندا ڏندا آهن. هي برتن هتي وڏي تعداد ۾ تيار ڪيا ويندا هئا. اهي شيون گهٽائي ۾ عرب ملڪن جهڙوڪ بحرين، جلفار (متحده عرب امارات) سوهار (اومان) موڪليون وينديون هيون. ان سان گڏ سائنچي ۾ ٺهيل پيالا ۽ ننڍڙا جگ ٻ موڪليا ويندا هئا.

**درآمد**

سرزمين تان مڪاني طرح برتن سازي کان سواءِ ٻاهران گهرايل برتنن جو وڏو حصو پڻ حاصل ڪيو ويو آهي. عام برتن ايران يا اوڀر عربستان کان گهرايا ويندا هئا. انهن جو رنگ هيٺانهين سنڌو ماٽري جي ڳوڙهي ڳاڙهي رنگ سان ڪنٽراسٽ ڪري ٿو. اڇا وارياسا ٿورا چمڪيلا ٿانو جن تي نيرا ۽ سفيد نقش نگار ٺهيل آهن سي ايران مان ايندا هئا.

ڏور اوڀر مان ٽن قسمن جا ٿانو آندا ويندا هئا هڪ پٿر جا ٺهيل مرتبان جن تي ڀوري يا خاڪي رنگ جو Glaze چڙهيل هوندو هو. ٻيا Dusnm قسم جا .هي نمونو اگ ئي رتي ڪوٽ ۾ موگها مان مليا آهن. جيڪي ائين نظر اچي ٿو ته وچولي زماني ۾ عام طرح تيار ڪيا ويندا هئا. ٽيان، سفيد چيني جا برتن جن تي ٽڪيل دزائن آهي. نيري ۽ اڇي چيني جون شيون عام طرح منگ خاندان جي زماني جون آهن. اهي مکيه شيون عام طرح جاڪي بندر/ جونا شاهه/ لاهري بندر ۾ گهرايون ويندون هيون.

هتان شيشي جا ٽڪرا پڻ وڏي انداز ۾ هٽ آيا آهن. اهي پڻ لڳن ٿا ته ٻاهران گهرايا ويا آهن ڇو جو اتي ڪنهن ٻ شيشي جي بڻي جا آثار ڳوليا نٿا لڀن.

### ڪوٽ ۽ شهر جو تجزيو

اوائلي زماني جا جدا جدا ٻولين ۾ هٿ آيل ذريعا، پراڻا نقشا، سمنڊ بابت هدايتون ۽ لاهري بندر جو تفصيل وار احوال پڙهنداسين ته اهو موجوده جاڪي بندر سان ٺهڪي اچي ٿو. جاڪي بندر جو ڪوٽ، ڊيلٽا جي ٻي ويجهائپ واري رتي ڪوٽ سان مشابهت رکي ٿو. تنهن هوندي به بناوت جي لحاظ کان ڪافي مختلف آهن. رتي ڪوٽ ۾ حقيقي فوجي طرز جا برج آهن جن جو تعداد چوويهه آهي. ان جي بنسبت جاڪي واري ڪوٽ ۾ 12 برج آهن جيڪي به دفاعي نٽا لڳن. ان کان سواءِ رتي ڪوٽ جون ٻيون فوجي ۽ دفاعي طرح جون شيون رتي ڪوٽ کي هڪ مڪمل دفاعي پختو قلعو ثابت ڪن ٿيون. رتو ڪوٽ ڀنڀور ويندڙ ڪاري تي چوڪسي رکي سگهي پيو ۽ شهر ڏي ويندڙ حملي آورن کي روڪڻ لاءِ تيار بيٺو آهي، جاڪي بندر واري ڪوٽ جي دفاعي صلاحيت نه هئڻ ڪري ان کي هڪ قلعبند گودام چئي سگهجي ٿو، جتي قيمتي واپاري شيون رکيون وينديون هونديون. تاريخي شاهديون هرهڪ ڪوٽ بابت ڪجهه نيون ڳالهايون ٻڌائي سگهن ٿيون.

ٻهرين نظر ۾ هي هنڌ ڪافي وڏي ايراضي ۾ پکڙيل نظر اچي ٿو. ان جي برتن سازي ٻين هنڌن کان وڌيڪ ترقي يافته ۽ پائيدار آهي. سنڌ جي جاگرافيائي بيهڪ ڪري هي هڪ سٺو واپاري بندر هو، جنهن ۾ مال جي حفاظت لاءِ جوڳو بندوبست هئو. ان خاصيت ڪري هي مورگها، ٺمڻ جو ۽ ٻين شهرن ۾ ڳوٺن کان وڌيڪ مناسب جڳهه تي آهي. انهن مان ڪجهه هنڌ ته ختم ٿي چڪا آهن جهڙوڪ ڪنٽي ڪن وغيره. ڪوٽ پنهنجي تاريخ جي شروعات ۾ ڏهين کان ٻارهين صدي ڏاري ڀنڀور سان گڏ وجود رکندو هو. اهو چوڻ ڏکيو آهي ته لاهري بندر جو ڀنڀور جي بنسبت ڪهڙو ڪارج هوندو هو.

### حوالا:

ڪتاب الهند- البيروني

تاريخ طاهري (فارسي) - سيد طاهر محمد سنياني ٺٽوي

ترخان نامہ (فارسي) - سيد ميرمحمد بن سيد جلال ٺٽوي
سمن جي سطلنت - غلام محمد لاکو
ڀنڀور ۽ ديبل - سھڙيندڙ عبدالقادر منگي
Travels in Asia and Africa Ibn- Btut
Indus DeltaCountry Hag
Historical Geography of Sind Maneck B. Pithawala
Imperialism at work Nathan Crow
Sind Abbott
Account of Sind J. Mc Mrudo

مضمون

Vanishing Medieval of Northeast Indus delta
لاهري بندر (روزنامہ جنگ) ڊاڪٽر مبارڪ
ديبل جي ڳولا جاڻڪي بندر (روزنامہ هلال پاڪستان) بدر ابڙو
سنڌو جي ڇپاڙ وارو علائقو 'جاڻڪي بندر' (روزنامہ عوامي آواز) ڪليم لاشاري

# ڪلان ڪوٽ

"هن زمين جي شادابي لاءِ جڏهن سخن يا آواز ڪيجي ٿو ته چڻ هو آب حيات مان غسل ڪري نڪري ٿو.

جڏهن هن جي هوا چپن وٽان گذري ٿي ته چڻ خضر جو آب حيات ڳلي مان هيٺ لهي ٿو.

جيڪڏهن هن جي تعريف ۾ قلم ڪٽجي ته قلم پنهنجي خوشي مان روان ٿي وڃي.

جيڪڏهن هن جي تعريف ۾ ڪجھ لکجي ته هرڻ جي اک مان ان جي لاءِ مَسُ وٺي پئي."

مير علي شير قانع مٿيون سٽون ڪلان ڪوٽ جي تعريف ۾ لکيون آهن. مڪلي نام ۾ جيتري ڪلان ڪوٽ جي تعريف مير قانع ڪئي آهي، شايد ئي ڪنهن ليکڪ سنڌ جي ٻئي ڪوٽ جي ڪئي هجي. جتي مڪلي کي دنيا جو وڏو ۽ سهڻو قبرستان سمجهيو وڃي ٿو، اتي مڪلي ٽڪري تي هي قِتل ڪوٽ پڻ انفراديت رکي ٿو. هن وقت ته اتي سواءِ سرن جي ڍير، ڪجھ تهخانن ۽ تلائن جي ٻيو شايد ئي نظر ڪي اوڙي. پر ڪوٽ جي رٿابندي ان جي برجن ۽ دروازن جا نشان ۽ ان جي پکيڙ تاريخ جي شاگرد کي سوچڻ تي مجبور ڪري ٿي ته اهو ڪوٽ جڏهن پنهنجي اوج تي هوندو ته ڇا هوندو.

سرن جو هي قديم ڍير اوائلي دور کان وٺي ٺهندو ۽ ڊهندو رهيو آهي. ان کي مختلف دورن ۾ جدا جدا حاڪم سينگاريندا، سنواريندا ۽ وڌائيندا به رهيا آهن. اهوئي سبب آهي جو هر حاڪم ان ڪوٽ کي پنهنجي منشا مطابق نالو ڏنو آهي. ڪڏهن ڪلا ڪوٽ، ڪلياڻ ڪوٽ، ڪلان ڪوٽ ته ڪڏهن تغلق آباد ۽ طغرل آباد بڻيو آهي.

ڪلان ڪوٽ 43، 24 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 53، 67 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي آهي. ٺٽي جو شهر ڪوٽ جي ڪنڌرن کان پنج ڪلوميٽر جي مفاصلي تي اتر ۾ آهي. ڪلان ڪوٽ کانساموئي جا ڪنڊر ڏهه ڪلوميٽر وڏيڪ اتر ۾ آهن. هي ڪوٽ مڪلي جي ڏاکڻي ڇيڙي تي ٺٽي کان غلام الله شهر ڏي ويندڙ رستي تي آهي. ڪلان ڪوٽ جي اتر اولهه ۾ يڪو مڪلي ٽڪري جو سلسلو روان دوان آهي، جنهن تي مڪلي جو تاريخي قبرستان آهي. ڪراچي کان حيدرآباد ويندڙ روڊ ڪوٽ جي اتر مان لنگهي ٿو.

ڪلان ڪوٽ کيرٿر جبل جي پڇاڙين شاخن مان هڪ ڇاڙ تي آهي. هي ڇاڙ اتر پاسي کان ساموئي وٽان ڪر ڪٽي پنهنجو سفر ڏکڻ طرف ڪري ٿي. واٽ تي ڪلان ڪوٽ کي پناڙن تي ڪٽي پنهنجو پنڌ پير پنڌ وٽ اچي ختم ڪري ٿي. مڪلي ٽڪري جڏهن ٺٽي وٽان مٿي ٿي ته اتي ڪراچي ويندڙ رستي کي دگ ڏي ٿي. هيءَ ٽڪري پنهنجي سيني ۾ ڇهه سؤ ورهين جي تاريخ سانديون هر علم جي پانڊيئڙي جي اڄ اجهائي ٿي.

ان ٽڪري تي مڪلي نالي پوڻ جون مختلف روايتون آهن: "تحفته الڪرام" ۾ آهي ته هڪ بزرگ حج جي قصد سان نڪتو. هن کي رات ان ٽڪري تي گذارڻي پئجي وئي. رات جو خواب ۾ ڇرڪ ڀري رڙ ڪيائين 'هذا مڪہ لي' هي منهنجو مڪو آهي... 'هي منهنجو مڪو آهي.' بعد ۾ اهو نالو مڪلي بنجي ويو.

تحفته الڪرام جي هڪ ٻي روايت مطابق هڪ پاڪدامن متقي عورت وفات بعد ان ٽڪري تي دفن ٿي. مسجد جامع جي عين محراب سان متصل ان مائي جي مزار آهي. ان مائي مڪلي جي نالي پٺيان هي مڪلي ٽڪري ٿي.

ڪجهه سال اڳ هندو ياترين سان گڏ هنگلاج وڃڻ ٿيو. اتي ڪيترن ئي پنڊتن، برهمڻن سان گفتگو دوران مڪلي جي نالي پٺيان هڪ ٻيو سبب به ٻڌڻ ۾ آيو. هنگلاج ديوي جو تيرٿ بلوچستان جي لسٻيلي ۾ هنگول ندي ڀرسان هڪ غار ۾ آهي. هندن جي هن وڏي تيرٿ تي

هاليجي
دسنيڙ
آب رساني

ڪراچي
ٺٽو
ڪلان ڪوٽ
مڪلي ٽڪري
غلام الله
سنڌو درياهه
جي. بي. فيڊر
پير پٺو
وڙ

SCALE 1:253,440



ديوي جي پوڄارين کان سواءِ پراڻي زماني ۾ شِو مهراج ۽ جين ڌرم جا زيارتي به ايندا هئا. شو پرستي جو باني گورکناٿ آهي، جنهن جا پڻ هنگلاج ۾ پيرن جا نشان آهن جتي پيتا ڏني ويندي آهي. هنگلاج جا پانڌيئڙا پنهنجي تيرٿن جي شروعات ٺٽي کان ڪندا هئا. ٺٽي ۾ کيتريون ئي رهائشون ۽ آستان زيارتن لاءِ ٺهيل هئا. هنگلاج ڪرڻ بعد به زيارتي واپس ٺٽي پهچندا هئا جتي کين نندڙن پٿرن جي مالها پارائي ويندي هئي. جين مذهب جا به کيترائي زائرين ان ۾ شامل هوندا هئا. جين مذهب جي فرقن ۾ گوسائين ۽ اجيوڪا ڪافي تعداد ۾ هوندا هئا. اجيوڪا فرقي جو باني گوسالو مڪلي پوٽو هو، جنهن کي مڪلي منگلي ۽ منڪلي به سڏيندا هئا. مڪلي، هنگلاج ۽ گنجي ٽڪر تي گوسائين جي هڪ شاخ ڊيگامبرن جو ديرو هوندو هو جيڪو ورهاڱي تائين موجود هو. جي ايم سيد ۽ ٻين محققن جو خيال آهي ته مٿين عقيدن وارن جو هن ٽڪري تي پوڄا پاٺ جي آستانن غارن ۽ هنگلاج اچڻ وڃڻ ڪري ۽ ان کان سواءِ ڊيگامبر فرقي جي باني منڪلي ڪري هن ٽڪري تي منڪلي نالو پيو جيڪو بعد ۾ مڪلي ٿي ويو. مڪلي جي پالي زبان ۾ معنيٰ آهي يوگي يا نانگو فقير.

## نالو

مڪلي جي ٽڪري تي ڪلان ڪوٽ قديم زماني کان موجود سمجهيو وڃي ٿو. اهو ئي سبب آهي ته ڪن تاريخ نويسن ان جي قدامت سڪندر جي دور سان وڃي ملائي آهي. بهر ڪيف هر دور ۾ ان ڪوٽ جو نالو بدلبو رهيو آهي. ڪلا ڪوٽ، ڪليان ڪوٽ، ڪلان ڪوٽ، تغلق آباد ۽ طغرل آباد به ڪوٺيو ويو آهي. اڄ ڪلهه ڪلان ڪوٽ جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو.

## ڪلا ڪوٽ

مير علي شير قانع پنهنجي ڪتاب تحفته الڪرام ۾ هن ڪوٽ کي ڪلاڪوٽ سڏيندي لکي ٿو "اهو شهر ۽ پراڻو قلعو جو ڪلا راجا جي نالي پويان ڪلاڪوٽ سڏبو هو... قلعو اڄ تائين پراڻي نالي ڪلا ڪوٽ سان مشهور آهي." شمس العلماءَ ميرزا قليچ بيگ ڪتاب "قديم سنڌ ان

جا مشهور شهر ۽ ماٺهو" ۾ ڪلا ڪوٽ لاءِ لکي ٿو، "هي ڪوٽ مڪلي جي ٽڪري کان ڏيڍ ڪوهه پنڌ تي ڏکڻ ڏي آهي. ان جو قديم نالو ڪلا راڄ هو ۽ پوءِ ڪلا ڪوٽ ٿيو." تحفتہ الڪرام جي مصنف ڪوٽ جي باري ۾ هڪ ڏند ڪٿا پڻ بيان ڪئي آهي تہ "انهيءَ قلعي ۾ هڪ نانگ رهندو هو جنهن جو سر ڪلان ڪوٽ ۾ پڇڙي هندستان منجهہ هوندي هئي. جيسين ان جو سر ڪلا ڪوٽ ۾ رهيو تيسين هندستان سنڌ جو باجگذار ۽ محڪوم رهيو. جڏهن نانگ جو سر ڦري هندستان ڏانهن ۽ پڇڙي ڦري ڪلا ڪوٽ ڏانهن تي انهيءَ ڏينهن کان سنڌ غيرن جي ماتحت رهڻ لڳي."

## ڪلياڻ ڪوٽ

مرزا قليچ بيگ ان ڪوٽ کي ڪلياڻ ڪوٽ، يعني امن ۽ راحت وارو ڪوٽ بہ سڏيو آهي. رچرڊ برٽن بہ ان ڪوٽ کي ڪلياڻ ڪوٽ يعني سهڻو ڪوٽ ڪري سڏيو آهي.

## ڪلان ڪوٽ

ڪافي تاريخدانن ان کي ڪلان ڪوٽ بہ ڪوٺيو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي 'وڏو ڪوٽ' اليگزينڊر برنس ۽ ليفٽيننٽ ووڊ بہ ان کي ڪلان



ڪلان ڪوٽ- 1878ع

ڪوٽ سڏيو آهي. ڏٺو وڃي ته سنڌ ۾ رني ڪوٽ کان پوءِ هي وڏو ڪوٽ آهي. جيئن ته هي ڪوٽ وڏي ايراضي ۾ آهي شايد ان سبب ڪري ان کي ڪلان ڪوٽ به چيو ويندو هو. اهو به ٿي سگهي ٿو اهو ڪلا لفظ ڪلياڻ جو بگاڙ هجي. البت مير قانع مڪلي نامي ۾ لکيو آهي ته "هن کي عام طرح ڪلان ڪوٽ چوندا آهن. جيئن سمجهيو وڃي ته هي ٻين ڪوٽن کان گهٽ ڪين آهي."

جهڙي طرح مڪلي جي ٽڪري تي نالي لاءِ اهو خيال آهي ته اهو جين ڌرم جي هڪ باني منڪلي جي نالي تي آهي. اهڙي طرح ڪلان ڪوٽ جي نالي لاءِ به اهو اندازو ڪري سگهجي ٿو ته اهو ڪالڪا، ڪالي ديوي جي نالي پٺيان آهي. ڇو جو ورهاڱي کان اڳ سنڌ ۽ هند جا هندو، ديوي جا پوڄاري، هنگلاج وڃڻ لاءِ هتان ئي پنهنجي تيرٿن جو آغاز ڪندا هئا. هو مڪلي ۾ ڪالڪا ديوي مندر جي تيرٿ ڪرڻ بعد هتان هنگلاج لاءِ اُسرندا هئا. ڪالڪا ديوي جو مندر ڪوٽ جي ڀرسان ئي آهي. هنگلاج ۾ به هڪ غار ۾ ڪالڪا ديوي جو آستان آهي، جتي زيارتي هنگلاج ڪرڻ کان هڪ رات اڳ ٻڪري جي خون جي ڀيٽا ڏيندا ۽ ڀڃن وغيره ڳائيندا آهن. ٻي رات تي هنگلاج ديوي جي آستان تي رسمون پوريون ڪندا آهن. اندازو اهو آهي ته ان ڪالي ديوي، ۽ ڪالڪا مندر نالي پويان ان هنڌ تي ڪالڪا، ڪالي، ڪالا، ڪلياڻ يا ڪلان ڪوٽ نالو پيو هوندو.

مڪلي ۾ ڪالڪا ديوي جو مندر، ڪراچي ويندڙ رستو، جتي مڪلي ٽڪري کي ٻه اڌ ڪري ٿو، اتي سڙڪ سان گڏ ڏکڻ طرف آهي. مندر جي چوڌاري پوڄارين جي رهائش جو انتظام آهي، جيڪو هاڻي ويراني ۾ تبديل ٿي ويو آهي. ڪالڪا ديوي جي مورتي پٿر جي آهي جنهن تي سندر جا تلڪ لڳل آهن. اتي جوت جلندي رهي ٿي. ان مندر جي سامهون ئي هڪ مسجد اسلام پور جي نالي سان آهي، جيڪا محمد حفيظ ٺٽوي ٺهرائي هئي.

## تغلق آباد

'تاريخ سنڌ' اعجازالحق قدوسي لکي ٿو ته "تغلق آباد متعلق هڪ روايت آهي ته سنڌ جي سومرا خاندان جي حاڪمن جو تخت گاهه

محمد طور هو. جڏهن هي شهر برباد ٿيو ته انهن ڪجھ وقت لاءِ ان شهر کان دارالحڪومت هٽائي ڇڏيو. سمن جي دور ۾ شايد هي شهر (ڪلان ڪوٽ) گهڻ ويران هو، جتي سمن جي هڪ بادشاهه ڄام تغلق بن سڪندر، هن شهر ۾ ڪجھ عمارتون نئين سري سان ٺهرايون. ڄام تغلق پاران هن کي نئي سري سان آباد ڪرڻ ڪري هن جو نالو تغلق آباد پيو."

ان مان معلوم ٿئي ٿو ته سمن جي دور ۾ شايد اهو ڪوٽ ڪجھ برباد ٿي ويو هو، جنهن ڪري ڄام تغلق ان ۾ پراڻين عمارتن جي مرمت ڪرائي ۽ نيون محل ماڙيون ٺهرايون. تلاءُ کوٽائي ان شهر ۾ وڌيڪ ماڻهو اچي آباد ڪيا. ڪنهن به سنڌ جي تاريخ مان اهو معلوم ٿئي نه سگهيو آهي ته سنڌ تي جڏهن سومرن جو راڄ هو، ان وقت ان ڪوٽ جو نالو ڪهڙو هو. البت ڄام تغلق جي ان ڪوٽ جي مالڪي ڪرڻ ڪري ان تي تغلق آباد نالو پيو.

## طغرل آباد

ان ڪوٽ کي مٿين نالن کان سواءِ طغرل آباد به سڏيو ويندو آهي. ان جو سبب تاريخن ۾ اهو لکيل آهي ته مغل دور جي هڪ امير طغرل، ان ڪوٽ جي سارسنڀال لهڻ سان گڏ مرمت پڻ ڪرائي هئي، جنهن جي نالي پويان ان جو نالو طغرل آباد پئجي ويو. مير علي شير قانع مڪلي نام ۾ ان ڪوٽ کي طغرل آباد جي نالي سان به ياد ڪيو آهي. هي لکي ٿو ته "نظارا هن جا مست ڪندڙ دل ۾ خواهش کي اڀاريندڙ هئا. منهنجي خواهش هئي ته طغرل آباد جو سير ڪجي."

## قدامت

ڪلان ڪوٽ جي قدامت کي به ڪيترا ليکڪ قبل مسيح سان وڃي ملائين ٿا. ان مان گهڻن جو خيال آهي ته هي ڪوٽ سڪندراعظم جي زماني جو آهي، جيئن مرزا قليچ بيگ لکي ٿو ته "هي ڪوٽ مڪلي جي ٽڪري کان ڏيڍ ڪوهه پنڌ تي ڏکڻ ڏي آهي..... ڪن جو خيال آهي ته سيوڻ جي ڪافر قلعي وانگر هي به سڪندر بادشاهه جي سپهه سالار جو ٺهرايل آهي."

اهڙي قسم جا لفظ سنڌ گزيٽيئر ۾ به آهن ته "اصل ۾ هي گهڻو اڳ

جو تهيل آهي... مقامي روايتن مطابق ان ڪوٽ کي سڪندر جي ڪافر قلعي جو سيوڻ ۾ آهي ان سان مشابهت ڏين ٿا." مشهور انگريز مصنف رچرڊ برٽن ڪلان ڪوٽ جي باري ۾ پنهنجي ڪتاب 'سنڌ ري وزيٽيڊ' ۾ لکي ٿو ته "هي ڪنڊر نئي کان ڏيڍ ميل مفاصلي تي آهن... ملڪي ماڻهو ان کي سڪندر اعظم جي پڙاءُ جو هنڌ به چون ٿا."

هڪ ٻيو انگريز ليکڪ ڊيوڊ راس ان ڪوٽ جي عمر جو ذڪر ڪندي ٻڌائي ٿو ته "ان لاءِ اهو خيال ڪيو وڃي ٿو ته اهو هڪ تمام پراڻي ڪوٽ جي مٿان ناهيو ويو آهي، جيڪو ستين صدي ڌاري عربن جي سنڌ تي حملي کان به اڳ هندو دور جو آهي."

اعجازالحق قدوسي به ان ڪوٽ جي قدامت جو قائل ٿو ڏسجي، هو چئي ٿو ته "هي ڪوٽ ۽ شهر دراصل قديم دور جو آهي جنهن جا مختلف زمانن ۾ جدا جدا حاڪم رهيا آهن. ان سبب ڪري هر دور ۾ ان جو نالو بدلبو رهيو آهي." ايم ايڇ پنهور به مٿين محققن جي ڳالھ کي ورجائيندي نظر اچي ٿو ته "هي قلعو ڄام تغلق ٺهرايو هو. ان جاءِ تي هڪ پراڻو قلعو موجود هو."

مٿين مثالن مان ڪوٽ کي قديم قرار ڏيندڙ محققن مان ڪنهن هڪ به اهڙو ٺوس دليل يا ثبوت نه ڏنو آهي، سواءِ هڪ روايت جي جنهن ۾ ڪوٽ کي سڪندر ڏانهن منسوب ڪيو ويو آهي. موجوده وقت تائين آثار قديم وارن کي اتان ڪا به پراڻي شيءِ هٿ نه لڳي، نه ئي وري ڪوٽ جي ڪنڊرن مان قلعبندي جي طرز يا عمارتسازي جو ڪو اوائلي اهڃاڻ مليو آهي جيڪو ڪوٽ جي ڄمار کي قبل مسيح ۾ گھلي وڃي، البت هڪ آثار قديم جي ماهر مجمدار ته هن کي مسلمان دور جو ڪوٽ ڪوٺيو آهي.

## ارغون دور

ارغون دور ۾ تغلق آباد جي وسندي واري شهر هئڻ جون شاهديون ملن ٿيون، تغلق آباد جو ڪوٽ گادي جي هنڌ نئي جي ويجھو هئڻ ڪري هر ڏکي وقت ۾ حاڪمن ۽ رعيت جي پناھ گاھ هوندو هو. نئي جا حاڪم ڏکي وقت ۾ ٻارٻچا وٺي سامان سڙو ساڻ ڪري اچي تغلق آباد ۾ قلعبند ٿي ويهندا هئا. اتي هو ڪوٽ جي جاءِ وقوع ۽ ٽڪري تي

هٿڻ ڪري پاڻ کي وڌيڪ حفاظت ۾ سمجهندا هئا.

مرزا شاهه حسن ۽ ڄام فيروز سمي جي دور ۾ به تغلق آباد اهميت رکندڙ ڪوٽ هو. 'تاريخ معصومي' ۾ ان جو ذڪر آهي ته "مرزا شاهه حسن نصرپور ۾ پيءُ بجاءِ حڪومت جي گادي تي ويٺو... عيد تي پنهنجي بجاءِ ظهير الدين بابر جو خطبو پڙهيو ويو.... ٺٽي جي آخري ڄام فيروز به شاهه حسن کي سوکڙيون پاکڙيون ڏياري موڪليون. پر ايلچين شاهه حسن کي ٻڌايو ته ڄام فيروز ظاهر تحفا موڪليا آهن اصل ۾ جنگ جا هٿيار گڏ ڪري جنگ ڪرڻ جو خيال اٿس."

اها ڳالهه ٻڌي شاهه حسن قاصدن کي واپس موڪلي ڄام فيروز سان مقابلي لاءِ روانو ٿيو. ڄام ڪجهه گوٺناٿ بعد نيٺ ڪچي لشڪر تيار ڪيو. آخر ٻئي هڪٻئي جي سامهون ٿيا. ان جنگ جو احوال مير معصوم هيئن ڏنو آهي، "ڄام فيروز چاچڪن ۽ راهمن جي ڳوٺ پهچي اٽڪل پنجاهه هزار ماڻهو، سوار ۽ پيادا گڏ ڪري لڙائي لاءِ تيار ٿيو ۽ ٺٽي جي ولايت ۾ شور ۽ زلزلو پيو... انهن ماڻهن جڏهن مغلن جو لشڪر ڏٺو ته سيني هڪدم گهوڙن تان لهي مٿن تان پڳون لاهي، چادرن جون ڪنبون هڪ ٻئي سان ٻڌي جنگ شروع ڪئي.... صبح کان شام تائين لڙائي جاري رهي ۽ اٽڪل ويهه هزار ماڻهو ميدان ۾ ڪم آيا... ڄام فيروز ناڪامياب ۽ ذليل ٿي گجرات هليو ويو..."

شاهه حسن جنگ ۾ فاتح ٿيڻ بعد سڌو تغلق آباد ۾ اچي رهيو. هن ڪوٽ کي ان وقت وڌيڪ محفوظ سمجهيو هو. هن کي اجا خوف هو ته متان ڄام فيروز لشڪر ڪٺو ڪري مٿس وري حملو نه ڪري. ان حالت ۾ شاهه حسن ڪلان ڪوٽ ۾ ڇهه مهينا ويٺو رهيو. تاريخ معصومي ۾ آهي ته "مرزا شاهه حسن ٿي ڏينهن اتي منزل ڪري غنيمت جو مال، گهوڙا ۽ سامان جيڪو هٿ آيو هيس سو پنهنجي ماڻهن کي ورهائي ڏنو... اتان موٽي ٺٽي ۾ منزل ڪري فتح ۽ ڪاميابي سان تغلق آباد ۾ ساڪن ٿيو. ڇهن مهينن کان پوءِ هالا ڪندي (هالن) جي رستي کان منزلون ڪندو بکر روانو ٿيو..."

مرزا شاهه حسن پوين ڏينهن ۾ جڏهن فالج ڪري سخت بيمار هو ته ارغون ۽ ترخان سازشين ذريعي هن کي هٽائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا، ان

مهل شاه حسن مقامي ماڻهن کي پنهنجا خيرخواهه سمجهي ڪين پنهنجي ويجهو آندو. اها ڳالهه ارغونن ۽ ترخانن کي تمام خراب لڳي. جڏهن ٺٽي جي حاڪميت جو سوال ٿيو ته شاه حسن ارغونن، ترخانن ۽ مغلن کي نظرانداز ڪري هڪ مقامي ماڻهو عربي ڳاهي کي مقرر ڪيو ۽ حڪومت جو باقي ڪاروبار هلائڻ لاءِ اسماعيل ٻهاري کي مقرر ڪيو.

**ترخان دور**

ترخاني دور ۾ به تغلق آباد جو هي ڪوٽ پنهنجي مضبوطي ۽ دفاعي نقطهءِ نگاهه کان اهم سمجهيو ويندو هو. تاريخن ۾ آهي ته مرزا محمد باقي جي وفات بعد مرزا پاينده جڏهن سنڌ جي گادي تي وينو ته سندس وڪيل ۽ صلاحڪار مرزا جاني بيگ ٿيو. اڪبر بادشاهه ان وقت جاني بيگ جي خود سري ڏسي، سندس اڳيان نه جهڪڻ ڪري، هو مٿس ناراض ٿيو. هن خان خانان عبدالرحيم بن بيرم خان کي 999هه (91-1590عيسوي) ۾ سنڌ کي فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو. آخر جاني بيگ ۽ خان خانان ۾ جنگ ٿي، جنهن ۾ خان خانان سوڀارو ٿيو. جاني بيگ جنگ مان نڪري مايوسي جي حالت ۾ پنهنجي پيءُ مرزا محمد پاينده کي خط ذريعي حالتن کان آگاهه ڪيو، ۽ لکيائين ته "منهنجو مشورو اهو آهي ته تون محل وارن، مال و دولت خاص خيلن ۽ متعلقين کي ساڻ وٺي ٺٽي کان ڪلان ڪوٽ (طغرل آباد) هليو وڃ. مان اڳوڪي ڏينهن لاءِ ڪوٽ جي مرمت ڪرائي هئي. ماڻهن کي شهر مان ڪڍي، ٺٽي جي هر گهٽي ۽ بازار کي باهه ڏيئي ڇڏ..."

جاني بيگ جي ان مشوري تي عمل ڪندي، ٺٽي کي ويران ڪيو ويو. اميرن پنهنجا ٻارٻچا، ساز و سامان، خزانو ۽ اناج آڻي ڪوٽ اندر محفوظ ڪيو. ڪوٽ کي ان وقت جي دفاعي ضرورتن سان وڌيڪ مضبوط بڻايو ويو. ڪوٽ جي مضبوطي ۽ دفاعي اهميت ۽ جنگي هٿيارن بابت 'ترخان نامه' ۾ آهي ته "تغلق آباد جي ڪوٽ ڏانهن منهنجي دل کي اطمينان آهي. ڪوٽ ۾ رهندڙن وٽ ٽن چئن سالن جو کاڌو موجود آهي. توپخانو ۽ ٻيا لڙائي جا هٿيار اتي پورا (ڪافي) آهن." ڪوٽ جي اڏاوت جنگي ماهرن اهڙي ته اهم هنڌ تي ڪئي هئي جو اتان ڏور ڏور تائين دشمن تي نظر رکي، انهن کي ڪوٽ کان ڪيترائي ميل پري رکي

سگهجي پيو. ڪوٽ بلندي تي هئڻ ڪري تڪڙي حملي جي زد ۾ اچي نہ پيو سگهي. ترخان نامہ ۾ آهي تہ "انهيءَ (ڪوٽ) جي ٻن ڪوهن جي گهيري تائين دشمن ويجهو نٿو اچي سگهي."

جاني بيگ هڪ جهڙپ ۾ پوئتي هٽڻ بعد وري خانخانان سان جنگ جوٽڻ لاءِ لشڪر ڪٺو ڪرڻ لڳو. هن شڪست قبول ڪرڻ کان لڙائي ۾ مرڻ بهتر ٿي سمجهيو. هوڏانهن خان خانان پنهنجو ڪجھ لشڪر نٽي تي چاڙهي موڪليو. ان وقت جاني بيگ سان پنهنجا امير غداري ڪري خان خانان سان وڃي نہ ملن ها تہ هو سنڌ کي ايترو تڪڙو هٿ ڪري نہ سگهي ها. بهر ڪيف خان خانان ۽ جاني بيگ جي وچ ۾ سُٽت ئي ناهہ ٿي ويو، جنهن ڪري تغلق آباد (ڪلان ڪوٽ) کي جنگ ۾ حصو وٺڻ ۽ حملي روڪڻ جو موقعو نہ مليو.

جاني بيگ ۽ خانخانان جي وچ ۾ صلح ٿيڻ بعد 'هسٽري آف دي ارغون اينڊ ترخان آف سنڌ' جو مصنف لکي ٿو تہ "خان خانان پوڏن وارو عرصو سن ۾ گذاريو. سياري جي شروعات ۾ نٽي روانو ٿيو. فتح باغ وٽ جاني بيگ اچي هن سان مليو. ٻئي هڪٻئي سان تمام سٺي نموني مليا. ان بعد خان خانان نٽي طرف وڌيو. جاني بيگ بہ هن جي پويان نٽي پهتو. اتي ٻنهي هڪ ٻئي جي اميرن ۽ سپاهين کي تحفا وغيره ڏنا....."

ڪجھ عرصي بعد خان خانان ۽ جاني بيگ گڏجي تغلق آباد جو ڪوٽ ڏسڻ آيا جتان پوءِ ٻيڙي ذريعي سمنڊ جي سير لاءِ روانا ٿيا. خان خانان جو سمنڊ جو اهو پهريون سير هو. 'ترخان نامہ' ان جو ذڪر ڪندي لکي ٿو، "مرزا جاني ۽ نواب خان خانان گڏجي نٽي آيا ۽ قلعو تغلق آباد ڏسڻ آيا. اتان سير ۽ شڪار لاءِ بندر لاهري روانا ٿيا. رستي ۾ منوڙھ ڏسڻ جو خيال ٿيو......"

### مغل دور

سنڌ تي مغلن 1591-92ع ۾ قبضو ڪيو، جيڪو 1738-39ع تائين جاري رهيو. ان دوران تحفتہ الڪرام مطابق چاليھ مغل صوبيدار هٽ آيا. اهڙي طرح مغلن سنڌ تي هڪ سؤ ستيتاليھ سال حڪومت ڪئي.

اورنگزيب دهلي جي تخت تي 1659ع ۾ ويٺو ۽ 1707ع ۾ وفات

ڪيائين. ڪتابن مان معلوم ٿئي ٿو ته ان زماني تائين هي ڪوٽ باقاعده وسيل ۽ آباد هو. ان مهل به هي جنگي نقطءِ نگاهه کان سنڌ جو محفوظ هنڌ هو. هتان جي آبهوا سان گڏ عمارتون بينظير ۽ بازاريون رونق واريون هيون، ڇو جو وقت به وقت ڪوٽ جي نگهداشت ٿينديون رهنديون هئي. اورنگزيب دور جي هڪ صوبيدار پڻ ڪوٽ جي ديوارن ۽ برجن جي مرمت ڪرائي هئي. 'تحفته الڪرام' ۾ ان جو ذڪر هن ريت آهي:

"سن 1099هه (1687ع) ۾ نواب مريد خان جو اصل نو مسلم زادو هو ٺٽي جو حاڪم ٿي آيو... هي موقوف ٿيڻ بعد اڪين جي ديد جهڪي هجڻ جي بيماري سبب تغلق آباد عرف ڪلان ڪوٽ جي آبهوا طبع جي موافق ڏسي ڪجهه وقت اتي رهي پيو، بادشاهه پڻ سندس دلجوئي خاطر ڪاٻه روڪ ڪانه ڪئي. قلعي جي ٽوري تعمير ۽ تغلق آباد جي ڪجهه آبادي انهي جي ڪرايل آهي."

## زوال

سنڌ جي تاريخن ۾ عالمگير جي حڪومت تائين ڪلان ڪوٽ جو وجود جيئرو جاڳندو ملي ٿو. ان کانپوءِ جي سڀني ڪتابن ۾ ڪوٽ جي ويران ڪنڊرن جو احوال نظر ٿو اچي. تاريخ جون ڪڙيون ملائڻ سان ڪوٽ جي بربادي جو هڪ سبب مغل شهنشاهه جو زوال محسوس ٿئي ٿو.

اورنگزيب جي وفات بعد مغل سلطنت ٽڪرا ٽڪرا ٿي وئي. ان جو وڏو سبب مغلن جن پاڻ ۾ تخت و تاج هٿ ڪرڻ لاءِ خانه جنگيون پاڻ ۾ رقابتون، مغلن اميرن جون سازشون هيون. ان سان گڏ مرهٽن ۽ سکن به ملڪ ۾ لٽ مار جي باهه ٻاري ڏني هئي. نتيجي ۾ مغل شهنشاهيت جو انت اچي ويو، ۽ سلطنت ٽڪرا ٽڪرا ٿي وئي. مغل حڪومت جي نفاق ۽ حصن ۾ ورهائجڻ ڪري صوبن جا حاڪم به خودمختيار ٿي ويا. انهن سلطنت کي خراج ڏيڻ بند ڪري ڇڏيو. ان ڪري مغل حڪومت جي آمدني گهٽجي وئي ۽ ان جو سنئون سڌو اثر سنڌ تي به پيو. نواب دلير خان (1730-1732ع) بعد ٺٽي جي حڪومت ٺيڪي تي ڏيڻ جو رواج پيو. هر صوبيدار ٺيڪو ملڻ بعد سنڌ کي لٽڻ ڦرڻ ۾ ڪسر نه ڇڏي. هو هتان پنهنجو پيٽ ڀرڻ سان گڏ ٺيڪي جا پئسا به پهچائيندو

هو. ايتري قدر جو ان دور ۾ مغل صوبيدارن ماڻهن جو رت ست ئي پي
ڇڏيو. سنڌ ۾ جيڪي به صوبيدار مقرر ٿي آيا انهن ۾ گهڻائي ظالمن،
لالچن ۽ جلادن جي هئي. انهن کي وڏو فائدو اهو هو جو مرڪز کان پري
هئڻ ڪري ڪو پڇاڳاڇا ڪرڻ وارو ڪين هو. عوام جي ڀلائي بجاءِ
خود غرضي ۽ ذاتي مال ميڙڻ ۾ مشغول رهندا هيا. ان دور جا مرزا رستم
صفوي (1613ع مريد خان (1687-1689ع) عطر خان
(1712-1713ع) وڏا بدنام ۽ قهار صوبيدار ٿي رهيا آهن. جيئن ته انهن
صوبيدارن ۾ حڪومت هلائڻ جي صلاحيت ڪانه هئي، ان ڪري ملڪ
۾ افراتفري مچي وئي، امن امان ختم ٿي ويو. خشڪي، درياهي تورڙي
سامونڊي رستا محفوظ نه رهيا. ڪڙمين کان ڍلون گهڻيون اوڳاڙڻ ڪري
انهن پنهنجون ڪيڙڻ ڇڏي ڏنيون. فصل خراب ٿيڻ لڳا، آب پاشي نظام
درهم برهم ٿيڻ ڪري زمينون غيرآباد ٿي ويون. ان ڪري هت ڏڪارن
اچي منهن ڪڍيو. 1659ع ۽ 1863ع وارن ڏڪارن دوران هزارين ماڻهو
مري ويا. اهڙي واپومنڊل ۾ لڳي ٿو ته تغلق آباد جي آبادي کي به ڪافي
تڪليفون آيون هونديون. انهن جيئري رهڻ جي جتن ۾ لڏپلاڻ شروع
ڪئي هوندي. نتيجي ۾ اهي محل ماڙيون ۽ محلا ويرانن ۾ تبديل ٿيڻ
شروع ٿيا هوندا، تان جو موجوده ويران وستين تي وري ارڙهين صدي جي
پڇاڙڪن سالن ۾ ڪن ليکڪن نظر وڌي آهي.

1770-1771ع ۾ مير علي شير قانع ان ڪوٽ جو طغرل آباد
جي نالي سان ذڪر ڪيو آهي. ان ويران ڪوٽ جي تعريف ايتري ته
ڪئي آهي جو شايد ئي دنيا ۾ ڪنهن ڪوٽ کي نصيب ٿي هجي. مير
علي شير قانع لکي ٿو ته، "هن جي خاڪ، سيرابي ۾ ڪشمير کان
وڌيڪ آهي. ان جي هوا شادابي ۾ وڌيڪ چڱي آهي. صبح هن جو سورة
'الشمس' جو تفسير آهي. ان جي رات نور جي آيتن سان تعبير ڪئي وڃي
ٿي. چنڊ اتان ئي پنهنجو نور حاصل ڪري ٿو. سج پنهنجي ٿڪاوٽ ان
هنڌ اچي لاهي ٿو. مسافرن جي شام جي اميد هت ئي آهي. سج، رات
بعد صبح، جاڳندڙن لاءِ اتان ٿي پيدا ڪري ٿو. اتان جي سرسبزي ۽ ان
جي ساوڪ کي چين جا هرڻ ڳولين ٿا، ۽ ان جي باغ کي هرڻ جاچيندا
رهن ٿا."

ڪلان ڪوٽ جي اها واڪاڻ مير علي شير قانع ان وقت ڪئي آهي جڏهن اهو بلڪل پڙپانگ هو. ڪوٽ جون پتيون ۽ برج زمين دوز ٿي ويا هئا. ڪوٽ اندر ماڙيون، مسجدون ۽ ڪوئـيون مٽي جو ڍير بنجي چڪيون هيون. ان مٿان نقش نگار مسخ ٿي روپ وڃائي وينا هئا، قلعو، قبرستان جيان ويران ٿي چڪو هو. مير قانع جڏهن قلعي کي اهڙي حالت ۾ ڏٺو ته ان جي ماضي جي توصيف سان گڏ موجوده حالت تي افسوس ڪندي لکي ٿو ته "جيتوڻيڪ هاڻي (ڪوٽ) ڪافي ڏينهن کان آباد نه آهي پر بارش جي وقت ماڻهن جون ٽوليون ان طرف جو رخ رکن ٿيون. ان جون قديم ۽ ٽايل عمارتون نور وسائين ٿيون، ان قلعي جون ٽٽل ڦٽل ديوارون نور جو سرچشمو آهن. سبحان الله جڏهن ان جو پڳل ٽٽل حالت ۾ اهڙو حال آهي ته جڏهن هي آباد هوندو ته ڇا هوندو. ڪنهن به وقت ڪوئي به هن ۾ پير وجهي ٿو ته پهريائين پنهنجي عقل کي ٻاهر ڇڏي اچي ٿو."

مير علي شير قانع پنهنجي ڪتابن 'مڪلي نامہ' ۽ 'تحفتہ الڪرام' ۾ ڪلان ڪوٽ جو ڪافي ذڪر ڪيو آهي، هن ڪوٽ جي تعريف جا ڍڪ ڀرڻ سان گڏ ان جي زبون حالي به بيان ڪئي آهي پر ڪٿي به ان جي بربادي جو سبب واضح نه ڪيو آهي. تحفتہ الڪرام 1767ع ۾ لکيو ويو آهي ان ۾ به زبون حالي جو ذڪر ڪندي مصنف لکي ٿو "سما ڄام انهي (مڪلي ٽڪري) تي ڪيترين ئي عجيب جايون يادگار طور ڇڏي ويا. جهڙوڪ تغلق آباد عرف ڪلان ڪوٽ جو قلعو جو باوجود ڊهي ويڃڻ جي اڄ به خالص روح ۽ سرور سان اهل دل جي لاءِ قوت آهي..." ساڳي ڪتاب ۾ ٻي هنڌ مصنف لکيو آهي ته "قلعي جون محل ماڙيون زبون ٿي چڪيون آهن، تلائن مٿان جيڪي اڏاوتون هيون سي پڻ زمين دوز ٿيل آهن."

اسان کي سنڌ جي ڪنهن به ڪتاب ۾ ڪوٽ جي بربادي جو ڪو خاطر خواهه ڪارڻ نٿو ملي. اسان کي ڪلان ڪوٽ جو تاريخ ۾ آخري ذڪر مغل دور جي صوبيدار مريدخان (1099هه) تائين نظر اچي ٿو. ان کان پوءِ ان قلعي جي آباد هئڻ بابت ڪابه لکت منهنجي نظر مان ڪانه گذري آهي. البت اعجازالحق قدوسي، پنهنجي 'تاريخ سنڌ' ۾ ان جي

برباديءَ جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته تغلق آباد جو عوج مغليه دور جي آخري فرمانروا اورنگزيب تائين هو جنهن بعد اهو جڻ مغليه دور سان گڏ برباد ٿيندو ويو. اها ڳالهه پڻ 'مڪلي نامہ' جي حاشيي ۾ پير حسام الدين راشدي ورجائي آهي. تعجب ان ڳالهه جو آهي ته مڪلي نامہ جي مصنف علي شير قانع ان قلعي کي جڏهن 1760ع ۾ ڏٺو ته اهو اجڙيل حالت ۾ هيو. خبر نه آهي ته مريد خان جي دور 1687-1689ع کان مير قانع جي دور 1760 تائين صرف ايڪهتر سالن جو وقفو آهي. ان ٿوري عرصي ۾ اهي ڪهڙا سبب پيدا ٿيا جنهن ڪري هي عاليشان ۽ مضبوط ڪوٽ اچي پٽ پيو. ان جي پٽ پوڻ جو سبب سنڌ گزيٽير ۾ آهي ته "ستر سال اڳ سڙيل اناج جا انبار هٽ آيا هئا" جنهن مان اندازو ٿئي ٿو ته هي هنڌ باهه لڳڻ سبب ناس ٿيو هو، مرزا قليچ به اهڙي قسم جي ذڪر ڪندي لکي ٿو "اتي سڙيل ان جو وڏو انبار زمين ۾ پوريل لڌو هو. جنهن مان معلوم ٿو ٿئي ته اهو شهر باهه جو ناس ٿيل آهي..."

منهنجي خيال ۾ ڪلان ڪوٽ جي تباهي جو ڪارڻ باهه کي سمجهڻ ڪو ايڏو وزنائتو سبب نه آهي. ڇو جو سرزمين تي باهه لڳڻ جا اهڃاڻ نظر نٿا اچن نه ئي وري ڪو اهڙو وڏو حادثو يا زلزلو ان جو باعث ٿي سگهي ٿو جنهن ساري قلعي کي ناس ڪيو هجي. جيڪڏهن عدم توجهي ان جي ناس ٿيڻ جو سبب سمجهجي ته به ان جو ڪجهه نه ڪجهه حصو مير قانع جي دور تائين سلامت هجي ها. اندازو اهو لڳايو وڃي ٿو ته ان ڪوٽ کي حڪومت جي مخالف قوتن ناس ڪيو هجي. پر ان صورت ۾ تاريخ ڇو بلڪل خاموش آهي. ان حالت ۾ ڪو به حتمي رايو ڏئي نٿو سگهجي.

**قبرون**

مڪلي ٽڪري تي اٽڪل ڏهه لک ماڻهو پوريل آهن، جن ۾ بادشاهه امير، وزير، اديب، شاعر، سياح، ظالم، مظلوم شامل آهن، ان لحاظ سان جڻ ڇهه سؤ سالن جي تاريخ اتي آرامي آهي. چون ٿا ته انهن ۾ سوا لک ته رڳو اوليا الله آهن، انهن ناليوارن مان ڪجهه شخصيتون ڪلان ڪوٽ سان به منسوب آهن، جن پنهنجي زندگي جو ڪجهه عرصو اتي گذاريو ۽ گهڻا ته اتي ئي دفن ٿيا.

## سيد ابراهيم

هي بہ هڪ عجيب درويش ٿي گذريو آهي. ڪلان ڪوٽ ۾ هميشہ گودڙي پايون گوشہ نشيني جي حال ۾ رهندو هو. سندس مزار ڪلان ڪوٽ واري قلعي جي پٽ هيٺان آهي.

## ميان لاڪو

هي مجذوب بہ هتان جو هو. ڪوٽ ويران ٿيڻ بعد سياري توڙي اونهاري سدائين چمڙي جي هڪ چوٽي ۾ گذاريندو هو.

## شاه جيئندو

هن بہ پنهنجي زندگي جو وڏو عرصو اتي ڪوٽ ۾ گذاريو. وفات بعد کيس ڪوٽ جي پاسي ۾ ئي پوريو ويو.

## دائود درس

ملان دائود درس بہ هتان جو هو. ڪلان ڪوٽ کان ڪجهہ ميل پري سندس مزار آهي. سندس درگاه ۾ هڪ مسجد بہ آهي اتي هر سال وڏو ميلو لڳندو آهي.

## خواجہ ڪمال الدين

هي پڻ ارغونن سان گڏجي هرات مان نڪتي آيو. پنهنجي جاگير جي سارسنڀال لاءِ ڪلان ڪوٽ ۾ رهڻ لڳو ۽ اتي ئي فوت ٿيو.

## ڪنڊر

موجوده وقت ڪوٽ پڃي پري اچي پٽ پيو آهي. ڪوٽ جو ڪوبہ برج ديوار، دروازو سلامت نہ آهي. سرزمين تي سرن جو ڍير پکڙيو پيو آهي. اهي سرن جا ڍير هڪ پڪي، پختي ۽ برجستي ڪوٽ جي چغلي هڻن ٿا. اسان جڏهن انهن ڪنڊرن جي نشانن کي شڪل ڏني، تہ ڪوٽ جي اڏاوت جي عظمت جا قائل ٿي وياسين. اهڙو وسيع سهڻو ۽ بيهڪ جي لحاظ کان مناسب ڪوٽ گهٽ نظر آيو آهي. ڪوٽ جي اردگرد ڍنڍ جي موجودگي ۽ ڦهليل وادي دلڪشي ۾ اضافو ڪندڙ آهي. قانع پنهنجي هن خوابن جي جنت جو ذڪر ڪندي لکي ٿو، "هن هنڌ بنا شراب جي ڪيف چڙهي وڃن ٿا. بنا عيش عشرت جي سامان جي هٿ آرام ۽

عيش مهيا ٿئي ٿو. هتان جي ساوڪ خوبي جي ڪاڻ آهي هتان جا نوجوان ڇوڪرا ۽ سهڻيون ڇوڪريون رسمر طور رات جي وقت قلعي جي ٻاهران مين جي ڳوٺ ۾ لطف حاصل ڪن ٿا ۽ ڏينهن جو پنهنجي خيال ڪان قلعي اندر سبزي تي ويهي وڏيڪ عشرت ڪن ٿا. سبحان الله ڪهڙي نہ سٺي جاءِ آهي. جيستائين نظر وڃي ٿي پاڻي ۽ ساوڪ ڏسڻ ڪان سواءِ واپس نٿي اچي. گل اچلڻ ۾ روح کي سرور پيدا ڪرڻ ڪان سواءِ ٻيو ڪجھ ڪين آهي."

## دفاعي اهميت

ڪوٽ، مڪلي ٽڪري جي هڪ ڪنڊائتي هنڌ تي آهي. ان جي سمنڊ جي مٿاڇري ڪان بلندي 30 فٽن ڪان 150 فٽن تائين آهي. ڪوٽ ٽڪري جي شڪل مطابق بي ترتيب آهي. ان ڪري ڪوٽ جي شڪل جڻ پستول جهڙي نظر اچي ٿي. ڪوٽ جي ڏکڻ ۾ ٿوري فاصلي تي سنڌو جي پراڻي وهڪري جا اوائلي آثار آهن. ان ڪان سواءِ ان جي پرسان ڏکڻ ۾ ٺي بگهياڙ واهہ جي گذرگاهہ جا اهڃاڻ بہ ملن ٿا. ڪوٽ جي اوڀر- ڏکڻ ۾ سنڌوندي موجون هڻندي نظر اچي ٿي. اولهہ ڏکڻ ۾ ڪوٽ جي ويجهو ڪلان ڪوٽ ڍنڍ آهي. اوڀر وارو حصو هڪ وسيع وادي جي روپ ۾ پٿاريو پيو آهي. ان هيٺانهين واري ماٿر ڪان، ڪوٽ جي بلندي ڪافي هئڻ ڪري مٿي چڙهي اچڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. ماهرن جو خيال آهي تہ ڪوٽ جي اردگرد هي واديون ۽ ڍنڍون موجوده صدي جي سٺ واري ڏهاڪي جي وچ ڌاري پاڻي هيٺ هونديون هيون، پاڻي جي موجودگي اتي سنڌو جي ڪنهن اوائلي شاخ جي نشاندهي ڪري ٿي.

ڪوٽ جي بناوت ٽڪري جي شڪل مطابق هئڻ ڪري ان جي ڪابہ اوائلي ڊزائن مقرر ٿيل نہ آهي، جنهن مان لڳي ٿو تہ هي صرف دفاعي ڪوٽ هو. ان ڪان سواءِ ٻاهرين ديوار جي بناوت ۽ برجن جو تعداد بہ بچاءبندي جو سنئو مظهر آهي. ڪلان ڪوٽ شروعات ۾ دفاعي هو. پر پوءِ ان ۾ ضرورت سمجهي رهائشي جاين جو تعداد وڌايو ويو آهي.

ڪوٽ ديگهہ ۾ وچان اتر ڪان ڏکڻ 2258 فٽن تائين هليو ٿو وڃي. سندس ويڪر اولهہ ڪان اوڀر آهي. ڪوٽ ڏکڻ واري پاسي تي




کلان کوٹ

ويڪر ۾ وڏ ۾ وڏ 1686 فٽ ڊگهو ۽ سندس اتريون پاسو وري ويڪر ۾ گهٽ 557 فٽ هئڻ ڪري اتي هڪٻئي پٺيان ٻه دفاعي ديوارون ڏنيون ويون آهن، جن ۾ برجن جو تعداد وڌايو ويو آهي. ڪوٽ جا اوبر ۽ اولهه پاسا جيئن جيئن ٽڪري اجازت ڏني آهي تيئن جوڙيا ويا آهن، ڪوٽ جو سڀ کان ڊگهو اوبر پاسو 2615 فٽ آهي. ڪوٽ جو اولهائون پاسو 2086 فٽ آهي. باقي ڏاکڻيون پاسو سنئون سڌو هئڻ ڪري ان کي ڪاهي سان گڏ برجن جو وڌيڪ تعداد ڏئي حملي کان بچائڻ جي ڪوشش ڪيل ٽي ڏسجي. ڪوٽ جو صرف اهو پاسو سڌي ليڪ ۾ آهي، باقي ٻيا پاسا ٽڪري جي ٻڇاڙڪن ڪنارن تي سندس ساخت مطابق آهن، ڪوٽ جي ٻاهرين پاسن وارين ديوارن جي ڪل ڊيگهه 8416 فٽ آهي. جيڪا ڏيڍ ميل کان ٻه متي بيهي ٿي. ڪوٽ جي ڏاکڻي پاسي تي اکهور ڊنڊ آهي. اکهور ڊنڊ متعلق مڪلي نامہ ۾ آهي تہ "اکهور تلاءُ قلعي جي ڏکڻ ۾ جبل جي دامن ۾ آهي ۽ وڏو شان شوڪت وارو آهي." مير قانع ان تلاءُ جي ساراهہ جا ڏڪ پريندي نٿو ڊاپي. هو اڳتي لکي ٿو تہ: "ڇا تعريف ڪيان ان مٺي تلاءَ جي جنهن جي اڳيان فرهاد جي کير جي وهايل ندي مٺي برابر آهي. هن چشمي ۾ حڪمت العين جون رمزون لڪيل آهن. هن چمڪندڙ تلاءُ جو مثال ائين آهي جيئن اکين جي آبدار ماڻڪي هجي. هن چشمي ۾ حيرت جو سامان آهي. پر دل جي قوت حاصل ٿئي ٿي. هن جي وصف مان جيڪو واقف آهي، ان لاءِ بيشڪ هي شفا جو ڪتاب آهي. قلم جڻ ڪافور ۾ ٻبي ڏئي ٿو ۽ نور ئي نور هن جي موج مان نڪرن ٿا. زبان هن پاڻي جي خوش رنگي بابت چئي ٿي تہ هي پاڻي هيري جي پاڻي کان وڌيڪ چڱو آهي. هت بهشت جي باغ وانگر نظر ٽي ٽڪي ۽ ائين ٿو محسوس ٿئي جڻ آب حياب ۾ ڦوٽو اڀري ٿو. جيڪڏهن هوا هن تلاءَ تي گهلي ٿي تہ ائين ٿو لڳي جيئن ڪوثر ندي تي نسيم گهلي رهي آهي. خدا جو قسم عجب تلاءُ آهي جو ان جو چمڪو پاري جي چمڪي جهڙو آهي."

**ڪاهي**

ڪوٽ جي چئني پاسن کان ڪاهي ڏنل آهي. ڪوٽ جي ٽن پاسن کان قدرتي ڪڏ ۽ پاڻي جي گذرگاهہ هئڻ ڪري اتي وڌيڪ ڪاهي کوٽڻ

جي ضرورت محسوس نہ ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ پاڻي جي موجودگي ڪوٽ کي محفوظ بڻائيندي هوندي. البت ڪوٽ جي ڏکڻ- اولهہ پاسي ٻاهرين ديوار کان ڪجهہ مفاصلي تي ٽڪري کي ٽُڪي سهٽن سڌن ايڪپرن واري هٽرادو ڪاهي کوٽي وئي آهي. ڏٺو وڃي تہ هي ڪوٽ جو قدرتي طرح وڌ ۾ وڌ غيرمحفوظ پاسو آهي. ان کان سواءِ مکيہ دروازو ان طرف کلندو آهي.

## شاهي دروازو

ڪوٽ کي هڪ شاهي دروازو ڏکڻ طرف کان آهي جنهن جي ٻنهي پاسن کان ٻہ برج ان جي حفاظت ڪندي نظر اچن ٿا. برجن جي بلندي ۽ مضبوطي جي شاهدي دروازي پرسان ڦهليل سرن جو وڏو تعداد ڀڏائي ٿو. لڳي ٿو تہ دروازو بناوت ۾ سنئون سڌو هوندو ڇو جو ان جي اڳيان رستي ۾ يا دروازي جي لنگهہ ۾ ڪوبہ وڪڙ نٿو ليي. هڪڙو ٻيو دروازو اوپر طرف ورن وراڪن واري پٽ ۾ نظر اچي ٿو جيڪو اڄ بہ اچڻ وڃڻ لاءِ ڪارگر آهي. ان دروازي متعلق چئي نٿو سگهجي تہ اهو در اڳ ۾ ئي ڪوٽ کي هو يا بعد جي دور ۾ ضرورت سمجهي ٺاهيو ويو آهي.

## برج

ڪلان ڪوٽ جي برجن جي بلندي جو ذڪر مير قانع پنهنجي لفظن ۾ هيئن ڪيو آهي، ”ڪوئي جڏهن برج تي چڙهي ٿو. تہ گويا نيري آسمان کي پنهنجي ڏاڪڻ بڻائي ٿو.... جيستائين نظر پهچي ٿي تيستائين سبزي کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نظر نٿو اچي...“

سر رچرڊ برٽن ان ڪوٽ جي برجن جي باري ۾ پنهنجا خيال قلمبند ڪيا آهن تہ ”هي ڪوٽ باروت جي دور کان اڳ جو لڳي ٿو مٽي جا گول برج چوڏاري ٻٺي جي پڪين سرن سان ڀڏل آهن، برج ڪوٽ جي ديوار کان ٻاهر نڪتل اهن، ۽ برج هڪٻئي کان تير اڇلڻ جيتري مفاصلي تي آهن.“

سنڌ گزيٽيئر، ڪلان ڪوٽ جي برجن جي بلندي سان گڏ اهو ڀڏايو آهي تہ ان ڪوٽ جا برج ان دور جا ٺهيل آهن، جنهن دور ۾ اڃا باروت لڙائين ۾ استعمال نہ ٿيندو هو. گزيٽيئر ۾ آهي تہ ”ڦٽي ڏسڻ مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ هڪ مضبوط ۽ تمام وڏو قلعو، ٽڪري تي بڻايو ويو

هو... ساري ڪوٽ کي مضبوط ۽ ڏگهن برجن سان بچاءُ جهڙو بڻايو ويو هو جيڪي هاٿي ڏير جي صورت ۾ پيا آهن. انهن برجن کي ملائيندڙ حفاظتي ديوار ٻه نظر اچي ٿي... ان جا برج ايترا ته ويجها آهن جو هڪ برج کان ٻي برج تائين تير پهچي سگهي ٿو. ان جو مقصد اهو آهي ته قلعو جڏهن بڻايو ويو هو، ان وقت باروت وارا هٿيار اڃا استعمال ۾ نه آندا ويا هئا. ڪلان ڪوٽ کي اٽڪل 58 برج آهن. سنڌ جي ڪنهن ٻه ڪوٽ جي ٻاهرين ديوار ۾ ايترا برج ڪونه آهن. رني ڪوٽ جنهن کي دنيا جو وڏو قلعو هئڻ جو اعزاز آهي، ان جي 21 ميلن جي ٻاهرين گهيري ۾ ٻه 47 برج آهن. البت رتو ڪوٽ جيڪو پکيڙ جي لحاظ کان تمام ننڍو آهي، ان کي ٿوري ٿوري مفاصلي تي برج هئڻ ڪري انهن جو تعداد 24 بيهي ٿو. ڪلان ڪوٽ جا برج گولائي مائل آهن، برج جي ڊيگهه 20 فٽ ۽ ويڪر ٻه 20 فٽ آهي. هڪ برج کان ٻئي برج تائين گهٽ ۾ گهٽ



ڪلان ڪوٽ جي ديوار ۾ استعمال ٿيل پٿر ۽ سرون

مفاصلو هڪ سؤ فٽ ٿيندو. برج چيڪي مٽي جا ٺلها مضبوط ڍڪا آهن جن کي پڪين سرن جا چوگرد پشتا ڏنا ويا آهن. برجن جي ڪجھ هنڌن تي پلستر بہ ٿيل آهي. لڳي ٿو تہ اهي برسات جي پاڻي لاءِ نيسارا يا نيڪال لاءِ جايون هونديون. برج ڊهي وڃڻ جي صورت ۾ منجهن مارن جو تعداد يا مارن جي ساخت تي بحث نٿو ڪري سگهجي. جتي ڪوٽ جي دفاع کي ڪمزور سمجهيو ويو آهي اتي برجن جو تعداد وڌايو ويو آهي. جيئن ڪوٽ جي اتر پاسي کي غيرمحفوظ سمجهي اتي ٻٽي ديوار ڏئي، برجن جي انگ کي بہ ٻيٽون ڪيو ويو آهي. اهڙي قسم جا مورچا ۽ ديوارون اسان کي رني ڪوٽ ۾ بہ نظر اچن ٿيون. جتان ٽڪري تي چڙهڻ سولو آهي يا دشمن کي قدرتي رڪاوٽون گهٽ آهن، اتي جڻ ٻٽي دفاع جو بندوبست ڪيل ٿو ڏسجي.

ڪوٽ جي برجن ۽ ديوارن جي بنيادن ۾ پهريائين اڻ گهڙيل پٿر وڌا ويا آهن. ان مٿان ڪجھ بار سرن جا رکيل آهن، جن مٿان چيڪي مٽي رکي ان مٽي کي سرن جا پشتا هٽي ڍڪيو ويو آهي. برجن ۽ ديوارن جي وچ ۾ استعمال ٿيل مٽي ۾ بجري ۽ واري جو مقدار گهٽ آهي.

## ڪوٽ اندر اڏاوتون

ڪوٽ اندر ڪيترين ئي اڏاوتن جا آثار آهن، جن مان ڪيتريون طبقن واريون ماڙيون لڳن ٿيون. آثارن مان محسوس ٿئي ٿو تہ ڪوٽ جي ڏکڻ- اوبر ڪنڊ وٽ رهائشي جايون هيون، هي ٽڪرو عمارتن جي لحاظ کان ڪافي ڳتيل لڳي ٿو. ان هنڌ وٽان ڪوٽ بہ هڪ مستطيل ناهي ٽڪري جي بناوت مطابق ٻاهر نڪتل آهي. شاهي محل ۽ ماڙيون ان مستطيل ميدان ۾ ٺهيل آهن. اتي هڪ چؤڪور عمارت جي اهڃاڻ ۾ ڪيترن ننڍن ڪمرن جا بنياد ظاهر بيٺا آهن. ان کان سواءِ ڪوٽ جي ڏکڻ- اولهہ ڪنڊ تي هڪ وڏي حصي کي ديوار ڏنل آهي، جنهن مان پڻ اندازو ٿئي ٿو تہ اهو هڪ الڳ رهائشي حصو هو. ان ڏکڻ اولهہ ڪنڊ وٽ ٽڪري ۾ قدرتي ڦاٽ هئڻ ڪري هڪ ننڍي حصي تي ڪوٽ جي ٻاهرين ديوار جا نشان نٿا ملن. البت اتي ڦاٽ جي ڊيگھ مطابق ٻنهي طرفن کان ديوار بيهاري برجن جو تعداد وڌايو ويو آهي. ان حصي ۾ هڪ تلاءُ جا آثار بہ آهن، ڪوٽ جي اولهائين ٻانهي سان لڳ ڪجھ جاين جي

بنيادن جا آثار پڻ آهن. خاص ڪري ان ديوار جي وچ وٽ هڪ مسجد جا اهڃاڻ ڪافي واضح آهن.

ڪوٽ ۾ ان ڪان سواءِ ڪافي ننڍين رهائشي عمارتن جي بنيادن جا اهڃاڻ ملن ٿا، اهي ننڍيون عمارتون احاطي جي ديوار کان الڳ الڳ ٿيل آهن. چوڌاري جو اهڙين پٿن مٿان چٽين هجڻ جا آثار محسوس نٿا ٿين. ڪافي عمارتن کي هڪٻئي کان جدا ڪندڙ ديوارون پٿرن جون به آهن. انهن ديوارن ڪري سارو ڪوٽ ننڍن ننڍن حصن ۾ ورهايل آهي.

## مسجد

مير علي شير قانع 'تحفته الڪرام' ۾ ان مسجد جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته "اتان جي جامع مسجد اڏاوت جي خيال کان ٺٽي جي جامع مسجد کان ڏيڍوڻي نظر اچي ٿي."

حقيقت اها آهي جو ساري ڪوٽ ۾ صرف مسجد ئي ڪجھ قدر سٺي حالت ۾ آهي. باقي جاين جا رڳو بنياد پٽ تي ليٽڙيون پائيندي نظر اچن ٿا. مسجد جي ڇت وغيره ڊهي چڪي آهي. ديوارن جا ڪجھ حصا سلامت آهن. ساري عمارت ڳاڙهي رنگ جي ننڍين ۽ سهڻين سرن سان جوڙيل آهي. ان مان ڪجھ حصي جي مرمت ڪيل به محسوس ٿئي ٿي. تنهن هوندي به عمارت جي دلڪشي جاذب نظر آهي. مسجد ٻن طبقن واري لڳي ٿي ان ڪان مٿان ٽن طرفن کان بالڪونيون به هونديون جن تي چڙهڻ لاءِ جاءِ کي ٽن ڪندن کان ڏاڪڻيون ڏنل هيون. مسجد جي آسپاس لاتعداد سرن جا ڍير ڏسي ان مان ان جي پکيڙ ۽ اوچائي جو بخوبي اندازو ڪري سگهجي ٿو. لڳي ٿو ته مسجد جا منارا به ڪافي بلند ۽ ٿلها هوندا. مسجد جي اوڀر طرف واري موڪري محرابدار دروازي مان جڏهن اندر داخل ٿجي ٿو ته اندر ديوارن تي نظر وجهڻ سان محسوس ٿئي ٿو ته ان تي ڪنهن زماني ۾ سهڻا ڪاشي جا ٽائلس لڳل هوندا. محراب ۽ ممبر جي وارياسي پٿر تي نقش نگار اڄ به سهڻا بيٺا آهن.

حسام الدين راشدي جي خيال مطابق اها مسجد ترخاني دور جي آهي. ان جي بناوت ٺٽي جي دابگرن واري محلي ۾ 'دابگر مسجد' (جامع خسرو) جهڙي آهي، جا خسرو خان چرڪس جوڙائي هئي. خسرو خان چرڪس سان ڪل 360 آثار منسوب آهن. منهنجي خيال مطابق مسجد



ڪلان ڪوٽ جي مسجد

جي عمارت مغل دور جو ڏيک ڏي ٿي. مسجد تي جيڪي نقش نگار ٽائلس جا ڊزائن آهن اهي وچين شاهجهاني دور جي عڪاسي ڪن ٿا. ان ڪان سواءِ مسجد جو ٻيڪرو دروازو ۽ ايڏو وڏو ڪليل محراب مغل دور جي آهي. دروازي جو ٻنڌو محراب پڻ مغل دور جي چغلي هڻي ٿو. مسجد ۾ ويهاريل Nichees ڪافي سڌريل آهن. ترخان (سما) دور ۾ ايتريون سڌريل نہ هيون. جيئن تہ سمن جي شروعات التمش ڪان بعد جي آهي. التمش جو پنهنجو مقبرو يا ان جي اميرن جي مقبرن ۾ Nichees ايتريون ترقي يافتہ نہ آهن. حالانڪ دهلي تہ ڪافي ماهر ڪاريگرن ۽ هنرمندن جو گهر هو جڏهن اتي سڌريل نہ آهي تہ سما (ترخان) دور جو ايترو سڌريل ڪيئن هوندو. مسجد ۾ خاص طور ماڪي جي مانارن واريون Nichees مغل دور جون محسوس ٿين ٿيون. اهڙيون Nichees اسان کي ڪوٽ ڏجي، نئين ڪوٽ ۾ پڻ نظر اچن ٿيون، پر ڪلان ڪوٽ ۾ ڪافي نفيس آهن.

**تلاءُ:**

ڪوٽ اندر ڪيترائي تلاءُ هئا جن مان هڪ وڏو تلاءُ مسجد جي پرسان ٺي اوپر ۾ آهي. هي وڏو تلاءُ پڪين سرن سان ٺهيل آهي، جنهن تي پڪو گچ ڏنل آهي. تلاءُ جي چوڌاري بہ سرن جا وڏا ڍير هيا. تلاءُ ايترو

نہ وڏو هيو جو تعجب پيو ٿئي تہ ان کي ڪيئن پريندا هوندا. ان ۾ ڪافي پاڻي ذخيرو ڪري سگهبو هو. مير قانع ڪوٽ اندر تلائن جي تعريف ڪندي لکي ٿو، "ان جا اندريان تلاءَ پاڻي ۾ ساوڪ سان فرحت بخشين ٿا پر ائين لڳي ٿو تہ بنو بچائيندڙ، سج جي چنبي کي سرن جي بجاءِ ڪم ۾ آڻين ٿا. سنگتراش نئين چنڊ جي واهولي سان نقش نگار جي مشق ڪن ٿا. هن جو گچ تباشير کان زياده صاف آهي ۽ هن جو سفيدو چنڊ کان وڌيڪ نوراني آهي."

وقت ڏاڍو ظالم آهي جنهن جي سخت چنبي مان ڪافي سهڻيون ۽ من موهڻيون شيون ختم ٿي چڪيون آهن. ڪلان ڪوٽ پڻ اهڙن هنڌن مان هڪ آهي جنهن جي شان، سونهن ۽ سوڀيا جو اندازو ان جي کنڊر مان لڳائي سگهجي ٿو.

**حوالا:**

قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو ـ شمس العما مرزا قليچ بيگ
يادگيريون (اڻ ڇپيل) ـ انيس انصاري
تحفتہ الڪرام ـ مير علي شير قانع
تاريخ سنڌ ـ اعجازالحق قدوسي
مڪلي نامہ ـ مير علي شير قانع
ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون ـ سيد حسام الدين شاه راشدي
تاريخ سنڌ مغل دور حڪومت ـ ڊاڪٽر مبارڪ علي
تقويم تاريخي ـ عبدالقدوس هاشمي
تاريخ معصومي ـ مير معصوم بکري
ترخان نامہ
Report Some Medieval Islamic Site of the Indus Delta Hasan Abbas Hashmai
The land of the Five Rivers David Ross
Sind Revisted Richard F.Burton
Exploration in Sind Majumdar
Chronological Dictionary of Sindh M. H Panhawar
Sind Gazetter
History of The Arjnns and Tarkhans of Sindh M. H Siddiqui

# عمر ڪوٽ

ٿر جي پٽن ۽ ڍهرن ۾ وري ٿرٿلو مچي ويو. ماٺهن جو مچريل لشڪر مينهن واءُ ڪندو، واريءَ جا ڪڪر اڏائيندو، عمر ڪوٽ ڏي ڌوڪيندو پي ويو. لشڪر جي جسمن سان لٽڪيل هٿيارن جي جهنڪار کان صحرائي مورن جي ٽهوڪار بند ٿي وئي. اجايل ٿري هرڻين جون وڏيون اکيون خوف کان ويتر ڦاٽي ويون. سانگيئڙن پنهنجون پهون ڊوڙائي، واپس اچي پکن ۾ پناهه ورتي. بلوچن جو انبوهه عمر ڪوٽ جي قلعي جي ويجهو اچي رسيو هو. لشڪر جو سردار تازو حج تان وريو هو. حج تي هو ته سنڌ ۾ پَر پُٽ سندس پيءَ کي درٻارين سازش ڪري مارايو هو. ان مقتول جي پٽ کي ٻه، عربستان ۾ قتل ڪرڻ جي سٽ سٽي، پر هو بچي واپس سنڌ آيو. ٽئين بلوچ سردار مير بجار جي پهچڻ سان ئي، هن جا خيرخواهه جيڪي سندس پيءَ مير بهرام جي قتل ڪري ڪروڌ ۾ هئا، سڀ اچي ڪٺا ٿيا. مير بجار هڪدم عمر ڪوٽ جي قلعي تي ڪاهه ڪري اچي قبضو ڪيو. حاڪم وقت غلام نبي قلعي ڇڏائڻ لاءِ هلان ڪئي، پر جنگاڻ ۾ هارايائين.

نتيجي ۾ ميان غلام نبي ڪانئس معافي ورتي. نيٺ درٻاري وزيرن سازش ڪري مير بجار کي قلعي کان ٻاهر ڪڍي، قلعي تي قبضو ڪيو. وري رتوڇاڻ ٿي ۽ ٻيهر بجار سوڀارو ٿيو.

اهڙي نموني عمر ڪوٽ جو قلعو زخمي حالت ۾ صدين کان جسم تي دوستن توڙي دشمنن جي ڌڪن جا نشان ڪنيون، رت سان رنگيو، اڄ ٻه سنڌ جي واريءَ حصي ۾ بيٺو آهي.

ماهر ارضيات جو چوڻ آهي ته سنڌ جي هي سرزمين سنڌ درياهه جي ڏالي آهي. ان کي ڄڻيو ۽ سرجيوئي سنڌ درياهه آهي. هنن سون ورنن پڊن ۽

وسيع ريگزارن لاءِ سنڌو جو ٿڌو ٿانئرو پاڻي ڪوهن جا ڪوهه ڪهي، واري جو ڪٽون ڪٽون ڪلهي تي کڻي آيو آهي. پوءِ انهي ميرٽيل مٽي ۽ واري کي تهن مٿان ته جمائي ٿانيڪو ڪيو آهي. درياهه جي انهي لوڙهي آندل لٽ کي تپش، پاڻي ۽ ساوڪ جي تاثير سنواري سڌاري، ماٿري جي چيڙن تائين هڪ سنئين سڌي پٽ جيان پٿاري ڇڏيو آهي، جنهن سبب درياهه جي نالي پٺيان انهي ماٿري کي سنڌ سڏيو ويجي ٿو.

سنڌو ماٿري بدني بيهڪ ڪري ٿاڪرو، ڪڇي ۽ وارياسي حصن ۾ ورهايل آهي. سنڌ واسي ان کي آبهوا جي لحاظ کان ٽن ڀاڱن ۾ ورهايل سمجهندا آهن. سرو، وچولو ۽ لاڙ يعني مٿين، وچولي ۽ هيٺين سنڌ. سنڌ جي اوڀارين حصي کي ٿر جي نالي سان سڏيو ويجي ٿو.

**مهراڻو**

جيئن سنڌ جي حصن کي مختلف نالن سان ڪوٺجي ٿو، تيئن ٿر کي پڻ وڏيڪ ٽڪرن ۾ تقسيم ڪيو ويو آهي. ڪن ڄاڻوئن ٿر کي چئن، ڪن ڇهن ته ڪن ان کان به سرس حصن ۾ ورهايو آهي. هڪ روايت مطابق سوڍن سردارن ان خطي کي ڇئن پرڳڻن: مهراڻو، پاٿر، ڪاٺر ۽ پارڪر ۾ تقسيم ڪيو آهي.

'تاريخ ريگستان' ۾ رائچند هريجن هن حصي کي نون نالن سان پڪاريو آهي. ڍاٽ، ڪننو، ڪاٺڙ، مهراڻو، سامروٽي، ونگو، وٽ، پارڪر ۽ اڇو ٿر. مهراڻي کي وري سگهڙن جدا جدا نالن سان ياد ڪيو آهي. جيئن موهر، ڍٽ، ملير، پٽ، موهڙ، ڪس، مڙدر ڏيس، ولهار ۽ مهر.

ڀيرومل مهر چند آڏواڻي چواڻي 'ٿر جي الهندي طرف وارو ڀاڱو جنهن جي سنڌ ڏانهن مهڙ آهي، ان کي ٿري ماڻهو عام طرح 'مهراڻو' يا 'مهڙ' (موهڙي) سڏين ٿا.

رائچند هريجن لکي ٿو ته: "مهراڻو اڳوڻي مهراڻ ندي جي وهڪري جي پر وارو ڀاڱو آهي. هن ۾ ڇاڇري تعلقي جو اولهه ۽ عمر ڪوٽ تعلقي جو ڏکڻ- اوڀر وارو ڀاڱو اچي وڃن ٿا."

شاهه سونهاري به مارئي واتان موهڙي جو ذڪر ڪيو آهي.

پهرين رات پسي، مون ماڙي من قڪو ڪيو،
موهڙي ماروئڙن کي، واحد ڏيج وسي،



عمر ڪوٽ قلعي جو مکيه دروازو




آهر جنهين اسين، سو ملندو شال ملير ۾!

هن مهراڻي جي سيني تي عمر ڪوٽ جو تاريخي شهر ۽ قلعو موجود آهي. عمر ڪوٽ جنهن ۾ سوڍن، همايون جي حرمن جي مٿي تي چادر رکي، اڪبر اعظم ڌرتي تي پهريون ساهه کنيون، مارئي لوئي جي لڄ بچائي، مومل سچ ۽ ست تي سڙي، شومندر ۾ صدين کان شو مهراج پيتا قبوليندو ٿو رهي، ڪاروڙي ۽ ولهار اوائلي آکاٽيون ڏسين ٿا.

اڄ ب عمر ڪوٽ جي عظمت کي ٽريچاٽيون، پنهنجي ڳيچن، همرچن ۽ دوهن ۾ مورٽي جيان ٺهوڪي ياد ڪن ٿيون، جيئن مارواڙي دوهو آهي ته:

ڪيهر لڪيان گوريان، ڍولو چتر سڄاڻ،
جهڪيا ٻڙلا لامبي ٽڙيان، آيو گڊ امراڻ.

امر ڪوٽ جون چار ڳالهيون هند ۽ سنڌ ۾ مشهور هيون. هتان جا

مرد عقلمند هئا ۽ عورتون بيحد خوبصورت هيون، جن جي چيله چيتن جهڙي هئي. هتي جو قلعو ڏيهان ڏيه مشهور هو ۽ لامبي تلاءُ جي ڪنارن سان، ٻڙن جا ڍڳها ڍڳها وڻ جهڳٽو لايون بيٺا هوندا هئا.

سنڌ جي سرزمين جهڙي طرح درياهه سنڌ جو تحفو آهي، اهڙي طرح عمر ڪوٽ جو علائقو به سنڌو جي سوغات ڪري وسيو ۽ آباد ٿيو.

پستڪن ۾ آهي ته: ”جڏهن سڪندر سنڌ ۾ هو ته هي علائقو هڪ زمين بند سمنڊ يا ڍنڍ هئي ۽ ان ۾ درياهه جو پاڻي ايندو هو، جيڪو هاڻي ناپيد آهي. پوءِ پراڻ مان پاڻي اچڻ لڳو. ڪجهه زمانو اڳ رڻ جو مغربي حصو علي بندر کان ڪوڙي شاخ تائين ڏاڍو زرخيز هو. سنڌ کان ڪڇ تائين آزادي ۽ ڪثرت سان آمدرفت جاري هئي. وچ ۾ ڪوبه صحرا نه هو. پراڻي درياهه جي ذريعي لکپت کان عمر ڪوٽ تائين هڪ سٺي آبي شاهراهه موجود هئي.“

انندرام مخلص ’بدائع و قائع‘ ۾ لکي ٿو ته: ”عمر ڪوٽ جي ٻنهي طرف واري جا دڙا آهن ۽ ٻن طرفن پاڻي آهي. ڪنهن زماني ۾ درياهه سنڌ جي هڪ شاخ عمر ڪوٽ جي پرسان گذرندي هئي. هاڻي محض هڪ نشان باقي رهجي ويو آهي، پر ٻنهي طرف پاڻي هئڻ جو ڪو ثبوت موجود نه آهي.“

’تاريخ طاهري‘ ۾ آهي ته: ”سومرن جي علائقي جي بربادي درياه سنڌ جي پيٽ جي تبديلي ڪري عمل ۾ آئي.... غالباً 13 صدي جي آخر ۾ درياهه سنڌ جي وهڪري ۾ ’اروڙ‘ (روهڙي) ويجهو تبديلي واقع ٿي، جنهن ڪري اوڀارين شاخ هاڪڙو (روهڙي- عمر ڪوٽ) ۾ پاڻي گهٽ ٿي ويو ۽ اولهائين شاخ (روهڙي- نئو) جي اهميت وڌي وئي.“

خواجه عبدالڪريم جو بيان آهي ته: ”ان زماني ۾ درياءِ سنڌ جي عمرڪوٽ شاخ ۾ ٻيڙيون هلنديون هيون.“

ايٽڪن چوي ٿو ته: ”رڻ ڪڇ سنڌ جي ڏاکڻي ۽ ڏکڻ- اوڀر سرحد آهي، جيڪا راجپوتانا کان سمنڊ تائين ڦهليل آهي.“

ريورٽي ’مهراڻ‘ ۾ ڏيکاري ٿو ته: ”18 صدي ۾ هاڪڙو سنڌ منجهان ٻيو نه ته ڪڏهن ڪڏهن ضرور وهندو رهندو هو. ان ڳالهه جي چڱي ثابتي آهي. 1742ع تائين ان منجهان شايد سٺائي مند ۾ روهڙي

ٽڪرين جو پهڻ عمر ڪوٽ جي ڏکڻ ۾ هڪڙي هنڌ تائين نيون ويندو هو.“

هيگ، لئمبرڪ ۽ ڊاڪٽر هربرٽ ولهيلمي 1500ع کان 1750ع تائين هيٺين سنڌ جي نقشي ۾ عمر ڪوٽ جي پرسان سڪل هاڪڙي جي نشانن سان گڏوگڏ وهندڙ اوير ۽ اوله پراڻ جو رستو ڏيکاريو آهي.




ڪن ماهرن جو خيال آهي ته: ”عمر ڪوٽ جو علائقو عرصي کان مهراڻ جي شاخ ناري تي آباد ٿيندو رهيو آهي. انگريزن جي دور ۾ ناري کي نئين سري سان سڌاري ان کي نئين آبپاشي نظام ۾ شامل ڪيو ويو. اڄ به نارا ڪئنال جي وهڪري ڪري هن کي نارا ماتري به سڏيو وڃي ٿو.“

## عمر ڪوٽ جي قدامت

عمر ڪوٽ جي اوائلي تاريخ به ڪارونجهر جيان قديم آهي. عمر

ڪوٽ جي ارگرد ڦهليل پراڻا آثار، مندر ۽ تلاءُ ئي چپ چوري ڪجھ ٻڌائي سگهن ٿا، البت ڪارونجهر ۾ ڏور ڏور پکڙيل تيرٿن وانگر ڪجھ ڪتاب سرگوشيون ٿا ڪن ته: ”هت 6 صديءَ ۾ پرمارن جي حڪومت هئي. لدوري ۽ پونگل جي يدوونسي راجا معظم راءِ عرف مندم راءِ امرڪوٽ جي پرمار راجا سسودِ جي ڪنيا سان شادي ڪئي هئي. مندم راءِ 559ع ۾ امر ڪوٽ جي گاديءَ تي ويٺو.

اڳتي ڪتاب قصو ڪن ٿا ته: ”97ع ڌاري آبو جي پرمار راجا ڌرٽي براھ جو وڏو پٽ مهپال عرف ديو راج آبو جو راجا ٿيو. ڌرٽي براھ جي ٻئي پٽ باهڙ کي ٽي پٽ هئا: سوڍو، سانکلو ۽ باگھ واگھ. جيئن ته ڌرٽي براھ جو وڏو پٽ مهپال آبو جو راجا ٿيو ۽ ٻئي پٽ باهڙ کي ڪجھ به نه مليو، تنهن ڪري هو وڃي راڌنپور ۾ رهيو. جتان سندس وڏو پٽ سوڍو سنڌ جي سومري حاڪم وٽ 1125ع ۾ لنگهي آيو، جنهن کيس مهرباني طور رتوڪوٽ ڏنو. رتي ڪوٽ جا ڪنڊر کپري شهر کان ڪجھ ميل پري آهن. سوڍن جي اچڻ کان اڳ پارڪر ۽ ڇاڇري جي اتر واري پاسي ڳيا ڪاٽڙ کان سواءِ سڄي ٿر تي امر ڪوٽ سميت بدين تعلقي تي سومرن راڄپوتن جي حڪومت هئي، جتي هو ڪيتري وقت کان حڪومت ڪندا پي آيا. سومرا دراصل هندو هئا. پوءِ مسلمان ٿيا. ’راس مالا‘ ۾ آهي ته جڏهن علاؤالدين جي لشڪر دودي کي شڪست ڏني، ان بعد سومرا مسلمان ٿيا.

باهڙ جي پٽ سوڍي پاران 1125ع ۾ رتي ڪوٽ جي حاصل ڪرڻ بعد سوڍي جو پٽ ڇاچڪ ديو ۽ هن جو پٽ راج ديو اتي رهيا. آخر راج ديو 1226ع ۾ امر ڪوٽ هٿ ڪيو. تاريخي قلابازين دوران وري راڻي ڌارابرش کان امر ڪوٽ جي حڪومت سومرن کسي ورتي. دودي ٽئين 1330ع ۾ امر ڪوٽ تي قبضو ڪيو. 1330ع کان وٺي 1439ع تائين يڪو 109 سال امر ڪوٽ تي سومرن حڪومت ڪئي. ڪن تاريخن ۾ آهي ته امر ڪوٽ 1355ع کان 1439ع تائين 84 سال سومرن جي هٿ هيٺ رهيو. ’تحفه الڪرام‘ ۽ معصومي موجب سومرن جي سنڌ تي حڪومت جو مجموعي دور 505 سال آهي. آئين اڪبري ۽ فرشته مطابق 500 سال، منتخب التواريخ ۾ 365 سال ڄاڻايل آهي.

'تاريخ طاهري' 163 سال، مرزا قليچ بيگ 350 سال، پاٽينجر 335 سال ۽ ماٽڪ پٽا والا 325 سال لکي ٿو. سومرن جي گادي جو پهريون هنڌ ٿرڙي پوءِ ماهم تور (محمد طور/ تور) هو. ان کان پوءِ دودي ٻئي (1193ع) جي ڏينهن ۾ وڳهه ڪوٽ ۽ عمر سومري جي ڏينهن ۾ (1310ع) عمر ڪوٽ هو.

انهي سومرا دور ۾ ٻي دودي چنيسر، عمر مارئي ۽ مومل راڻي وارا جڳ مشهور قصا ٿيا.

*

**عمر مارئي**

عمر مارئي جو قصو سنڌ جي چند مشهور قصن منجهان آهي. جيئن ته مارئي جو تعلق ٿرواري جي جهانگيئڙن، سانگيئڙن سان آهي. ان ڪري ٻار کان وٺي ٻڍي هن قصي کي ٿر ٻر، جهر جهنگ ڳائي ٿو. داستان کي شاهه صاحب جي بيتن نه رڳو شهر آفاق شهرت ڏني آهي، پر ڪيس ساٽيهه جي سڪ جي علامت بڻائي ڇڏيو آهي. هي داستان عمر سومري جي دور جي هئڻ ڪري منجهس امر ڪوٽ جي قلعي جو ذڪر به وري وري اچي ٿو. جو عمر ڪوٽ، سومرن جو تخت گاهه هو.

عمر سومرو، عمرڪوٽ جي حاڪم 1355ع کان 1390ع تائين پنجٽيهه سال حڪومت ڪئي. مارئي ڪير هئي؟ ڪنهن جي ڌيءَ هئي؟ سندس حسب نسب ڇا هو؟ ان جو پَتو ڪُرو لهڻ لاءِ اڄ به ڪافي محقق جاکوڙ ۾ آهن، پر ان ڳالهه تي سڀ محقق متفق آهن، ته هوءَ ڄائي نپني ٿر جي هڪ ڳوٺ ۾ هئي. ڪن سگهڙن جو خيال آهي ته: "مارئي ملير ۾ پيدا ٿي هئي." ملير جا پراڻا اهڃاڻ اڄ به ڀالوا جي واهڻ کان ٻن ميلن تي موجود آهن. ڀالوا ننگر پارڪر شهر کان چوويهن ميلن تي آهي جت ست ڀنٽون ساهڙين جيان پاڻ ۾ سُسُ پُسُ ڪري رهيون آهن.

ملير، ڀالوا کان ڏکڻ- اوڀر ۾ آهي. اتي هڪ ڏهر ۾ ويران کوهه جي ڀرسان هاٿي به پٿر جي ڪونڊي پئي آهي. ٿر ۾ مشهور آهي ته مارئي پنهنجي ڇيلڙن کي ان ڪونڊي ۾ پاڻي پياريندي هئي. ڪونڊي جنهن کوهه وٽ رکيل آهي، ان کوهه تان ئي عمر سومري مارئي کي کنيو هو.

ڪونڊي جي ڊيگهه ڇهه فٽ، ويڪر چار فٽ ۽ گهرائي هڪ فٽ

کن آهي، ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته ملير ڪو ڳوٺ نه آهي، پر ملير جي لغوي معنيٰ سائو ستابو آهي.

مارئي لفظ جي معنيٰ آهي مارو لوڪن يا سانگين جي نينگري، مارئي جا اباڻا مارو لوڪ هٽڻ ڪري جهنگ جهر مال چاريندا هئا. وسڪاري واري موسم ۾ سندن مال ڦتل گاهه ۽ وليون چرندو رهندو ۽ پاڻ ڏٿ، چيڙن وغيره تي گذران ڪندا هئا.

"ويندي‌س وطن سامهين، ملير منهنجو ماڳُ،
ڏٿ چونديندس ڏيهه ۾، ساڻ سرتين ساڳ،
تو مون سئون سڀاڳ، جي ويجهي ٿيان وَرَ کي."

مارئي به ٻين ٿري ٻارڙن جيان پنهنجي ٻڪرين ۽ رڍن جي جوڻيي سان پٽن، ڏهرن ۽ اڏڪڙن ۾ ڦرندي وتندي هئي. مارئي جواني جي چانئٺ ۾ پير پاتو ته سندس حسن جي مهڪ ڪٿوري جيان ڦهلجي وئي. مارئي جي ٻانهن هڪ ٻڪرار ڦوڳ گهري، مارئي جي پيءُ انڪار ڪيو ۽ مارئي جو مڱڻو پنهنجي هڪ نيات ڪيت سان ڪيائين.

ڦوڳ ڪاوڙ ۽ ڪروڌ مان سڌو امرڪوٽ جي حاڪم عمر سومري وٽ اچي، مارئي جي حسن جي واکاڻ ڪئي. مارئي جي حسن جي هاڪ ٻڌي، عمر سومرو ڦوڳ کي ساڻ ڪري، اچي ملير پهتو. ملير عمر ڪوٽ کان پنجاهه ڪن ڪوهن تي آهي.

پنيرڪي جي ويلي، مارئي سرتين سان کوهه تان پاڻي ڀري رهي هئي ته عمر اچي ڪڙڪيو. عمر سٽ ڏئي مارئي کي اٺ تي ويهاري وٺي ڀڳو.

عمر سومري اچي کيس امر ڪوٽ ۾ قيد ڪيو. چون ٿا ته ڪوٽ ۾ مارئي اڪثر هڪ ڄار جي وڻ هيٺان هنجون هاريندي رهندي هئي.

مَرَ سپني مارئي، مُئي! مَرَ ڄائي!
جنهن اچي امر ڪوٽ ۾، لوئي لڄائي!
جا سانگين سيڏائي، سا ڪين مرڪي ماڙين.

امر ڪوٽ جي قلعي ۾ اهو ڄار جو وڻ وچين برج جي اولهه طرف هو، جيڪو هن وقت پاڙون پٽجي ويو آهي.

ڏند ڪٿا آهي ته واري جي تپ وارا ان ڄار جا پن ٻڌڻ سان نوبنا ٿي ويندا هئا.

مارئي کي عمر، امر ڪوٽ ۾ قيد ڪري ڪيس لالچون ڏئي هرڪائڻ جي ڪافي ڪوشش ڪئي، پر مارئي کي سچو عرصو ملير جي اُڪير هئي:

اي ۽ نہ مارن ريت، جيئن سيڻ مٽائن سون تي،
اچي امر ڪوٽ ۾، ڪنديس ڪانہ ڪريت،
پکن جي پريت، ماڙي سين نہ مٽيان.

وسڪاري جي موسم ۾ تہ مارئي جون درديلون دانهون ڪوٽ جي ڪنگرين سان ٽڪرائينديون هيون. ان ورلاپن کي ڀٽائي جي زبان لافاني بڻائي ڇڏيو آهي:

سنهي سئي سبيو، مون ماروءَ سين ساهہ،
وينئي ساريان، سومرا، گولاڙا ۽ گاهہ،
هينئون منهنجو هُت ٿيو، هتِ مٽي ۽ ماهہ،
پکن منجهہ پساهہ، قالب آهي ڪوٽ ۾.

---

ملڪ مارو جي آهيان، جور نہ ٿين جوءِ،
سو قلب ڪوٽ نہ هوءِ، جو هُتيجن هٽ ڪيو.

مارئي عمر کي آزيون نيزاريون پئي ڪندي هئي. هن کي پنهنجي لوئي تي فخر هو، پنهنجي پاتل سڳڙن کي سرن برابر سمجهي رهي هئي:

سون برابر سڳڙا، ماروءَ سندا مون،
پٽولا پنهوار کي، عمر! اچ ۾ تون،
ور لوئي جي لون، ڏاڏاڻن ڏنيام جا.

عمر سومري بہ مارئي جي مارن لاءِ اڪير ڏسي، نيٺ آڻ مڃي مارئڙن ڏي نياپو موڪليو. جتان هڪ اوٺي اچي عمر ڪوٽ جي قلعي ۾ مارئي سان ملي ويو. جنهن بعد مارئي جا مٽ مائٽ ۽ ڪيت اچي ڪيس ساڻ وٺي ويا. مارئي کي عمر سومري ڀيڻ بڻائي سوکڙيون پاکڙيون ڏئي ملير روانو ڪيو.

*

## سوڍن جي حڪومت

امر ڪوٽ همير سومري کان راڻي همير سوڍي 1439ع ۾ کسي

ورتو. 1542ع ۾ راڻي پرشاد سوڍي جي ڏينهن ۾ همايون عمر ڪوٽ پهتو.

### همايون جو سنڌ ۾ اچڻ ۽ شادي

جهڙي طرح اڪبر جي جنم ڀومي سنڌ آهي، اهڙيءَ طرح اها به تاريخي حقيقت آهي ته اڪبر جي والد همايون جي شادي سندس والده حميده بيگم سان سنڌ ۾ ٿي ٿي، ان جو ذڪر گلبندن بيگم هُمايون نامي ۾ ڪيو آهي.

جسٽس (رٽائرڊ) مشتاق قاضي پنهنجي ڪتاب 'سنڌ جو قديم شهر پاٽ' ۾ هڪ عنوان 'همايون جو عشق ۽ شادي' همايون نامي جي حوالي سان تفصيل سان لکيو آهي ته: "جڏهن همايون پاٽ ۾ پنهنجي ماٽيلي ڀاءُ هندال سان اچي مليو ته اتي هندال جي استاد مير بابا دوست جي ڌيءُ ڏٺائين، جا چوڏهن ورهين جي هئي. جنهن جو شجرو شيخ احمد جام زنده پير سان ٻي مليو." حميده چوڏهين جي چنڊ جهڙي سهڻي ۽ ڪنول جي گل وانگر پاڪ هئي. دانائي ۾ به سندس ڪو ثاني ڪونه هو. همايون حميده بيگم سان شادي ڪرڻ پئي گهري، پر مرزا هندال انڪار ٿي ڪيو. بعد ۾ همايون پنهنجي ماٽيلي ماءُ دلدار بيگم جي ڪوشش سان ڪامياب ٿيو.... جمادي الاول 948هه (سيپٽمبر 1541ع) ۾ همايو جي شادي حميده بانو سان پاٽ ۾ ٿي."

گلبندن بيگم، عمر ڪوٽ ۾ همايون جي آمد جو ذڪر ڪندي لکي ٿي ته: "انهيءَ منزل کان پوءِ عمر ڪوٽ جي رستي ۾، هر منزل تي پاڻي مهيا ٿيندو رهيو. عمر ڪوٽ تمام سٺي جڳهه آهي ۽ اتي ڪيترائي تلاءَ آهن. عمر ڪوٽ جو راڻو، اعليٰ حضرت جي استقبال لاءِ آيو، قلعي اندر وٺي ويو ۽ رهڻ لاءِ سٺي جڳهه ڏنائين. شاهي فوج کي قلعي کان ٻاهر رهايو.... هتي هر شيءِ تمام سستي هئي. هڪ رپئي ۾ چار ٻڪريون ملي وينديون هيون. راڻي ٻڪرين جا ڪيئي ڦر اعليٰ حضرت جي خدمت ۾ نذر ڪيا، ۽ ايتري سٺي خدمت ڪئي جو زبان ان جي مدح کان قاصر آهي."

همايون جي عمر ڪوٽ ۾ آمد لاءِ اعجاز الحق قدوسي 'تاريخ سنڌ' ۾ ٻڌائي ٿو ته: "آخر 10 جمادالاول 949هه (1542ع) ۾ همايون

عمرڪوٽ پهتو. عمر ڪوٽ جي راڻي بيرسال شهر کان ٻاهر نڪري، پنهنجي ڪجھ ماڻهن سان هن جو استقبال ڪيو ۽ همايون لاءِ قلعي جو وچون حصو خالي ڪرايو، پر همايون ڪجھ ڏينهن تائين قلعي کان ٻاهر رهيو. پوءِ هن پنهنجي بيگم بلقيس مڪاني حميده بيگم کي قلعي اندر موڪليو... چند ڏينهن ۾ همايون محسوس ڪيو ته عمر ڪوٽ جو ننڍو قلعو شاهي فوج جو بار برداشت ڪرڻ جي صلاحيت نٿو رکي، ان ڪري هن کي سنڌ اچڻو پيو ۽ جون (بدين جي ڳوٺي تعلقي ۾ جون اڄ به ننڍو ڳوٺ آهي) کي پنهنجي قيام گاهه بڻايائين. شاهي لشڪر ڳوٺ جون جي باغن ۾ منزل انداز ٿيو..."



اڪبر اعظم جيڪو عمر ڪوٽ ۾ ڄائو

## اڪبر جي پيدائش ۽ هنڌ

اڪبر جي پيدائش جي باري ۾ 'ترخان نامه' ۾ آهي ته: "جڏهن همايون بادشاهه راجپوتانا مان مايوس ٿي، عمر ڪوٽ پهتو ته سيد علي ثاني شاهه، ارغون جي طرفان ان جي دلداري لاءِ آيو. اهي اتي هئا جو شب

يڪشنبہ 5 رجب 949هہ (1542ع) ۾ اڪبر پيدا ٿيو. (طبقات اڪبري ۽ اڪبر نامي ۾ اڪبر جي ڄمڻ جي تاريخ اها ٻڌائي وئي آهي) پهريون ڪپڙو جنهن ۾ هندستاني مغلن جي سڀ کان وڏي بادشاهہ کي ويڙهيو ويو. اهو حضرت سيد علي ثاني جي قميص جو هڪ ٽڪرو هو، جو تبرڪاً سيد جي قميص مان ورتو ويو."

پر 'همايون نامي' ۾ آهي تہ: "4 رجب المرجب 949هہ آچر جي ڏينهن، صبح صادق وقت حضرت بادشاهہ عالم پناهہ عالمگير جلال الدين محمد اڪبر بادشاهہ جي ولادت ٿي."

انيس انصاري 'اڪبر اعظم ۽ سنڌ' ۾ معين الدين جي ڪتاب "Sindh land of legends" جي حوالي سان لکيو آهي تہ اڪبر بادشاهہ جي ڄمڻ جو هنڌ سندس حقيقي جاءِ نہ آهي. هن ڊاڪٽر ايشور پرساد جي 'همايون جي تاريخ' جو حوالو هن ريت ڏنو آهي: "همايون جي لشڪر کي جيڪي تڪليفون ڏسڻيون پيون تن سندن نظم ۽ نسق ٽوڙي ڇڏيو. اهو همايون لاءِ نيڪ قدم هو جو عمر ڪوٽ جي راڻي پرساد، جو هڪ جوڌو راجپوت هو، پنهنجي قوم جون مهمان نوازي جون روايتون برقرار رکندي همايون کي ستن ماڻهن سان گڏ تاريخ 22 آگسٽ 1542ع تي پنهنجي گادي هنڌ ۾ داخل ٿيڻ جي اجازت ڏني. همايون جا پوئلڳ بعد ۾ ٻن ٻن ٽن ٽن ماڻهن جي جٿن ۾ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ايندا رهيا."

ڊاڪٽر پرساد وڌيڪ لکيو آهي تہ: "ستن هفتن تائين همايون اتي رهي بعد ۾ جند طرف روانو ٿي ويو، جيئن ڏکڻ سنڌ تي قبضو ڪري سگهي." ان وڌيڪ ڏيکاريو آهي تہ آڪٽوبر 1542ع تي همايون روانو ٿيو ۽ پنهنجي گهرواري حميده کي راڻي جي محل ۾ ڇڏيائين جو ان آدرشي مهمان لاءِ خالي ڪيو ويو هو. ڇٽن ڏينهن کان پوءِ 15 آڪٽوبر آچر ڏينهن ٻار پيدا ٿيو، جو بعد ۾ دنيا ۾ اڪبر جي نالي سان مشهور ٿيو."

باوجود ان حقيقت جي تہ اڪبر ڪوٽ اندر پيدا ٿيو هو، سندس ڄمڻ جو نشان شهر کان ميل پري اتر طرف هنيو ويو آهي. اهو اتي ڇو هنيو ويو؟ ان لاءِ 'لب تاريخ' جو مصنف خداداد خان لکي ٿو تہ: "بادشاهہ جوڌپور جي راجا جي غداري ڪري ان کان ناراض ٿي جيسلمير جي

رستي عمر ڪوٽ ۾ داخل ٿيو ۽ بادشاهه سلامت جي عزت افزائي لاءِ راڻي قلعو خالي ڪري سندس حوالي ڪيو. پر پهرين منزل بادشاهه سلامت جي قلعي کان ٻاهر هئي ۽ بعد ۾ قلعي کي رونق بخشيائين."

مير محمد معصوم بکري جي چوڻ مطابق "ان جاءِ تي آچر ڏينهن رجب المرجب 949هه جي پنجين تاريخ مطابق 1543ع محمد اڪبر بادشاهه بلقيس زماني حميده بانو بيگم کي توليد ٿيو."

سر بارٽل فريئر سنڌ جي پهريون نمبر ڪمشنر سال 1269هه مطابق سال 1853ع ۾ اتي ويو ۽ پراڻي وقت جي ماڻهن کان پڇا ڪرڻ بعد ڪيجراڙي ڳوٺ جي ڪاڪو ڪنير جي ٻڌائڻ تي قلعي جي اتر ۾ هڪ ميل جي مفاصلي تي، محمد اڪبر بادشاهه جي جنم جو پٿر هنيو. جنهن جي مٿان بعد ۾ ڪيجراڙي ڳوٺ جي سيد مهر شاهه هڪ چبوترو ٺهرايو. ڪن ليکڪن مهر شاهه جي بدران هاشم شاهه به لکيو آهي.



اڪبر جي جاءِ پيدائش جي ڇتي سلامت حالت ۾

مٿين حقيقتن کان سواءِ 'همايون نامه' ڇپائيندڙ سنگ ميل پبليڪيشن ۾ هڪ پراڻي تصوير ڇپيل آهي، تنهن ۾ پڻ اڪبر جو جنم

هنڌ ڪوٽ اندر ڏيکاريو ويو آهي.

ڪن تاريخدانن جو خيال آهي ته اڪبر جي جنم وارو پٿر جنهن هنڌ تي لڳل آهي، اڳيون ڪوٽ انهي هنڌ هو. موجوده نئون ڪوٽ بعد ۾ ڪلهوڙن جي دور ۾ ٺاهيو ويو آهي.

مان واپڊا انجنيئرن جي ٽيم وٽي عمر ڪوٽ قلعي وغيره جي ماپن ڪان سواءِ اڪبر جي ڄمڻ واري پٿر جي آس پاس اڳئين شهر ۽ ڪوٽ جا آثار ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي، جن ۾ ڪجھ مقامي دوستن به ساٿ ڏنو. گھڻي جاچ پڙتال بعد به اتي ڪنهن قسم جا آثار نظر نه آيا.



عمر ڪوٽ ۾ اڪبر جي جاءِ پيدائش وٽ لڳل پٿر

ان جي باوجود مومل جي ماڙهي وارن آثارن وٽ Surface Collection دوران ڪافي پراڻيون شيون هٿ لڳيون. جيڪڏهن اڪبر جي ڄمڻ واري هنڌ تي ڪوٽ هجي ها ته ان جو اتوپتو ضرور ڪجھ آثار ٻڌائن ها.

مطالعي، مقامي ڪڇرين ۽ سرزمين جي کوجنا دوران معلوم ٿيو ته اڪبر جي ڄمڻ واري هنڌ پٿر وٽ اڳي جوڳرائي تلاءُ هوندو هو. انهي جوڳرائي تلاءُ ۾ اونهاري جي موسم ۾ لامبو تلاءُ، ولهار ۽ سومري ڍنڍ جو پاڻي به اچي رلبو هو. يعني عمر ڪوٽ جو هي حصو سارو اڄ تي ويندو

هو. ظاهر آهي ته اهڙي هند ڪوٽ اڏڻ جي ڪهڙي ٽڪ هئي. جيڪڏهن سمجهجي ته ڪوٽ جا آثار پاڻي هيٺ اچي ويا هوندا ته ڏهن ٻه ان جا ڪجهه اهڃاڻ ملن ها. جو جو تازو سنڌ ايڪسپلوريشن سوسائٽي جي ٽيم سان ڊيلٽا جي سروي دوران اسان کي صديون اڳ سمنڊ ۾ غرق ٿيل آبادين رتو ڪوٽ جاکي بندر، درياهه پير ۽ دونهي وارا اهڃاڻ ٻه سڃي حالت ۾ نظر آيا.



اڪبر جي جاءِ پيدائش جي چٻني جي موجوده حالت

موجوده وقت اڪبر جي جنم واري هنڌ مٿان لڳل چٻني ڪري پئي آهي. صرف ٻه ٿنيا بيٺا آهن. چٻني پڪين سرن ۽ مٽي جي گاري سان ٺهيل هئي. سر جي ماپ 3 × 6 × 12 انچ آهي. ان مٿان واري، سيمينٽ ۽ چن جو ليپو ڏنل آهي. چٻني کي اڇي چن جو رنگ ڪيو ويو آهي. چٻني هيٺان زمين تي ڪتل هڪ ننڍڙي پٿر تي لکيل آهي ته 'هن هنڌ اڪبر بادشاهه ڄائو، سنه 963ه' ان لکت مٿان گولائيءَ ۾ ڪاري رنگ جون ٻه ليڪون بارڊر طور ڏنل آهن. پٿر جي اوچائي 15 انچ ۽ ويڪر 19 انچ آهي. پٿر کي ٻه ڊراڙن ڪهاڙي جا ڏڪ هڻي ڇپا لاهي ڇڏيا آهن. چٻنيءَ مٿا ڏکڻ پاسي تي سنگ مرمر جي هڪ تختي 2 × 10 × 30 انچ لڳل هئي، جا هاڻي عمر ڪوٽ ميوزم ۾ رکيل آهي. ان تي

انگريزي ۾ ڪتبو هن ريت آهي:

This monument is erected in honour of Emperor Akbar the great. Born here in 1542. Reigned 49 years from 1556 to 1605. By Syed Mehar Shah of Khejrari Taluka Umarkot.

ان تي سنڌي ۾ لکيل عبارت "هي قبو شاهن شاهه اڪبر بادشاهه جي يادگيري لاءِ ميان سيد مهر شاهه کيجراڙيءَ واري تعلقه عمرڪوٽ جي سنه 1898ع ۾ جوڙايو. هن هند اڪبر بادشاهه 1542ع ۾ ڄائو ۽ 1556ع کان 1605ع تائين 49 اڻونجاهه ورهيه راڄ ڪيائين."

جيئن ته موجوده وقت سرزمين تي اڪبر جي پيدائش واري هنڌ تهيل چنڊي ڊهي چڪي آهي، باقي صرف ٻه ٿنيا بيٺا آهن، پر ان کان اڳ ڪيترن رسالن ۽ اخبارن ۾ ان چنڊي جا فوٽو وغيره ڇپيا آهن. حاڪم علي شاهه بخاري پنهنجي مضمون "اڪبر جي جاءِ پيدائش عمر ڪوٽ" ۾ چنڊي جا فوٽو سان گڏ نقشا به ڏنا آهن. ان مطابق زمين کان چنڊي جي گنبذ جي چوٽي تائين اوچائي 14 فٽ کن ۽ ڊيگهه ويڪر 10 × 10 فٽ آهي. چنڊي چئن ٿنڀن تي بيٺل آهي. ٿنڀن جي ٻاهرين موڪر 1.7 فٽ ۽ اندرين پاسي کان 15 انچ، ڪنڊ ڪٽيل اٿس، هرهڪ ٿنڀو 6.6 فٽ بلند آهي، جنهن تي 4 انچ ٿلهي ڇت مٿان 4 فٽ کن بلند گنبذ رکيل آهي.

سوڍن جي، عمر ڪوٽ تي 1439ع کان 1609ع تائين صاحبي رهي. همايون جي ميزبان راڻي پرساد تائين سوڍا خودمختياري جا مزا ماڻيندا رهيا. بعد ۾ ڪنهن مهل سنڌ جي ته ڪنهن مهل دهلي جي بادشاهه جا نالي ماتر تابعدار پئي رهيا. ڪڏهن بادشاهن جي هيٺائي جو وجهه وٺي خودمختياري به ڏيکارين پيا. انهي دور ۾ عمر ڪوٽ ۾ همايون جي آمد کان سواءِ به ڪجهه ٻيا اهم واقعا ٿيا. سوڍن جي دور ۾ ئي راڻي رائمل جي ماءُ نواب مرزا محمد باقي وٽ نٽي دانهن ڪئي ويئي ته سندس پٽ رائمل کي راڻي مينگهراج ماري ان جي خاندان کي قلعي مان هڪالي ڪڍيو آهي. مرزا محمد باقي، خانِ زمان (شاهه قاسم) ۽ شاهه رخ بن مرزا محمد باقي کي عمر ڪوٽ وڃڻ جو حڪم ڏنو. راڻو مينگهراج اها خبر ٻڌي قلعو خالي ڪري ڀڄي ويو. خان زمان قلعو قبضي ڪري باڪرويسي سوڍي کي حاڪم مقرر ڪيو.

سوڍن جي ڏينهن ۾ ئي مير ابوالقاسم سلطان بن خان زمان عمرڪوٽ تي ڪاهه ڪئي. ان جو سبب اهو ڄاڻايو وڃي ٿو ته عمر ڪوٽ جي راڻي مينگهراج جي وفات بعد سندس پٽ ڪشنداس گادي تي ويٺو.

هن جو سندس چاچي مانسنگ سان ڪن ڳالهين تي جهيڙو ٿي پيو. جنهن ڪري ڪشنداس چاچي کي قلعي کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو. تنهن تي مانسنگ پنهنجي پٽ کي نواب خان خانان وٽ موڪليو. نتيجي ۾ مير ابوالقاسم لشڪر وٺي عمر ڪوٽ روانو ٿيو.

اعجازالحق قدوسي ان واقعي جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته:
"ابوالقاسم سلطان ابن شاهه ارغون، مرزا جاني بيگ جي زماني ۾ سوڍن کي ڪڍي قلعي عمر ڪوٽ تي قبضو ڪيو هو ۽ قلعي ۾ داخل ٿي راجپوتن جا گهر ۽ انهن جون زالون پنهنجي نوڪرن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيون. آخرڪار هن جي پيءُ ابوالقاسم هن کي واپس آندو هو.

## ڪلهوڙن جو دور/ نادر شاهه جي ڪاهه

سنڌ ۾ سومرن کان پوءِ سمن، ارغونن ترخانن ۽ دهلي جي نوابن جي حڪومت رهي. ٿر ۾ سوڍا تڏهن به خودمختيار حاڪم هئا. ميان نورمحمد ڪلهوڙي (1736ـ1755ع) سوڍن کي نالي ماتر زير اثر آندو. عمرڪوٽ ۾ هن 1746ع ۾ قلعو ٺهرايو.

ايران جي بادشاهه 1739ع ۾ دهلي تي قبضو ڪيو، سنڌ صوبو ان وقت دهلي حڪومت هيٺ هو. دهلي تي قبضي بعد سنڌ به نادر شاهه کي هٿ آئي پر ميان نور محمد تابعداري نه قبولي. انهي ڪري نادر شاهه دهلي کان قنڌار ويندي سنڌ تي ڪاهيو. ميان نور محمد کي نادري حملي جي خبر پئي ته هو پنهنجي گادي جو هنڌ خداآباد ڇڏي ساز و سامان کڻي عمرڪوٽ روانو ٿيو. عمر ڪوٽ جي چوگرد ريگستان هئڻ ڪري ڪنهن وڏي فوج جو ان هنڌ پهچڻ ناممڪن هو.

نادر شاهه ٻهرين فيبروري 1790ع تي لاڙڪاڻي پهتو. پوءِ سوارن جو هڪ دستو وٺي نور محمد جي ڪڍ عمر ڪوٽ روانو ٿيو. ميان نورمحمد پنهنجو خزانو دفن ڪري نڪرڻ وارو هو ته نادر شاهه عمر ڪوٽ کي چئني پاسن کان گهيرو ڪيو. ميان محسوس ڪيو ته مقابلو ڪرڻ اجايو آهي.

هن پاڻ کي نادر شاهه اڳيان پيش پوڻ لاءِ اها شرط وڌي ته ساڻس ۽ سندس خاندان سان ڪابه سختي نه ڪئي ويندي. نادر شاهه اها ڳالهه قبول ڪئي ته ميان هن سان مليو. 'ماثر الامراءِ' ۾ ان ملاقات جا تفصيل آهن ته: نادر شاهه ميان نور محمد کان پڇيو ته: "تون خداآباد ڇڏي ڇو ڀڳو هئين؟" ميان جواب ڏنو ته: "اسان وڏڙن کان وٺي هندستان جي بادشاهه جا نوڪر هياسين، جيڪڏهن اسان توهان سان تعاون ڪيون ها ته اسان جي ان طرز عمل سان توهان کي به اسان تي اعتماد نه رهي ها." ميان جي اها ڳالهه نادر شاهه کي معقول نظر آءِ ۽ انهي مجلس ۾ خوش ٿي هن نور محمد کي ملڪ واپس ڪرڻ جي بشارت ڪئي."

آنندرام مخلص جي چوائي "هن موقعي تي بطور خراج ميان نورمحمد، نادر شاهه کي ٻاويهه لک ۽ هڪ هيرو ڏنو."

صاحب مراة دولت عباسيه جو بيان آهي ته: "زر و جواهرن مان جيڪي ڪجهه ميان صاحب وٽ هو، منهنجي ڏاڏي لال مانجهه مل جي معرفت نادر شاهه جي خدمت ۾ پيش ڪري پنهنجو قصور معاف ڪرايو."

مير علي شير قانع 'تحفه الڪرام' ۾ لکي ٿو ته: "جنهن رات جي صبح جو ميان نور محمد جو ارادو عمر ڪوٽ مان نڪري تلهار وڃڻ جو هو، انهي صبح نادرشاهه آفت ناگهاني وانگر عمر ڪوٽ جي ٻاهران نازل ٿيو. ان ڪري مجبور ٿي ميان نور محمد هن جي سامهون گنهگار وانگر هٿ ٻڌي حاضر ٿيو ۽ هن کي نادر شاهه پاڻ سان وٺي لاڙڪاڻي منزل انداز ٿيو. ان بعد هڪ ڪروڙ رپيا وٺي هن ميان نور محمد جو ملڪ کيس بخشي ڇڏيو."

ٽوبن مل جي تاريخ ٻڌائي ٿي ته: "نادر ڪجهه ماڻهن سان گڏ عمرڪوٽ پهتو ۽ هڪ وڻ هيٺان ترسيو. ميان نور محمد دورانديشي کان ڪم وٺي پنهنجو پاڻ ان جي حوالي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. حالانڪ ميان صاحب جا ساٿي چاهين پيا ته نادر سان مقابلو ڪجي. ميان نور محمد قابل اعتماد ماڻهن جي ذريعي قرآن شريف جو واسطو ڏئي پنهنجي گناهه جي معافي جي درخواست ڪئي. نادر شاهه هڪ ڪروڙ جي رقم، نقد ۽ جواهرات جي شڪل ۾ وصول ڪئي."

هيگ جو بيان وري هن ريت آهي ته: "نور محمد جو دفن ٿيل خزانو

لڳ ڀڳ هڪ ڪروڙ جو هو. ان کي ڪڏهن نادر شاهه جي حوالي ڪرڻو پيس."

آڏواڻي لکي ٿو ته: "هڪ ڪروڙ کان سواءِ ميان صاحب تي ويهه لک رپيا ساليانو خراج رکيو ويو."

سڀ تاريخدان ان ڳالهه تي يڪ راءِ آهن ته "نادر شاهه ملڪ جي حوالگي بعد ميان صاحب سان سٺو ورتاءُ ڪيو. کيس 'شاهه قلي خان' جو لقب ڏنو."

## مدد خان پٺاڻ

عمر ڪوٽ ۾ ڪلهوڙن جي دور ۾ ڪراڙن جو زور هو، پاڻجي ڪراڙ وڏي هاڪ وارو هو. سوڍا ان وقت به شهر ۾ رهندا هئا.

ڪلهوڙن جي صاحبي ۾ ميان سرفراز خان وٽ مير بهرام خان ۽ راڄو ليکي وزير هئا. مير بهرام هلندي وارو هو، جنهن ڪري راڄوليکي، مير بهرام جي خلاف، ميان جا ڪن ڀرڻ لڳو. مير خطرو محسوس ڪندي پنهنجي پٽ مير بجار کي حج تي موڪليو. بجار جي وڃڻ کان پوءِ ميان، مير بهرام کي 1775ع ۾ قتل ڪرائي ڇڏيو، جنهن ڪري ميان کي ٽالپرن قيد ڪري، ميان محمد اباخان کي گادي تي ويهاريو، جنهن کي وري جوڻيجن لاهي ميان غلام نبي کي گادي ڏني. مير بجار حج تان موٽڻ بعد ڇهن هزار بلوچن جو لشڪر وٺي عمر ڪوٽ قلعو فتح ڪري ويهي رهيو.

'لب تاريخ سنڌ' ۾ آهي ته مير بجار خان 1190هه (1777ع) ۾ مڪي معظم مان بيت الله جي زيارت ڪرڻ بعد سنڌ ۾ داخل ٿيو. بلوچ ۽ ٻيون قومون وٺس جمع ٿيون ۽ ميان غلام نبي سان جنگ ڪيائون، ان جنگ ۾ ميان غلام نبي عمر ڪوٽ ڀرسان قتل ٿيو ۽ ان جي لاش کي حيدرآباد آندو ويو، پاڻس ميان غلام شاهه جي ڀرسان دفن ڪرڻ لاءِ."

مير بجار خان پاڻ حاڪم نه ٿيو، پر ميان غلام نبي جي ڀاءُ ميان عبدالنبي کي حڪومت ڏني. ميان عبدالنبي، مير بجار جي وڌندڙ طاقت ڏسي کيس سازش تحت 1780ع ۾ مارايو. مير جي مرڻ بعد سندس پٽ مير عبدالله خان لشڪر وٺي، ميان تي ڪاهي آيو ۽ ٻه مهينا خداآباد کي گهيرو ڪري ويٺو. ميان اتان نڪري جوڌپور جي راجا کان مدد وٺي آيو.

ڪپري وٽ لڙائي لڳي، جوڌپور جي راٺوڙن جي هار ٿي. ميان عبدالنبي وري قلات جي خان وٽان بروهين جو لشڪر عزت خان جي اڳواڻي ۾ وٺي آيو، پر هار کاڌائين. آخر ميان تيمور شاهه ڏي قنڌار ويو ۽ تيمور شاهه کان مدد خان پٺاڻ جي سپهه سالاري هيٺ ٽيهه هزار لشڪر وٺي موٽيو. ٽالپر پاڻ ۾ صلاحي ٿيا ته مدد خان سان مقابلو ڪجي، پر مير فتح خان انهي ڳالهه ۾ مير عبدالله سان راضي نه ٿيو ۽ وڃي عمر ڪوٽ ۾ ويهي رهيو. ٻي طرف مير عبدالله خان ۽ ٻيا ٽالپر دين ڳڙهه قلعي ۾ ڪٺا ٿيا.

مدد خان کي ٽالپرن ۾ ٻن ڌرين ٿيڻ جي خبر پئي ته پهريائين عمر ڪوٽ تي چڙهائي ڪيائين. مير فتح خان سان لغارين جو لشڪر هو. جيڪي مڙسي سان اٽڪيا پر پڄي نه سگهيا. مير فتح خان ڀڄي دين ڳڙهه ۾ ٻين ميرن سان اچي مليو. پوءِ ته پٺاڻن سنڌ جي ڌاڪٽئين چيڙي ۾ بدين تائين وڏي سنگدلي ۽ ڪنورتا سان ملڪ ۾ ڦرلٽ ڪئي. سون، چاندي ۽ ٻئي سامان جا ڍڳ گڏ ڪيائون. ڪيترا شهر ساڙي رک ڪيائون. انهي ڪري اڄ تائين 'مدد' لفظ سنڌ ۾ عام طور آفت يا مصيبت جي معنيٰ ۾ استعمال ٿئي ٿو، جيئن 'توتي ڪهڙو مدد پيو.' يعني توتي ڪهڙي مصيبت پيئي!

## عمر ڪوٽ جوڌپور جي راجا کي ملڻ

ميان عبدالنبي جي قرآن شريف تي ڪوڙا قسم کڻڻ ۽ ميرن کي مارائڻ ڪري سڄي قوم ۾ جوش جاڳيو، جنهن ڪري مير فتح خان کي پڳ ٻڌائي وئي. مير فتح علي خان، مير سهراب خان، مير باگو خان، مير الهيار خان ۽ مير ٺارو خان لشڪر گڏ ڪري جنگ لاءِ تيار ٿيا. ميان عبدالنبي کي اهو ڏسي خوف ٿيو. هن عمر ڪوٽ جو قلعو ۽ پرڳڻو 1782ع ۾ جوڌپور جي مهاراجا بجيه سنگهه کي ڏيئي، ڪائنس بدلي ۾ مدد گهريائين. مهاراجا عمر ڪوٽ حاصل ٿيڻ بعد اتي صوبيدار مقرر ڪندو رهيو.

ميان عبدالنبي 1782ع ۾ هالاڻي جي جنگ ۾ ميرن کان شڪست کائي جوڌپور ڀڄي ويو. اهڙي طرح مير سنڌ جا حاڪم ٿيا.

مير ڪرم علي خان جي ذهن ۾ ڪين عمر ڪوٽ فتح ڪرڻ جو خيال ٿيو، راجپوتن جو لشڪر اڳ ئي عمر ڪوٽ جي قلعي ۾ ويٺو هو.

ميرن جو لشڪر قلعي کي سرنگھ هٽي باروت سان پٽ ڪيرائي اندر ڏوڪي پيو. راجپوتن جي لشڪر مان ڪيترن کي مارايائون ۽ گرفتار ڪيائون، ڪي ڀڄي نڪتا. اهڙي طرح ميرن عمر ڪوٽ جو قلعو 1813ع ۾ جوڌپور جي راجائن کان حاصل ڪيو.

## انگريزن جو دور

انگريزن 1843ع ۾ سنڌ جي حڪومت ٽالپرن کي مياڻي جي لڙائي ۾ شڪست ڏئي هٿ ڪئي. نيپيئر عمر ڪوٽ حاصل ڪرڻ جو ذڪر پنهنجي ڊائري ۾ ڪندي لکي ٿو ته:

"28 مارچ 1843ع- فيٽز جيرالڊ کي اسڪائرڊن سان عمر ڪوٽ ڏي دشمن جي جاچ ڪرڻ ۽ حالتن معلوم ڪرڻ لاءِ موڪليو اٿم. مان هت (ميرپور خاص) رهيو آهيان ته درياهه جي چاڙهه جي خبرچار رکان، جنهن ۾ جلد ڀراءُ اچڻو آهي ۽ چاڙهه مون کي لشڪر کان جدا ڪري ڇڏيندو."

30 مارچ 1843ع- فيٽز جيرالڊ لکي ٿو ته: "هن کي پاڻي ۽ جانورن جي سبب تڪليف آهي. عمرڪوٽ جي حفاظت 4000 بلوچ ڪري رهيا آهن. مچي هاٿي ٿانو ۾ آهي." "مون (نيپيئر) وڏيڪ فوج اُماڻي آهي. جيئن هو دشمن کي دلبو ڏئي قلعي جي دفاع مان ٻاهر ڪڍن. مان سندس گهيرو ڪري نٿو سگهان. ڇو ته ندي جي چاڙهه جو خطرو آهي ته متان منهنجي ۽ حيدرآباد جي وچ ۾ ٻوڏ سمنڊ نه بڻجي وڃي، منهنجيون توپون ۽ سامان ضايع ٿي وڃي."

3 اپريل 1843ع- برائون کان ڪابه خبر نه آئي آهي پر جاسوس خبر ڏني آهي ته: "هو عمر ڪوٽ ۾ هو. انگريز لشڪر جي واڌاري کان ڊڄي بلوچ قلعو خالي ڪري ويا آهن.

4 اپريل 1843ع- جاسوس جي خبر سچي نه آهي ته سموري غلط به نه آهي. برائون گهڻو اڳ قلعي تي قبضو ڪري ها، پر قلعو مڪمل خالي نه ڪيو ويو هو. نه وري ان جو مڪمل بچاءُ ئي ڪيل هو. هاٿي پنج هاٿي ۽ پنجاهه گهوڙا توپخاني جي مدد لاءِ حيدرآباد کان پهتا آهن.

5 اپريل 1843ع- عمر ڪوٽ اسان جو آهي. برائون رات اتي پهتو. سٺ يا ستر سپاهي پيش پيا. انهن کان هٿيار وٺي کين آزاد ڪيو ويو، ته

هو پنهنجي گهرن ۾ پهچي ويندا....
9 اپريل 1843ع- سمورا فوجي واپس ٿي رهيا آهن. عمر ڪوٽ حاصل ڪيو ويو آهي ۽ فتح مڪمل ٿي آهي. البت اهي پريشانيون ۽ مونجهارا سال ٻه ٻيا به هلندا....."

انگريزن جي شروعاتي دور ۾ ٿر ۽ پارڪر ڪڇ سان ڳنڍيل هو جيڪو 1843ع کان 1854ع تائين اسسٽنٽ پوليٽيڪل ايجنٽ جي هٿ هيٺ رهيو، 1860ع کان 1873ع تائين ليفٽيننٽ اسٽنلي نيپئر ريڪس مقرر ٿيو. 1860ع کان 1873ع تائين ليفٽيننٽ ڪرنل ٽروٽ پوليٽيڪل سپرنٽنڊنٽ ٿي رهيو. هن جو هيڊ ڪوارٽر عمر ڪوٽ هو. هن کان پوءِ ڪرنل آر- اي ڪرافورڊ ٻارهن سال ضلعي جو سربراهه رهيو. جنهن بعد واٽسن هڪ سال رهيو.
(واٽسن جي قبر عمر ڪوٽ جي قلعي ۾موجود آهي)
واٽسن کان پوءِ ڊاڪٽر پالن آيو، جنهن مٺي، ڇاڇري، ڏيپلي ۽ ننگر پارڪر ۾ بازاريون ٺهرايون. اڄ به ننگر پارڪر جي بازار کي پالن نالي پٺيان سڏين ٿا.

## رتن سنگهه جي ڦاسي

انگريزن جي دور ۾ ٽروٽ صاحب ٿرپارڪر جو حاڪم هو ته ان زماني ۾ هڪ دلير راٺو رتن سنگهه انگريزن جي اچڻ ڪري راٺن جي آزادي ۽ عزت جو انت ڏسي مچرجي پيو. ساري ٿر ۾ 1846ع ۾ راٺي رتن سنگهه جي بغاوت ڪري ڪافي گوڙ ٿيو، پر ٽروٽ سياڻپ سان گوڙ ختم ڪرائي، راٺي کي عمر ڪوٽ جي قلعي ۾ گهرايو ۽ ڪيس جاگير سان گڏ ڪجهه ٻيو سهولتون به ڏنيون.

راٺي رتن سنگهه جو 1854ع ۾ مقاطعي تي ڪيجراڙي ڳوٺ جي سيد محمد علي شاهه سان جهيڙو ٿيو. رتن پنهنجي ساٿي ٻگو سنگراسي سان گڏجي محمد علي شاهه کي بندوق جي فائر سان ماري ڇڏيو. رتن سنگهه کي راجپوتانا ويندي گرفتار ڪيو ويو ڪيس 1866ع ۾ عمر ڪوٽ جي قلعي ۾ ڦاسي چاڙهيو ويو.
راٺي رتن سنگهه جي سورهيائي جا ٿر ۾ اڄ به گيت ۽ دوها ڳايا وڃن ٿا.

"ڪي ڪي نر ڪنپين جوتڙا ڪرين جتن،
سوڍا مين سر مور رنگ سوڍا رتن."

انگريزن جي دور ۾ عمر ڪوٽ جي قلعي ۾ ڪجھ قابل ذڪر واقعا ٿيا ٻه ملن ٿا. جيئن اخبار 'الوحيد' پنهنجي 'سنڌ آزد' نمبر ۾ لکي ٿي: "1868ع ۾ ڪمشنر سنڌ مسٽر مانفلڊ امر ڪوٽ ۾ هڪ دربار ڪئي جتي مير شير محمد کي ستاره هند جو تمغو لقب سميت ڏنو ويو."

تنهن کان پوءِ راڻي وڪٽوريا جي تخت نشيني جي پنجاهين سال هندستان ۾ 26 فيبروري 1887ع تي جوبلي ملهائي وئي. جوبلي جي ڏينهن عمر ڪوٽ جي قلعي ۾ ڪلهوڙن جي دور جون پراڻيون توپون صاف ڪرائي ڇوڙيون ويون. قلعي ۾ صبح جو دربار لڳي، جنهن ۾ پير پاڳارو ٻه هاٿين، گهوڙن ۽ چار هزار ماڻهن سوڌو شامل ٿيو. دربار ۾ ڏهه هزار ماڻهو شريڪ ٿيا.

'لب تاريخ سنڌ' ۾ آهي ته: "1892ع ۾ ريل گاڏي جو افتتاح ڪيو ويو، جيڪا حيدرآباد سنڌ جي پرسان گدو بندر مان رواني ٿي، عمر ڪوٽ پرسان شادي پلي وٽ اچي پوري ٿي."

**امر ڪوٽ جو جهونو شهر**

موجوده دور جي لکڻين ۾ عمر ڪوٽ 'ع' سان لکيو وڃي ٿو. ان جو ڪارڻ اهو سمجهيو وڃي ٿو ته اهو ڪوٽ عمر سومري جو جوڙايل آهي، پر تاريخ جي ورقن ورائڻ سان اها راءِ صحيح نٿي لڳي، ڇاڪاڻ ته سومرن جي سترهين حاڪم عمر سومري ٻئي 1355ع کان 1390ع تائين حڪومت ڪئي هئي. جيئن ته هن مضمون جي شروعاتي عنوان 'عمر ڪوٽ جي قدامت' ۾ ذڪر ڪري آيا آهيون ته تاريخن ۾ عمرڪوٽ جي قدامت جو ذڪر ڇهين صدي کان ملي ٿو. ان کان سواءِ هندستان جي اوائلي ڪتابن ۾ عمر ڪوٽ کي 'امر ڪوٽ' ڪري لکيو ويو آهي. جيئن:

'تاريخ فرشتا' جيڪا محمد قاسم فرشتا 1606ع ۾ لکي ان ۾ لفظ امر ڪوٽ لکيل آهي.

شاه لطيف جي سيني قلمي نسخن ۾ به امر ڪوٽ الف سان لکيو ويو آهي.

ڪرنل جيمس ٽاڊ ’ٽاڊ راجستان‘ ۾ هر ڪنهن جاءِ تي امر ڪوٽ ڪتب آندو آهي.

آئين اڪبري جي انگريزي ترجمي ۾ مسٽر گليڊون امر ڪوٽ 'A' (Amer Kot) سان ڏنو آهي.

’اڪبر نامي‘ ۾ مسٽر ايچ بورج جي ترجمي ۾ به امر ڪوٽ "A" آهي.

هندو ليکڪ بابو بنڪم چندر لاهڙي جي ڪتاب ’بادشاهه اڪبر جي جيون چرتر‘ جي گجراتي ترجمي ۾ به امر ڪوٽ آهي.

1887ع ۾ مهاراڻي وڪٽوريا جوبلي وقت به دوهن ۾ امر ڪوٽ ري ڳايو ويو آهي.

تاريخ طاهري ۾ ڪن هنڌن تي امر ڪوٽ ته ڪن هنڌن تي عمرڪوٽ تحرير آهي.

شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ ’قديم سنڌ ۽ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو‘ ۾ امر ڪوٽ ۽ عمر ڪوٽ به ڪري لکيو آهي. سنڌ جي ڪن پراڻن ڪتابن ۾ به امر ڪوٽ ڪري پڪاريو ويو آهي.

’تاريخ ريگستان‘ ۾ ان جو سبب لکندي هريچند چوي ٿو ته: ”....امر ڪوٽ نڪي امر سنگ جو ٻڌايل آهي ۽ نڪي عمر سومري جو ٻڌايل آهي. اهو شهر انهن ٻنهي، حڪومتن کان اڳاتو آهي“ جناب مولوي حڪيم نجم الغني صاحب جي تحقيقات موجب اومره سومري جو ٻڌايل آهي. جنهن ڪري امر ڪوٽ سڏبو هو. مولائي شيدائي جي لکڻ موجب ”اڪبر اعظم تائين امر ڪوٽ الف سان لکبو هو، پوءِ مسلمانن مورخن جي خوش فهمي ڪري ڦري عمر ڪوٽ ٿيو....“

ڪن ماهرن جو خيال آهي ته امر ڪوٽ ۽ عمر ڪوٽ الڳ الڳ شهر هئا. امر ڪوٽ نالي سان هڪ جهونو شهر هو، جيڪو تباهه ٿي ويو، جنهن بعد موجوده نئون شهر عمر ڪوٽ آباد ڪيو ويو.

جهوني امر ڪوٽ شهر جو پتو به ٻن هنڌ تي ٻڌايو وڃي ٿو. ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته اصل امر ڪوٽ جي جاءِ موجوده شومندر جي ڀرسان هئي جيڪا زماني جي گردش ڪري تباهه ٿي وئي آهي، ان کان سواءِ ڪن جو اهو به رايو آهي ته پراڻو امر ڪوٽ اڪبر جي جاءِ پيدائش

واري لڳل پٿر وٽ هو.

ذاتي جاچ پڙتال دوران اسان کي انهي ڀنهي هنڌن تي ڪنهن به پراڻي شهر جا آثار نظر نه آيا. سمجهه ۾ ته ائين ٿو اچي ته موجوده وقت آباد عمرڪوٽ ئي اهو ساڳيو شهر آهي، جيڪو مختلف دورن ۾ آباد ۽ برباد ٿيو آهي، جنهن کي پهريائين امر ڪوٽ بعد ۾ عمر ڪوٽ جي نالي سان سڏيو ويو آهي.

غلام محمد لاکي (مهراڻ 2۔ 1986ع) انهي تي بحث ڪندي لکيو آهي ته: "عمر ڪوٽ جو مشاهدو ۽ ميداني مطالعو توڙي جدا جدا دورن ۾ لکيل ماخذن جو اڀياس ظاهر ڪري ٿو ته قديم شهر ۽ قلعي کي هڪ ميل اتر ۾ ڳولڻ درست ڪونهي. عمر ڪوٽ جو قديم ڪوٽ ۽ شهر اتي هئا، جتي اڄ تائين خوبصورت شهر ۽ شاهي قلعو موجود آهي. سن 1159هه ۾ جديد قلعو تعمير نه ٿيو هو پر نور محمد پراڻي ڪوٽ جي مرمت ۽ هارَ سينگار (Renovate) جو حڪم جاري ڪيو هو."

## ڪوٽ جي بيهڪ

هي ڪوٽ 25.22 اتر ڊگهائي ڦاڪ ۽ 69.47 اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي آهي.

دفاعي نقطهءِ نگاهه کان هي قلعو ريگستان جي ڇيڙي تي، جوڌپور کان حيدرآباد ايندڙ مکيه شاهراهه تي آهي. خاص ڪري راجپوتانا کان سنڌ ايندڙ ويندڙ قافلا ان سڙڪ تان گذرندا هئا. هتان کان ريگستاني ڀٽن جو سلسلو شروع ٿي وڃي ٿو. هي قلعو به هڪ چوڪور ڀٽ تي ٺاهيو ويو آهي، جيڪا مسلسل لتڙ ڪري پڪي مٽي جي صورت اختيار ڪري چڪي آهي. ان جي اوچائي، چوڌير موجود ڀٽن جي ڀيٽ ۾ بلند آهي.

اڄ به قلعي جي برج يا فصيل تي چڙهي ڏسڻ سان پري پري تائين نظر ڊوڙائي سگهجي ٿي. اهڙي طرح دشمن تي ڏور کان نظر رکي قلعي جي بچاءُ لاءِ مناسب تدبيرون ڪري سگهجن ٿيون.

قلعو مٿانهين تي هئڻ ڪري حملي آورن جو ان تي چڙهڻ آسان نه آهي. نه ئي هيٺانهين کان منجنيق، تير، ڀالي جو ذڪ ڪارگر ٿي سگهي ٿو. قلعي جي 10 فٽ ٿلهي فصيل ڀڃڻ به مشڪل آهي. ان جي ڀيٽ ۾ قلعي ۾ موجود لشڪر برج ۽ فصيل جي مارن ۽ ڳڙکن مان سولائي




عمر ڪوٽ

سان حملي آورن تي تير، گرم پاڻيٺ وغيره هاري ڪين پٽ ڪان پري رکي سگهجي ٿو. ڪوٽ جي حشمت ۽ اڏاوت ڪري ٿر ۾ مشهور آهي ته:
"ڪوٽ ته عمر ڪوٽ ٻيون سڀ ڪوٽڙيون"

## خندق

عمر ڪوٽ جي چوڌاري زميني مشاهدي مان معلوم ٿئي ٿو ته: سندس چوڌاري هڪ خندق هئي. خاص ڪري قلعي جي اوڀر واري پٽ

سان لڳولڳ اڄ ب خندق جا آثار نظر اچن ٿا. چو جو پٽ سان گڏ ئي ڪافي گهرائي آهي. ان جي پيٽ ۾ شهر ۽ قلعو مٿانهين تي آهي.

شاهي دروازي ۾ داخل ٿيڻ وارو موجوده رستو جڻ ان خندق تي پراءُ ڪري مٿانهون ٺاهيو ويو آهي. اهڙي طرح قلعي جي اترين پٽ ب لاهي ٺاهيندي خندق سان وڃي ملي ٿي.

شهر جي مکيہ رستن ۽ قلعي جي پٽ جي وچ ۾ موجوده وقت ب ڪاهي انگريزي لفظ "V" ٺاهيون بيٺي آهي.

مهر ڪاڇيلوي 1957ع ۾ قلعو ڏٺو ۽ لکي ٿو ت: "شاهي گيٽ جي اندران هڪ پختي زمين دوز نالي ٻاهر اوپر واري خندق ۾ ڪري ٿي. هن خندق تي هڪ پختي سرن جي پل ٺهيل آهي. هي خندق 10 فٽ گهري ۽ 10 فٽ ويڪري آهي."

## شاهي دروازو

هن جي بناوت ب عام ڪوٽن وانگر وڪڙ تي آهي، جيئن دروازو پجڻ مهل هاٿين ۽ پياده فوج کي رڪاوٽ محسوس ٿئي. دروازي جي دفاع لاءِ ٻنهي پاسن تي برج ٺهيل آهن. کٻي پاسي ڏکڻ وارو برج گولائي تي 30 فٽ قطر وارو آهي، جهن کي چوگرد 2 فٽ ويڪري حفاظتي ديوار



عمر ڪوٽ قلعي جو شاهي دروازو

ڏنل آهي، ان جي اوٽ وٺي غنيمن تي جوابي حملو ڪري سگهجي ٿو. دروازي جي سڄي طرف اتر ۾ 24 فٽ قطر وارو ٻيو برج بيضوي آهي. اتر برج مان ديوار نڪري 42 فٽ هلي دروازي وٽ 90 درجي جي ڪنڊ ٺاهي ٿي. دروازي ڏي ايندي انهيءَ جي سامهون واري پٽ ۾ ٻه پٿرن جون سرون 1/2-1 فٽ ڊگهيون ۽ 3/4 فٽ ويڪريون پاڻ ۾ ڪجھ مفاصلي تي زمين کان 5 فٽ بلندي تي لڳل آهن. هن هندي اکرن واري سرن جي باري ۾ مشهور آهي ته سرن تي قلعي جو بنياد وجهندڙ راڻا امر سنگھ راجپوت جي باري ۾ لکيل آهي. انهن پٿرن جي باري ۾ تيجسنگھ سولنڪي 'امر ڪوٽ جو اتهاس' ۾ لکي ٿو ته: "هندي اکرن جو قلعي سان لاڳاپو ڪونہ آهي. ممڪن آهي ته اهو پٿر ڪٿان هٿ آيل، قلعي جي برج ۾ ڪتب آندو ويو آهي. ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن قلعي سان لاڳاپو هجيس ها ته ضرور سڀ اکر هڪ جاءِ تي سڌا ۽ ليک جي صورت ۾ هجن ها. پر اهي اکر ابتا ۽ هيٺ مٿي، ۽ ڏار ڏار جاين تي لکيل آهن. اکرن جي جاچڻ سان نسبت 1565ع معلوم ٿئي ٿي."

دروازي جي دفاع لاءِ ٻنهي برجن جي موجودگي ڪري هڪ 23 فٽ سوڙهو لنگھ ٺهي پيو آهي. ڏکڻ برج سان لڳ 13.5 فٽ ويڪرو دروازو آهي، جيڪو مٿي وچي هڪ محراب ٺاهي ٿو.

دروازي جي پيشاني تي سورج مکي گل جهڙو هڪ نشان ٺهيل آهي.

ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته اهڙو نشان عمر سومري جي منڍي تي به هو. تيجسنگ سولنڪي جو خيال آهي ته: "قلعي جي دروازي تي لڳل پٿر مان سورج ونسي راجپوتن جو ٺهرايل سمجهڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته پهريون امر سنگ جنهن جي نالي چيو وڃي ٿو ته هن اهو قلعو ٺهرايو، تنهن امرسنگ جو نالو اتهاس ۾ گيانن ۾ ڪٿي به ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿو اچي. نہ رڳو ايترو پر پرمار راجپوت سورج ونسي نہ آهن، مگر ميتا موجب اهي انگن ونسي آهن، ۽ اهو پٿر سوريہ جو پورو چٽر آهي."

دروازي مان قلعي اندر داخل ٿيڻ مان بلڪل سامهون 12.9 فٽ ويڪرو ۽ 43 فٽ ڊگهو پڪ سرو ٿلهو آهي. ٿي سگهي ٿو ته ان ٿلهي تي ڪنهن زماني ۾ ڪا اڏاوت يا ڏاڪڻ هجي، پر هن وقت ان تي چڙهڻ لهڻ مشڪل آهي. سڄي هٿ تي لڙڻ سان هڪ 78.4 فٽ ڊگهي بنا

ڇت واري مستطيل ڏيڍي شروع ٿي وڃي ٿي. ڏيڍي کي ٻن هنڌن تان ديوارون ڪڍي سوڙهو ڪيو ويو آهي. جنهن مان لڳي ٿو ته اتي به شايد ڪنهن زماني ۾ قلعي جي بچاءَ کي مضبوط ڪرڻ لاءِ در لڳل هوندا، انهي هنڌان ڏيڍي جي ويڪر 17.2 فٽ آهي. ڏيڍي ۾ هر هڪ پاسي پهريدارن جي ويهڻ لاءِ ٻه محرابدار جايون آهن. جن جي ويڪر 12.6 فٽ ۽ اوچائي 9.5 فٽ آهي. ڏيڍي مٿان به ڪنهڙو ڏنل آهي، جنهن کي اوٽ بڻائي اندر داخل ٿي آيل دشمن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪري سگهجي ٿي.

شاهي دروازي جي سڄي هٿ واري مورچي جي ٻاهرين طرف هڪ پٿر جي سر تي 15 فٽ بلندي تي هڪ نشان آهي. روايت آهي ته 'ڪيت سين' جي گهوڙي جي سنب جو نشان آهي، جڏهن هن ماروي کي ڪٽڻ مهل پنهنجي گهوڙي کي ٽپو ڏياريو هو. ڪن جو چوڻ آهي ته ٺاڪر راجپوت رتن سنگهه جي گهوڙي جي سنب جو نشان آهي جنهن کي انگريزن جي دور ۾ قلعي اندر ڦاسي ڏني وئي هئي. رتن سنگهه کي گرفتار ڪرڻ بعد سندس گهوڙي ضبط ڪري نيلام ڪئي وئي، جيڪا هڪ سوناري جي گهران ڇنائي ڀڄي ۽ امر ڪوٽ جي قلعي تي چڙهڻ جي ڪوشش ڪندي ڦٽڪندي مري وئي. دروازي جي برج تي نشان انهي گهوڙيءَ جي سنب جو آهي.

## فصيل

قلعي جي ويڪري فصيل تي هڪ مهل سولائي سان ٻه گهوڙي سوار گهمي سگهن ٿا. اتر واري فصيل جي موجوده وقت ويڪر 14.8 فٽ آهي، جنهن جي ٻنهي ڇيڙن کان 1.6 فٽ جي سرن جي پٽ ڏنل آهي. ڇن جي اوساري سان جڙيل سرن جي وچ ۾ مٽي ڀري وئي آهي. فصيل جو اوڀر- اتر برج وٽ 200 فٽ کن حصو ڪريل آهي. ۽ تقريباً 807 فٽن جي پنڌ تي قلعي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ دروازو ٺهيل آهي.

اتريون دروازو 15.7 فٽ ويڪرو لامبي تلاءَ واري پاسي آهي. دروازي جي ڇيڙن تي 4×4 فٽن جا ٿلهه آهن. هت فصيل جي موڪر 10 فٽ آهي. دروازو بعد جي دور جو آهي، جنهن مان پڪو روڊ قلعي اندر داخل ٿئي ٿو. فصيل جو هي حصو شهر کان وڌ ۾ وڌ اوچائي تي آهي. دروازي

بعد 92 فٽ باقي فصيل جو ٽڪرو آهي. دروازي سميت اتر واري فصيل جي ڊيگهه 922 فٽ آهي. ان ۾ برجن جون ماپون شامل نه آهن.

### اولهه فصيل

اولهه فصيل جو اتر- اولهه برج کان ٻاهريون ڪجهه حصو مرمت شده آهي، جنهن ۾ 1.6 فٽ سرون استعمال ڪيون ويون آهن. پٽ ۾ هر 4.9 فٽن بعد نيساري وانگر 9 × 12 انچ جا ڪُڏڪٽا ٺاهيا ويا آهن. هي ڪوٽ جو حصو وڏ ۾ وڏ سٺي حالت ۾ آهي.

فصيل ۾ 505 فٽن تي هڪ دروازو لڳل آهي، جنهن جو هڪ ٿلهه زمين دوز ٿي ويو آهي. فصيل جو دروازو به هڪ عام دروازي وانگر بنا ڪنهن اوٽ ۽ رڪاوٽ وارو آهي. لڳي ٿو ته هي دروازو شايد انگريزن جي دور ۾ ريسٽ هائوس ۾ اچڻ وڃڻ لاءِ ٺاهيو ويو. دروازو ٻن ٿنڀن جي وچ ۾ 15 فٽ موڪرو آهي. ٿنڀا 4.9 × 4.9 فٽن جا آهن. هي لنگهه شاهي دروازي جي مخالف پاسي جڙيل آهي. هت فصيل جي ٿولهه 10.3 فٽ جي آهي. دروازي بعد فصيل جو 236 فٽن جو ڪچو ٽڪرو تمام بري حالت ۾ آهي. فصيل جي دروازي سميت ڊيگهه 741 فٽ آهي.

### ڏکڻ فصيل

هي سڄي ڪچي پٽ آهي، جنهن جي ويجهڙائي ۾ ڪا به مرمت ٿيل نه آهي. ان جي ڊيگهه 950 فٽ آهي. ڏکڻ- اوڀر برج وٽ فصيل جو خاشو ٽڪرو اچي پٽ پيو آهي.

### اوڀر فصيل

اوڀر فصيل ۾ ڏکڻ- اوڀر برج کان 470 فٽن تي شاهي دروازو آهي، جنهن ۾ ٻه برج دروازي جي حفاظت لاءِ مقرر آهن. هي فصيل صرف شاهي دروازي ۽ برجن وٽ سٺي حالت ۾ آهي باقي ٽٽل آهي. فصيل جي ڊيگهه 740 فٽ آهي.

### وچون برج

هي قلعي جي وچ ۾ شاهي دروازي جي سامهون گول برج آهي، جنهن تي پهچڻ لاءِ 59- 58 ڏاڪا چڙهڻا پون ٿا. ڏاڪڻ جي ڊيگهه زمين کان برج تائين 110 فٽ آهي ۽ ويڪر ڏهن فٽن کان به سرس آهي.



عمر ڪوٽ قلعي جو وچون برج

جنهن تي هڪ وقت ٻه گهوڙا يا هاٿي آسانيءَ سان چڙهي سگهن ٿا. ڏاڪڻ کي ڪابه اوٽ وغيره ڏنل نه آهي. مٿي چڙهندڙ ۽ لهندڙ آساني سان دشمن جي ڏڪ ۾ اچي سگهي ٿو.

برج جو قطر 56 فٽ ۽ سندس زمين کان اوچائي 32 فٽ آهي، جنهن کي 3.6 فٽ اُبو ڪنهڙو ڏنل آهي. ڪنهڙي ۾ 17 فٽن جي فاصلي تي چؤڪور 2.9 × 2.2 فٽن جا ڪانچا ٺهيل آهن، جن مان توپن جون ناليون ٻاهر جهاتيون پائي رهيون آهن. برج ڪوٽ جي اندرين ميدان کان ڪجھ فٽ مٿانهين واري دڙي تي آهي. جيڪو هيٺان موڪرو مٿي سوڙهو ٿي ويجي ٿو. برج ۽ ڏاڪڻ ۾ ڪتب آندل سرن ۾ واضح فرقن مختلف دورن جون چغليون هڻي رهيو آهي. چون ٿا ته اهو برج ڪلهوڙن جي دور ۾ ٺاهيو ويو، جيڪو پهريائين اندران خالي هو، بعد ۾ انگريزن جي صاحبي ۾ ڪيس مٽي سان ڀريو ويو.

موجوده وقت ان برج تي ست توپون رکيل آهن، جن لاءِ به چيو ويجي ٿو ته انگريزن جي دور ۾ هيٺان ڪٽي مٿي رکيون ويون هيون. توپن کي رکڻ لاءِ دڪا ٺاهيا ويا آهن، جن جي وچ ۾ 11.6 فٽن جو مفاصلو آهي. هرهڪ دڪو 1.10 × 5 × 8.4 فٽ آهي. هڪ دڪي تي لوهي






عمرڪوٽ جو وچون برج

گهوڙي تي ڪليل توپ رکيل آهي. برج جي وچ ۾ جهنڊي کوڙڻ لاءِ گول دڪو آهي.

## ڪُندُن وارا برج

شاهي دروازي جي ٻن برجن ۽ وچين برج کان سواءِ قلعي جي چئني ڪندن تي پڻ گول برج آهن.

## اوڀر- اتر برج

هي برج 24 فٽن جي قطر وارو آهي، جنهن جي زمين کان موجوده وقت اوچائي 30 فٽ آهي. برج مٿان چوڦير 2.3 فٽن جو ٿلهو ڪنهڙو ڏنل آهي. ان ۾ داخل ٿيڻ لاءِ 7.6 فٽن جو لنگهه آهي. هي ٻاهران سارو پڪين سرن سان جڙيل آهي. برج جو اڌ کان مٿانهون حصو بعد جو ٺهيل



عمر ڪوٽ جي قلعي جو ڪنڊ وارو برج

آهي، وچ ۾ مٽي جو ڀراءُ اٿس. هي مورچو اوپر ۽ اتر فصيل ڪي پاڻ ۾ ملائي ٿو. ان پاسي شهر جو نئون حصو، لامبو تلاءُ، اڪبر جي جاءِ پيدائش وغيره آهي.

## اتر- اولهه برج

پراڻن ڪتابن 'امر ڪوٽ جو اتهاس' ۽ 'سند گزيٽيئر' وغيره ۾ هن برج هجڻ جي شاهدي ملي ٿي، پر موجوده وقت ۾ اهو برج بلڪل نابود ٿي ويو آهي. ايتري قدر جو مٽي جو ملبو بہ اتي موجود نہ آهي. خبر نہ آهي تہ اهو ڪهڙي سن ۾ زمين تي ليٽيو. ان برج ڪان سنڌ طرفان ايندڙن تي چوڪسي رکي سگهبي هئي. ان پاسي ڪان 'مومل جي ماڙهي' ۽ هندستان طرف ويندڙ مکيہ سڙڪ آهي.

## اولهه- ڏکڻ برج

هي شهر جي ڏکڻ واري حصي مٿان هڪ جهوني چوڪيدار وانگر بيٺو آهي. ان پاسي ڪان ٻاهران واريءَ جي موجودگي قلعي جي پٽ تي اڏيل هئڻ جي شاهدي ڏي ٿي. موجوده وقت قلعي جو هي برج سارو ڪچي مٽي جو اُيو ڍڳ لڳي ٿو. جنهن جون سرون سڀ غائب ٿي ويون

آهن. صرف سندس پيرن ۾ ٿوري اوچائي تائين ڪجھ سرون ڇڳل ٻوٽ وانگر پيل آهن.

برج جو مٿان قطر 35 فٽ ۽ سندس بلندي 40 فٽ آهي. ان کي 1.6 فٽ جو پلوپڙو ڏنل آهي. برج جي مٿين سطح ۾ جابجا سوراخ ٿي ويا آهن، جن مان برسات جو پاڻي مسلسل برج ۽ قلعي جي پٽ ۾ ويندو رهي ٿو. برج جو ٻاهريون پاسو پڻ برسات جي پاڻي ڪري گھارا ٻڌجي ويو آهي.



عمر ڪوٽ جي قلعي جي هڪ برج جي زبون حالت

## ڏکڻ- اوڀر برج

هي برج ۾ شهر جي پراڻي پاسي ڏي آهي. ان جي حالت ڪجھ قدر ٺيڪ آهي. 39 فٽن جي قطر واري برج کي 3.6 فٽن جو ٿلهو ڪنهڙو ڏنل آهي. البت ڪنهڙو ڪافي ڀڳل آهي. ڪنهڙي جو اندريون گھيرو 122 فٽ آهي. ان برج ۾ ٻن سطحن تي مارا ۽ ڳڙڪا ٺهيل آهن. برج جي فرش وٽان ٺهيل ڳڙڪن مان تيل يا ڪا گرم پاڻيٺ هيٺ اڇلي سگھجي ٿي. ان کان سواءِ مٿين اوٽ ۾ ٻه مارا آهن جن مان ٻيهي ماٿو حملو ڪري سگھي ٿو. مارا بندوق جي دور جا لڳن ٿا. برج جي ڀرسان ئي قلعي اندر عمر جي ماڙي هئي، جيڪا هاڻي منجهيءَ ڍير جي صورت ۾

پٽي آهي.

**پٿر**

قلعي ۾ ڪتب آندل پٿر لاءِ مختلف ماڻهن جا مختلف خيال آهن. ريورٽي لکي ٿو ته: "عمر ڪوٽ جو پٿر سٽائي مند ۾ هاڪڙي درياھ وسيلي روهڙي جي ٽڪرين مان ڪڍي، عمر ڪوٽ جي ڏکڻ ۾ هڪڙي هنڌ تائين نيو ويندو هو."

محمد حنيف ڪاچيلوي جو خيال آهي ته: "شاهي گيٽ ۾ استعمال ٿيندڙ پٿر ڦڪي ۽ خاڪي رنگ جي وچين رنگ جهڙو آهي، جيڪو اڇي پلستر سان ڳنڍيل آهي..... قلعي جو پٿر ننگرپارڪر جي ڪارونجهر يا راجپوتانا مان آندو ويو آهي."

شمس الدين جتوئي هن پٿر لاءِ چئي ٿو ته "عمر ڪوٽ جي قلعي جو پٿر جوڌپور کان آندو ويو آهي."

هي پٿر رڳو مکيه دروازي جي سامهون واري پٽ، ٻن برجن ۽ ڪٿي بنيادن ۾ استعمال ٿيل آهي. سارو مکيه دروازو سرن سان جڙيل آهي، پر ان جي هيٺان انهن پٿرن جا پشتا هنيا ويا آهن.

قلعي جي باقي اڏاوت ۾ ڪيترن قسمن جون سرون لڳل آهن جيڪي مختلف دور ۾ قلعي جي مرمت جي عڪاسي ڪن ٿيون.

**ڪوٽ ۾ اڏاوتون**

ڪوٽ اندر وچين برج کان سواءِ ڪجهه ٻيون به قابل ذڪر شيون آهن.

**انگريز جي قبر**

ڪوٽ اندر اتر واري فصيل ۽ دروازي جي پرسان هڪ اُٺن ٿنڀن تي بيٺل خوبصورت ڇٽي آهي. ان ڇٽي جي چانوري ۾ هڪ سهڻي صليب جي شڪل جهڙي قبر آهي. قبر انگري دور جي ڊپٽي ڪمشنر مسٽر واٽسن جي آهي. ڇٽي ۾ اندرين اتر واري پاسي تي ٻن سٽن ۾ هي عبارت لکيل آهي.

H.E Watson Sindh Commission: for many years Deputy Comissioner of this district born 23rd November 1846. Died 26th February 1894.



عمر ڪوٽ اندر انگريز جي قبر

This memorial was erected by the Subordinate officials and Zamindars of Thar and Parkar in Remembrance of his good qualities and in token of their affection for him.

انگريز جي صليب نما قبر جي اترين پاسي تي هي لفظ اڪريل آهن.

In loving memory of Herbert Edward Watson Deputy Commissioner Thar and Parkar.
Died Feb. 27th 1894 aged 47.

قبر جي ڏاکڻين پاسي لکيل آهي ته:

Well done thou good and faithful Servant Entse thou into the ion of the God.

### توپون

ڪوٽ ۾ وچين مورچي تي ست توپون رکيل آهن، جن مان هڪ

توپ ڪلهوڙن جي دور جي ستن ذاتن جي ٺهيل آهن. ان تي فارسي ۾ ”اين توپ ڪارخانہ سرڪار خدايار خان بهادر عباسي ڪاتب جنگ 1140“ اڪريل آهي. انهي توپ جي نالي تي ٻي هنڌ ”عمل مصطفا پڪ“ لکيل آهي. نالي جي وچ تي [illegible] بہ اڪريل آهي.

اهي سڀ توپون سوڙهي منهن واريون آهن، جن جي منهن ۾ باروت ڀري گولو اڇلايو ويندو هو. انهن توپن ۾ مقامي طور ٺهيل باروت ڪتب آندو ويندو هو.

هيٺ ميوزم جي ڀرسان چاليھ کن گولا پيا آهن. لوها گولا وزن ۾ تقريباً ڀن مڻن جا ٿيندا. گولا ميوزم ڀرسان هڪ ڪَنڊيءَ جي وڻ کي پاڙئون ڪڍندي زمين مان هٿ آيا هئا، ٿي سگهي ٿو تہ اتي ڪو باروت خانو هجي.

ميوزم جي در وٽ بہ ڦيٿن تي رکيل ٻہ توپون پيون آهن. برج تي رکيل توپون بہ ڦيٿن تي پيل هونديون هيون. ڦيٿن جي چوڌاري پَٽُ چاڙهي انهن کي هاٿين، گهوڙن ۽ خچرن سان ڇڪيو ويندو هو. ضرورت وقت ڦيٿا ڪڍي رڳو ناليءَ کي جانورن جي پٺاڙن تي رکي بہ کنيون وينديون هيون. ٻيڙيءَ ذريعي توپن کي درياھ پار ڪرائبو هو. ان جي هلائيندڙن کي سکيا بہ ڏني ويندي هئي.

ڪلهوڙن ۽ ميرن جي زماني ۾ مسقط جا عرب بہ هٿ توپون وڪڻي ويندا هئا. ملڪ ۾ بہ ڪجھ توپون ٺهنديون هيون. ميرخاني لوهار توپن ٺاهڻ جا ماهر هئا. بنگلور جي ميوزم ۾ هن وقت بہ سنڌي ميرخاني لوهارن جي ٺهيل توپ پئي آهي.

## پاڻيءَ جو نيڪال

اتر پاسي تي قلعي جي ميدان ۾ لاهي هئڻ سبب اتي بہ پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ زمين دوز رستا آهن. هڪ فصيل کان 12 فٽن جي مفاصلي تي دل جي شڪل وانگر حوض آهي. جنهن ۾ نيڪال واسطي موري ٺهيل آهي. دل جي شڪل جي حوض جو ڏاکڻيون پاسو 28.4 فٽن جو آهي، جتان پاڻي منجهس ڪري ٿو. حوض جو اندريون پاسو وڪڙ سان 26 فٽ آهي، جنهن ۾ 3 × 3.3 فٽن جي محراب وار موري آهي. موري مان پاڻي گذري فصيل هينان ٿيندو ٻاهر ڪري ٿو.





عمر ڪوٽ قلعي ۾ پاڻي جي نيڪال لاءِ ناليون

ان نالي جي پرسان ئي اتر دروازي وٽ به پاڻي جي نيڪال لاءِ 15 فٽ ويجهو گذرگاه آهي. هي نالي زمين جي سطح کان آهستي آهستي هيٺ لهندي وڃي ٿي. زمين کان 4.9 فٽن جي گهرائي تي هن مان نيڪال لاءِ ٽي موريون منهن ڪڍن ٿيون. هر هڪ موري محرابدار 2.7 3.9 فٽن جي آهي. موريون بارش جو پاڻي ڪٺي فصيل هيٺان گذري قلعي کان ٻاهر ڦٽو ڪن ٿيون. ان کان سواءِ اولهه ۽ اوڀر شاهي دروازي وٽ به نيڪال جا رستا آهن.

ڪوٽ اندر اولهه پاسي پيئڻ جي پاڻي جو کوهه پڻ آهي، جنهن مان پاڻي نار وسيلي ڪڍيو ويندو هو. کوهه ۽ وچين مورچي جي پرسان هڪ ريسٽ هائوس آهي، جنهن لاءِ جي- ايم- سمٿ 'گزيٽيئر پروانس آف سنڌ' ۾ لکي ٿو "عمر ڪوٽ جو بنگلو پهريائين پوليٽيڪل سپرنٽنڊنٽ جي رهائشگاه هو، جيڪو بعد ۾ ڊپٽي ڪمشنر جي رهائش بڻيو، هاڻي سرڪٽ هائوس آهي."

ڪوٽ اندر ريسٽ هائوس جي سامهون هڪ مزار آهي، چون ٿا ته

نماڻي شاھ نالي ھت ھڪ ملنگ تبليغ تي آيو ھو، جنھن کي انھي ھنڌ تي ھندن ماريو ھو. قلعي ۾ جنھن ھنڌ تي ملنگ جو رت ڪريو ھو اتي مزار ٺاھي وئي، باقي سندس جسم ڪرڙي فقير ۾ دفن آھي، ڇتي ڪتي ۽ ڪاري نانگ جا ڪاڏل ھت منت لاءِ ايندا آھن.

انھيءَ کان سواءِ خيال آھي تہ اوڀر- ڏکڻ ڪُنڊَ وٽ عمر جو محل ھو، جتي ھاڻي ھڪ وڏو مٽي جو ڍِڳ آھي. قلعي جي سطح کان مٿيري ڊير تي ھن وقت ڪجھ سرڪاري آفيسون ٺھيل آھن.

## عجائب گھر

ان عجائب گھر جو افتتاح 1968ع ۾ ڪيو ويو، جنھن ۾ ھن حصي جي ثقافت کان وڌيڪ مغل ثقافت ڏيکاريل آھي. آثار قديم وارن عمر ڪوٽ کي اڪبر جي جاءِ پيدائش ھئڻ ڪري قلعي ۽ عجائب گھر کي بہ اڪبري دور جي يادگار قرار ڏنو آھي. مغلن جي دور جون ھيٺيون شيون عجائب گھر ۾ نمائش لاءِ رکيون ويون آھن: قلمي نسخا، سڪا، تصويرون، ھٿيار، مخطوط ۽ خطاطي جا نمونا ۽ دستاويز وغيره.

### قلمي نسخا:

**اڪبر نامو:** عجائب گھر ۾ فارسي زبان ۾ ابوالفضل جو لکيل 'اڪبر نامو' رکيل آھي، جنھن ۾ اڪبر جي فرمانن سان گڏوگڏ سندس جنپور جون فوجي ڪاھون ڏنل آھن.

**آئين اڪبري:** ھن ڪتاب جو ليکڪ بہ اڪبر جو مشھور وزير ابوالفضل آھي. ان ۾ ٻين ڳالھين سان گڏ اڪبر جي دور جي مختلف محڪمن جا بيان ۽ رڪارڊ ڏنل آھن، جيئن ڊِل، شماريات، پولي، سائنس، مذھب، قانون ۽ جاگرافي وغيره. ھي مسودو پارسي ۾ نستعليق خط ۾ لکيل آھي. عجائب گھر ۾ ھڪ ٻي ڪاپي بہ رکيل آھي، جنھن ۾ تصويرون بہ ڏنل آھن.

**انشاءِ ابوالفضل:** ان ۾ ابوالفضل جا پنھنجي نالي يا اڪبر جي نالي لکيل خط آھن.

**رقعاتِ ميان نذير:** ان قلمي نسخي ۾ مبارڪباد جا خط آھن، جيڪي ھندن ۽ مسلمان دوستن ھڪ ٻئي ڏي ھولي ۽ عيد جي موقعي تي لکيا

آهن.
**قاصدِ عرفي:** هن ۾ عرفي شيرازي جا قصيدا ۽ رباعيون شامل آهن، عرفي اڪبر جي دور ۾ برصغير ۾ آيو هو.
**سنگهاسن بتيسي:** برصغير جي سنسڪرت ۾ لکيل لوڪ ڪهاڻين جو هي فارسي ۾ ترجمو آهي. عبدالقادر بدايوني سڀ کان اڳ اڪبر بادشاه جي چوڻ تي لکيو هو.
**ايار دانش:** شهنشاه اڪبر جي حڪم تي ابوالفضل هي خليل 'وادمنه' جو ترجمو ڪيو هو.
**ديوانِ نظيري:** ان ۾ محمد حسين نظيري جي شاعري ڏنل آهي: جيڪو اڪبر جي شهنشاهي دوران خاني خانا جي نوڪري ۾ هو. انهن کان سواءِ عجائب گهر ۾ ڪجھ ٻيا اهم ڪتاب هي آهن. تاريخ اڪبر آباد، ابوالفضل جو سنسڪرت مان ڪيل ليلا وتي جو ترجمو.
**نل دمن:** هي مثنوي نل دمنتي قصي مان ورتل آهي ۽ اڪبر بادشاه ڏي منسوب آهي. اڪبر جي خواهش تي اها پوري ڪئي وئي هئي. پند، سد، مند (مفيد نصيحتون). مناقبي، مرتضوي، ترجمِ مهاڀارت، خلاصتت تواريخ.

**خوش نويسي (Calligraphy)**

پراڻي زماني ۾ ڇاپخانہ نہ هئڻ ڪري خط نويسي تي گهڻو توجھ ڏنو ويندو هو. عمر ڪوٽ جي عجائب گهر ۾ رکيل خوش خطي مان اندازو ٿئي ٿو تہ مغل بادشاهَن ان تحرير ۾ گهڻو شوق ورتو.

**مغل منيئچر (Miniature)**

مغل بادشاهَن منيئچر پينٽنگ جي ڪافي سرپرستي ڪئي. خاص ڪري ٻهرين مغل بادشاهَن، همايون پرشيا مان ٻہ مصور گهرائي پنهنجي دربار ۾ رکيا. اڪبر بادشاه بہ پنهنجي ڊگهي بادشاهي دوران هن آرٽ کي ترقي وٺرائي. ان دور ۾ ئي 'مغل اسڪول آف آرٽ' جو بنياد پيو. جهانگير جي وقت ۾ بہ هن آرٽ جو عروج هو. شاهجهان هن مصوري کي بلنديءَ تي پهچايو. پر اورنگزيب جي هن آرٽ جي همت افزائي نہ ڪرڻ ڪري آرٽ کي ڪافي ڌڪ لڳو. بعد جي مغل بادشاهَن بہ ان جي

سرپرستي ڪانہ ڪئي، جنھن ڪري درباري مصور ٽڙي پکڙي ويجي راجائن ۽ نوابن جا ملازم ٿيا. ان بعد بہ گھڻو وقت مغل طرز مصوري جاري رھي، پر ان ۾ اھا پھرين واري دلڪشي ۽ فن نہ ھو.

عجائب گھر جي مصوري واري حصي ۾ تقريباً سيني مغل بادشاھَن جون تصويرون آھن. نورتن جي تصويرن سان گڏ، پرين جي قصن ۽ ھاٿين جي لڙائين جون تصويرون بہ آھن.

## شاھي دستاويز

ميوزم ۾ شاھي دستاويز ۽ اڪبر جا فرمان بہ لکيل آھن، جن ۾ سڀ کان اھم دين الاھي ۽ مسمات فاطمہ کي مالي مدد ڪرڻ وارا آھن. اھي دستاويز اڪبر جي وزير فتح الله جا ڏنل آھن. ان ۾ شيخ عبدالقادر کي ڏنل زمين وارو دستاويز بہ اھميت رکي ٿو.

## سڪا

مغل دور جا، خاص ڪري اڪبري دور جا سڪا بہ عجائب گھر ۾ موجود آھن. ان کان سواءِ نقشي ۾ سڪا ٺھڻ وارو ھنڌ بہ ڏيکاريل آھن. جنھن ۾ اندازو ڪري سگھجي ٿو تہ عمر ڪوٽ ۾ پيدا ٿيندڙ اڪبر جي ڪيتري وسيع شھنشاھيت ھئي.

## ھٿيار

اڪبر جي ڏاڏي بابر، برصغير ۾ توپن جي طرز جون بندوقون آنديون. ميوزم ۾ پراڻيون ھٿ آيل بندوقون پسٽل، زرھ، تير، ڪمان ۽ ڪجھ ٻيو جنگي سامان رکيل آھي.

## تجويزون

- ڪوٽ جي ديوار جي مرمت ڪري، ٻنھي پاسن کان پڪن سرن جا پشتا ھنيا وڃن.
- برجن جي ابتر حالت درست ڪئي وڃي، جيڪي چند سالن جا مھمان آھن. خاص ڪري اتر اولھ برج جنھن جو نالو نشان مٽجي ويو آھي. ان کي نئين سري سان ٺاھيو وڃي.
- عام ماڻھن جي اچڻ وڃڻ ڪري قلعي جي حالت ڏينھون ڏينھن خراب ٿيندي ٿي وڃي. ماڻھن جي اچڻ وڃڻ لاءِ ڏجي جي ڪوٽ جيان

صرف هڪ دروازو کوليو وڃي.
- عجائب گهر جي ٻاهران ٽڪيٽ وڪڻڻ بجاءِ، اها ٽڪيٽ شاهي دروازي وٽ ڏني وڃي، جيئن لاهور جي قلعي ۾ آهي.
- ڪوشش ڪري انگريزن جي دور کان اڳ جيئن ڪوٽ هو، تيئن بڻايو وڃي.
- عجائب گهر سارو مغل ڪلچر جي عڪاسي ڪري ٿو، ان ۾ ٿر ڪلچر جون شيون به رکيون وڃن.
- ڪوٽ جي وسيع ايراضي ۾ سياحن لاءِ ٿر جي طرز جا چؤنرا، لانڊيون، ڇنا.... وغيره ٺاهيا وڃن، جيئن ڪجھ سال اڳ نمائش دوران قلعي اندر ٺاهيا ويا هئا.
- ڪوٽ اندر ٿر جو هٿ هنر، گج، ڪيس رکيا وڃن، جيئن ٻاهريان سياح اهي خريد به ڪري سگهن.
- ڪوٽ جو ننڍڙو ماڊل ۽ ان جا فوٽو عجائب گهر ۾ رکيا وڃن.
- عمر مارئي ۽ ٻين ٿري داستانن جي اسڪيچن ذريعي سياحن کي ڄاڻ ڏني وڃي.
- سرڪاري آفيسون قلعي مان ٻاهر منتقل ڪيون وڃن، وڏيڪ قلعي اندر نيون جايون جوڙڻ بند ڪيون وڃن.
- ڪجھ بالا عملدار مستقل طور قلعي جي ريسٽ هائوس ۾ قبضو ڪيو ويٺا هوندا آهن اهو خالي ڪرائي صرف سياحن لاءِ مخصوص ڪجي.
- ٻارن لاءِ ڪوٽ اندر باغيچو ۽ تفريحي سامان مهيا ڪيو وڃي.
- ميوزم ۽ قلعي ۾ لڳل غلط سنڌي صورتخطي وارا بورڊ هٽائي صحيح ڪيا وڃن.
- آرڪيالاجي جي عملي جي ڄاڻ نہ هئڻ برابر آهي، ڪين سيکيا ذريعي ان علائقي جي ڄاڻ ڏجي.
- سياحن جي معلومات لاءِ قلعي ۾ ننڍڙي لئبرري ۽ ٿر جي باري ۾ مواد رکيو وڃي.
- آرڪيالاجي يا سياحت کاتو عمر ڪوٽ تي ڪتابچو ڇپرائي پڌرو ڪري.

- عجائب گهر ۾ سياحن جا تاثرات لکڻ لاءِ ڪتاب رکيو وڃي.
- اڪبر جي جاءِ پيدائش جي باري ۾ پيدا ٿيل غلط فهمين کي دور ڪرڻ لاءِ ٽئين سري سان کوجنا ڪرائجي، تيستائين موجوده اڪبر جي جاءِ پيدائش واري ڇتني ۽ پٿر جي مرمت ڪرائڻ کپي.

## ڪتابيات

- تاريخ ريگستان - رائيچند هريجن
- بدائع وقائع - انندرام مخلص
- تحفه الڪرام - مير علي شيع قانع
- همايون نامو - گلبد بيگم
- تاريخ سنڌ - اعجاز الحق قدوسي
- لب تاريخ سنڌ - خداداد خان
- تاريخ معصومي - مير محمد معصوم بکري
- تاريخ فرشتا - محمد قاسم فرشتا
- قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو - مرزا قليچ بيگ
- امر ڪوٽ جو اتهاس - تيجسنگ سولنڪي
- ترخان نام
- تاريخ طاهري
_ The Mehran of Sindh - H.G Raverty
_ Gazetter Province of Sind - G.M. Smith
_ Journal of Pakistan Archaeiologists forum - June 1992.

# نند ڪوٽ

نند ڪوٽ جي جاگرافيائي بيهڪ 24.22 اتر ۽ 86.16 اوڀر ٺٽي ضلعي جي جاتي تعلقي ۾ آهي. پراڻن نقشن ۾ هي علائقو هڪ بزرگ مغليين جي مزار سبب مغليين ڏيکاريو ويو آهي. جيئن ته هن حصي ۾ جت برادريءَ جي اڪثريت آهي، ان ڪري آهستي آهستي جاتي نالي سان مشهور ٿي ويو. ان جاتي جي ديهه ڪاڙڪ ۾ اڄ به نند ڪوٽ جا قديم آثار تاريخ جي جاڪوڙن کي سڏين ٿا.

اوائلي زماني کان هي علائقو ڪڇ جي سرحد هئڻ ڪري، جڻ سنڌ ۽ ڪڇ جي دروازي طور ڪم ايندو رهيو آهي. ان ڪري اهو خطو ڪيترين قومن جو اچڻ وڃڻ جو لنگهه رهيو آهي.

پراڻن ڪندرن ووڙڻ ۽ ڪتابن جي ورق ورائڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته هن حصي ۾ معتدل موسم ڪري ڪيترا سکر ماڻهو، سنڌ جي اترئين علائقي جي گرم ڪاڙهي کان بچي اچي هت پناهه وٺندا هئا. سنڌ جو حاڪم راجا ڏاهر گرمي جي موسم ۾ اچي هت رهندو هو. نند ڪوٽ کان ٿوري مفاصلي تي راجا ڏاهر جي رهائشي هنڌ جا آثار راوڙ جي صورت ۾ موجود آهن. محمد بن قاسم جي حملي وقت راجا ڏاهر راوڙ جي قلعي وٽ جنگ ڪندي قتل ٿيو هو. چچ نامي جو مصنف ان جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته روايت آهي ته:

"راجا ڏاهر خميس جي ڏينهن ڏهين رمضان المبارڪ سنه ترانوي ۾، راوڙ جي قلعي وٽ سج لهڻ وقت قتل ٿيو."

محمد بن قاسم به راوڙ فتح ڪرڻ بعد اتي پنهنجي چوڪي قائم ڪئي هئي.

سنڌ جي تاريخ جي هر دور هن حصي جي سياسي توڙي دفاعي حيثيت کي مڃيو ويو آهي. سنڌ جا حاڪم جڏهن سومرا ٿيا ته ان جي دور ۾ سومرن جو تختگاهه محمد طور جي نالي (1265-1313ع) سان

سڏبو هو، جيڪو ان دور ۾ درڪ پرڳڻي جي نالي سان سڏبو هو. موجوده وقت محمد طور کي شاهڪپور جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو.

سومرن بعد سمن جي صاحبي ۾ ان حصي جو ٽورو ساحلي حصو ڪڪرال جي ڪمرن ڄامن جي نظرداري ۾ هو.

ڪلهوڙا حڪومت ۾ به سنڌ جي هن پاسي کي وڏي حيثيت حاصل هئي. غلام شاهه ڪلهوڙي جڏهن ڪڪرال جي ڄامن کي تنگ ڪري، ملڪ ڇڏڻ تي مجبور ڪيو ته ڪهر ڄام هن علائقي مان گذري ڪڇ جي رياست ڏي پناهه لاءِ پنڌ پيا هئا.

غلام شاهه ڪلهوڙي جنهن مهل ڪڇ جي جاڙيجا حاڪمن تي لشڪر روانو ڪيو ته سندس ماڻهو خشڪي مان هي رستو ڏئي ڪڇ پاسي ويا هئا.

پٿاوالا پنهنجي ڪتاب A Physical and Economical Geography of Sindh ۾ لکي ٿو ته: "اڪبر جي فوج -1592 1591ع ۾ سنڌ مان بکر، سيوهڻ، لکي، هالا، نصرپور (سيوهڻ کان 65 ميل ڏکڻ- اوڀر) ۽ نتي مان گذري. اهو سنڌوءَ جو وهڪرو لڳي ٿو، جيڪو سنڌو جي موجوده، پيٽ کان اوڀر ۾ هو. هنن مغلين جي پرسان سمنڊ ڏٺو جيڪو ساحلي حد بڌائي ٿو. ان وقت اتي ساموندي ڪاريون هيون."

ٽالپرن جي حاڪميت ۾ به سنڌ جو هي حصو پنهنجي اوائلي اهميت برقرار رکيو پي ايو. ميرن جي دور ۾ رڙي ۽ شاهڪپور ۾ ميرن جا عملدار رهندا هئا.

ڊلهوسٽي 1832ع جي علائقي بيهڪ بيان ڪندي لکي ٿو ته: "مغربي (مغلين) جي بيهڪ ڪافي اهم هنڌ تي آهي. سنڌ فتح ڪرڻ جي حالت ۾ سڀ کان پهريائين ضروري آهي ته مغربي مان اندر داخل ٿجي. سير ڪاري کان بيڙي ذريعي بند تائين پهچي سگهجي ٿو يا وڌ ۾ وڌ جتڪا شير وٽ لاهجي جيڪو بند کان 15 ميل پري آهي. لشڪر ٿوري پنڌ بعد اهڙي حصي ۾ پهچي ويندو، جتي سولائي سان سامان ۽ مٺو پاڻي ملي ويندو. ان مان اهو نه سمجهڻ گهرجي ته اهڙي چرير کي سنڌي روڪڻ جي ڪوشش نه ڪندا...."

ان مان اهو اندازو ڪري سگهجي ٿو ته اوائلي دور کان وٺي موجوده صدي تائين سنڌ جي هن حصي کي ڪيتري اهم حيثيت حاصل رهي آهي.

**اهميت**

سنڌ جو هي حصو وٽندڙ آبهوا کان سواءِ به دفاعي توڙي واپار جي تاريخ ۾ اهم حصو وٺي ٿو. سنڌ کي ڪڇ سان ملائيندڙ اهم شاهراهه هن علائقي مان متيندي وڃي لکپت پهچندي هئي.

حيدرآباد ۽ ٺٽي کان ڪيترا قافلا ان سڙڪ ذريعي لکپت ۽ ڀُوڄ ويندا هئا. ان شاهراهه تي مختلف هنڌن تي ڪوهه ۽ مسافرخانا جوڙيل هئا. موجوده وقت واپڊا ان قديم سڙڪ جي ڪجهه ٽڪري تي نئين سر رستو ٺاهي ٽائيڊل لنڪ پراجيڪٽ تي اچڻ وڃڻ لاءِ استعمال ۾ آندو آهي. مون کي نند ڪوٽ کان ڪڇ طرف ويندڙ دڳ تي ڪيترن اوائلي ڌرم شالن ۽ مسافرخانن جا کنڊر نظر آيا.

هي علائقو ساموندي توڙي درياهي بندرن ڪري به مشهور هو. نند ڪوٽ کان ڏکڻ طرف ڪجهه ميلن تي اڄ به سنڌو بندر جا آثار ڇٽا پٽا بيٺا آهن. سنڌو بندر 1936ع تائين آباد ۽ وسندڙ شهر هو. ان کي سير ڳنڊو بندر به سڏيندا هئا. ان کان سواءِ اورنگا بندر به هن پاسي جي خوشحالي جو ڪارڻ هو، جنهنجو بنياد 1650ع ۾ اورنگزيب وڌو هو. شاهبندر جڏهن آمدرفت لاءِ ڪارگر هو، اتان به مال ايندو ويندو هو. هتان لکپت، علي بندر، بمبئي، مسقط، سورت، بحرين طرف سامان اماڻيو ويندو هو.

اليگزينڊر هئملٽن جڏهن ٺٽي آيو، ته ان وقت بستا بندر ۽ اورنگا بندر سنڌ جا مکيه بندر هئا. ايراني نار، بصري، مسقط، ڪانگو، بحرين ۽ سورت بندر کان جهاز اچي لنگر هٽندا هئا. انگريزن جي دور ۾ هن علاعقي ۾ واپاري ڪوٺي به قائم هئي.

ڊلهوسٽي 6 مئي 1832ع ۾ مغليين جي باري ۾ لکي ٿو ته: "اسان اڄ صبح جو مغربي پهتاسين، جنهن کي پِي به سڏين ٿا.... هي سڌي پٽ وارو علائقو آهي جتي لئي جا ٻوٽا جام آهن. ڪٽي چانورن جي پوک به ٿئي ٿي... هن علائقي جو گهڻو حصو چار مهينا اڪثر ٻوڏين هيٺ

هوندو آهي. اسان کي رستي ۾ ڪيترائي ڳوٺ نظر آيا. ڳوٺن ۾ 40 کان 50 جڳهيون مس هيون.
مغربي سنو شهر آهي. منهنجي خيال ۾ ان ۾ 3000 ماڻهو رهن ٿا. هي شهر گونگڙو ندي جي ڪاٻي ڪپ تي آهي. اها ندي 200 وال ويڪري آهي. شهر جي ڏيڍ ميل ڏکڻ ۾ گونگڙو کي بند ڏنل آهي. بند بچاءَ لاءِ ڏنو ويو آهي، ڇو جو سمنڊ جي وير چڙهڻ مهل نندي جو پاڻي کارو ٿي وڃي ٿو. گونگڙي ندي ۾ وير جو پاڻي اچڻ ڪري ان کي سير باري به سڏين ٿا. وير چڙهڻ مهل ان کاري ذريعي سامان بند تائين آڻجي ٿو، جنهن کي بعد ۾ مونگڙو ۽ پنجاري ندي جي وسيلي اندروني سنڌ موڪلجي ٿو. ان سهولت ڪري سنڌ جي ٻين شهرن کان مغربي کي وڏي اهميت آهي. ان کان سواءِ ڪڇ ۽ سنڌ جي وچ ۾ واپار مغربي رستي ڪيو وڃي ٿو."
ڊلهوستي مغلڀين جو اڳتي احوال ڪندي لکي ٿو ته: "اتي 25 ٻيڙيون آهن، جن ۾ 25 خرار تائين بار کڻي سگهجي ٿو. اتي 4 ننڍيون ٻيڙيون به آهن. سنڌ جي ٻين ندين جيان گونگڙي ۾ به ڪافي مڇي آهي. اسان کي ٻڌايو ويو ته مغربي ۾ ڏهه هزار ڏاچيون آهن."
جيئن ته نند ڪوٽ مغلڀين (جاتي) ۾ ئي آهي. ان ڪري متين بيانن مان نند ڪوٽ جي آسپاس واري علائقي جي خوشحالي ۾ واپاري اهميت جو اندازو ڪري سگهجي ٿو.

## درياهي وهڪرا

ويدڪ زماني کان به اڳ سنڌو درياهه مختلف دورن ۾ هنڌن تان ڌار ڌار وهڪرا ٺاهي وهندو رهيو آهي. سنڌو جو وهڪرو نصرپور وٽان به ڪافي وقت گذرندو رهيو هو، جيڪو ماتلي ۽ ٽنڊي محمد خان جي وچ کان اتر ڏکڻ طرف روان دوان هو. انهي موجون هٽندڙ وهڪري مان ريڻ، پٽيهل، گنگڙو، ڳنٽو، ساگرو نالي درياهه نڪرندا هئا، لاڙ جي اوپر مان پراڻ درياهه به وهندو هو. انهن وهڪرن مان ڪيترين ڇاڙون، شاخون ۽ ڦاٽ نڪرندا هئا. جن مان سڄو لاڙ سرسبز ۽ آباد ٿيندو هو.
نند ڪوٽ جي آثارن کان ڏکڻ پاسي ڪجهه سو قدمن تي هڪ وڏي درياهي وهڪري جا نشان آهن. جن مان لڳي ٿو ته هي ڪوٽ

درياهي شاخ تي هئڻ ڪري باقاعده هڪ واپاري مرڪز هوندو. مقامي ماڻهو ان درياهه جو نالو پٽيهل ٻڌائين ٿا.

محمد صديق ميمڻ پنهنجي مضمون راجا نند جو ڪوٽ (نئين زندگي 1991ع) ۾ به نند ڪوٽ جي ڀرسان وهندڙ وهڪري جي نشانن کي پٽيهل درياهه جي نالي سان سڏيو آهي.

پٽيهل درياهه جو وهڪرو ٽنڊي محمد خان کان اولهه طرف ٿوري مفاصلي تي لنگهندو هو. ڪيترائي پراڻا شهر ان درياهه جي ڀرسان اڄ ڪلهه ويراني جي صورت ۾ پکڙيا پيا آهن. جن مان جکرا، اگڙي، اوڍ، راهوڪي، ڪندو، آسيلي، محبوب شاهه، مرزاپور، بخاري شريف ۽ احمد راڄو ڪنهن زماني ۾ مشهور آباديون هيون. هي درياهه ڪڙئي گهنور ۽ ترائي جي اولهه وٽان گذرندو احمد راڄي جي اوڀر ۾ وهندو هو.

پٽيهل مان هڪ ڇاڙ ترائي (تعلقي گولاڙچي) جي ڏکڻ مان ڦٽي نڪرندي هئي، جيڪا نم جي دڙي وٽان لنگهي 'ڪنگهارچن' نالي سان اچي ڳنٽي ڍوري سان ملندي هئي. نم جو دڙو ڳنٽي ڍوري تي آباد هو. پٽيهل جي ڦاٽن تي حافظ شاهه، ملان حسڻ، ڪڏ، ونهيل پير، فتح پور، شاهه ڏرام، مخدوم پور، ڪيرن جو ڪوٽ (ڪوٽ انڙ، ماڙي وسايو) آباد هئا.

ڪيترن ليکڪن نند ڪوٽ جي ڀرسان وهندڙ وهڪري کي ڪاڙڪ درياهه جو گس سڏيو آهي.

ڊاڪٽر غلام علي الانا پنهنجي ڪتاب "لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ" ۾ لکي ٿو ته "نند ڪوٽ جي ڏکڻ طرف قديم درياهه جو ڍورو ۽ ان جا نشان ظاهر آهن. هن کي "ڪاڙڪ درياهه" يا ڪاڙڪ ڍورو چون ٿا."

رسول بخش تميمي به 'تاريخ جاتي ۾' ڪوٽ جي ڀرسان وهندڙ ڍوري کي ڪاڙڪ سڏيو آهي. البت محمد سومار شيخ 'بدين ضلعي جي ثقافتي تاريخ' ۾ درياهه کي ڳنٽو درياهه سڏيندي لکي ٿو ته: "ڳنٽي ڍوري جي سهاري تي سامي، شير خان، سويو، نم، تاجن جو ڪوٽ، شيخ نوريو، نند ڪوٽ جکار، سهڻي وغيره جا شهر آباد هئا."

مطلب ته سنڌو جا وهڪرا اڄ ڏينهن تائين گهڻجيل سٽ جيان

منجهيل مسئلو رهيا آهن. البت سنڌو جا لاڙ جا وهڪرا پنيهل، ساگر، ڳنو، ريڻ پراڻ وغيره ڪوري ندي ۾ اچي ڪرندا هئا، جيڪا پاري ننگر ڪان سرسوتي (هر هوتي) ماڪڙي ۽ ٻين شاخن جي ملڻ بعد ننگرپارڪر ڪان اولهندي رخ رڪندي هئي پراڻ، ساگرو، ريڻ، ڳنو ۽ پنيهل درياهن جو پاڻي ڪٺي وجي هندي سمنڊ پهچندي هئي. ڪوري ندي ڪڇ ۽ سنڌ جي سرحد ليکبي هئي. اها ندي اڄ به لاڙ ۾ ڪيترن هنڌن تي ڪوري ڪريڪ يا ڪوري نار جي نالي سان مشهور آهي.

**راجا نند**

هي ڪوٽ جيئن ته راجا نند جي نالي منسوب آهي، ان ڪري راجا نند جو ذڪر ڪوٽ جي هر شيءِ سان لاڳاپيل نظر اچي ٿو. سنڌ جي لوڪ ڪهاڻين ۾ راجا نند جي ڌيءَ مومل جو نالو 'مومل راڻي' جي قصي سان مشهور آهي. راجا نند جيڪو ذات جو گجر هو. ميرپور ماٿيلي تي 15 صدي ڌاري راڄ ڪندو هو. ماٿيلي بابت هڪ بيت ۾ ان حصي تي حڪومت ڪندڙ خاندانن جو ذڪر اچي ٿو.

"پهرين سر ڪوٽ جي هيئن ڄام پٽين، ٿورا ڏينهن ٿهيم هئا. پوءِ وارو درياهن. ڪوٽ نهي راس ٿيو. نون سو ويه ورهين تيهان پو ٻجهن ديرا راجا نند جا."

هن بيت مان اهو مفهوم نڪري ٿو ته: "ماٿيلو رياست تي پٽيان قوم جي ڄامن راڄ ڪيو. انهن پنهنجي گادي جي هنڌ تي هڪ ڪوٽ جي پيڙهه رکي، ان بعد ماٿيلي تي ٿهيمن جو راڄ ٿيو. هن ۾ درياهه آيا جن نو سو ويه ورهيه راڄ ڪيو، جنهن بعد هن علائقي ۾ راجا نند جو دور آيو."

راجا نند کي نوَ نياڻيون هيون، سومل، مومل، سهجان، سوڍي، مرم، مرادان، ڪوڏِ، ڪونداهي ۽ مارکي. انهن ۾ سومل سياڻپ ۾ ۽ سندس ٻيو نمبر ڌي سونهن ۾ مشهور هئي.

راجا نند هڪ ڏينهن سنڌو ڪناري شڪار ڪندي، هڪ سوئر کي درياهه پار ڪندي ڏٺو. سوئر جتان هلندو پي ويو اتان درياهه سڪندي پي ويو. آخر سوئر کي مارڻ بعد معلوم ٿيس ته اهو ڪرشمو سوئر جي ڏند ۾ رکيل هو. ڏند هٿ ڪري بادشاهه پنهنجو خزانو وڃي درياهه ۾ لڪايو.

راجا نند هڪ دفعي محل ۾ موجود نه هو ته هڪ فقير آزيون نيزاريون

ڪري پنهنجي بيماري جي شفا سوٽر جي ڏند ۾ ٻڌائي، مومل ڪان اهو ڏند وٺي ويو. فقير درياهه مان راجا نند جو خزانو ڪڍي ويو. راجا نند کي جڏهن خزاني وڃڻ جي خبر پئي ته هو ڏاڍو ڪاوڙيو. سومل ڪيس خزانو واپس ڪرڻ جو واعدو ڪيو.

مومل جيسلمير جي ويجهو لدانڻي شهر ۾ اچي ديرو ڪيو. شاهه ڀٽائي به لدانڻي جو ذڪر ڪندي چيو آهي ته:

جوڳي جاڳائي، ماري وڏو مامري،
لنو لدوٽي ڪنڊيي، اسيو آهي،
وڃو جي ڪاهي، ته نڪون پسون نينهن جون.

مومل لدانڻي شهر جي پر ۾ ڪاڪ نئن تي هڪ ڪاڪ محل تيار ڪرايو. محل جي باغ ۾ خوفناڪ لهرون هڻندڙ طلسمي چشمو تهرايائين، دروازي ۾ محل جي ڪنڊن تي گجگوڙ ڪندڙ طلسمي شينهن بيهاريائين، محل اندر ست ڪٽون سينگاريل رکيائين، جنهن مان ڇهه ڪٽون سُت سان واٽيل هيون ۽ انهن هيٺان کوهه هئا، باقي هڪ کٽ صحيح هئي.

مومل ان بعد هوڪو ڏياريو ته جيڪو چشمو پار ڪري کٽ تي وهندو، اهو مون کي ماڻيندو.

لدانڻي شهر جي تيرت تي ڪيترائي شاهوڪار، وڻجارا ۽ راجا ايندا هئا. مومل جي ملاقات لاءِ ايندڙ باغ جي دروازي وٽ رکيل نقاري تي ڏونڪو هڻندو هو، ته مومل جي ٻانهي ناتر سندس استقبال لاءِ ايندي هئي. ناتر رستي ۾ گوهي ڏئي هلي ويندي هئي. آخر مومل جا ماڻهو سندس خزانو ميڙي ويندا هئا، پر جيڪي محل ۾ پهچندا هئا، اهي کٽ تي ويهڻ سان کوهه ۾ ڪرندا هئا.

انهي زماني ۾ ٿر ۾ همير سومرو راڄ ڪندو هو، هڪ دفعي پنهنجي يارن ڏونر ڀٽي، سنهڙو ڌماچاڻي ۽ راڻو ميندرو سان شڪار ڪندي کين هڪ فقير مليو. فقير کين ٻڌايو ته هو شهزادو هو، پر مومل هن سان هي جٺ ڪئي آهي.

آءٌ لانگوتيا لال، ڪنهن پر ڏني گجريون؟
آب ارتو اکيين، توک وهائيين لال،
ڏٺ جي جمال سامي! ڪنهن نه سلائيين.

فقير جي واتان مومل جي سونهن جو ٻڌي سيئي، ڪاڪ محل روانا ٿيا. همير سومرو ۽ سندس ٻيا يار ته بازي هارائي ويا. پر راڻو سيني ۾ سياڻو هو. هن ناتر کي گوهي ڏيڻ نه ڏني. صحيح ڪٽ تي ويهي مومل کي سرتين ۾ سجاتائين.

اهڙي طرح راڻي مومل ماڻي اچي يارن سان نڪري ذڪر ڪيو. همير سومرو، مومل ڏسڻ لاءِ ويس بدلائي آيو. مومل ڳالهه سمجهي همير کي مينهن ڏهڻ لاءِ چيو. راڻو ۽ مومل وچي آرامي ٿيا.

همير سومري ملڪ واپس ورڻ تي راڻي کي قيد ۾ وجهي ڇڏيو. آخر همير ان ڳالهه تي راڻي کي آزاد ڪيو ته هو وري مومل سان ملڻ نه ويندو، ڇو جو راڻو همير جو سالو هو.

راڻو آزاد ٿيڻ بعد نه مڙيو. هو پلي ڏاچي تي چڙهي مومل وٽ ايندو هو. هڪ ڏينهن راڻي کي سندس زال جسم تان ڳاڙهي دز لاهيندي ڏسي همير سومري سان ڳالهه ڪئي. همير سمجهي ويو ته راڻو ڪاڪ محل مان ٿي آيو آهي. هن راڻي کي وري بند ڪري ڇڏيو. آخر پيڻ ايلاز ڪري راڻي کي آزاد ڪرايو. همير راڻي جي ڏاچي کي ميخون هڻائي ڇڏيون.

راڻو آزاد ٿيڻ بعد ان ڏاچي جي گوڻري تي چڙهي اچي ڪاڪ پهتو.

مومل راڻي جي فراق ۾ پنهنجي ڀيڻ سومل کي راڻي جو لباس پارائي گڏ سمهاريندي هئي. راڻو سومل کي مرد سمجهي ڪاوڙ مان پنهنجو لڪڻ ڇڏي هليو ويو. مومل لڪڙ ڏسڻ بعد راڻي کي واپس ورڻ لاءِ نياپا موڪليا.

ڍٽ مَ وجھ ڍول! ڪاٽياري ڪاڪ ڪري!
آئون اڱهين آهيان، ٻڌي تنهنجي ٻول،
تڪاٽا ۽ تول، وسهين! مون وِھُ ٿيا.

راڻو نياپن تي ٻه نه وريو. آخر مومل وڻجارڪو لباس ڪري، عمرڪوٽ اچي راڻي سان ملي دوستي ڪيائين. هڪ ڏينهن چونپڙ راند دوران ڍارو اچلايائين ته راڻي جي نظر سندس ٻانهن وارن تروڪڙين تي پيئي. مومل ڳالهه ظاهر ٿيڻ تي راڻي کان معافي گهري پر راڻو نه مڙيو. مومل مچ ٻاهه جو ٻاري ان ۾ ٽپو ڏنائين. راڻي ٻه اها خبر ٻڌي مچ ۾ گهڙي پنهنجو انت آندو.

ڪوٽ جي آسپاس صدين کان رهندڙ مڪاني ماڻهو ان طلسماتي ڪوٽ جي کنڊرن کي ڏسندا رهن ٿا. انهن لوڪن ۾ ابن ڏاڏن کان سيني ٻه سيني ڪوٽ جي باري ۾ ڪيتريون ڪٿائون ٻُڌي هلنديون اچن ٿيون.

مون تقريباً ڏهه ٻارنهن دفعا نند ڪوٽ جي کنڊرن تي وڃي ڪوٽ جي ماڳن کان سواءِ ڪوٽ جي ڀرسان رهندڙ ڳوٺاڻن سان ڪچهريون ڪري ڪوٽ جي باري ۾ معلومات حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. مختلف ماڻهن جي زباني ڪوٽ سان منسوب ڪيتريون ڏند ڪٿائون هٿ لڳيون، جن مان ڪجهه وڌيڪ مشهور هي آهن.

ڪوٽ جي پاڙيسرين ۾ هڪ قصو مشهور آهي ته راجا نند جي زماني ۾ هڪ چور جنهن جو نالو ڪپرڙو هو، ڪوٽ جي ڏکڻ پاسي کان درياهه جي ڪناري وٽان ڪاٽ هنيو. ڪاٽ هڻندو جڏهن محل اندر پهتو ته اونداهي ڪري اتفاق سان هن جو لوڻ تي هٿ لڳي ويو. چور اتي ئي ويهي رهيو. صبح جو پهريدارن چور کي گرفتار ڪري راجا جي اڳيان پيش ڪيو. راجا پڇيس: "تو ڪاٽ ٻه هنيو، خزاني تائين پهچي ٻه وئين، پوءِ ٻه چوري نه ڪيئي پر ساري رات جو ويٺو رهين، ان جو سبب ڇا هئو؟"

ڪپرڙي چور جواب ڏنس ته: منهنجو لوڻ کي هٿ لڳي ويو، ان ڪري ويهي رهيس، ڇو جو مان نمڪ حرام ٿيڻ نه پيو چاهيان."

چور جي اها ڳالهه ٻڌي راجا کيس ڪافي انعام ڏئي روانو ڪيو. اسان کي مقامي ماڻهن ڪوٽ جي ڏکڻ ديوار ۾ اهو هنڌ ڏيکاريو. ڪوٽ جي ان هنڌ تي بنيادن وٽان ڪجهه سرون غائب آهن. منهنجي خيال ۾ اها جاءِ درياهه پاسي هئڻ ڪري ڪوٽ واسين لاءِ پاڻي پهچائڻ جو ذريعو هوندو.

مڪاني ماڻهن چواڻي سندن وڏا ڳالهه ڪندا آهن ته ڏيڍ ٻه سو سال اڳ هڪ بزرگ لنواري شريف کان اچي نند ڪوٽ جي آثارن وٽ خيما کوڙيا. بزرگ وٽ هڪ ڪتاب ساڻ هو. هو سارو ڪوٽ گهمي ڦري هڪ جاءِ منتخب ڪري رات جو اتي رهي پيو. سج اڀرڻ بعد ڪوٽ کي وڌيڪ جاچڻ جوچڻ بعد هڪ هنڌ تي کوٽائي شروع ڪرايائين. کوٽائي

دوران هو ڪتاب ڪوليون پڙهندو رهيو. ڪتاب ڏسي پنج ڇھ فٽ ڪوٽائي بعد چيائين تہ ڪڏ ۾ هڪ ٿلهو ايندو. واقعي اتان ٿلهو ظاهر ٿيو. ان بعد بزارگ ٿي چار ڏينهن ڪوٽائي ڪرائڻ بعد واپس هليو ويو. روايتن مطابق بزرگ چار پنج ڏينهن گذرڻ بعد هڪ اونداهي رات ۾ وري اچي ڪڏ ڪوٽائي، ان مان خزانو ڪڍائي هليو ويو. صبح جو سندن وڏڙن ڏٺو تہ ڪڏ وڏيڪ گهري هئي. ڪڏ جي آسپاس ڪيترن ائن جي ويهڻ جا نشان هئا. اهو هنڌ اڄ بہ ماٺهو ڪوٽ جي اتر ۽ اوڀر ڪنڊ وٽ ٻڌائين ٿا.

ڪوٽ جي ڀرسان وستين جا رهاڪو، ڪوٽ جي سرن ذريعي انساني ڀڳل عضون جو علاج ڪندا آهن. انهن جي علاج جو طريقو اهو آهي تہ نند ڪوٽ جيّ سر ڪٽي ان کي ڪٽي پيهي سنهو ڪندا آهن. ان پيٺل سر جي هڪ ٻہ چپٽي ڪٽي مکڻ يا گيھ ۾ ملائيندا آهن. جڏهن اهو نسخو تيار ٿي ويندو آهي تہ اهو ڪُتيل سر مليل مکڻ يا گيھ، ڀڳل عضوي واري ماڻهو کي کارائيندا آهن. اهو ڀڳل عضوو جلدي ٺهي ويندو آهي ۽ وري نہ ڀڄندو آهي. هتان جا رهاڪو اڄ بہ ڪوٽ جي سرون علاج لاءِ پري پري تائين کڻي ويندا آهن.

نند ڪوٽ جي مالڪي نہ هئڻ ڪري ڀرسان رهندڙن ماڻهو ڪوٽ جون سرون ڪڍي پنهنجي گهرن جي اڏاوت ۾ ڪم آڻيندا رهيا. بعد ۾ ڪن واقعن ڪري اتان جي ماڻهن ۾ اهو وهم وڌو ويو آهي تہ گهرن ۾ نند ڪوٽ جي سر استعمال ڪرڻ سان ان گهر تي مصيبت، بيماري ۽ غيبات حملو ڪري ٿي. ان ڪري ئي نند ڪوٽ جي موجوده ڪنڊرن جي سرن کي ڪو هٿ نٿو لائي.

## موجوده ڪنڊر

نند ڪوٽ جا ڪندر جاتي شهر کان اتر- اوڀر 9 ڪلوميٽرن تي جاتي، ڪور واھ رستي جي ڏکڻ بيگنا واھ جي ساڄي ڪپ تي آهن. ڪوٽ ديھ ڪاڙڪ تپي هاساڻي ۾ واقع آهي. راجا نند سان منسوب هي ڪوٽ سروي نمبر 275، 276، 289 ۽ 290 ۾ پکيڙيل آهي. نقشي مطابق نند ڪوٽ جي اتر ۾ ميرپور بٺورو- اولھ ۾ لاڏيون، ڏکڻ پاسي سير ڪريڪ ۽ اوڀر ۾ سيراڻي ۽ ڪيڏڻ شهر اٿس.

هي ڪوٽ ذري گهٽ مستطيل شڪل جو آهي، جنهن جا اتر ۽



ننڊڪوٽ جي پوزيشن

ڏکڻ پاسا اوپر، اولھ پاسن کان وڌيڪ ڊگھا آهن، ڪوٽ جو ڏکڻ پاسو وچ تي ڪجھ فٽ اندر طرف وڪڙ کائي وري سفر جاري رکي ٿو. اهڙي طرح اتر ديوار بہ اتر- اوپر ڪنڊ وٽ ور کائي ٿي. ڪوٽ جون ڪنڊون بہ گونيا ۾ نہ آهن. ان مان لڳي ٿو تہ اڏاوت وقت ڪوٽ جي سنوت ۽ سڌائي جو خيال نہ رکيو ويو آهي.

سرزمين تي ڪوٽ جا آثار سرن جي ڍير ۾ نظر اچن ٿا. انهن ڪنڊرن جي اوچائي زمين جي موجوده سطح کان وڌ ۾ وڌ هڪ فٽ ڪن مٿي آهي. هڪ کليل ميدان تي ڪجھ ديوارن، برجن ۽ ڪونين جا آثار محسوس ڪري سگھجن ٿا.

ڪوٽ ميداني علائقي تي جوڙيل آهي. ان ڪري ڪوٽ کي ڪابہ قدرتي اڏ يا رڪاوٽ نہ آهي. البت سندس ڏاکڻي پاسي تي درياهي وهڪرو




نند ڪوٽ

ڪوٽ تي حملي آورن لاءِ ٿوري گهڻي رڪاوٽ بڻبو هوندو.

اسان کي ڪوٽ جون صرف ٽي ٻاهريون ديوارون واضح نظر اچن ٿيون. هڪ ديوار جو وجود سرزمين تي هڻ نٿو اچي.

راجا نند جي ڪوٽ جهڙو هڪ ننڍو ڪوٽ ڪڇ پنڌ تي واقع احمد راڄي ۾ به آهي. ان ڪوٽ جي سرن تي ديوناگري ٻوليءَ ۾ 'نند' نالو لکيل آهي.

### ڏکڻ ديوار

ڪوٽ جي ڏاکڻي ديوار درياهه طرف آهي. ديوار ڪان درياهه جي وهڪري جا نشان 200 فٽن تي گذرن ٿا. موجوده وقت ان ديوار جا اهڃاڻ ٽوڙي برجن جا ڪنڊر ڪافي سالم حالت ۾ زمين جي مٿاڇري تي نشان ڏين ٿا. پٽ جا نشان زمين ڪان ڪجهه انچ مٿي ڍير جي صورت ۾ ڏيک ڏين ٿا. تنهن هوندي به وڏي احتياط سان ان جي شڪل ۽ ماپ ڪاغذ تي اتاري سگهجي ٿي.

ڏکڻ ديوار جي ڪل ڊيگهه 1710 فٽ آهي، جنهن ۾ 18 برج ٻيٺل آهن. جيڪڏهن انهن سان ٻن ڪنڊن وارا برج به ملائجن ته ان ديوار جي حفاظت لاءِ 20 برج پاڻ کي ذميوار محسوس ڪن ٿا. ڪوٽ کي 8 فٽن جي ٿلهي پٽ ڏنل آهي. بنيادن وٽ وٽ 8 فٽ موڪري هئڻ ڪري لازماً مٿي پهچي سوڙهي ٿي وئي هوندي، ان مان لڳي ٿو ته پٽ مٿي پهچي سوڙهي ٿيڻ جي باوجود پهريدارن جي گهمڻ ڦرڻ لاءِ غلام گردش (فصيل) جي گنجائش هوندي. يا هڪ برج کان ٻي برج تي پهچڻ لاءِ به اها غلام گردش ڪتب آندي ويندي هوندي.

ديوار جي ماپ جي شروعات جيڪڏهن اوڀر ڏکڻ ڪنڊ کان ڪبي ته ڪنڊ وٽ موجود برج پٽ تي پنهنجا نشان صفا وڃائي ويٺو آهي. اندازو آهي ته ان برج جي شڪل به ڪوٽ جي ٻين ڪنڊن وارن برجن جهڙي هوندي. ڪنڊ واري برج بعد ديوار ۾ 63 فٽن تي هڪ ٻيو برج جڙيل آهي. ڪوٽ ۾ صرف ٻن هنڌن تي برجن جي وچ ۾ اهو مفاصلو گهٽ ۾ گهٽ آهي. اوڀر- ڏکڻ ڪنڊ کان ديوار جي ڊيگهه ۾ 90 فٽن تي هڪ دروازي جا نشان آهن. دروازي جي موجوده ويڪر 40 فٽ بيهي ٿي. ديوار ۾ 30 فٽن تي هڪ ٻي به لنگهه جا نشان آهن، جنهن کي

مڪاني ماڻهو ڪپرڙي چور جو ڪاٺ سڏين ٿا. ان لنگھ جي ويڪر 15 فٽ آهي.

ڏکڻ ديوار 700 فٽ هلڻ بعد اندر طرف وڪڙ کائي ٿي. ديوار جي ان وڪڙ کان 59 فٽن تي پهريون برج ڏکڻ منهن ڪيو بيٺو آهي. موڙ کان ٽيڪ سو فٽ ديوار پنڌ ڪرڻ بعد 102 ڊگرين جي ڪنڊ ٺاهي پنهنجو سفر وري اولهه منهن ڪري ٿي. اتي ڪنڊ وٽ هڪ عجيب شڪل جو مورچو ڏنو ويو آهي، جيڪو ڪنهن گول جو قوس لڳي ٿو. ديوار جي وچ واري وڪڙ کان وٺي چيڙي تائين ديوار ۾ 10 برج آهن. برجن جي وچ ۾ مفاصلو گهٽ وڌ آهي.

ڪوٽ جي ڏکڻ ديوار سان گڏ اندر ڪيترين جاين جا نشان ٽڙيا پکڙيا پيا آهن. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪوٽ جي رهائش جو گهڻو حصو ان پاسي ۾ هو. ديوار جي ٻاهر وچ تي ٻه ڪجھ ڪوٺين جو ملبو پيو آهي.

ڏکڻ ديوار جي آخري اولهه پاسي واري چيڙي جو ڪافي ٽڪرو زمين تي نظر نٿو اچي. ان ڪري، ان باري ۾ صرف اندازو ڪري سگهجي ٿو. ان پاسي جو اولهه- ڏکڻ برج به سرزمين تي پنهنجو پتو نٿو ڏي.

### اوڀر ديوار

هي ديوار ڏکڻ اوڀر ڪنڊ ٺاهي اتر منهن ڪري ٿي. ديوار جو ڪيترو حصو ڀڳل حالت ۾ آهي ۽ ڪافي هنڌن تي ديوار جون سرون سرزمين تي غائب ملن ٿيون. ان ڪري ديوار جي صحيح ڪيفيت معلوم ڪرڻ ڏکي آهي. البت ڪجھ ڪوتائي بعد اسان کي ديوار جي وجود جا اهڃاڻ ملن ٿا.

ديوار جي منڍ کان اسان کي پهريون برج 90 فٽن تي مليو ٿو. ان بعد مختلف هنڌن تي ديوار ۾ 6 برج نظر اچن ٿا. جيڪڏهن ڪنڊن وارا ٻه برج به ملائجن ته ان پاسي تي موجوده وقت 8 برج ڪر ڪنيو بيٺا آهن. لڳي ٿو ته ان پاسي ڪجھ ٻيا برج به هوندا، جيڪي زماني جو مقابلو نه ڪرڻ ڪري پنهنجو وجود وڃائي ويٺا آهن. البت ڪجھ ڪوتائي مان اهي پنهنجو پتو ٻڌائڻ ۾ ڪامياب ٿين.

ڪوٽ جي اها ٻاهرين ديوار ساڳي قد بت يعني 8 فٽ ويڪر سان

هلندي تي هلي. ان پاسي جي ڪل ڊيگھ 717 فٽ آهي. ديوار جي وچ تي ڪجھ جاين جا ڪنڊر واضح آهن. ڪوٽ جي ان پاسي تي ڪنهن به دروازي جو وجود نظر نٿو اچي، البت ڪنهن ڳجهي دروازي جي امڪان کي رد نٿو ڪري سگهجي. ڇو جو موجوده وقت ان جو گهڻو حصو جهنگ ۽ ٻوٽن سان ڍڪيل آهي. مڪاني ماڻهن ڪوٽ جي ديوار کي وچ مان ڪٽي پوکي لاءِ هڪ واهه گذاريو آهي.

### اتر ديوار

هي ديوار لبڙ ۽ ڪنڊي جي ٻوٽن سان ڍڪيل آهي. ان ڪان سواءِ ان پاسي جي بنيادن جو گهڻو حصو زمين اندر دفن ٿي ويو آهي. ديوار جو ڪجھ ڏس پتو ٿوري مفاصلي تي باقي بچيل آثار ٻڌائن ٿا. ديوار جي ظاهري بيهڪ مان ان جي سڌائي جو اندازو ته ڪري سگهجي ٿو پر ان جي ساخت ۽ برجن جو تعداد هٿ ڪرڻ ۾ ڪافي ڏکيائي ٿئي ٿي.

اوله اتر ڪنڊ کان هي ديوار پنهنجو پنڌ ڏکڻ طرف شروع ڪري ٿي. ديوار سان لڳولڳ بيگنا واهه وهي ٿو.

ديوار تي ٻوٽا قابض هئڻ کان سواءِ ڪجھ حصو زمين ۾ دفن ٿيڻ ڪري، باقي ديوار خال جي صورت ۾ پئي آهي. ان ڪري باوجود ڪوشش جي اسان ان جا به برج ڳولڻ ۾ ڪامياب ٿياسين. البت ديوار جي ٻنهي ڪنڊن وارا برج اڃ به سلامت آهن.

ديوار اوله پاسي کان 1377 فٽ پنڌ ڪرڻ بعد اندر طرف وڪڙ کائي ٿي، جيڪا 54 فٽ اندر هلڻ بعد وري سڌ ۾ پنهنجو سفر شروع ڪري ٿي. ان وڪڙ کان ديوار جو آخري ڇيڙو 216 فٽ آهي.

ديوار کان ڪجھ اندر طرف ڪيترين ڪوٺين ۽ جاين جا نشان آهن. ان پاسي کان ماڻهن جي نشاندهي مطابق وچ ۾ هڪ دروازو به هو، ديوار کي اوير ڪنڊ وٽ ٽوڙي ان مان پوکي لاءِ هٽرادو واهه گذاريو ويو آهي.

### برج

ڪوٽ جا سڀ برج تقريباً بيضوي شڪل جا آهن، جي ديوار جي سڌ کان ٻاهرين طرف نڪتل آهن. ديوار ۾ برج تمام ويجهڙائي ۾ آهن.

ڪوبہ برج هڪبئي کان ستر فٽن کان پري نہ آهي. تقريباً سڀني برجن جو قطر ساڍا ٻارهن فٽ آهي. برج ديوار کان ساڳي ماپ سان ڊيگهہ ۾ بہ ساڍا ٻارنهن فٽ نڪتل آهن، ان ڪري ڏسڻ ۾ سهڻا لڳن ٿا.

ڪوٽ جا ڪنڊن وارا برج ديوار جي وچ وارن برجن کان ڪجھ قدر قد بت ۾ وڏا آهن.

ڏکڻ ديوار جي وچ تي وڪڙ وٽ صرف هڪڙي برج جو انداز گول جي قوس جهڙو آهي. قوس جا پاسا 15 فٽ ڊگها آهن. ان ڪري اهو برج اپرندڙ سج سان مشابهت رکي ٿو.

ڪوٽ ٽوڙڦوڙ جي عمل کان گذرڻ ۽ زمين دوز ٿي وڃڻ جي باوجود ان جا 30 برج ظاهر بيٺا آهن. اسان جي اندازي مطابق ڪوٽ ۾ اٽڪل 50 کن برج هوندا. ڪوٽ ۾ ايڏو برجن جي تعداد ڏسي ڪوٽ جي مضبوطي ۽ دفاعي صلاحيتن جو بخوبي اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

## دروازا

مقامي روايتن مطابق ڪوٽ کي چار دروازا هئا. موجوده وقت ڪوٽ کي واضح طور بہ دروازا نظر اچن ٿا. هڪ دروازو ڏکڻ پاسي درياهي وهڪري طرف کلندي معلوم ٿئي ٿو، ٻيو اترين طرف ديوار جي وچ تي ڏنل لڳي ٿو. کنڊرن ۾ موجوده وقت بہ دروازي جو لنگهہ 40 فٽ کن ويڪرو آهي. دروازا سنڌ جي ٻين ڪوٽن جهڙوڪ ڪوٽ ڏجي، نئون ڪوٽ، رني ڪوٽ وغيره جيان وڪڙدار نہ آهن. البت سنڌو جي ڊيلٽائي حصي ۾ ملندڙ ڪوٽن رتو ڪوٽ، جاڪي بندر، راٽو ڪوٽ.... جيان سنوان سڌا آهن. نند ڪوٽ جي دروازن کي ٻنهي پاسن کان ويجها برج ڏئي دروازي جي دفاع کي مضبوط بڻايو ويو آهي. ان کان سواءِ دروازي جي آسپاس پهريدارن جي رهائش جو جوڳو بندوبست ڪيل نظر اچي ٿو.

## مسجد

ڪوٽ جي اندر ڏکڻ- اوڀر ڪنڊ جي ڀرسان هڪ مسجد جا کنڊر پڻ محسوس ٿين ٿا. مسجد جا کنڊر ڊيگهہ ۾ چوٽيهہ فٽ ۽ ويڪر ۾ چوويهہ فٽ آهن. مسجد کي چوڌاري اڍائي فٽ ٿلهي ديوار ڏنل آهي. ان جڳهہ ۾ داخل ٿيڻ جو دروازو اوڀر پاسي کان آهي. دروازي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ لنگهہ جي بنيادن جا نشان ٻاهرين پٽ کان ٽي فٽ ويڪر ۾ ۽ اڍائي

فٽ ڊيگهه ۾ نڪتل آهن.

مسجد جي اولهه طرف پوري وچ تي 1/2.1 × 2 فٽ سرون دڪي جي صورت ۾ ٻاهر نڪتل آهن. انهي دڪي کي مڪاني ماڻهو مسجد جو محراب سڏين ٿا.






نند ڪوٽ اندر مسجد

مسجد ۾ ڪتب آندل سرون ٻه ساڳي نند ڪوٽ ۾ استعمال ٿيل سرن جهڙي ماپ جون آهن. ان مان لڳي ٿو ته ڪوٽ جي اڏاوت سان گڏ ئي ان مسجد کي ٻه جوڙيو ويو آهي. ائين ٻه ٿي سگهي ٿو ته ڪوٽ جي اندروني اڏاوتن مان سرون ڪڍي بعد ۾ مسجد کي ٺاهيو ويو هجي.

ان ڪنڊرن کي مسجد چوڻ جو سبب سندس اولهه ديوار مان نڪتل دڪي نما سرون آهن. ٿي سگهي ٿو ته ان دڪي وارن بنيادن کي مٿي اوساري مهل محراب جي شڪل ڏني وئي هجي.

انهن کان سواءِ ان کنڊرن کي مسجد سمجهڻ ۾ وڏي ۾ وڏو ڪارڻ ان دڪي (محراب) جو منهن اولهه طرف آهي. هڪ اهو بہ ثبوت ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ ان محراب جي بيهڪ اولهه ديوار جي بلڪل وچ تي آهي.

مسجد جي کنڊرن جي اوپر پاسي ۾ ڪن جڳهن جا نشان واضح آهن، جن مان لڳي ٿو تہ مسجد سان واسطو رکندڙ سهولتن کي بہ ڌيان ۾ رکيو ويو آهي. جهڙوڪ وضو وغيره.

**سر**

نند ڪوٽ سان اڏاوت ۾ استعمال ٿيل سر ماپ ۾ 2 × 9 × 121/2 آهي. سر ڏسڻ ۾ ايتري خوبصورت نہ آهي. ان جي مٿاڇري واري سطح ڪرڙ واري آهي. لڳي ٿو تہ ٺاهيندڙ ان جي نفاست جو خيال نہ رکيو آهي. ان سان گڏ اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ لوٽياڻي پاڻي ۾ ڪلراٺي زمين جو بہ ان تي ڪجهہ اثر ٿيو هجي. سر جون ڪنڊون بہ گونيا واريون نہ آهن. ٿي سگهي ٿو سر پچائيندڙ ان ڳالهہ ڏي ڌيان نہ ڏنو هجي، جنهن ڪري اهو فرق آيو هجي. سر ڏسڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ سر جا پاسا بہ پور وچوٽا ۽ سِڌ ۾ نہ آهن. اهي بہ سڌائي کي ٽوڙيندي نظر اچن ٿا. ان ڪري اسان جيڪڏهن سر جي مختلف هنڌن ۽ پاسن تي ماپ ڪريون ٿا تہ هر هنڌ ۽ پاسي تي ڪجهہ سوتن جو فرق نظر اچي ٿو. ديوار ۾ سرون ڊگهائي توڙي ويڪرائي ۾ ڪتب آندل آهن. ڪٿي ڪٿي سرن کي ٽوڙي انهن جا ٽوٽا بہ ڪتب آندا ويا آهن. ديوار ۾ سرن کي پاڻ ۾ چيرولي سان ڳنڍيو ويو آهي. مسالي جي پختگي ڪري اڄ بہ ديوار کي ٽوڙڻ لاءِ ڪنهن تيز اوزار جي ضرورت پوي ٿي.

سر هلڪي گلابي مائل آهي. شايد چوڌاري زمين ۾ پاڻي جي سطح وڌڻ ڪري ان جو اهو رنگ بيٺو آهي. وقت گذرڻ ڪري ڪي سرون وزن ۾ پوسل ڪري ٽيڙيون ٿي ويون آهن. ڪي تہ ڪماني وانگر وري آيو آهن. ٿي سگهي ٿو تہ سر ۾ اها خامي بہ بٺي مان نڪرڻ بعد آئي هجي.

نند ڪوٽ جي سر کي جڏهن اسان پرسان ملندڙ ٻين آثارن مان ملندڙ سرن سان ڀيٽيون ٿا تہ اسان کي شاهڪپور مان ملندڙ سر سان ڪجهہ قدر مشابهت ملي ٿي. البت شاهڪپور جي سر ان کان اڌ انچ وڏي 2 × 9 × 13 انچ جي آهي، جيڪا ڪنهن سٺي ڪاريگر جي ٺهيل نظر

اچي ٿي.

## دفاعي ۽ رهائشي ڪوٽ

نند ڪوٽ مشهور ڪيچ ويندڙ شاهراه پرسان هٽ ڪري ان کي ٻاهرين حملي آورن کان بچائڻ لاءِ ڪافي دفاعي بڻايو ويو آهي. ساڳي وقت ڪوٽ پرسان درياهه ۽ بندرن جي موجودگي ڪوٽ واسين جي خوشحالي جو ڪارڻ رهي هوندي. اهي ڳالهيون ڳٽي اڏيندڙ ڪوٽ جي بچاءَ جو جوڳو بندوبست ڪيو آهي. ڪوٽ جي ديوار جي ويڪر ۽ هر ديوار ۾ برجن جو ڳپل تعدا ڏسي ڪيس بچاءَ بندي جو سٺو مثال قرار ڏئي سگهجي ٿو.

ڪوٽ ۾ دفاع سان گڏ ان ۾ رهائش جو جوڳو بندوبست ٿيل






نند ڪوٽ ۾ رهائشي حصو

آهي. ڪوٽ واضح طور ٻن حصن ۾ ورهايل معلوم ٿئي ٿو. ساري ڪوٽ اندر ڪمرن ۽ عاليشان ماڙين جو ڏس ملي ٿو. ڪوٽ اندر ٻاهرين ديوارن سان لڳولڳ رهائش لاءِ ڪيتريون جايون آهن. خاص ڪري اڄ به ڏاکڻي ديوار جي اندر رهائشي جاين جو سلسلو ظاهر آهي. ڪوٽ جي وچ تي هڪ وڏي ماڙي جا اهڃاڻ آهن، جنهن کي مقامي ماڻهو مومل جو محل ڪري چون ٿا.

ڪوٽ جي ٻاهران آسپاس به ڪجهه عمارتن جا ٿل نشان موجود آهن. انهن مان ڏاکڻي ديوار جي وچ تي ٻاهر طرف ڪجهه ماڙين جا ٿلهه ٿلهه بنياد سڏي ماڙي جي شانائتي هئڻ جو بيان ڏين ٿا.

ان کان سواءِ ڏکڻ اوير ديوار جي ڪنڌ وٽ ڪوٽ کان ڪجهه قدر پريرو ڪن جاين جا اهڃاڻ پوڪي واري زمين ۾ وکوڙيل آهن.

## لڌل شيون

ڪوٽ اندر روز مره جي استعمال جي ٿانون جو ٽڪراٽو ملي ٿو. خاص ڪري ماٽين، ڍڪڻين، دلن، چاڏين وغيره جو انگ گهڻو آهي. ڪيترن ٽڪرن ۽ سرن تي ٻارن جا پير، جانورن جي کُرن ۽ چنبن جا نشان، ماڻهن جي آڱرين جا ڇاپ ملن ٿا. ٿانون جي ٽڪرن جو تعداد برسات جي موسم ۾ گهڻو هٿ لڳي ٿو.

ڪوٽ اندران اسان کي ڪجهه ننڍڙا گول سڪا به هٿ آيا، جيڪي وقت گذرڻ سبب سڃاڻڻ ۽ پڙهڻ ڏکيا آهن. ان کان سواءِ مٽيا ۽ شيشو به نظر اچي ٿو. ڪڏهن سون جا ذرا به ماڻهن کي هٿ لڳي ويندا آهن. نندڪوٽ جي آسپاس اسان کي جنڊن جي ٽُڪرن جو تمام ٿورو تعداد ملي ٿو. شايد وقت گذرڻ سبب هيٺ دفن ٿي ويا آهن، جيڪي کوٽائي بعد منهن ڪڍن. ڪن هنڌن تي ٿوري زمين جي اٿل پٿل سبب ماڻهن جا هڏا به هٿ اچن ٿا.

اتان هڪ مقامي ماڻهو کي سرمي پائڻ جي سرائي به هٿ لڳي هئي، جيڪا ڪجهه صفائي بعد هو پاڻ استعمال ڪندو رهيو.

**حوالا:**


- چچ نامو
- لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ — ڊاڪٽر غلام علي الانا
- بدين ضلعي جي ثقافتي تاريخ — محمد سومار شيخ
- تاريخ جاتي — رسول بخش تميمي
- شاھ جو رسالو — ڪلياڻ آڏواڻي
- سنڌ تاريخ ۽ ثقافت جي آئيني ۾ — عابد لغاري
(نئين زندگي جا مختلف پرچا)
- ماتيلو- مومل جي ماڙي — جعفر علي شاھ
(لطيف ڊائيجسٽ 1990ع

- Dclhosc's observation on Sindh. E.Delhoste
- A Physical and Economical Geography of Sindh. Maneck Pithawala

# ڪيرٿين ڪوٽ/ انڙ ڪوٽ

سنڌ تي محمد بن قاسم جي فتح بعد ڪافي عرصو عرب راڄ هلندو رهيو. جنهن کي آخرڪار مڪاني ماڻهن ٽوڙي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. انهن پنهنجو پهريون حاڪم سومرو مقرر ڪيو. اهو سومرو قبيلو پنج سؤ سال سنڌ تي پنهنجي حڪمراني ڪندو رهيو، جنهن جا چنّيه حاڪم سنڌ جي تخت گاهَن جي زينت بڻندا رهيا.

سومرا قبيلي جي آخري حڪمران همير جي ڪمزورين ۽ ڏنگاين جي خلاف مڪاني ماڻهن بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو. آخر انهن باغين پنهنجي حاڪم کي قتل ڪري پنهنجو هڪ سردار مقرر ڪيو، جنهن جو نالو انڙ هو. اهڙي طرح سومرن جي ڏکهي حڪمراني جو انت آيو ۽ ان جي جاءِ تي سما قوم سنڌ جي تخت جي والي وارث ٿي.

سيد سليمان ندوي جي خيال مطابق، "سمہ قوم ان 'صمہ' جي اولاد ٿي سگهجي ٿي، جيڪا بعد سمہ جي نالي سان مشهور ٿي وئي هجي ۽ ممڪن آهي تہ ڪڇ ۾ وڃي رهيا هجن، پوءِ 752ھ (51ـ 1350ع) ۾ اچي انهن سومرن کان سنڌ کسي ورتي هجي."

تاريخ فرشتہ مطابق، "سنڌ جي زميندارن جا ٻہ قسم هئا، هڪ کي سومرا ۽ ٻين کي سمہ چوندا هئا. سمہ پنهنجي بزرگن کي ڄام جي نالي سان سڏيندا هئا. شاهہ محمد تغلق جي آخري عهد ۾ مسلمانن جي ڪوشش ۽ مدد سان حڪومت سومرن جي هٿن مان نڪري سمہ خاندان جي هٿ ۾ اچي وئي. ان خاندان جا اڪثر سردار مسلمان هئا ۽ گهڻو ڪري دهلي جا مطيع هيهئاا. پر ڪڏهن مخالفت بہ ڪري وٺندا هئا.

سمن قبيلن کي 'چچ نامو' هتان جو سڏيندي لکي ٿو تہ، "سمہ قبيلي جا ماڻهو سنڌ ۾ محمد بن قاسم جي زماني 96ھ کان پهريان آباد هئا. جڏهن محمد بن قاسم ان آبادي ۾ پهتو تہ انهن ماڻهن ان جو راڳ ۽ باجي سان استقبال ڪيو ۽ ڏاڍا خوش ٿيا. محمد بن قاسم هڪ عرب سردار جنهن جو نالو خريم هئو ان کي سردار مقرر ڪيو."

ڪيترن مؤرخن جن ۾ يورپي مؤرخ ٻہ شامل آهن، سمہ کي نوان مسلمان راجپوت سڏيو آهي. عام تصور اهو آهي تہ سما ۽ چنا سنڌ جي اصلي رهاڪن مان ٻھريان هئا، جن اسلام قبول ڪيو هو.

سومرن جي تخت جو ذڪر ڪندي مولائي شيدائي پنهنجي ڪتاب ’جنت السنڌ‘ ۾ رقمطراز آهي تہ، ”سمن جو وڏو تعداد لس ٻيلي ۽ مڪران ۾ رهندو هو. سنڌ جي سمن، سومرن کان تنگ ٿي ڄام انڙ کي مڪران کان گهرايو، جنهن سنڌ ۾ اچي سومرن جي پوئين حاڪم همير کي قتل ڪري، سنڌ تي قبضو ڪيو، پر سيوهڻ ۽ ٻکر اڃا دهلي جي نائبن جي ماتحت هئا.“

’تاريخ طاهري‘ جو مصنف سمہ قوم جي حڪومت جو ذڪر ڪندي چيو آهي تہ، ”اهڙي طرح اهو ملڪ جيڪو سمنڊ جي ڪناري هو، سمہ قوم جي ماتحت ٿي ويو. جتي ان جو نسل اڄ ڏينهن تائين آباد آهي، راءِ ٻهادر ۽ ڄام سهتہ جيڪي ڪڇ جا ننڍا ۽ وڏا راجا آهن.“

## ڄام انڙ

سومرن جي آخري حاڪم هيمر کي قتل ڪرڻ بعد سما قوم جي ماڻهن انڙ کي ڄام جو لقب ڏئي تخت تي ويهاريو. ڪن تاريخدانن سومرن جي آخري حڪمران جو نالو ارميل بہ ڏنو آهي.

مير علي شير قانع ’تحفه الڪرام‘ ۾ همير کي قتل ڪرڻ جي واقعي جو ذڪر ڪيو آهي تہ، ”هو جنهن صورت ۾ ظالم هو، تنهن ڪري سما قوم جي ماڻهن ڪيس تخت تان لاهي ڇڏيو. هنن انڙ کي ڄام جو لقب ڏئي ڪيس پنهنجو اڳواڻ چونڊيو. هي واقعو سن 1351ع (752ھ) ۾ ٿي گذريو.“

ڄام انڙ جو تاريخن ۾ پهريون دفعو سيوڻ واري جنگ ۾ احوال ملي ٿو. ان بعد سنڌ جي مختلف قبيلن ڪيس پنهنجو سردار چونڊيو. هن کي سنڌ جو تخت حاصل ڪرڻ لاءِ سورهن سال لڳي ويا. 1351ع ڌاري هڪ طرف فيروز تغلق سنڌ جي سرحدن کان ٻاهر نڪتو، ٻي طرف ڄام انڙ پنهنجي حاڪميت جو اعلان ڪيو.

ڄام انڙ جو سيوڻ واري جنگ جو مختلف ڪتابن مان وچور هن طرح سان ملي ٿو. ڄام انڙ سمہ خاندان جو پهريون حاڪم

1350-51ع ۾ سنڌ جو حاڪم ٿيو، پر سيوڻ ۽ بکر ان وقت مغل سلطنت جي ماتحت هو. مغلن طرفان سيوڻ تي ملڪ رتن حڪومت ڪندو هو. ڄام انڙ سنڌ جي حڪومت سنڀالڻ جي ڪجھ ڏينهن بعد هڪ وڏو لشڪر ساڻ ڪري سيوڻ تي حملو ڪيو. ملڪ رتن به ان جي مقابلي لاءِ قلعي کان نڪتو. ٻنهي لشڪرن ۾ لڙائي لڳي. پهرئين حملي ۾ ڄام انڙ کي شڪست ٿي، پر هن وري سيوڻ تي حملو ڪري ملڪ رتن کي قتل ڪري ڇڏيو، جيئن ئي ملڪ رتن جي قتل جي خبر ملتان پهتي، تيئن اتان عمادالملڪ سر تيز بغاوت کي ڪچلڻ لاءِ سيوڻ لاءِ مقرر ٿيو.

فيروز انڙ صورتحال جي خرابي ڏسي لاڙ ڏي نڪري آيو ۽ امير قيصر شاهي لشڪر کي منهن ڏنو. سر تيز سخت ترين قدم کڻي سيوڻ جي مرڪز تي قبضو بحال ڪيو. ان هوندي به لاڙ تي فيروز انڙ ۽ هيمر سومرو حڪمراني ڪري رهيا هئا.

'تاريخ معصومي' ڄام انڙ جي بغاوت ۽ قيادت جو ذڪر ڪندي لکي ٿي ته، "سومرن جي دؤر ۾ سما خاندان حڪومت کي ويجهو هو. جڏهن تغلقن جي خلاف سنڌ ۾ بغاوت ٿي تڏهن سومرا اڃا حڪومت جا ڌڻي هئا. تاهم ان بغاوت جي قيادت ڄام فيروز الدين انڙ ڪئي ۽ سيوهڻ ۾ معرڪا ڪري تغلقن جي طاقت کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين. فيروزالدين انڙ دلير، سورهيه، سياسي مدبر ۽ بهترين سفارتڪار هو. هيمر کي ڏيهه نيڪالي ڏيڻ بعد مختلف قبيلن جي ماڻهن گڏجي، انڙ کي پنهنجو حاڪم مقرر ڪري کيس ڄام جو لقب ڏنو..."

فيروزالدين انڙ حڪومت تي قبضو ڪرڻ بعد ملڪي سرحدن تي ناپر آڻڻ لاءِ ڪافي پيچ ڊڪ ڪئي، پر ان ڪوشش جو ڪوبه خاطرخواه ڪڙ تيل نه نڪتو. ڄام انڙ جي دور ۾ ڪافي عرصو تغلق، بکر، سيوهڻ ۽ نصرپور تي ڏنڊي سان حڪومت ڪندا هئا. سما رڳو لاڙ تائين محدود نظر اچن ٿا.

**لشڪر ۽ سپاهي**

سمن جي دور ۾ جڏهن دفاع تي نظر وجهجي ٿي ته ان دور ۾ اسان کي سنڌ ۾ ڪا باقاعده فوج نظر نٿي اچي. حاڪمن کي جنهن مهل به لشڪر جي ضرورت محسس ٿيندي هئي، هو ڳوٺ جي ڇڱن مڙسن،

قبيلن جي سردارن کان گهربل ماڻهن جي تعداد جي گهر ڪندا هئا. پوءِ اها وڻ وڻ جي ڪاٺي گڏ ٿي مڇي جي صورت ۾ لشڪر جي شڪل اختيار ڪندا هئا. سمن جي حڪومت جو پايو وجهندڙ ڄام فيروزالدين انڙ جڏهن تغلقن سان مهاڏو اٽڪايو ته ان مهل هن سان ارڙهن هزار ماڻهن جو لشڪر هو.

سمن جي دور ۾ سهتا، سوڍا، ڏاريجا، ماڇي ۽ سما ويڙهو قبيلا مڃيا ويندا هئا. انهن قبيلن جو جڙيل لشڪر اسان کي ميداني جنگ جو ماهر نظر اچي ٿو. خاص طور تي سمن جي دفاعي حڪمت عملي به قابل تعريف آهي. ان دور جي هٿيارن ۾ تلوار، تيرڪمان ۽ زره وغيره جو ذڪر ملي ٿو.

سمن جي صاحبي ۾ سنڌ اندر ٺاهيل ڪوٽن ۾ اسان کي باقاعده ڪوٽن جي چؤڦير کاهيون کوٽيل ملن ٿيون. ان کان سواءِ ڪوٽن جي ديوارن سان وڏا برج اڏي انهن کي مضبوط ڪيو ويندو هو. جنهن مان اندازو ڪري سگهجي ٿو ته هو سٺي طرح قلعبندي جي اهميت کان به واقف هئا. فيروز تغلق جنهن مهل ٺٽي تي هلان ڪئي هئي ته ڄامن قلعي اندر مورچابند ٿي دشمن سان منهن ڏنو هو.

سمن جنهن وقت بغاوت جو علم بلند ڪيو هو، ان مهل سنڌ جي گادي جو هنڌ ٺٽو هو. ڄام فيروزالدين انڙ پنهنجو تختگاهه ساموئي مقرر ڪيو. سمن جي دور ۾ فوجي مرڪزن ۾ عمرڪوٽ، نصرپور، ٻنورو، ڪلان ڪوٽ، رتوڪوٽ، سيوهڻ، فتح پور، ٽلٽي ۽ بدين وغيره مشهور هئا. انهن مرڪزن ۾ لشڪر جو ڪافي انگ رهندو هو. ان هنڌن تي بچاءَ لاءِ ڪوٽن جا آثار به ملن ٿا.

دشمن کي اڳتي وڌڻ ۽ پريشان ڪرڻ لاءِ سما بيٺل پوک کي باهيون ڏياري ڇڏيندا هئا، جيئن دشمن کي خوراڪ جي ڪمي محسوس ٿئي.

سمن ۽ سومرن جو جنگ دوران اهو اصول هو ته هو عورت تي هٿ نه کڻندا هئا ۽ نه ئي وري پڳل جي پٺ ويندا هئا. ان لاءِ اڄ به سنڌ ۾ هڪ چوٽي مشهور آهي:

"سمان ۽ سومرا ٻه ڳالهيون پارين: وار نه ڪن عورت تي، پڳي پٺ نه وڃن."

سمن جي سورهيا جو احوال بدين واري لڙائي ۾ مير معصوم پنهنجي 'تاريخ معصومي' ۾ هيئن ڪيو آهي: "انهن ماڻهن جڏهن مغلن جو لشڪر ڏٺو ته، سيني هڪدم گهوڙن تان لهي متن تان پڳون لاهي، چادرن جون ڪندبون هڪ ٻئي سان ٻڌي، جنگ شروع ڪئي. سنڌ ۽ هند جي ماڻهن جو اهو قاعدو آهي ته جڏهن پاڻ ڪسڻ جو فيصلو ڪندا آهن، تڏهن گهوڙن تان لهي، مٿا اگهاڙا ڪري چادرون ۽ ڪمربند هڪٻئي سان ٻڌندا آهن."

سنڌ جي سمن جي حڪومت واري دؤر کي ڪافي ليکڪ قدر جي نگاهه سان ڏسن ٿا. ڊاڪٽر ڇٻلاڻي ان دور جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته: "سمن ڏاڍي سياڻپ سان سهڻي نموني حڪومت هلائي ۽ مجموعي طرح ڏسجي ٿو ته هنن جي حڪومت ڏاڍي ڪارائتي هئي. هنن ڪيتي، ڪارخانن ۽ واپار جي همت افزائي ڪري، صوبي کي ڪافي ترقي ڏياري ۽ ڪيترا ئي نوان شهر آباد ڪيا. هنن جي راڄ ۾ ملڪ ايترو ته سکيو ۽ ستابو هو جو ان کي مقامي تاريخ ۾ سونهري دور سڏجي ٿو."

**لوڪ ڪٿائون**

ڪوٽ جي آسپاس رهندڙ لوڪن ۾ اڄ به ڪوٽ جي باري ۾ ڪيتريون ئي ڪٿائون گشت ڪنديون وتن ٿيون، جيڪي اتان جا رهواسي ڪوٽ جا ڪندر ڏسي ورجائيندا رهن ٿا.

سيني به سيني هلندڙ قصي ۾ انڙڪوٽ هڪ مائي ڪيرين ڏانهن منسوب ڪيو وڃي ٿو. سونهن ۽ سوڀيا جي ملوڪان ڪيرين ان شرط سان شادي ڪرڻ قبول ڪئي هئي ته جيڪڏهن ڪو جوڌو پٿرن جو ڪوٽ اڏي ڪيس ان ۾ رهائيندو ته هوءَ پنهنجي جواني ان جي حوالي ڪندي.

اها ڳالهه ٻڌي هڪ سرڦريو نوجوان 'ڇتو' اهو شرط قبول ڪندي پنهنجو ڍڳو ساڻ ڪري گنجي ٽڪر ڏي راهي ٿيو. سندس ڍڳي جو نالو 'بودلو' هو. ڇتو گنجي ٽڪر تان پٿر ٽڪي ڍڳي جي پناڙن تي ڪٽي اچي ڪوٽ اڏيندو رهيو. تان جو انهي جستجو ۾ همراه پوڙهو ٿي صفا اچي مٽي وارو ٿي ويو. هن جي اها حالت ڏسي اهو پهاڪو مشهور ٿيو ته:

"ڇتو ٻاڙهو گهوٽ، اڏيندي اڇو ٿيو."

ڇتي ويچاري شادي جي آسري، ڪوٽ اڏيندي وڃي قبر سان لائون لڏيون. مائي ڪيرين ٻه جيڪا جهوني ٿي وئي هئي، اها ٻه آسرو پلي وڃي قبر پيڙي ٿي. ڪن مقامي پوڙهن جو خيال آهي ته، مائي ڪيرين ڏک ۾ پاڻ کي گهٽو ڏئي ماريو هو.

ڪوٽ جي سرن هيٺان ڪجهه ٻيون به ڪهاڻيون دفن ٿيل آهن، مشهور آهي ته ڄام انڙ جڏهن عوام جي هردلعزيز ڄام جسوتڻ کي ماريو ته ان بعد ڪيترائي ماڻهو ڄام انڙ جي خون جا پياسي ٿي ويا. ڄام سان گڏ سندس گهوڙي کي به مارڻ لاءِ سٿون سٽڻ لڳا.

ان 'وڄ' نالي گهوڙي لاءِ مشهور آهي ته تمام چوهي ۽ چالاڪ هئي. ڄام جي تمام وفادار ۽ سٺي ساٿڻ هئي. وڄ ڪيترا دفعا پهنجي مالڪ ڄام جي زندگي بچائي هئي.

هڪ دفعي ڄام انڙ پنهنجي گهوڙي سميت ڪوٽ ۾ رهيل هو ته رات جي اونداهي ۾ نوجوان سندس ڪوٽ پار ڪري اندر آيا ته جيئن هو ڄام ۽ گهوڙي کي قتل ڪري سگهن. ڪوٽ ۾ ڄام، هن جي گهوڙي ۽ ڪتو رهندا هئا. باقي پهريدار ڪوٽ جي برجن تي ۽ ٻاهر پهرو ڏيندا هئا. ڪتي جڏهن ماڻهن کي ڪوٽ اندر ڏٺو ته حملو ڪري هڪ همراهه کي ماري وڌائين، ٻيو همراهه تڪڙ ۾ 'وڄ' گهوڙي چوڙي ڪوٽ جي ڏاڪڻ تي چڙهي ويو. ڪتي جي ٻاهوڙ تي ڄام ۽ پهريدار ٻه هوشيار ٿي چور کي سوڙها پيا. نوجوان سوڙهه ڏسي ته گهوڙيءَ سوڌو ڪوٽ جي ديوار تان ٽپو ڏنو. اڃا هو ڪاهي ۾ ڪريا ئي مس ته ڪتو ٻه وڃي سندن مٿان پيو. ڄام جڏهن ماڻهن سوڌو اچي پهتو ته هن وڄ، ڪتي ۽ چور کي مئل ڏٺو.

ڄام انڙ ڪوٽ جي ٻاهران ڪاهي جي اوڀر پاسي تي ٽنهي کي پورائي ان مٿان هڪ ماڙي جوڙائي، جڪا 'ڪتا ماڙي' جي نالي سان مشهور آهي.

اسان کي ڪوٽ جي ماپن دوران ڪوٽ ڀرسان رهندڙ پسر ذات جي هڪ بزرگ ڪوٽ جي حوالي سان هڪ قصو ٻڌايو ته، ڄام انڙ جڏهن ان ڪوٽ ۾ رهندو هو، ان دور ۾ راجستان ڪان ڪي هندو رانوڙ

لڏي هت آيا. ڄام انڙ انهن مان هڪ عورت تي عاشق ٿي پيو. راڻوڙن ڄام کي مائي جي ٻانهن نہ ڏني. ڄام کين تنگ ڪيو تہ راڻوڙ ان وقت هڪ اولياءَ وٽ دانهين ٿي ويا. اولياءَ هنن سان اهو شرط رکيو تہ توهان مسلمان ٿيو تہ مان اوهان جي مدد ڪريان. هو مسلمان ٿيا تہ اوليا، ڄام ڏي نياپو موڪليو تہ هاڻي مائي جي پچر ڇڏ، پر ڄام نہ مڙيو، آخر هن ڄام کي پٽ هنئين ۽ هڪ نانگ ڄام کي ڏنگي ماريو. درويش راڻوڙن کي مسلمان ڪرڻ بعد ان قوم جو نالو 'پسرا' رکيو. پسر ذات جا ماڻهو اڄ بہ ڪوٽ جي پرسان آباد آهن. ڪوٽ جي پرسان ئي ان درويش شاهہ مڪاني جي درگاهہ آهي.

**وهڪرا**

لاڙ جي مطالعي مان اندازو ٿئي ٿو تہ هن علائقي ۾ قديم زماني کان ڪيترائي وهڪرا گذرندا هئا. چچ نامي مان معلوم ٿئي ٿو تہ، عربن جي حملي مهل مهراڻ درياهہ جو وهڪرو ان حصي مان گذرندو هو. محمد بن قاسم پل ٺهرائي ان وهڪري کي پار ڪيو هو. ان کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترا ئي ننڍا وڏا واهہ هن جرنيل کي پار ڪرڻا پيا هئا. چچ نامي ۾ ڪوتڪہ ندي، 'دڏا واهہ' (ڏاڏ واهہ) ۽ ساڪري جي ناري جو اشارو ملي ٿو.

ان مان ظاهر آهي تہ ان خطي ۾ اوائلي دور کان پوکي ۽ وڻج واپار لاءِ وهڪرن جو ڄار وڇايل هو. اهي واهہ مهراڻ ۽ ان جي شاخن ريڻ ۽ پراڻ مان نڪري سڄي علائقي کي خوراڪ مهيا ڪندا هئا. اهو ئي سبب آهي جو هي هنڌ باقاعده هڪ منڊي طور مڃيل هو.

اسان جيڪڏهن لاڙ ۾ لڌل قديم وسندين جو اڀياس ڪيون ٿا تہ معلوم ٿو ٿئي تہ اهي مختلف واهن جي ڪنڌي تي آباد هيون. سومرن جي گادي محمد طور جي اهڃاڻن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اهو مهراڻ ندي جي ريڻ شاخ جي گونگڙو ندي تي قائم هو. اهڙي طرح جاتي لڳ نند ڪوٽ جون ديوارون، ڪاڙڪ درياهہ جي ڪنڌيءَ تي بيهاريل هيون. لوڪ مشهور صبوتڻ اڳڙي سان منسوب پنيهل درياهہ بہ لاڙ جي ثقافت کي مالامال ڪندي نظر اچي ٿو.

سمن جي دور ۾ ماموتي فقيرن جي بيتن ۾ هاڪڙي، وهند ۽ پراڻ

جو ذڪر نظر اچي ٿو. ارغونن ۽ ترخانن جي دور ۾ اهڙن وهڪرن جو بار بار احوال ملي ٿو.

1758ع ۾ مهراڻ درياه، نصرپور وٽان پنهنجو وهڪرو ڦيرائي ريڻ کي ويران ڪري ويو. انهي تبديلي جو اثر ريڻ جي ڇاڙن جهول، پٽيهل ۽ گونگڙي تي پيو.

ڊلهوسٽي جي ٻه خيال مطابق لاڙ کي پراڻ، نارو ڦٽو، گوني، پڇاري ۽ بگهاڙ قدرتي ڦاٽ آباد ڪندا رهندا هئا.




بدين ضلعي ۾ پراڻا وهڪرا

انڙ ڪوٽ (ڪيرئين ڪوٽ) جي بيهڪ 68.26 اوڀر ۽ 24.36 اتر ۾ آهي. هي ڪوٽ بدين ضلعي جي گولاڙچي تعلقي جي ديهه ڪيرئين ۾ آهي. جاتي، ڪورواهه رستي تي لغاري سمر نالي سان چار پنج ڪلوميٽر جي فاصلي تي ان ڪوٽ جا اهڃاڻ واضح بيٺا آهن، جيڪي ديهه ڪيرئين جي سروي نمبر449- 456 ۾ آهن.

انڙ ڪوٽ جا ڪندر موجوده زمين جي سطح کان 15 کن فٽ مٿاهان بيٺان آهن، جنهن مان لڳي ٿو ته هي ڪوٽ ڪنهن مٿانهين دڙي تي بيهاريو ويو هو. ڪوٽ ڏيڍ بلاڪ (ڇهن چوڪڙن) ۾ ٺهيل هو.

هن چوڪنڊي ڪوٽ جو هر پاسو 800 فٽ ڊگهو آهي. ڪوٽ جون ديوارون جنهن هنڌ به ملن ٿيون، اتي پوري 90 درجن جي گوني




ڪيرئين ڪوٽ/ انڙ ڪوٽ

ڪنڊ ٺهندي نظر اچي ٿي. اهڙي صحيح ڪنڊ بيهارڻ تي ڪاريگر جي قابليت کي داد ڏيڻ ۾ ڪنجوسي نہ ڪرڻ کپي.

ڪوٽ جون ٻانهيون باقاعده قطب نما جي چئني طرفن، اتر ڏکڻ، اولهہ ۽ اوڀر جي رخ ۾ آهن. ان کان سواءِ هرهڪ پاسو هڪ جيترو مفاصلو ڪري اچي ٻي سان مڪاميل ٿئي ٿو. ان ڪري ڪوٽ جي اڏاوت ۽ ڊزائين ۾ چڻ جاميٽري جي اصولن جو پورو پورو استعمال ٿيل نظر اچي ٿو.

برجن جي سونهن، گهيرا ۽ هڏڪاٽ بہ ڏسڻ مهل مزو ڏين ٿا. برجن جي ڊزائين ۽ ماپ ۾ بہ ساڳي ڪاريگري جو عنصر غالب معلوم ٿئي ٿو. مطلب تہ ڪوٽ ۾ پوري ترتيب آهي. ڪنڊر ڏسڻ سان عمارت جي خوبصورت جواني جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. ان مان لڳي ٿو تہ ڪوٽ جي چار ديواري اندر بہ عمارتن ۽ جاين جي ترتيب سان گڏ سهولتن جي رٿابندي ذهن ۾ رکي وئي هوندي.

سمن جي سپاهين جيان ڪوٽ جي حفاظت 28 برجن پنهنجي ڪلهن تي کنئي آهي. ڪوٽ جي اوڀر پاسي ۾ ڪيرئين ڊنڊ اچ بہ پاٽي سان ڀريل آهي. هي ڪوٽ رهائشي کان وڌيڪ دفاعي لڳي ٿو. ڪوٽ جي ديوار ۾ اندران توڙي ٻاهران سرون ڏئي ان اندر مٽي جو ڀراءُ ڪيو ويو آهي. مڪاني ماڻهن جي خيال مطابق ديوار جي پختگي لاءِ اندران، ٻاهران سرن جي پشتن کان سواءِ ديوار جي وچ ۾ بہ سرن جي قطار استعمال ڪئي وئي آهي.

اسان کي وچ ۾ ڪتب آندل سرن جو وجود ملي نہ سگهيو، ٿي سگهي ٿو تہ ديوار جي کوٽائي سان ان باري ۾ ڪجھ يقين سان چئي سگهجي.

ڪوٽ اندر بہ ڪن اڏاوتن جا نشان آهن، پر ايترا واضح نہ آهن، جو ان جي ڪا شڪل بيهارجي، موجوده وقت ڪوٽ جو اندريون ميدان ڪٻڙ ۽ ٻين ٻوٽن سان ڍڪيل آهي.

**اتر ديوار**

ڪوٽ جي هي ديوار تمام گهڻي زبون حالت ۾ آهي، ڪنڊرن مان ديوار جي ٿولهہ وغيره جو اندازو ڪري سگهجي ٿو، پر برجن جي شڪل

۾ ماپ بيهارڻ تمام مشڪل آهي. البت مٽي جي گولائي مائل ڍير مان اتي برجن جو ڏس پتو ملي ٿو. ديوار جي ڊيگھ 800 فٽ آهي. ديوار سان لڳ اندرئين طرف ڪيترين عمارتن جا بنياد سالم حالت ۾ آهن.

ڪوٽ جو هي پاسو درياهه پاسي آهي. ديوار سان گڏ ئي اڄ به ڪيرئين ڊنڍ ڪوٽ سان سنگت نڀائڻ ۽ ان جي عظمت بچائڻ لاءِ لهرون هٽي رهي آهي، ڊنڍ ئي ڪڏهن ڪوٽ جي حفاظت سان گڏ ڪوٽ واسين جي ضرورت پاڻي جي صورت ۾ پوري ڪندي هوندي.

ان پاسي وچ تي هڪ دروازي جا اهڃاڻ ملن ٿا. دروازو درياهه طرف اچڻ وڃڻ لاءِ ڪتب ايندو هوندو. ان پاسي جي اوپر ڪنڊ وٽ هڪ کوهه جا نشان آهن.

ان ديوار ۾ برجن جو تعداد به ڏکڻ ديوار جي برجن جيترو آهي ۽ برج هڪٻئي جي سامهون آهن. ڪوٽ جي ان طرف برجن جو نقشو ناهڻ ۾ وڏي احتياط جي ضرورت آهي. ڇو جو برج ٽٽي ڦٽي پري پري تائين پکڙي ويا آهن. البت ديوار جا اوپر ۽ اتر ڪنڊ وارا ڪجھ برج پنهنجو وجود بچائڻ لاءِ اڄ به جتن ڪري رهيا آهن.

## ديوارون

### ڏکڻ ديوار

ڪوٽ جي ان پاسي جي ڊگھ 800 فٽ آهي. موجوده وقت ڪوٽ جي اهو پاسو وڏ ۾ وڏ سالم حالت ۾ آهي. جنهن جي مدد سان ڪوٽ جي باقي ديوارن ۽ حصن جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. ان پاسي هي برجن جا نشان بنسبت ٻين ديوارن جي واضح آهن. ڏکڻ ديوار جي رهنمائي سان اسان ڪوٽ جي باقي پاسن ۽ برجن جون ماپون ڪري سگهون ٿا.

ڏکڻ ديوار مٽي جي هڪ وڏي دڙي جي پٺيءَ تي سوار آهي. ديوار جي ويڪر 8 فٽ آهي. ٻيج ڊاهه جي عمل مان گذرڻ ڪري ان جون ڪيتريون سرون مٽي جي ڍير تان ترڪي اچي سنڌس پيرن ۾ پيون آهن. سرن جو وڏو تعداد ٻاهرين طرف ڪريل نظر اچي ٿو. ان جو وڏو سبب مٽي جو دڙو ان پاسي اُڀي لاهي ناهي ٿو، جيئن دشمن سولائي سان مٽي

پهچي نہ سگهي.

ان ديوار جي ٻنهي ڪنڊن تي بہ پهلوان برج پهرو ڏئي رهيا آهن. انهن برجن سان گڏ 6 برج ٻيا ٻانهہ ٻيلي آهن. اهڙي طرح 800 فٽ ڊگهي ديوار ۾ ڪل 8 برج ڪوٽ جي حفاظت جو فرض نباهيندي نظر اچن ٿا. ايتري ويجهڙائي ۾ برجن جي موجودگي ڪري ديوار ۾ 70 فٽن کان وڌيڪ ڪٿي بہ ٽڪرو بنا برج جي نہ ڇڏيو ويو آهي. ان ڪري 800 فٽ ڊگهي ديوار مان تقريباً اڌ جيتري ديوار برجن پنهنجي قبضي ۾ ڪئي آهي.

ڪوٽ جي ان پاسي تي ڪنهن بہ دروازي جا اهڃاڻ نٿا ملن. ان ڪري وثوق سان چئي سگهجي ٿو تہ ان پاسي اچ وڃ لاءِ ڪوبہ لنگهہ نہ هو. ان طرف کان ٻاهران ڪاهي لٽجي وئي آهي. مقامي ماڻهن ان حصي ۾ زمين جي سنوت ڪري پوکي ڪئي آهي.

ڪوٽ جي ان هنڌ تي سرنٛجو وڏو تعداد ٽڙيو پکڙيو پيو آهي، ان ڪري ڪوٽ سارو ڊڪجي ڳاڙهسرو ٿي ويو آهي. ان پاسي تي ڪوٽ جي اندر ڪجهہ ٻين اڏاوتن جا آثار ملن ٿا.

**اوڀر ديوار**

هي ديوار بہ ڪوٽ جي ٻين ديوارن جيان 800 فٽ ڊگهي ۽ 8 فٽ ويڪري آهي. ديوار جي ٻنهي ڇيڙن کان 100 فٽ ڇڏي برج ڏنا ويا آهن. ديوار ۾ ڪل 6 برج آهن. برجن جي وچ ۾ گهٽ ۾ گهٽ مفاصلو 70 فٽ ۽ وڌ ۾ وڌ 137 فٽ آهي. ديوار جي ان پاسي ٻاهران اڄ بہ ڪاهي جا آثار آهن. موجوده وقت ان پاسي ڪوٽ کان ٻن ٽن سون فٽن تي هڪ قديم پسرن جو ڳوٺ آهي. ڪوٽ جي اوڀر ديوار سڀ کان اتانهين بيٺي آهي. ديوار جي اندرين پاسي تي ڪجهہ عمارتن جا اهڃاڻ بہ بيٺا آهن. ڪوٽ جي ان ٻانهي ٻاهران ڪتا ماڙي جا آثار بہ آهن. مڪاني ماڻهن جي چوڻ مطابق ان ديوار جي اتر ڇيڙي وٽ دروازو هو.

**اولہ ديوار**

اولہ ديوار ۾ بہ برج ظاهر بيٺا آهن. خاص ڪري ڪوٽ جي ٻاهران بيهي پٽ تي نگاهہ وجهجي ٿي تہ برج ديوار مان ٻاهر نڪري پنهنجو وجود ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪندي نظر اچن ٿا. ان پاسي تي

ڪنڊن جي برجن کان سواءِ ڪل 6 برج آهن. ديوار جي وچ تي ڪجھ ٽڪرو ڀڳل هئڻ ڪري اهو محسوس ٿئي ٿو ته شايد ان هنڌ دروازو هجي.

ڪوٽ جي ٻين ٻانهن جي پيٽ ۾ ان پاسي جي ديوار وڏيڪ زبون حالت ۾ آهي. ان پاسي تي سڙيل سرون ۽ ٿوتا گهٽي انداز ۾ ڦهليل آهن، جن مان ان پاسي ڪوٽ تي حملي آورن جي جهل ڪي رد ڪري نٿو سگهجي.

**برج**

ڪيرٿين ڪوٽ جا برج سنڌ جي ڪيترن ئي ڪوٽن جي برجن کان وڏا آهن. ان برج جو قطر 48 فٽ آهي ۽ ديوار کان 24 فٽ ٻاهر نڪري آيا آهن، ان مان معلوم ٿئي ٿو ته برج پورا اڌ گول ناهين ٿا. برجن جي وچين ڊيڊري ۾ مٽي ڀري وئي آهي. مٽي جي ان ڍڪي کي چوڦير 5.6 فٽ ٿلهي سرن جي ديوار سان بند ڪيو ويو آهي. جيڪڏهن ان 5.6 ٿلهي پڪن سرن جي ديوار کي الڳ ڪري ڏسبو ته اندرين برج جي حصي جي ڪل ڊيگھ 19 فٽ بيهندي، اهڙي طرح برج جو قطر به 36 فٽ جڙندو.

ڪوٽ جي ڪنڊن وارا برج به قطر ۾ ساڳيا آهن، البت ان جي ديوار کان نڪتل ٻاهرين ڊيگھ 32 فٽ آهي. ان ڪري ڪنڊن وارا برج ڪجھ قدر بيضوي ڏيک ڏين ٿا.

ڪوٽ ۾ برجن جو ڪل تعداد 28 آهي. جنهن مان هر ٻانهي ۾ ڪل 6 برج آهن ۽ هر ڪنڊ تي هڪ متارو برج ٻين جو سهارو بڻيو بيٺو آهي. هڪ برج کان ٻي برج جي وچ ۾ وڌ ۾ وڌ 70 فٽن جو فاصلو آهي.

**دروازو**

ڪوٽ ۾ ٻن پاسن کان دروازي جا اهڃاڻ ملن ٿا. هڪ اتر پاسي کان دروازو واضح ٻنهي جي موجودگي جا اشارا ڏئي ٿو. هي در اوڀر برج کان پري آهي. موجود وقت دروازي جي ويڪر مان ٻه ڏاند گاڏيون سولائي سان لنگهي سگهن ٿيون. دروازو درياھ جي رخ طرف کلندو نظر اچي ٿو. ان سنئين سڌي دروازي ۾ حملي کي روڪڻ لاءِ ڪابه حرفت لڪل نه

آهي. دروازي جي اندران پهريدارن جي ڪوٺين جا آثار ملن ٿا. ڪوٽ جي ان ٽڪري ۾ ٻين عمارتن جا آثار ۽ وڏو ميڙ ڪيو بيٺا آهن.

دروازي جي حفاظت پهريدار سندس پرسان ٺهيل شاهڙ برجن مان ڪندا هوندا.

اسان کي ان در کان سواءِ هڪ ٻئي دروازي جا اهڃاڻ اوله پاسي واري ديوار جي وچ تي ۽ ملن ٿا. جنهن مان پڻ هلڪي انداز ۾ دروازي جو احساس ڪري سگهجي ٿو.

مڪاني ماڻهو هڪ ٽئين لنگهه جو ڏس ۽ ڏين ٿا. اهو لنگهه اتر اوڀر ڪنڊ واري برج جي ويجهو آهي. ان ڪنڊ وٽ ۽ اسان کي ڪجھ جاين جو ملبو ليٽڙيون پائيندي نظر اچي ٿو.

ان لنگهه وٽ کوهه اڄ به سٺي حالت ۾ پياسن کي پڪاري ٿو، پر پياسن جي اٿاٺ سبب پاڻ ۽ سڪي ٺوٺ ٿي ويو آهي.

اتر دروازي جي سامهون درياهي وهڪرو هئڻ ڪري ماڻهن جو درياهه تائين پهچڻ سؤلو هوندو. البت اوله پاسي واري دروازي اڳيان اڄ به ڪاهي اصل شڪل ۾ موجود آهي، جنهن ۾ ڪيرئين ڊنڊِ جو پاڻي سولائي سان لهرون هڻندو اچي ٿو. اتي رهندڙ ماڻهو ڪاهي جو پاڻي ٻني ٻاري ۽ ٻين ضرورتن لاءِ ڪتب آڻين ٿا. اسان کي سنڌ ۾ اهڙا ترتيبوار ۽ چؤڪنڊا ڪوٽ گهٽ نظر اچن ٿا.

**پاڻي**

ڪوٽ ۾ هڪ کوهه جا آثار اتر اوڀر ڪنڊ وٽ ظاهر بيٺا آهن. کوهه جو قطر ڏهه ٻارهن فٽ کن ٿيندو. ان ۾ پڪي سر پاسيري ڪري ڪتب آندي وئي آهي. کوهه جا ڪنارا موجوده دؤر ۾ زمين جي سطح کان مٿي بيٺا آهن. ڪوٽ واسي دشمن جي گهيري وقت کوهه جو پاڻي واپرائيندا هوندا.

ڪوٽ جي پرسان درياهه جي وهڪري ڪري ڪوٽ واسي هر موسم ۾ مهل ۾ درياهه جو پاڻي استعمال ڪندا هئا. ٿي سگهي ٿو ته درياهه جو پاڻي ڪوٽ اندر آڻڻ جو ۽ ڪو ذريعو هجي. ڪوٽ جي ڪنڊرن ۾ اهڙي آب رساني جي وسيلي جو ڏس ملڻ ڏکيو آهي.

ڪوٽ جي اندر ۽ آسپاس زيرزمين مٺي پاڻي جو ڪافي ذخيرو آهي.

موجوده وقت ۾ ڪوٽ جي پاڙي ۾ رهندڙ ماڻهو پنهنجي گهرن ۾ هٿ جا نلڪا ڪم آڻين ٿا.

## ڪاهي

موجوده آثارن مان محسوس ٿئي ٿو ته ڪوٽ جي چؤگرد ڪاهي ڪوٽيل هئي. هن وقت به ڪوٽ جي اوڀر پاسي باقاعده ڪاهي موجود آهي. جنهن ڪي ان پاسي موجود ڪيرٿين ڍنڍ جو پاڻي پريندو رهي ٿو. ڏکڻ پاسي به ڪاهي جا اهڃاڻ ملن ٿا. اتان جي ماڻهن ٻڌايو ته ڪوٽ جي چؤڦير ڪاهي اهستي آهستي لٽجي وئي آهي. جنهن بعد ڪاهي جي وڌيڪ پراءُ ڪري اتي ٻني ٻارو ڪيو وڃي ٿو.

لڳي ائين ٿو ته ڪوٽ جي چوڌاري ڪاهي ڪوٽي ان جي مٽي ڪوٽ جي پٽين جي بنيادن ڪي مٿانهين دڪي تي بيهارڻ لاءِ ڪتب آندي وئي هوندي. اهو ئي سبب آهي جو سرزمين جي معائني بعد ڪوٽ جي ٻاهرين ديوار پرسان زمين جي سطح اڄ به هيٺائين نظر اچي ٿي، بنسبت ڪوٽ جي اندرين توڙي ٻاهرين زميني سطح جي.

## سر

انڙ ڪوٽ مان ملندڙ سر جي ماپ 2 × 1/2-8 × 13 فٽ آهي. سر ايڏي گهٽي ڪاريگري جو شاهڪار نه آهي. اها مستطيل جي بجاءِ Trapside لڳي ٿي. مثال ڪندون نڪرڻ ڪري ٿيڙي ٿي وئي آهي. مٿاڇري واري سطح به ڪڏا ڪڏا، ايتري نفيس نٿي لڳي. ان کي لسو ڪرڻ لاءِ ڪنهن اوزار جي استعمال ڪان سواءِ هٿ جي اشاري سان لسو ڪيو ويو آهي. ڪن سرن جون مخالف ڪندون وڌيڪ نڪتل هئڻ ڪري سرن جي شڪل برفي جهڙي ٿي وئي آهي.

سر جي ٿولهه جو به ڪو خاص خيال نه رکيو ويو آهي. ان ڪري سر جو وچون حصو بنسبت پاسن جي ٿلهو آهي.

ڪوٽ جي پرسان ڍنڍ ۽ پاڻي جي موجودگي ڪري سر تي پوسل جو اثر هئڻ ڪري ان جو رنگ ناسي ٿي ويو آهي. قالب شايد نه هئڻ ڪري سرن جي پاسن وارا ڪنارا ڪٽي ٻاهر به نڪري آيا آهن، شايد جنهن هنڌ سر ٺاهي وئي آهي، ان هنڌ زمين جي سنوت نه هئڻ ڪري هيٺين پاسي ڪان به آلي مٽي نڪري آئي آهي. سر ۾ استعمال ٿيندڙ مٽي

ايتري معياري نہ آهي، ان ڪري سر جي سطح تي ڪافي هندن تي ڪاچ جو اثر آهي. لاڙ ۾ ڊيلٽائي حصي ۾ اسان کي تقريباً اهڙي ئي سر ملي ٿي، ڪٿي نفيس تہ ڪٿي بيڊولي. سر جي ڏيگهہ، ويڪر ۽ ٿولهہ ۾ انهن هندن تان ملندڙ سرن ۾ صرف اڌ انچ گهٽ يا وڌ جو فرق نظر اچي ٿو، نہ تہ گهڻو ڪري هر هنڌ تان هٿ ايندڙ سرن جو قدبت ۽ وزن ساڳيو آهي.

## لڌل شيون

ڪوٽ جي اندر ٽوڙي ڀاهر ٺڪرائتو ٿهليل آهي، جيتوڻيڪ ٺڪرائتي جو تعداد گهڻو نہ آهي، تنهن هوندي بہ ان ۾ دلن ۽ چاڏين جا ٺڪرا ۽ انهن جا ڍڪ ملن ٿا. اتان جي ماڻهن ٻڌايو تہ سرن تي ڪجهہ نقش ۽ لکت ملي ٿي، جيڪا ماڻهو هتان کڻي ويا آهن.

ان کان سواءِ ڪوٽ ڀرسان ڏيئا، پاڻي جي استعمال جا ٿانوَ، ڪوزا وغيره ۽ چوپڙ راند جون سرون بہ ملي وڃن ٿيون، برسات جي موسم ۾ سون ۽ چاندي جا ذرڙا بہ نظر اچن ٿا.

پڪي مٽي جا ٽوپن جا گولا بہ هت گهڻي تعداد ۾ هٿ اچي ويندا آهن.

## حوالا


- جنت السنڌ- مولائي شيدائي
- سمن جي سلطنت- غلام محمد لاکو
- لاڙ جي ادبي ثقافتي تاريخ- خواجہ غلام علي الانا
- تاريخ سنڌ- اعجاز الحق قدوسي
- تاريخ فرشتہ
- چچ نامو
- تاريخ طاهري
- تاريخ معصومي
- نئين زندگي مارچ، اپريل 1981ع- عابد لغاري
* Chronological Dictionary of Sindh- M.H. Panhawar.

# ڪراچي جو ڪوٽ

**سڪندر جو بندر**

سڪندر اعظم 325 ق. م ۾ سنڌ جي ڪافي علائقن کي فتح ڪرڻ بعد واپسي جو سوچڻ لڳو. هن پنهنجو آرماڙ اميرالبحر نيئرڪس جي حوالي ڪري، سنڌو جي اولهائين شاخ ذريعي سمنڊ طرف روانو ڪيو، ۽ پاڻ خشڪي رستي پنهنجي سفر جي شروعات ڪيائين. سڪندر اڌ فوجون نيئرڪس جي سربراهي ۾ موڪلڻ بعد پاڻ مڪران جو ساحل ڏئي واپس ورڻ جو خيال ڪيو هو. هن نيئرڪس سان وري بابل ۾ ملڻ جو منصوبو ٺاهيو هو.

سڪندر پٽالا کان آربتي (ڪراچي ۽ ٺٽي وارو علائقو) واري ڏگهه جي ڊوڙ اڏائيندو، حب ندي وٽ اچي منزل ڪئي. نيئرڪس به سنڌو مان ٻيڙا هاڪاريندو ڪلوتا (ابن شاه) وٽان سمنڊ ۾ داخل ٿيو ۽ اتي واءُ سٺائي ٿيڻ تائين چوويهه ڏينهن ويٺو رهيو. مؤرخ ان پڙاءُ واري هنڌ کي 'سڪندر جو بندر' Alexander's Haven سڏين ٿا.

سڪندر ان دور ۾ سنڌ کي جهازن جي آمدرفت ذريعي ميسوپوٽيما ۽ مصر سان ملائڻ چاهي پيو. جيئن هو هندستان سان واپار ڪان سواءِ پنهنجي فتح ڪيل علائقن، اوڀر پونوچ سمنڊ ڪان وٺي، هندوڪش تائين، نظرداري ۽ لڳ لاڳاپا رکي سگهي. ان منصوبي جي پورائي لاءِ هن پٽالا بندر تي گوديون ٺهرايون. ان کان سواءِ مکيه ساحلي ڪناري باربارِيڪن (Barbarikan) يا بباڪتي (Bibakti) وٽ جهازن جي لنگر لاءِ جاءِ هٿ ڪيائين. ان خيال تحت هن نيئرڪس کي سنڌو ڊيلٽا جي ڪيترين ڪارين جي جاچ پڙتال لاءِ مقرر ڪيو هو ۽ پاڻ ڪيترو وقت ٿاڪرو حصي (Alexander's Haven) ۾ ويٺو رهيو.

هي يوناني جنرل سنڌ جي جن جن هنڌن تان گذريو آهي، تاريخدانن

جا پڌايل اهي هنڌ تمام ٿورا ماڻهو ڳولي سگهيا آهن. تاريخ ۽ آثار قديمه جي ڪافي ماهرن ان ڏس ۾ ڪم ڪيو آهي، جنهن ۾ ڪننگهام، ڪوزنس، ايليٽ، ريورٽي، هيگ وغيره قابل ذڪر آهن. انهن سڀني مان هيگ ڪجهه قدر ڪامياب ويو آهي. هن 'سڪندر جو بندر' ٻيباڪتا، ڪروڪالا وغيره جي جاگرافيائي بيهڪ هٿ ڪرڻ جي ڪوشش سان گڏ ان تي سنو ماهرانہ بحث بہ ڪيو آهي.

هيگ جي خيال مطابق جيئن تہ ڪراچي بندر ڪان سواءِ سنڌ جي ساحلن تي ڪوبہ قدرتي بندر نہ آهي، ان ڪري هن ڪراچي بندر کي سڪندر جو بندر قرار ڏنو آهي، جتي سڪندر پنهنجي ٻيڙي سان چؤماسي ختم ٿيڻ جو انتظار ڪيو هو.

ڊاڪٽر ونسينٽ ۽ ڪننگهام 'ڪروڪالا' جاءِ جو هنڌ ڪياماڙي (ڪراچي) قرار ڏنو آهي. پر هيگ جو خيال آهي تہ ڪروڪالا ٻيٽ ندي ڪري ٺهيو هو جيڪو هاڻي خشڪي ۾ اچي ويو آهي.

ان بحث بعد چئي سگهجي ٿو تہ سڪندر اعظم سان آيل اوائلي تاريخدانن جي ذڪر ڪيل ماڳن کي بعد جي محققن، سڪندر جو بندر ڪراچي بندر وٽ ۽ ڪروڪالا، ڪياماڙي کي ڪوٺيو آهي.

## ڪراچي جو ڪن

ڪراچي جي بيهڪ 24.51 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67.4 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي آهي. صديون اڳ اهو سارو علائقو Tethys سمنڊ ۾ هو. هماليہ جي اڀرڻ سان هي زمين بہ تمام گهرائي مان اڀري آهي. سڀ کان آخر ۾ منگهو پير جون ٽڪريون ظاهر ٿيون آهن. ڪيترو وقت اهو هنڌ ويران رهندو آيو. ان بعد ڪن اوائلي ماڻهن ان هنڌ تي پنهنجون وستيون آباد ڪيون. آثار قديمہ جي ماهرن ڪراچي وٽ ڪيترين اهڙين آبادين جا آثار لڌا آهن.

ڪراچي شهر جو ڪتابن ۾ سترهين صدي تائين ڪو گهٽو احوال نٿو ملي نہ ئي ڪراچي بندر جو ڪو ذڪر آهي. البت ان دور ۾ شاهہ بندر، لاهوري بندر، ڪڙڪ بندر، سنڌ جا مشهور بندر هئا. ڪڙڪ بندر حب ندي جي ڇوڙ وٽ هوندو هو. ان بندر جو منهن قدرتي عمل سبب سمنڊ واري پاسي کان واريءَ سان لٽجڻ شروع ٿيو، جنهن ڪري بندر

تائين جهازن جو پهچڻ مشڪل ٿي ويو. بندر تي موجود واپارين کي مال جي آمدرفت جي ڏيتي ليتي ۾ مشڪلاتون ٿيڻ لڳيون، بندر جي ڪيفيت نقصانڪار ڏسي اتان جا ڪيترا واپاري ڪنهن ٻي ڪناري تي پنهنجي وڻج واپار کي فروغ ڏيڻ لاءِ سوچڻ لڳا.

انهي دور ۾ ڪراچي جي ڪاري تي واريءَ جي بند جي منهن وٽ ويهه پنجويهه ميربحرن جا خاندان جهوپڙين ۾ رهندا هئا. اهو هنڌ ڏرٻو نالي سان مشهور هو. ڏرٻي جي دامن ۾ ئي هڪ شفاف پاڻي جو چشمو چوڌاري ساوڪ سنواريون وهندو هو، جنهن کي ڪلاچي جو ڪن ڪري ڪوٺيندا هئا. روايت آهي ته ڪلاچي هڪ مهاڻيءَ جو نالو هو. چشمي جي پاڻي جي مسلسل وهڪري ڪري اتي هڪ ڪڏ ٺهي پئي هئي. ڪڏ تي مڪاني مهاڻا ۽ قافلا اچي اُج اجهائيندا هئا ۽ آسيس ونندا هئا. ڪڏ جي چوڌاري ٿمر جي وڻن جي رونق لڳي پئي هوندي هئي.

1729ع ڌاري کڙڪ بندر جا ماڻهو به لڏي اچي ان ڪلاچي جي ڪن وٽ وينا. سيٺ نائونمل پنهنجي ڪتاب 'يادگيريون' ۾ ڪراچي جي بنياد پوڻ ۽ قلعي ٺهڻ جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته: "ڀوڄو مل جي مشهوري سان آسوديمل نالي هڪ شخص ٻيبي مرادان سان صلاح ڪئي ته ڪراچي جي حفاظت لاءِ ڪو قلعو اڏائجي.... ماڻهن ٿمر جو جهنگ صاف ڪري، ڪاٺين ۽ مٽي جو قعلو ٺاهڻ شروع ڪيو. شهر واسين جي مدد لاءِ ٻاهريان مزدور به گهرايا ويا. انهن کي مزوري ۾ بحرين ۽ مسقط جا سڪا ۽ تازي کجور ڏني ويندي هئي. ٿوري وقت ۾ هڪ چڱو خاصو قلعو ٺهي راس ٿيو. مسقط کان توپون گهرائي قلعي جي ديوارن تي رکيون ويون. قلعي جي ديوار اندر اٽڪل سٺ ستر جريبن جي ايراضي هئي، قلعي کي ٻه دروازا هئا. اوله واري دروازي کي 'کارو دروازو' يعني کاري پاڻي ڏي، (ڏکڻ سمنڊ ڏانهن) ويندڙ دروازو ڪوٺيندا هئا ۽ ٻيو دروازو جيڪو اتر- اوڀر طرف ڏانهن هو، تنهن کي 'مٺو دروازو' مٺي پاڻي ڏانهن ويندڙ (دروازو چوندا هئا. ماڻهو سڀ قلعي ۾ رهندا هئا، جنهن جي چوڌاري ٿمر ۽ ٿوهر جو جهنگ هو."

رچرڊ برٽن 'Sindh Revisited' ۾ ڪراچي جي باري ۾ اهو خيال ڏيکاريو آهي ته: "ڪراچي ڏيڍ سو سال اڳ هڪ جوکيي سردار جي

زال مائي مرادي، آباد ۽ قلعبند ڪيو هو. ان کان اڳ مهاڻا ٻيڙين ۾ رهندا هئا."

## مورڙو ميربحر

ڪلاچي ڪن جي حوالي سان سنڌ ۾ هڪ لوڪ ڪٿا به مورڙي ميربحر بابت مشهور آهي. جنهن مطابق مورڙي ميربحر جا ڀائر ان ڪن ۾ هڪ وڏي مڇ جو شڪار ٿي ويا. موررڙي انهن جو بدلو وٺڻ لاءِ هڪ لوهي ڪل ايجاد ڪئي. جنهن اندر ويهي هن مانگر مڇ کي ڦاسائي وڏي محنت بعد ڪناري تي آندو هو. ان طرح موررڙي پنهنجي ڀائرن جو بدلو مانگر مڇ کان ورتو. ان داستان کي شاه عبداللطيف پنهنجي رسالي 'سر گهاتو' ۾ بيان ڪيو آهي.

ڪلاچي جي ڪن وٽ سمنڊ ڦهري ڪارنامن ڪري ايڏو ته بدنام هو جو شاه صاحب پنهنجي هڪ بيت ۾ ان جو ذڪر هن طرح ڪيو:

'ڪلاچيان ڪهي، ڪَڏهن ڪونه آئيو.'

ٻڌڻ ۾ اچي ٿو ته ڪن ۾ ڪافي ٻيڙا غرق ٿيا ۽ ڪافي ڪونڌر ڪسجي ويا. اهڙي قسم جو ذڪر ڀٽائي گهوٽ ڪندي لکي ٿو:

ڪو جو ڦهر ڪَلاچَ ۾، گهڙي سو نِئي،
خبر ڪونه ڏئي، ته رَڃَ ڪڇاڙي رنديا؟

موررڙي جا ڀائر به هڪ هڪ ٿي پنهنجي رڇن جي رنداڻ دور ڪرڻ لاءِ ڪُنَ ۾ گهڙيا ۽ واپس ڪونه وريا. ان حادثي جو احوال شاه صاحب هن نمرني ڪيو آهي:

ڪانه ڪلاچي ويا، ڇَتيون ڪٽي ڇُڳير،
ڀائرن ڀيرو نه ڪيو، اَدَنِ ڪئي اوير،
اهڙي خاصي ڪير، ڪُنَ وَرائي جَهلي.

ڪراچي کان هاڪس بي ۽ پيراڊائيز پوائنٽ ويندڙ رستي تي ريلوي بند جي اوريان، رستي جي وچ تي، لوهي جنگلي ڏنل هنڌ تي ڪجهه قبرون آهن، جن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اهي موررڙي جي ڀائرن جون قبرون آهن.

## ڪراچي جو ڪوٽ

ڪلاچي ڪن جڏهن آهستي آهستي وسڻ لڳو ته ان جي واپاري

حيثيت وڏڻ ويجهڻ لڳي، تڏهن ان هنڌ جي حفاظت لاءِ سندس چوڌاري هڪ ڪوٽ ڪڙو ڪيو ويو، جنهن جو احوال سيٽ نائونمل ڪيو آهي. ان ڪوٽ جي باري ۾ بعد جي ڪن تاريخدانن به لکيو آهي، جن ۾ ڪجھ انگريز ليکڪ قابل ذڪر آهن.

ناٿن ڪرو 1799ع ڌاري ڪراچي آيو هو. ڪرو ان وقت ڪراچي جي ڪوٽ ڪي جهڙي حالت ۾ ڏٺو هو، ان جو احوال هيئين قلمبند ڪيو اٿس. "ڪراچي، چوڙ واري ڪچي مٽيءَ سان بند آهي، جن تي توپون رکيل آهن. ڪوبه جهاز ان کي سمنڊ مان شڪستو نٿو ڪري سگهي. ڇو جو اهو ٽن ميلن جي مفاصلي تي آهي، پر قلعي جو توپون پريان ايندڙ جٿن تي مار ڪري سگهن ٿيون. ٻه سو ٽنن کان وزني جهاز ڪراچي ٻار کي پار ڪري نٿا سگهن. پر جيڪڏهن ڪو ورودي طريقي سان اندر ايندو ته هو پاڻ کي ڪيترين ٻيڙين ۾ ڦاٿل محسوس ڪندو. انهن مان ڪيترن تي ڊزن کان به وڌيڪ توپون رکيل آهن... جن تي ڪيترائي ماڻهو حفاظت لاءِ مامور آهن."

هينري پاٽنجر 1809ع ۾ ڪراچي شهر جي قلعبندي جو ذڪر هن انداز ۾ ڪيو آهي: "شهر جي قلعبندي بي ترتيب ۽ ڪمزور آهي. ديوار ڪٿي به پنجن ڇهن فٽن کان مٿي نه آهي. ديوارون ڪٿي ايتريون ته ڪريل ۽ ٻڳل آهن جو ان جي مٿا گهوڙي سوار به چڙهي سگهي ٿو. انهن مان ڪجھ بلند ۽ سٺي مرمت ٿيل به آهن. سارو ڪوٽ مٽي، تيلن ۽ ٻھ سان ٺهيل آهي. اهي ٻوٽا ڪوٽ جي چوڌاري پوسل واري زمين ۾ پيدا ٿين ٿا. ڪوٽ جو جيڪو پاسو کاري طرف بندر ڏي آهي، ان پاسي تي احتياطاً ڪجھ بلندي تائين پٿر ۽ مسالو ڪتب آندو ويو آهي.

ڪراچي جي پسگردائي ۾ زمين جي سطح ڪجھ قدر سڌي آهي. (قلعي جي اتر، اوڀر ۽ ڏکڻ ۾) ان مان اڳين ٻن طرفن (اتر ۽ اوڀر ۾) زمين گهٽ ۾ گهٽ ائن کان ڏهن ميلن تائين هموار آهي."

چارلس ميس به ٻين برطانيا جي ايجنٽن وانگر سنڌ آيو هو. هن 1830ع ۾ ڪراچي ڪوٽ جو چڱي طرح معائنو ڪيو هو. هن ڪوٽ جي بناوت بيان ڪرڻ سان ان جي تصوير به ٺاهي هئي. ميسن ڪوٽ جي اڏاوت جو ذڪر ڪيو آهي ته: "ڪراچي جيتوڻيڪ ايترو وڏو شهر نه

آهي، پر تنهن هوندي بہ واپاري مرڪز آهي. اهو چوڌاري ڊنل قِلي ڪچن سرن جي ديوارن سان وڪوڙيل آهي، جن ڪي برج پڻ ڊنل آهن. برجن تي ڪجھ بيڪار قسم جون توپون رکيل آهن. ان جي پسگردائي گھٽو ڪري مهاڻن ۽ ميرانٽن جي جهڳين سان ڀريل آهي."

چارلس ميسن ڪراچي جي ڪوٽ جي پنهنجي هٿ سان هڪ تصوير ٺاهي هئي. تصوير ۾ ڪوٽ جو هڪ پاسو (ڏکڻ) ڏيکاريل آهي.



ڪراچي جو ڪوٽ 1830ع

ڪوٽ جي ديوار سڌي هلي ٿي وڃي. ديوار جي مٿئين حصي ۾ ننڍڙا مستطيل بندوق جا مارا آهن. هڪ برج کان ٻي برج جي وچ ۾ نون کان تيرهن ڪن مارا آهن. ديوار مٿي چيڙي وٽ سڌي ليڪ ۾ بنا ڪنگرين جي آهي. ڪوٽ جي ڏکڻ پاسي ۾ پنج برج آهن. اندازو آهي تہ ڇهون برج تصوير ۾ ڏيکاريل وڻن جي جهڳٽي پويان هوندو. برج ٻي ترتيب هيٺان تمام موڪرا ۽ مٿي سوڙها ٿي وڃن ٿا. برجن جي ڪابہ هڪ ماپ نہ آهي. البت اوڀر- ڏکڻ ڪنڊ وارو برج سڀ کان وڏو لڳي ٿو. بُرج ديوار جي سڌ کان ٻاهر نڪتل نظر اچن ٿا. برجن ۾ ٻن هنڌن تي هيٺان ۽ مٿان قطارن ۾ مارا آهن، جن مان هيٺيان مارا ويهي ۽ مٿيان بيهي نشانو وٺڻ لاءِ آهن. ان جي بنسبت ديوار ۾ صرف مٿيان مارا آهن. برجن ۾ توپن رکڻ جا ڳڙکا بہ واضح آهن.

ڪوٽ اندران سارو جاين سان ڀريو پيو آهي، جن ۾ هڪ ماڙ کان وٺي ٽن ماڙين واريون عمارتون آهن. سڀ عمارتون هڪ طرز جون هيٺيان

چئن ڪندن واريون مٿي مستطيل شڪل ۾ اڀرن ٿيون، جن ۾ روشندان ۽ بادگير نمايان آهي. ڪوٽ جي ڏکڻ- اولهه ڪنڊ تي ٻوٽن جو جهڳٽو ۽ ڪيترا ڪجي جا وڻ هوا ۾ جهومندا نظر اچن ٿا.“

ڪمانڊر ٽي- جي- ڪارليس 1838ع ۾ پنهنجي رپورٽ ۾ ڪراچي اپسمنڊ، بندر، واپار سان گڏ ڪراچي ڪوٽ جي باري ۾ به لکيو آهي. ڪارليس جي رپورٽ ۾ آهي ته: ”شهر ٿوري مٿانهين ميدان تي ٺاهيو ويو آهي... اهو چوڌاري مٽي جي ڀتين سان بند آهي. ان جي پاسن ۽ ڪندن تي گول برج آهن. قلعبندي تمام خراب، ڪمزور ۽ ڊٺل ڦٽل حالت ۾ آهي. گهڻا برج مٽي جو ڍير آهن. ديوار ۾ ايترا شگاف آهن جو مڪاني ماڻهو ان کي اچڻ وڃڻ جي ڪم آڻيندا آهن. ٻاهرين اچڻ وڃڻ جي لنگهه ۽ مختلف برجن تي اٽڪل چاليهه توپون رکيل آهن. پر اهي گهڻو ڪري ننڍي منهن واريون آهن، پراڻيون هئڻ ڪري بيڪار آهن. ٻين شهرن جيان ڪوٽ اندر سارو ميدان جاين سان ڀريل آهي. گهٽيون ايتريون سوڙهيون آهن، جو انهن مان ٻه گهوڙي سوار به مشڪل سان لنگهي سگهن ٿا.“

انگريز فوج جو سالار وئلنٽ 1839ع ۾ ڪراچي ڪوٽ تي قبضي مهل ان جي بناوت جو ذڪر ڏنو آهي ته: ”قلعي جي نگهباني لاءِ چوڌاري برج ٺهيل آهن. هر برج ۾ هڪ يا ٻه مختلف ماپ جون توپون رکيل آهن.... ديوارون مٽي جون ٺهيل آهن. برجن ۾ ڪجهه ڪاٺ به ڪم آندل آهي. ديوارون اٽڪل سورهن فٽ بلند ٿينديون...“

ڪراچي ڪوٽ جي اڏاوت ڪان سواءِ ڪيترن انگريزن پنهنجي مختلف لکڻين ۾ ڪوٽ اندر گهرن جي بناوت به ٻڌائي آهي. جيئن ڪيپٽن ايس- وي- ڊبليو- هارٽ 1840ع ۾ شهر اندر گهر ۽ گهٽيون گهمڻ بعد ٻڌائي ٿو ته: ”ڪوٽ جي ديوارن اندر گهڻو ڪري شاهوڪار طبقو رهي ٿو. گهٽيون سوڙهيون آهن، جن ۾ هوا جو گذر ايترو نه آهي. سڀ گهر سڌن ڪوٺن وارا مٽي جا جڙيل آهن. مٽي ۾ ٻهه ۽ ڪکن جي ملاوٽ آهي، گهر ڪاٺ جي چوڪٺن جا آهن، جن مٿان پلستر ٿيل آهي. ڪجهه گهر ٽه ماڙ به آهن، پر اڪثريت هڪ ماڙ جي آهي. ٿورن گهرن جي مٿان چونو ٿيل آهي پر چوماسي ڪري گهڻو ڪري گهرن تي

چونو ٿو ڪيو وڃي. سيني گهرن جا باديگر اولھ طرف آهن."

ڪراچي ڪوٽ جي بنيادن کان وٺي ويندي انگريزن جي قبضي تائين اسان کي ڪوٽ جي اڏاوت، ان اندر گهرن، گهٽين جي حالت کان سواءِ ڪراچي جي واپاري حيثيت جو ذڪر تفصيل سان ملي ٿو. ڪراچي جي بنياد پوڻ بعد جڏهن ان جي واپاري حيثيت مشهور ٿي ته ان واپاري مرڪز کي هٿ ڪرڻ لاءِ ڪلهوڙن، قلات جي خانن ۽ ميرن جي وچ ۾ ڪافي ڇڪتاڻ رهي. ڇڪتاڻ دوران ڪراچي ڪوٽ تي ٻه ڪيترائي حملا ٿيا.

## ڪراچي تي ميرن جا حملا

ڪراچي ۾ شاهه بندر توڙي ڪڙڪ بندر جا ڪافي ماڻهو اچي آباد ٿيڻ بعد ان جي واپاري حيثيت وڌڻ لڳي، جنهن ڪري ان هنڌ تي واپارين، خلاصين ۽ پيڙائتن جي اچ وڃ به جام ٿي وئي. ان وقت سنڌ تي ڪلهوڙن جي حڪمراني هئي. ڪلهوڙن به ان ترقي ڪندڙ شهر کي ڏسي اتي پنهنجو اثر رسوخ وڌائي نيٺ پنهنجي نظرداري هيٺ آڻي ڇڏيو. سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي حڪومت خلاف هڪ ٻي طاقتور ڌر (ٽالپرن) اڀرڻ شروع ڪيو. ان ڇڪتاڻ دوران 1792ع ۾، ڪلهوڙي حاڪم ميان عبدالنبي کي مدد ڏيندي، قلات جي خان جو نائب رزڪ خان، ميرن سان وڙهندي مارجي ويو. ميان عبدالنبي ان جي عيوض، ڪراچي ۽ ڪورن وارو حصو، قلات جي خان کي ڏئي ڇڏيو. قلات جي خان پنهنجي سپاهين جو هڪ دستو ڪراچي جي حفاظت لاءِ اتي مقرر ڪري ڇڏيو.

ڪلهوڙن جي حڪومت جي خاتمي بعد مير سنڌ جا حاڪم بڻيا ته هنن ڪراچي کي هٿ ڪرڻ لاءِ ڪيترائي حملا ڪيا.

مير فتح علي خان 93-1792ع ۾ پهريون دفعو پندرهن هزار بلوچن جو لشڪر توپن ۽ گولن سميت ڪراچي تي قبضي لاءِ تيار ڪري موڪليو. لشڪر ڪراچي پهچي پنهنجو پڙاءُ شهر جي اتر- اوڀر لياري ندي جي پرين ڪناري باغن ۾ اچي ڪيو. ڪوٽ جي ارد گرد ٿوهر ۽ ٿمر جو جهنگ هو. شهر واسين لشڪر ڏسي وڃي قلعي ۾ پناهه ورتي. ميرن جي لشڪر جا سپهه سالار ميان فقيرو ۽ پليو هئا. انهن ڪوٽ تي توپزني شروع ڪئي. جيئن ته شهر جي حفاظت لاءِ قلات جي فوج تمام ٿوري هئي،

تنهن ڪري ڪوٽ جي حفاظت لاءِ مڪاني پنج سو مير بحر ۽ جهاز جا خلاصي به لشڪر سان ٻانهن ٻيلي ٿي بيهي رهيا. ميرن جي فوج اڍائي مهينا ڪن ڪراچي ڪوٽ کي ڪڙو چاڙهيو ويٺي رهي. اهو عرصو شهر واسي سڀ ڪوٽ اندر قيد هئا. حملي کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪوٽ اندر ڪافي سامان ذخيرو ٿيل هو. ان کان سواءِ ڪوٽ کان سمنڊ ڏي ويندڙ رستي تي حملي آورن ڪا به رڪاوٽ ڪا نه ڪئي. ان ڪري ماڻهن کي کاڌي پيتي جو سامان ملندو رهندو هو. قلعي جا ماڻهو پيئڻ جو پاڻي ليار ندي مان ڀريندا هئا. ان طرف حملي آور لشڪر جي موجودگي ڪري ماڻهو پاڻي آڻي نه ٿي سگهيا. ماڻهو مجبوراً قلعي اندر کوٽيل کوهن جي ٻاڙي پاڻي تي گذر ڪرڻ لڳا. ميرن جو لشڪر اڍائي مهينن جي گهيري بعد تنگ ٿي واپس حيدرآباد هليو ويو. اهڙي طرح ميرن جو ڪراچي تي قبضي جو خيال في الحال اڌورو رهجي ويو.

ٿورو عرصو ئي نه گذريو ته ڪراچي کي هٿ ڪرڻ لاءِ ٻيهر ميرن سندرا ٻڌڻ شروع ڪيا. مير فتح علي خان 93-1792ع ۾ وري ڪراچي تي قبضي لاءِ پنهنجا ماڻهو روانا ڪيا. ڪراچي رسڻ بعد لشڪر لياري ندي جي ڀر ۾ پنهنجي ڇانوڻي هنئي. ڪراچي جي ڪوٽ تي لشڪر حملا ڪرڻ شروع ڪيا. ان دفعي به قلات جي فوجي جٿي، مڪاني ماڻهن ۽ جهازن جي خلاصين جي مدد سان ڪوٽ جي حفاظت ڪئي. ميرن جي فوج تي جوابي حملي لاءِ جهازن جي حفاظت لاءِ رکيل بارود ڪتب آندو ويو. آخر ميراڻو لشڪر لڳاتار ٽي مهينا گهيري بعد ڪو ڪڙ تيل نه نڪرڻ ڪري واپس هليو ويو.

مير فتح علي خان ڪراچي کي هٿ ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪري چڪو هو. هن جا ٻه اڳيان حملا ناڪام ٿي چڪا هئا، تنهن هوندي به هن وري زور شور سان ڪراچي تي ڪاهڻ جون تياريون شروع ڪيون. آخر سانوڻ جي موسم ۾ هن ويهه هزار سپاهين جو لشڪر ڪراچي تي ڪاهه لاءِ روانو ڪيو. قلات جي خان طرفان ڪراچي جي حفاظت لاءِ ڪو به جوڳو بندوبست نه ڪيو ويو هو. ان کان اڳ به مڪاني ماڻهن جي مدد سان ميرن جا ٻه حملا روڪيا ويا هئا. ان دفعي ڪوٽ جي ماڻهن ميرن جي لشڪر جو وڏو تعداد ڏسي ۽ قلات جي خان طرفان سندن ڪا به

واهر ٽيڻ جو آسرو نہ سمجهي، پاڻ بہ ڪوٽ جي دفاع لاءِ وڙهڻ مناسب نہ سمجهيو. لشڪر جڏهن ڪوٽ جو گهيرو تنگ ڪيو تہ شهر جي چڱن مڙسن، ڪوٽ جون چابيون، ميرن جي فوج جي سپہ سالار جي وچي حوالي ڪيون. اهڙي طرح ڪراچي بنا رتوڇاڻ جي، ميرن قبضي ۾ اچي وئي.

## ڪراچي بندر

سنڌ جي سامونڊي ساحل تي ايامن کان وٺي ڊيلٽا جي ڦيرگهير ڪري ڪيترائي بندر لٽجي ويا ۽ انهن جي جاءِ تي سمنڊ ديوتا ڪين نوان بندر ٺاهڻ جون سهولتون بہ ڏيندو رهيو. سمنڊ ديوتا پنهنجي غضب ڪري ديبل پنيور، جونا، شاہ بندر، ڪيٽي بندر ۽ ان کان سواءِ ڪيترائي ٻيا بندر ڊيلٽا جي گپ چڪ ۾ سڪڙجندڙ ۽ وڌندڙ آبي شاخن ۾ ٻوڙي ڇڏيا، پر ان جي جاءِ تي نئون بندر ٺاهڻ جون جايون بہ مهيا ڪندو رهيو. ڪراچي جي آباد ٿيڻ بعد هي ننڍڙي مهاڻن جي وستي ڏينهون ڏينهن هڪ مشهور بندر جي حيثيت ۾ پاڻ مڃائيندي رهي. بندر جو روشن مستقبل ڏسي ڪيترائي ٻاهريان ڦورو ان کي پنهنجي مقصد ڪتب آڻڻ لاءِ سٽون سٽڻ لڳا.

يورپي لوڪ ايشيا طرف پنهنجو بيٺڪون قائم ڪرڻ، اتي پنهنجي فوجي توڙي واپاري مرڪز قائم ڪرڻ لاءِ ڪراچي بندر جي اهميت کان واقف هئا. ڪراچي بندر سنڌو ڊيلٽا جي منهن تي هئڻ کان سواءِ سامونڊي ڪناري هئڻ سبب سني بيهڪ وارو هو. ڪراچي بندر سارو سنڌو ماٿري کان سواءِ هندوڪش تائين مال پهچائيندو هو. ايتري قدر جو خشڪي ۾ وڪوڙيل افغانستان کي بہ بندر سامان پهچائڻ کان نہ وساريو هو. بندر جي فوجي اهميت محسوس ڪندي انگريز هميشہ ان تي روس جي زار حڪومت جي قبضي کان ڊڄندا هئا. ان ڪري اهي هميشہ پنهنجي سامونڊي فوج تي خصوصي توجهہ ڏيندا رهيا. نہ رڳو ايتري قدر، پر هو هميشہ روس کي افغانستان جي سرحدن تي جهيڙي جهٽي ۾ رڌل رکندا هئا.

ٿارنٽن جي چوڻ مطابق ڪراچي بيهڪ جي خيال کان هڪ وڏي اهميت واري هنڌ تي آهي. پوءِ اها ڀلي واپاري يا فوجي نقطءِ نگاهہ کان

ڇو نہ هجي. واپاري لحاظ کان هي وچ ايشيا جو دروازو آهي، ۽ هندستان ۾ ان جي اهڙي اهميت آهي، جهڙي انگلينڊ ۾ ليورپول جي.

ٽالپر بہ ڪراچي بندر ۽ منوڙي ٻيٽ جي جنگي نقطهءِ نگاهہ کان باخبر هئا. ڪراچي رڳو اهڙو بندر هو، جيڪو سمنڊ ۽ سنڌو درياهہ جي وچ ۾ آمدرفت لاءِ ڪارآمد هو.

اليگزينڊر برنس لکي ٿو تہ: "ميرن جون اتي سؤ کن ٻيڙيون يا سامونڊي جهاز هوندا هئا. وڏا ٻيڙا ڪراچي کان مسقط، بمبئي ۽ مالابار ويندا هئا."

ٽي- جي ڪارليس ڪراچي بندر جو ذڪر ڪندي 1838ع ۾ ٻڌايو آهي تہ: "بندر تي ڪراچي جا اٽڪل پنجاهہ ٻيڙا آهن، جن تي ٽيهہ ٽن وزن کڻي سگهجي ٿو. ان کان سواءِ ڪيترين ننڍين ٻيڙين مڇي مارڻ جي ڪم اچن ٿيون. پنجاهہ سٺ وڏيون ٻيڙيون مڇي مارڻ کان سواءِ ٻيو سامان ٻاهر کڻي وڃن ٿيون. بمبئي، ڪڇ، گجرات ۽ مالابار جي ساحلن کان اٽڪل هڪ سو ٻيڙيون هر سال اچن ٿيون، ۽ ڪجهہ ٻيڙيون مسقط کان پڻ اچن ٿيون."

چارلس ميسن چئي ٿو تہ: "ڪراچي بندر ۾ هڪ سو جهاز هرهڪ قسم ۽ وزن جا اچي سگهن ٿا، جن مان ڪجهہ مڪاني آهن ۽ ڪجهہ دمن، بمبئي، ڪلڪتہ، کان سواءِ گوادر ۽ مسقط جا آهن. بندر ننڍين ٻيڙين لاءِ ويڪرو آهي. هي ڪافي ويڪرو ۽ اندر طرف ٻن ميلن تائين وڌيل آهي. ايتري مفاصلي بعد ان جي منهن وٽ شهر ٻڌل آهي."

ڪراچي بندر تي واپار جي ڪافي ڏيتي ليتي ٿيندي هئي. ٽالپرن جي دور ۾ ٽي هينري پاٽنجر ڪراچي بندر تان اوڳاڙجندڙ محصول 99.000 رپيا ساليانو ٻڌايو آهي.

ڪيپٽن هارٽ 1840ع ڌاري ڪراچي بندر ۽ ان مان ملندڙ محصول جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ: "بندر تي اندزاً 2500 ٽنن جون ٻيڙيون اچن ٿيون. ماهيگرن جون ٻيڙيون هڪ سو تعداد ۾ آهن. ان مان اٽڪل هر سال 12000 محصول ملي ٿو. وڏن جهازن جو انگ پنجاهہ کان هڪ سو پنجويهہ ٿيندو."

پوسٽنس 1840-41ع ۾ ڪراچي بندر وٽ سمنڊ جي ڪيفيت

بيان ڪندي خبردار ڪيو آهي ته: "سنڌ جا ساحل ڏکڻ- اولهه چوماسي ۾ چئن مهينن يعني مئي کان سيپٽمبر لاءِ خطرناڪ آهن. هندي وڏي سمنڊ جو سڄو زور ان تي هوندو آهي. هي مڪاني ٻيڙين ۽ ٻين سيني لاءِ خطرناڪ ۽ پهچڻ لائق نه هوندو آهي. اها ساڳي صورتحال ڪانياواڙ ۽ ڪڇ گلف سان به آهي. ڪراچي ڪريڪ جي منهن وٽ ٻار ڪري ان ۾ مضبوط جهاز ڪهڙي وقت به اچي سگهن ٿا. منوڙا وٽ هڪ ٽڪري ٻاهر نڪتل آهي. اها تمام خطرناڪ آهي. سمنڊ جڏهن چڙهيل ۽ مچريل هجي ته اتان پار ڪرڻ مهل خاص خيال ڪجي."

**انگريزن جو قبضو**

انگريز سرڪار ايشيا ۾ پنهنجو اثر رسوخ وڌائڻ لاءِ ڪراچي هٿ ڪرڻ جا بهانا ڳولڻ لڳو. هو هتان جي وڻج واپار تي پنهنجي هڪ هٽي قائم ڪرڻ سان گڏ روس جي وڌندڙ طاقت تي ضابطو رکڻ چاهي پيو. ان مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ انگريزن پنهنجا پاڙيتا جاسوس آثار قديمه جي ماهرن عمارتسازي، تاريخدانن، سکن جي ڄاڻن جي روپ ۾ موڪلڻ شروع ڪيا. جن مان گهڻا انگلينڊ ۽ ٻين يورپي قومن جا فوجي آفيسر هئا. هنن کي انهن علائقن ۾ ڪليل ڇڏيو ويو ته جيئن هو گهمي ڦري پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ کان وڌيڪ ان علائقي جي فوجي اهميت ۽ ان اندر چرپر جي سهولتن تي نظر رکي سگهن. انهن جڳ مشهور ماهرن مان چارلس ميسن، الفنسٽن، جان ووڊ، اليگزينڊر برنس، مونيئر



ڪراچي جو شهر 1851ع

(Monair) الجرين ڊيورنڊ، رابرٽسن، مورڪرافٽ، سون هڊن قابل ذڪر آهن.

اهي روسي سرحدن جي معلومات سان گڏ جاسوسي طريقي سان چين، ايران ۽ تبت جي باري ۾ ڄاڻ، آثار قديمه جي ڇنڊ ڇاڻ جي هيٺان وڏي هوشياري سان گڏ ڪندا رهيا. ان کي Imperial Science of Colonial politics چيو ويو. ان تحت 1863ع ۾ "آرڪيالاجيڪل سروري آف انڊيا" ادارو به ٺاهيو ويو، جنهن جو پهريون سربراه اليگزينڊر ڪننگهام بڻيو. ان بعد ان اداري سان ڪيترائي ماهر منسلڪ رهيا. آثار قديمه جا اهي ماهر انگريزن جي دور ۾ سارو وقت جاسوسي جو فرض ادا ڪندا رهيا. هنگري جو جڳ مشهور ماهر سر آرل اسٽين جيڪو پوءِ انگلينڊ ۾ رهندو هو، تنهن به ان منصوبي ۾ انگريزن جي گهڻي مدد ڪئي.

انگريزن، واپار جي نالي به ايسٽ انڊيا ڪمپني جي روپ ۾ سنڌ ۾ پنهنجا جاسوس مقرر ڪيا. انگريزن 1799ع ۾ پنهنجي پهرين فيڪٽري ڪراچي ۾ کولي، جيڪا 1937ع ۾ بند ڪئي وئي. ڪارليس پنهنجي هڪ نقشي ۾ ان فيڪٽري جا کنڊر ڏيکاريا آهن.

ڪراچي بندر جي اهميت محسوس ڪندي، برطانيا سرڪار مختلف دورن ۾ پنهنجا ماڻهو موڪليا، جيڪي بندر جي فوجي اهميت ڏسڻ کان سواءِ انهن جون ماپون ۽ حملي جا گهٽ گهيڙ معلوم ڪري واپس ويا. ڪپتان ڪارليس 1837-38ع ۾ يارهن ٻيا ماهر ساڻ ڪري 'پالينيورس' جهاز ذريعي ڪراچي پهتو. اتي ٽي مهينا ڪن رهي ڪراچي بندر جي منهن جي ماپن کان سواءِ سنڌ ۽ مڪران جي سامونڊي ڪيفيت ۽ ڪنارن جي جاچ پڙتال بعد هڪ مڪمل رپورٽ تيار ڪري پنهنجي حڪومت جي حوالي ڪئي.

ڊاڪٽر رچرڊ هارٽيلي ڪينيڊي به هندستان ۾ ويهه سال ميڊيڪل آفيسر ٿي رهيو هو. هو ڪراچي جي اهميت ۽ ان تي قبضي کي فائديمند هئڻ جو ذڪر ڪندي چئي ٿو ته: "ڪراچي بندر تي قبضو ڪرڻ ان لحاظ کان اهم آهي، جو هي ٻري توڙي بحري فوج جو مرڪز ٿي سگهي ٿو. هي هند سياسي ۽ واپاري لحاظ کان به اهم آهي. اسان جي حڪومت

ڪي جيڪي ڪجھ ڪرڻو آهي، اهو بنا ڪنهن دير جي ڪرڻ کپي، ڪراچي سنڌ ۽ سنڌو درياھ جي ڪنجي آهي. ڪراچي فوجي توڙي واپاري خيال کان وچ ايشيا جو رستو آهي.“

ڪراچي کي جلد کان جلد هٿ ڪرڻ جو مکيہ سبب برطانيا جو وچ ايشيا ۾ تنگ اڙائڻ بہ هو. سرڪار پنهنجي مفادن جي پورائي لاءِ سر وليم ماڪنٽين کي مقرر ڪيو. هن ڪابل جي تخت تي افغانستان جي شهزادي شجاعَ الملڪ کي ويهارڻ لاءِ سر جان ڪين جي اڳواڻي ۾ انگريز فوج کي سنڌ جي رستي افغانستان پهچائڻ لاءِ مقرر ڪيو.

ميرن کي جڏهن اها خبر پئي تہ انگريزن جو لشڪر سنڌ مان گذري افغانستان ويندو تہ ميرن ان جي سخت مخالفت ڪئي. انگريزن ان تي هڪ چال هلي، جنهن کي ايل- ٽي- ٽارٽر The Games of Coercision سڏيو آهي. ان تحت برطانوي فوج جو ڪمانڊر انچيف سر جان ڪين افغانستان وڃڻ لاءِ سنڌ آيو. هن پنهنجي ساموندي جٽي سان حجامڙي جي منهن وٽ وڪر تي قبضو ڪيو. سنڌ ۾ انگريزن جي ايجنٽ سيٽ نائونمل فوج جي آمدرفت لاءِ 800 اٺ ۽ ٻيو سامان مهيا ڪيو. سيٺ نائونمل جي ان قدم تي مير مٿس ڪافي ڪاوڙيا، ڇو جو انگريز 1832ع واري ميرن سان ڪيل معاهدي جي برخلاف سنڌ ۾ آيا هئا. ميرن طرفان اهڙي مخالفت ڏسي حيدرآباد ۾ برطانيا جي نمائندي هينري پاٽنجر ميرن کي ڌمڪي ڏني تہ جيڪڏهن هنن نائونمل طرفان ڏنل سهولتن ۾ تنگ اڙائي يا ڪين اتان لنگهڻ نہ ڏنو تہ هو سرجان ڪين کي چئي ڪراچي تي قبضو ڪندا.

آخرڪار برطانيا جنوري 1839ع ۾ ڪراچي تي قبضي جو فيصلو ڪري ڇڏيو تہ جيئن هو افغانستان جي مهم لاءِ موثر قدم کڻي سگهن. انگريز تہ اڳي ئي ڪيتري وقت کان سنڌ تي قبضو ڪرڻ لاءِ سوچي رهيا هئا. جيئن ايسٽ انڊيا ڪمپني بورڊ جي چيئرمين لارڊ البنرو 1830ع ۾ برطانيہ جي وزير اعظم کي آڇ ڏني هئي تہ هو سنڌ کي فتح ڪري، ان کان سواءِ برنس بہ سنڌ کي فتح ڪرڻ کان اڳ ڪراچي تي قبضي جي صلاح ڏني هئي.

برطانيا فوج ڪراچي فتح ڪرڻ جي خيال کان وڏي بحري آرماڙ

سان بمبئي ۽ امندوي بندر گجرات کان ڪراچي لاءِ رواني ٿي. ان آرماڙ ۾ مشهور جهاز 'ويلسلي' بہ هو.

بحري ٻيڙي جي اڳواڻي ريئر ايڊمرل سر فريڊرڪ مئٽ ليند ڪري رهيو هو ۽ بري فوج جي ڪمان ڪرنل وئلنٽ جي هٿ هئي. اها مهم جُو فوج پهرين فيبروري 1839ع تي منوڙي پهتي. ويلسلي جهاز جي توپن بمباري ڪري نيٺ 3 فيبروري 1839ع تي قلعي تي قبضو ڪري ورتو.

اهڙي طرح منوڙي جي قلعي تي قبضي سان گڏ ئي انگريزن ڪراچي قلعي کي بہ پنهنجي هٿ هيٺ آندو. وئلنٽ ڪراچي قلعي جي فتح بعد ان جو احوال ڪندي لکيو آهي تہ: "مون ڪراچي شهر ۽ قلعي جو غور سان معائنو ڪيو. قلعو ظاهري مضبوط هو. چوڌاري نگهباني لاءِ سيني پاسن تي برج ٺهيل هيس. هرهڪ برج ۾ مختلف ماپن جون هڪ يا ٻہ توپون رکيل هيون. ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ اهي اتي سالن کان پيل آهن. ديوارون مٽي جون ٺهيل آهن. برجن ۾ ڪجهہ ڪاٺ ڪم آندل آهي. ديوارون هٽرادو بند تي ٺهيل آهن ۽ اٽڪل سورهن فٽ بلند ٿينديون. اهڙي طرح قلعي جون ديوارون بند کان ڏهہ فٽ مٿي آهن. برج ۽ ديوارون اڪثر زبون حالت ۾ آهن. ديوارن ۾ ڪيترا خال آهن. جن مان ماڻهو ايندا ويندا رهندا آهن. ڪوٽ کي شاهي دروازو آهي. جنهن مٿان برج آهن. برجن تي بلوچ پهريدار هوندا آهن. مون هرهڪ دروازي تي فقط هڪ نان ڪميشن يورپي عملدار ۽ هڪ سپاهي رکيو آهي، تہ جيئن سپاهي اجازت کان سواءِ قلعي ۽ شهر ۾ اندر نہ وڃن. ان کان سواءِ ٽورا نان ڪميشن عملدار ۽ سپاهي شهر ۾ گشت ڪرڻ لاءِ رکيا اٿم، جيئن اسان جا ماڻهو بيقاعدگي نہ ڪن."

ڪراچي قلعي جو احوال ٻين بہ ڪيترن ئي سياحن ڪيو آهي. انگريزن جڏهن 1843ع ۾ سنڌ تي قبضو ڪيو، ان بعد انهن سنڌ جي گادي حيدرآباد مان ڪراچي آندي، ان تبديلي بعد انگريزن ڪراچي جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ جاکوڙ شروع ڪئي. جديد سهولتن کي خيال ۾ رکي هن ماسٽر پلان تيار ڪيو. انگريزن ڪراچي کي برصغير جو سٺو شهر بنائڻ لاءِ باقاعده رٿا مطابق ڪمن کي مختلف حصن ۾ ورهايو. آب رساني، نيڪاسي، ڇانوڻي، آمدورفت، رستا وغيره سڀ سوچيل جديد

طريقي سان ٺاهيا ويا. ڪراچي جي اهميت ۽ شاندار اوسر کان متاثر ٿي انگريزن ان کي جدا جدا نالن سان سڏيو آهي. ڪنهن ان کي 'اوڀر جي Glory' ته ڪنهن 'پاڪستان ۽ انڊيا جو ليورپول' ڪجھ ماڻهن ان کي 'اوڀر جي لنڊن' ڪري ڪوٺيو آهي.

ظاهر آهي ته اهڙي نواڻ واري دور ۾ مٽي ۽ تيلن جو جڙيل ڪوٽ ڪيترو وقت جٽاءُ ڪندو. جيئن جيئن ڪوٽ جي عمر وڌندي وئي، تيئن ان جو وجود به مٽي سان مٽي ٿيندو ويو. البت ڪوٽ جي يادگيري قائم رکڻ لاءِ، ان جي ٻن دروازن کارادر ۽ ميٺادر جي نالي سان ڪراچي جا ٻه محلا آباد آهن، جن کان ڪراچي جو پڙيو توڙي پار واقف آهي.

## ڪتابات


* Historical Geographiy of Sindh Maneck. B. Pithawala
* Source Material on Sindh M.H Panhawar
* Memoris of Sindh R. Hughes thomas
* A physical and Economic geography of Sindh Maneck. B. Pithawala
* Historical imges of Pakistan F.S. Aijazuddin
* Land of Five Rivers and Sindh Ross David
* Monora Iscland Khan Abdul Hameed
* The Earl of Auckland Trotter L.J.
* Personal observation on Sindh T. Postans
* Chornological Dictionary of Sindh M.H. Panhawar
* Sindh gazetter Mason
* Sindh Revisited Richard Burton
* Travels in Baluchistan and Sindh Henery Pottinger
* The Indus and its Provinces Andrew
* History of Karachi Haider Azimusshan
* Conquest of Scinde Napier W.F.
* Kurrachee past, Present and Future Baillic Alerander F.
* The Indus Delta Country Hiag M.R
* A History of Sind Kalich Beg Mirza

* British Relations with Sindh Huten Back
Article
* Manora Fort in the History of Sindh Shabbir Hussain
* يادگيريون ـ سيٺ نائونمل هوتچند
* قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو ـ مرزا قليچ بيگ
* شاهه جو رسالو

# رتو ڪوٽ

اونداهي رات ۾ وحشي ساموندي لهرن جا تاڙهيا هيانوَ ڏاري رهيا هئا. ان وقت رات جي ڪارنهن ۾ ڪيترائي غضبناڪ پاچولا وات ۾ تراريون ڦاسايون ڏڏڪا ڪندڙ چولين ۾ سينن هيٺان سيٽاهون ڏيون، هڪ ٻيٽ طرف تڙڳي رهيا هئا. انهن جو شڪار ٻيٽ تي لٽل هڪ راڻو هو. پاڇن رتي ڪوٽ ٻيٽ تي پهچڻ بعد هري هري هڪ تنبوءَ ڏي رڙهڻ شروع ڪيو.

پاچولن جي سرواڻ تنبو ۾ ليئو پاتو. تنبو اندر ڏيئي جي ڏيمي روشني ۾ هڪ راڻو اگهور ننڊ ۾ ستو پيو هو. سرواڻ ڏند ڪرٽيندو، ترار هٿ ۾ ڪري خيمي ۾ گهڙي آيو. هڪ خونخوار رڙ سان ٻيٽ ڏڏي ويو. راڻي جي خون سان هڪ دفعو وري رتو ڪوٽ رتائجي ويو.

رتو ڪوٽ جيڪو ڪنهن زماني ۾ برڙج قبيلي جي رياست ۾ هوندو هو. چون ٿا ته: 967هجري ۾ مرزا صالح پٽ مرزا عيسيٰ خان جڏهن ٺٽي جو نواب هو ته برڙجن ۽ بلوچن جو هڪ وڏو جهيڙو ٿيو. بلوچن جوکين کي به ساڻ گڏجي برڙجن سان وڙهڻ لاءِ چيو، پر جوکيا انهن سان شامل نه ٿيا، تڏهن هي بيت جوکين کي ڏياري موڪليائون:

رهيو هُئين ڪنگوري ڪنار
بنگي خان توکي بچايو ڏئي هٿ هزار
لکيو هُئين لاشارن ۾ بيگٽان بذدار

آخر ڪلمتي ۽ لاشاري بلوچن رتي ڪوٽ تي حملو ڪيو، روايت آهي ته ان رات ڪوٽ ۾ ڇهه ويهون (هڪ سؤ ويهه) گهوٽن جون شاديون هيون. بلوچن اوچتو حملو ڪري وڏو قتل عام ڪيو. ايتري قدر جو پينگهي ۾ ستل ٻار به ماريائون. سڄو ڪوٽ لٽي، خزانا ۽ مال ملڪيت پاڻ ۾ ورهايائون. اهڙي نموني رتي ڪوٽ جو جڻ ٻچو ناس ڪري هليا

ويا، باقي جيڪي بڙج بچيا هئا، اهي لڏي اچي جوکين وٽ رهيا.

بڙجن ۽ لاشارين جي هڪ اهڙي جهيڙي جو ذڪر جنگنامي ۾ بہ آهي تہ: ملڪ ڪرمتي جي ڪچهري ۾ پيراڻي احمداڻي ڪرمتي چيو تہ: "لاشاري اسان جو توبري جهل آهي." ملڪ کي اها ڳالهہ نہ وڻي. ان ڪچهري ۾ نٿو فقير بنديچو جوکيو بہ ويٺو هو، تنهن پيراڻي احمداڻي کي چيو تہ: "لاشاري وڏا لائق، پاڙي پتيءَ جي ننگ وارا ۽ سورهيہ مڙس آهن ۽ ڪرمتين کي ڏکئي وقت ۾ مدد ڪئي هئائون. اهو هن طرح جو جڏهن 'بڙجن'، 'ڪرمتين' جو پاڻي بند ڪري ڇڏيو هو، تڏهن لاشاري حب ڊور تي آباد هئا ۽ ڇڊا پاڊا ويٺل هئا. پر تنهن هوندي بہ گڏ ٿي، ڪرمتين جي مدد لاءِ چڙهيا ۽ بڙجن کي ماري ڪرمتين جو وير ورتائون."

اهو سمورو احوال نٿو فقير بنديچي جوکيي، پنهنجي هيٺئن بيت ۾ بيان ڪيو. بيت پوءِ جو ڇيل آهي ۽ ڳالهہ اڳ جي آهي:

تون ڳلا ڪرين ٿو غازين جي، آهين پيراڻا پئار،
مانجهي موڏا جنگ جا هئا، منڌير مٽيادار.
لاشارين جي لڄ جا پُڇُ تہ ڏيئين پار،
ڊنگين رهيا هئا ڊور تي، مانجهي مير متار
سيني پرين سونهٽا هئا غازي غمر ڳذار
ڪتي ڏناسين ڪانہ ڪا اهڙي نڪراڻي نهار
پاڙي پرج پنهنجي تي ٿي رکيائون هٽ هزار
هلي آيا حب مان کي پائين وٽ پار
جهجهيون آڏرون اُن سين ٿي ڪيون سپت پربي سردار
بحري باز بنديچو چئي، ويري ڏين نہ وار
ننگ پريا نٿو چئي، هئا سرها سڀ ڄمار
مرڪي مينڌير چڙهيا، متي جنگ جهونجهار
ڇيڙون ڇُٽي پيئيون بورون بيشمار
هلي آيا حب تي، ڪري ڪٽڪ ڪارونبار
پڙج ماريائون پيمر سين، ڏنين سوڀ ستار
اچي ڪنيو لائق لڄ جو، ڪري بَرن متان بار
مير عالي اجهيدار، راهيا راڄ ملير ۾.

ان کان سواءِ رتي ڪوٽ جو ذڪر سنڌ ۾ ان حوالي سان ب مشهور آهي ت ان ڪوٽ ۾ ڄام بجار ڏاراجا جي راٺي ارجن کي ماريو هو. جنگنامي ۾ آهي ت:

"جوکيا اصل ڪنگور علائقي جا هئا، جيڪو شاه بلاول جي پرسان آهي. پوءِ ملير ۾ اچي نڪاڻو ڪيائون. انهن ۾ بجار وڏي همت وارو ساماڻو ۽ وڃي ٺٽي ۾ ميان غلام شاه ڪلهوڙي جي نواب وٽ نوڪر ٿيو. ان وقت ڏاراجا (ميرپور ساڪري ۽ ٻهارن کان اولهه) ۾ راڻو ارجن راڄ ڪندو هو. ميان غلام شاه ڪلهوڙي (1170-1186هه = 1756-1772ع) ٺٽي جي نواب شڪرالله کي حڪم ڏنو ت راٺي ارجن کي مارائي ت انهي علائقي تي قبضو ڪجي. انهي تي نواب بجار جوکي کي سڏيو ۽ تاڪيد ڪيو، جنهن تي بجار، راٺي ارجن کي مارڻ جو ڪم پنهنجي ذمي ڪنيو.

شڪرالله بجار کي ٿو ڪوٺيو سڏائي
ت آڻ سِسِي ارجن جي، يا پانهنجي تون ڏي
ن ت هٽندوسئين هٿن سين، جنگ ن ڪندين جي
سو وير انهيءَ وِڪَر ۾ ٿو ورنهن وماسي.

"بجار پوءِ اسي جوکيا ساڻ ڪري لاهري بندر ڏانهن ڪاهي هليو. راڻو ارجن ان وقت ويهن ماڻهن سان رتي ڪوٽ ۾ جيڪو هڪ ٻيٽ هو، شڪار لاءِ لٿل هو. وهاڻي رات جڏهن ارجن پنهنجي تنبو ۾ ڏيئو ٻاريو ستو پيو هو، تڏهن بجار ۽ سندس ساٿي تراريون وات ۾ ڪري سيٽاهن تي تري وڃي مٿس ڪڙڪيا ۽ ماري ڇڏيائونس."

ميان غلام شاه انهي فتح جي عيوض، بجار جوکيي کي ڄام جو لقب ڏيئي جوکين جو سردار مقرر ڪيو. ڄام بجار پوءِ زور ورتو ۽ ڪرمتين ۽ برفتن سان جنگيون ڪيائين.

اهڙي طرح مقامي روايتن مطابق رتي ڪوٽ جي آخري دور ۾ اتي برج آباد هئا، جيڪي بلوچن جي حملي ۾ ڪافي مارجي ويا، باقي ڪوٽ ڇڏي هليا ويا. اڄ ب اهو ڪوٽ رت جي رڇايل هولي ڪري ڳاڙهو لڳو پيو آهي.

**بيهڪ**

سنڌو ڊيلٽا جي اولهه ڪنپٽي وٽ مچق ٻيٽ تي هڪ ڪوٽ جا هڏا گڏا ڪنڊرن جي صورت ۾ ٽڙيا پکڙيا پيا آهن. ڪوٽ جي هڏائين پيجري جي پرسان قبرستان ۽ ٻيا پراڻا آثار به ملن ٿا، جتان ٺڪراٺو، ڪاشي ۽ چيني جي ٿانوَن جا ٽڪرا به پراڻن آثارن جي کوجن کي هٿ اچن ٿا.

مقامي ماڻهو ڪوٽ کي رتو ڪوٽ يا رتائو ڪوٽ جي نالي سان سڏيندا آهن. رتائو سنڌي لفظ رتولو مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي رت جهڙو ڳاڙهو. ڪوٽ جي آسپاس ميربحرن جي وستين ۾ رهندڙ بزرگن جي چوڻ مطابق ان نالي جو ڪارڻ ڪوٽ جي ڪنڊرن جو ڳاڙهو رنگ هئڻ ڪري آهي. خاص طور تي سج لٿي مهل سونا ڪرڻا جڏهن ڪوٽ تي ڪرن ٿا ته رتولي ڪوٽ جي سرير مان چڻ وري ڳاڙهو رت ٽمندي نظر اچي ٿو. ڪن تاريخ جي ڄاڻوئن جو خيال آهي ته رتو لفظ 'رتون' ٺٽي جي گورنر جي نالي پويان آهي جيڪو ارڙهين صدي ڏاري ٿي گذريو آهي.

اسان جڏهن گپ چڪ ۾ ليٽڙيل ان ويران ٻيٽ تي قدم رکيو ته ٻيٽ جي چوگرد ڪجهه مهاڻن جون ٻيڙيون ترنديون نظر آيون ۽ ٻيٽ تي اٺن جو وڏو وڳ چرندي نظر آيو.

هڪ فرينچ آثار قديمه جي ماهر مانيڪ Monik لکي ٿي ته: "مان 1989ع ۾ رتو ڪوٽ ڏٺو ته مون کي اتي ڪيترو ئي ٺڪراٺو -Cela don ۽ Porcelain ڦهليل نظر آيو، جنهن مان پراڻي ۾ پراڻو اٺين صدي عيسوي جو هو ۽ نئون تيرهين ۽ چوڏهين صدي عيسوي سان واسطو رکي پيو. ان مان لڳي ٿو ته رتو ڪوٽ اٺين ۽ نائين صدي عيسوي يا ان کان به اڳ جو ٺهيل آهي."

ڪوٽ جي بيهڪ ڀنڀور ڏي ويندڙ گهارو ڪاري جي ڪليل ڇپن تي آهي، جنهن ڪري رتي ڪوٽ جي رهواسين جو ڀنڀور جي باشندن سان تعلق ڳنڍي سگهجي ٿو.

رتي ڪوٽ جي آثارن کي سالن کان وحشي ساموندي ڇوليون ڳاريندين ۽ ڪائيندين رهن ٿيون.

## مچق ٻيٽ

مچق ٻيٽ سنڌو ڪناري جي اتر- اولهه طرف آهي. ٻيٽ ڪراچي جي مرڪز کان گهٽ ۾ گهٽ 27 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ٻين ٻيٽن جي سنگت ۾ ڏکڻ ترندو نظر اچي ٿو.

ٻيٽ اولهه- ڏکڻ- اولهه کان اوڀر- اتر- اوڀر 9.5 ڪلو ميٽر آهي. ان جي موڪر يا ويڪر ڪنهن به حالت ۾ ٽن ڪلوميٽرن کان وڌيڪ نہ آهي. اهي سڀ ماپون اندزاً آهن، جيڪي هڪ نقشي کان ٻي نقشي تي تبديل ٿينديون رهن ٿيون. هن صدي جي شروعات کان ٻيٽ جو پيٽ ساموندي ڪاڏ ڪري سوڙهو ٿيندو رهي ٿو. ان کان سواءِ وِيرُن جي وِيرَ ۽ ڪنارن جي هيٺانهين ڪري مچق ٻيٽ جي پکيڙ بہ تبديل ٿيندي رهي ٿي. موجوده وقت ان جي شڪل هڪ ڦٽي جهڙو ڏيک ڏي ٿي.

جنهن ڪاري تي مچق ٻيٽ آهي. ان جو منهن پنيور پاسي ويندڙ لنگهہ ٺاهي ٿو. ان ڪاري ڪي ڦٽي ڪريڪ، جاڙي ڪريڪ، چارا ۽ گهارو ندي بہ سڏين ٿا. ڪريڪ جي اهميت پنيور جي بربادي سبب گهٽجي وئي پر هاڻي ان جي ساڄي ڪناري پنيور ۽ سمنڊ جي وچ تي قاسم پورٽ ٺهڻ ڪري، ڪريڪ جو وري بخت بالا ٿي ويو آهي.

ٻين جزيرن جيان مچق ٻيٽ بہ وارياسو ۽ هيٺانهين تي هئڻ ڪري سمنڊ جي وير چڙهڻ مهل ڪافي ٻڏي ٿو وڃي. ٻيٽ جي اولهہ ۾ وارياسي پٽي پراڻي ساحل ڪناري جا آثار ظاهر ڪري ٿي.

ديپ ڪيترن ننڍين نالين ۽ وهڪرن ڪري ڦٽي جي ڏندن وانگر ڏيک ڏي ٿو ۽ ڪجهہ وهڪرا ڦٽي ۾ قاتل وارن جيان لڳن ٿا. وهڪرا گهٽو ڪري وير چڙهڻ مهل پاڻي سان ڀرجي وڃن ٿا. ديپ جي وچ مان لگهندڙ مکيہ واهي وارو رستو ۽ ديپ جو اوڀر وارو حصو تمر ۽ ٻين ٻوٽن سان ڀريل آهن. تمر جون پاڙون زمين مان ٻاهر نڪري چٻر جهڙو ڏيک ڏين ٿيون. ٻيٽ تي ٿيندڙ جانورن ۽ پکين مان ساموندي پکي سيگل وغيره ۽ سنڌو ڊيلٽا جي سپين نما جانورن کان سواءِ ڪجهہ کير پياريندڙن جانورن جهڙوڪ: لومڙ نسل جون چرون بہ قلعي اندر کوٽيل آهن. گدڙ اسان جي اچڻ جو آواز ٻڌي کوٽ ڇڏي ٻيٽ جي اولهہ پاسي ڀڄندي نظر آيا. ٻيٽ تي جتن جا اٺ بہ تمام گهٽا اچن ٿا.




سنڌوءَ جو ڇپار

اوائلي آثار ٻيٽ جي اتر پاسي آهن. اسان ٻيٽاري جي ڏکڻ پاسي لهي اوڏانهن پنڌ کي ڇڪيو. ڇو جو وير جي لهڻ ۽ چڙهڻ ڪري ان پاسي کان سولو پٽ نهي پيو آهي. هوڙي تان لهڻ بعد ڪوٽ تائين پنڌ وير جي لهڻ ڪري گهٽ وڌ ٿي سگهي ٿو. اڪثر وير گهٽ هئڻ مهل پنڌ سولو سدو رهي ٿو. وير چڙهڻ ڪري ڏٻڻ ٿي وڃي ٿي، جنهن ڪري پير پنن تائين گڇي وڃن ٿا، ۽ پيرن کي تمر ٻوٽن جون ڪُتون زخمي ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن.

ويران جزيري تي پهچڻ بعد محسوس ٿئي ٿو ته ان جي حالت ۾ ڏينهون ڏينهن تبديلي ايندي رهي ٿي. جنهن دور ۾ ڪوٽ ۽ ٻيا هنڌ ماڻهن سان ڀريل هوندا، ان وقت جون حالتون، ماڻهن جي بود و باش، سنڌو ڊيلٽا جي شروعاتي دور کان وٺي ويندي، موجوده دور تائين پراڻن آثارن جو بغور معائنو ڪري معلوم ڪري سگهجن ٿيون.




مڇق ٻيٽ تي رتو ڪوٽ (1)

## آثار

مڇق ٻيٽ تي تاريخي آثار اتر اوڀر حصي ۾ 54 هيڪٽرن (135 ايڪڙن) ۾ ڦهليل آهن. آثارن ۾ مکيه هڪ ڪوٽ آهن، جنهن کي درياهه ڪپ رهندڙ لوڪ رتو ڪوٽ سڏين ٿا. ان کان سواءِ اتان ملندڙ شين ۽ نڪراتي ڪري پنج ٻيا ننڍڙا دڙا.ٻه پاڻ کي تاريخي سڏائڻ لاءِ

اشارا ڪن ٿا. هڪ قبرستان ۾ پراڻي مسجد جا اهڃاڻ به ملن ٿا ان ڪان سواءِ ڪافي هنڌن تي قبرون ڦهليل نظر اچن ٿيون. هڪ قبر مٿان سهڻي چوڪنڊي طرز جي چٽني به جڙيل هئي.

### ڪوٽ

مچق ٻيٽ تي هي وڏي ۾ وڏي پراڻي دور جي علامت آهي جيڪا 4.38 ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي. ڪوٽ جا اهڃاڻ ٻيٺاري جي مٿاڇري کان ٻن کان ٽن ميٽرن جي اوچائي تي آهن. ڪوٽ جو اندريون پاسو گهٽو ڪري پٿن جي چوٽين تائين مٽي سان لٽجي ويو آهي. صرف وچ ۾ هڪ کڏو آهي، قلعي جي ٻاهران ٻيٽ جي زميني سطح ۽ اندرين سطح ۾ ٻن ٽن ميٽرن جو فرق آهي. ڪوٽ اندر مٿانهين سطح جو سبب اهو ٿي سگهي ٿو ته چؤماسي ۾ سمنڊ جي ويرن کان بچڻ لاءِ ڪوٽ کي ڪنهن مٿانهين دڪي تي جوڙيو ويو هوندو. ان جو هڪ اهو ڪارڻ به ٿي سگهي ٿو ته ٻاهرين زمين بحر زخار ڪري ڪاٽجي وئي هجي. هڪ اهو به امڪان آهي ته چؤماسي ۾ سمنڊ جي ويرن مٽي ۽ پاڻي آڻي ڪوٽ اندر جمع ڪيو هجي. ڪوٽ جي اها صورتحال ڏسي سرزمين تي ڪجھ سوال ذهن جو در ڪڙڪائن ٿا:

پهريون ته ڪوٽ اندر اصل فرش جي ليول ڇا هئي؟ ان جو جواب ته ڪوٽ اندر ٿوري کوٽائي سان ملي سگهي ٿو. ان جواب بعد ذهن ۾ هڪ ٻيو سوال ڪَرُ کڻي ٿو ته، ڪوٽ جي ٻاهران ٻيٺاري جي سطح ڇا هئي؟ ان جو جواب حاصل ڪرڻ تمام ڏکيو آهي. ڇو جو ڪوٽ جي ٻاهران ٻيٽ جي سطح کي ويرن ۽ ساموندي لهرن ڪاڙو به هوندو، ان سان گڏ پاڻي ڪيتري لٽ آڻي اتي اڇلي به هوندي. سنڌو ڊيلٽا جي ڳوڙهي اڀياس بعد ئي اهو چئي سگهجي ٿو ته مختلف موسمن ۾ ڪوٽ جي باشندن جي آمد و رفت سامان ۽ رسد جي نقل و حمل جو ڪهڙو بندوبست هوندو.

### ڪوٽ جي بناوت

ڪوٽ جي شڪل چؤڪور پر ٿوري ٽيڙي آهي. ان جو اولھ ۽ اوڀر پاسو بنسبت اتر ۽ ڏکڻ پاسي کان وڏو آهي. ڪوٽ جي اولھ پاسي جي ڊيگھ 352.3 فٽ، اوڀر پاسي جي 357.5 فٽ، اتر پاسي جي 319.5

فٽ ۽ ڏکڻ پاسي جي 331 فوٽ آهي. ڪوٽ جون ديواريون بلڪل سڌي ليڪ ۾ نہ آهن، پر وچ تي ٿورو ڪپ ٻاهر نڪتل اٿن خاص طور تي ڏاکڻي پٽ تہ نمايان آهي.

ڪوٽ جي پٽ جي موڪر 7.5 فٽ آهي. پٽ سلامي تي هيٺ ڪري 10 فٽ جي بلندي تي ان جي ويڪر گهٽجي 5.6 فٽ تي وڃي ٿي. سلامي رڳو پٽ جي هيٺين حصي هڪ ڪان ڏيڍ ميٽر تائين اٿرانداز آهي. باقي مٿي بچل پٽ جي بلندي 8.5 فٽ کان 12 فٽن تائين آهي. پٽ جي اندرين پاسي سرون 1.6 فٽ زمين ۾ پوريل آهن. سارو ڪوٽ




رتي ڪوٽ جو نقشو

پڪين مستطيل سرن جو ٺهيل آهي، جن ۾ ڪيتريون پڪل سرون ب
استعمال ٿيل آهن، اهي پڪل سرون ڪنهن پراڻي جاءِ مان ڪڍي وري
ڪوٽ ۾ استعمال ڪيون ويون آهن. سرون ابتيون سبتيون لڳل آهن.
ڪافي سرون سڙيل حد تائين ڪاريون آهن. سرون ڊيگھ ۾ 11.5-12.5
انچ ويڪر ۾ 18.9 انچ ۽ ٿولھ ۾ 1.5-1.77 انچ آهن. ڪوٽ جي
پٽين جي اوساري ۾ ڪيتريون مٽي جون ٺهيل تختيون ب نظر اچن ٿيون،
جيڪي ظاهر ظهور ڪن اوائلي جاين جون استعمال شده آهن. تختيون يا
ت تباه ٿيل جاين جون آهن، يا ڪنهن جاءِ جي ڪنڊرن مان ڪوٺيون ويون
آهن. ائين ب ٿي سگھي ٿو ت ڪنهن جڳھ کي ٽوڙي موجوده ڪوٽ
جوڙيو ويو هجي، جنهن ڪري سهڻو ڏيک ڏيندڙ سرون بغير سندن سهڻائي
جو خيال رکندي. پٽ جي وچين حصي ۾ پراءَ طور ڪتب آنديون ويون
آهن.

**برج**

سيني برجن جو منهن/ رستو ڪوٽ اندر ڪلي ٿو. ڪوٽ تي اتر-
اوير ۽ ڏکڻ پاسي تي پنج پنج برج آهن. صرف اوله طرف ڇھ برج آهن.
هر برج جي شڪل هڪ ٻئي کان ٿوري گھٽي بدليل آهي. گھٽا برج ڊگها



رتي ڪوٽ جا ڊٺل برج

اڌ گولائي جي شڪل ۾ آهن. ڪجھ برج خاص ڪري اوڀر پاسي وارا برج اڌ بيضوي طرز جا آهن. برجن جي ويڪر ٻہ الڳ الڳ 22 کان 24 فٽن تائين آهي. انهن جي ڊيگھ 26 کان 29 فٽ آهي. برج ڪوٽ جي ٻاهرين ديوار کان ڊيگھ ۾ 20 کان 23 فٽ ميٽر نڪتل آهن.

ڪُنڊُن وارا برج ٻہ هڪجهڙي شڪل وارا نہ آهن. ڏکڻ اولھ ڪنڊ وارا برج بلڪل گولائي ۾ آهن باقي ٽنهي ڪنڊن وارا برج ناسپاتي جي شڪل جهڙا آهن. ڪنڊن جا سيئي برج ڪوٽ جي ٻاهرين پٽ کان 26 کان 23 فوٽ ٻاهر نظر اچن ٿا. اتر- اولھ برج ۽ ڏکڻ- اولھ برج جو محور ڪوٽ جي بلڪل اريب محور (Diagonal axis) آهن. پر اتر اوڀر برج ان اريب محور کان ٿورو اولھ طرف هٽيل آهي. ڪوٽ ڏسي اهو اندازو نٿو ڪري سگهجي تہ اهو سڀ ڪجھ منصوبي بندي جي غلطي سبب آهي يا ڄاڻي واڻي ڪوٽ جي ديوارن کي وڌيڪ دفاعي بنائڻ لاءِ ڪيو ويو آهي. برجن جي ٿولھ بہ ڪوٽ جي ديوار جيتري آهي. برج پڻ هيٺان 7.5 فٽ ٿلها آهن.

**ديوار**

برجن جي وچ ۾ ڏنل ديوارن جي ڊيگھ جدا جدا آهي. ديوارن جا



رتو ڪوٽ: ڪريل ديوارون

ٽڪرا 19 کان 52 فٽن تائين آهن. اوله پاسي وارن ٻن برجن کي ڳنڍيندڙ ديوارن جي ڊيگهه گهٽ آهي، جو ان پاسي ڪوٽ کي پنجن بجاءِ ڇهه برج ڏنل آهن. پٽين جي ڊيگهه ننڍي هئڻ ڪري، برجن جي ويڪر وڏي رکي وئي آهي.

ڪوٽ جي ڪنڌرن جي صحيح جاچ پڙتال ڪرڻ بعد اسان کي ڪٿي به پٽ يا برج ۾ ڪو در يا لنگهه نظر نه آيو. ڇا موجوده وقت باقي بچيل نظر ايندڙ ديوار جي هيٺان يا مٿان ڪو در يا دري هئي؟

ان سوال جو جواب حاصل ڪرڻ لاءِ اسان وري فرانس جي ماهرن جي مدد حاصل ڪيون ٿا. فرانس جي ماهرن سان گڏجي مون به ڏيلتا اندر قديم آثارن ۽ ڪوٽن جي جاچ پڙتال ۾ حصو ورتو هو. اهي ٻڌائن ٿا ته "اسان ڪوٽ جو در يا يا دري ڳولهڻ لاءِ قلعي جي وچ واري اولهائين ڇيڙي کي منتخب ڪيو. ان جا ٻه سبب هئا: هڪ ته ان پاسي کي پنجن بجاءِ ڇهه برج هئا، جيڪا ڳالهه عمارتسازي جي خيال کان اهم آهي. ٻي ڳالهه ته ان پاسي جي وچين حصي وارا آثار ڪوٽ جي اندرين توڙي ٻاهرين پاسي زمين جي مٿاڇري تي نمايان آهن. ان ٽڪري جي کوٽائي بعد اسان کي اتان ٻه خاص ڳالهيون معلوم ٿيون، هڪ ڪوٽ جي فرش جي سطح، ٻيو زمين جي سطح تي لنگهه.

## لنگهه

ان خيال سان ته ڪوٽ جو دروازو ڪٿي طرف وچ تي هوندو. اسان جاچ شروع ڪئي. اسان ڪيترين Sounding ديوارن جي اندرين منهن ۽ پٽ جي اتر پاسي ڪيون. اهو دروازي کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪافي هو، جيڪڏهن اهو پٽ ۾ هجي ها.

سرن جون مٿيون قطارون پٽ جي اندرين پاسي کان نظر اچي رهيون هيون، جيڪي اسان جي Datum (ويجهي بينچ مارڪ کان ڪنيل زميني ليول) کان 34 کان 29 فٽ مٿي هيون. ان هيٺان هڪ ديوار ٺهيل هئي، جيڪا چار قطارون اونهي گهڙيل پٿرن جي بلاڪن جي هئي. پيلاڻ مائل پورا وارياسي پٿرن جا بلاڪ 3.2 فٽ ڊگها 0.82-0.72 فٽ اوچا آهن. انهن جون ڪنڌون گهٽو ڪري گولائي تي هيون ۽ ڪجهه بلاڪ ڀڳل هئا. اهي نشانيون ٻڌائن پيون ته اهي ٻيو دفعو استعمال ٿيل آهن. ڪن

هنڌن تي پٿرن جي بلاڪن ۾ ايتريون بيقاعدگيون هيون، جو انهن کي سرن سان ڀريو ويو هو. انهن پٿرن جي بلاڪن هيٺان سنهڙن پٿرن جو ته وڇايو ويو هو، جيڪو بنيادن جو ڪم ڏئي رهيو هو.

هڪ پٽ، جا ان پٽ جي عمودي هئي سا پڻ مٿين حصي ۾ پڪين سرن جي ۽ هيٺين حصي ۾ پوراڻ مائل پيلن واريا سي پٿرن جي بلاڪن جي ٺهيل هئي. اها عمارتي اڏاوت پڌائي رهي هئي ته اتي ڪنهن به دروازي کي ڀريو يا بند نه ڪيو ويو آهي.

تجربي طور ڪيل ننڍي Sounding جا پٽ جي ڪنڌ ۽ عمودي پٽ تي ڪئي وئي، جيڪڏهن لنگهه جو دروازو اتر ۾ رکيو ويو هجي ها ته تجربو ضرور پڌائي ها. هت پڻ ڪوبه لنگهه نه لڌو.

پٽ وٽ 6.5 فٽ دستوري طرح پچايل سرون اڻ گهڙيل واريا سي پٿر تي رکيون ويون هيون. ان ڪان سواءِ سرن جون ٻيون قطارون موجود ڪونه هيون. هيٺانهين سرن جي قطار چڱي طرح اڏي نه وئي هئي ۽ تري ڪان 12 انچ مٿي هڪڙي ويڪري پيڙهه بي ناهيائين. هت به اسان کي لنگهه هٿ نه آيو.

هڪ ٻي پٽ وٽ جاچ ڪئي سين ته پٽ جي مٿانهين حصي ۾ قاعدي سان سرن جون قطارون لڳل نظر آيون، جيڪي تخميناً 6.5 فٽن ۾ هيون، پر ننڍيا لنگهه بي گوندرائي سان ناهيا ويا هئا. هرهڪ 5.6 انچ اوچو ۽ 5 انچ ويڪرو هو. اهي ڳرڪا گهٽو ڪري ڪاٺ جي ڏاڪڻ تي تختن کي جهلڻ لاءِ هئا.

پٽ جي ٻاهرين پاسي به جاچ ورتي وئي ته متان قلعي جي اندر ٻڌي ديوار هجي ۽ ڪجهه لنگهه جا آثار ملي سگهن يا ٿي سگهي ٿو ته ٻاهر ڪان اهڙا آثار ظاهر هجن، جيئن ته اسان بنيادن جي ليول datum ڪان 24.5-26 فٽ مقرر ڪئي هئي، ان ڪري ضروري نه هو ته Sounding 3 فٽن ڪان گهري ڪجي. ٻاهرين ديوار جو مٿاڇرو تمام سنو ٺهيل آهي. ان پٽ جي بلندي تي چٽن سرن جون قطارون ڏاڪڻ جي صورت ۾ ٺهيل آهن جيڪي پٽ جي هيٺان ان جي بنيادن جي ويڪر وڌائن ٿيون. اهڙي قسم جي ڏاڪڻ ٻاهرين ديوار جيان پر وارن ٻن برجن جي هيٺان به ساڳي بلندي تي آهي. ان هنڌ به ڪو لنگهه برجن ۽ پٽين وٽ نه

لڌو ويو.

نتيجي طور رتي ڪوٽ جي قلم بندي جي کوٽائي جي پهرين مرحلي ۾ ڪوبہ در يا لنگهہ فرش جي سطح تي هٿ نہ آيو. ٿي سگهي ٿو تہ اڳتي وڌيڪ محنت ڪري ڪجهہ روشن نتيجا ملن. اتي پہ انومان ڪيدي سگهجن ٿا. هڪ تہ ئي اتي ڦرنڊڙ گهرنڊڙ يا پڪي ڏاڪڻ يا ڪو بندوبست موجود هجي، جيڪو قلعي جي هڪ پاسي کان ٻاهران قلعي جي پنهنجي ننڍڙي وسيلي رستو ڏيندو هجي. ٻيو ٿي سگهي ٿو تہ زمين جي سطح تي ڪو لنگهہ موجود هجي، جيڪو قلعي جي اصل اڏاوت مهل شايد پٽ ۾ نہ هجي. اهو لنگهہ بعد ۾ قلعي ۽ پٽين جي مرمت دوران بلڪ ختم ڪيو ويو هجي ، ان جي بدران ڪوٽ جي مضبوط دفاع لاءِ هڪ لنگهہ دار برج جوڙيو ويو هجي.

## لنگهدار برج

ڪوٽ جي حدن کان ٻاهر ٻن برجن جي اڳيان هڪ چوڪور برج آهي. برج جي شڪل مان لڳي ٿو تہ اهو برج ڪوٽ جي اڏاوت کان بعد جو نهيل آهي. ڪوٽ ۾ اهو واڌارو لڳي ٿو تہ بعد ۾ تڪڙ ۾ ڪيو ويو آهي. ڇو جو ان جي بناوت ڪوٽ جي باقي حصن کان ڪجهہ قدر مختلف آهي.

برج ٽن پڪين سرن جي 6.5 فٽ ٿلهن پٽين سان بند آهي، اتر پٽ جي ڊيگهہ 34 فٽ، اولهہ جي ڊيگهہ 56 فٽ ميٽر ۽ ڏکڻ پٽ جي46 فٽ آهي. هڪ لنگهہ اولهائين ديوار ۾ لڌو ويو آهي. ان جي چانئٺ هيٺان هڪ سوڙهي پاٽي جي نالي ڪوٽ کان ٻاهر ٻگهي وڃي ٿي. برج جو اندريون حصو ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي، هڪ انگريزي لفظ "L" جي شڪل جو ورانڊو آهي ۽ ٻيو ذري گهٽ مستطيل ڪمرو آهي. ڪوٽ جي داخل ٿيڻ لاءِ اولهائين ٻاهرين ديوار ۾ هڪ لنگهہ آهي. ان لنگهہ مان گهري اچڻ بعد ماڻهو "L" شڪل واري ورانڊي ۾ پهچي وڃي ٿو. وڌيڪ ڪوٽ اندر اچڻ لاءِ هڪ دروازو اندرين اولهائين پٽ مان گذري ٿو. هڪ اهڙو دروازو ڏکڻ پٽ ۾ بہ ڇڏيل آهي. ٻہ جارا وچين پٽ ۾ آهن. هر هڪ جارو 20 انچ کن ديوار ۾ گهريل ۽ 3 فٽ ويڪرو آهي. جارن جي تري هيٺان ننڍا سوراخ شايد ڪاٺ جي تختن کي بيهارڻ لاءِ ناهيا

ويا آهن. جارا لڳي ٿو تہ فوجي سامان يا هٿيار وغيره رکڻ لاءِ ڪم ايندا هوندا.

ڪوٽائي دوران ان برج وٽان سؤ ڪان مٿي سجا ۽ ڪجھ ڀڳل پڪن سرن جھڙا گولا هٿ آيا. هرهڪ گولي جو وزن اندزاً اڍائي ڪلو هوندو. ظاهر آهي تہ اهو جتي ڪوٽ جو لنگھ هوندو سو ڪيترن ئي حملن جي زد ۾ رهيو آهي يا ائين بہ چئي سگھي ٿو تہ اهو هنڌ اسلحہ خانو هو.

اسان ٻي جاچ مان چؤڪور برج ۾ داخل ٿيڻ لاءِ لنگھ تہ هٿ ڪري ورتو. البت ڪوٽ جي اندر گھرڻ لاءِڪوبہ لنگھ هٿ نہ لڳو، ڇو جو ٻاهرين چؤڪور برج سان ڳنڍيل برجن توڙي ديوار ۾ ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڪو بہ رستو نہ آهي. ان ڪري ڪوٽ اندر داخل ٿيڻ لاءِ دروازي جو سوال اتي جو اتي رهو وڃي. ايتري قدر جو ڪوٽ جي مختلف




ڪوٽ جو مک دروازو ۽ ڏيڍي

برجن ۽ پتين وٽ متاماري بعد بہ ڪوٽ جو در هٿ نہ لڳو. ان ساري جاڪوڙ مان اسان کي صرف ڪوٽ جي اندرين فرش جي سطح معلوم ٿي. ڪوٽ جي اندرين فرش جي سطح تي ريتيلي پٿر جا بنياد صرف لنگهدار برج جي هيٺان هئا، جيڪي ٻي ڪنهن هنڌ هٿ نہ آيا. ان مان چئي سگهجي ٿو تہ لنگهدار برج ۾ داخل ٿيڻ لاءِ رستو ڏنو ويو هجي، جيڪو چؤڪور برج اندر پهچي برج جي مٿانهين ڪوٺي جي ڏيڏي رستي، ڪنهڙي سان ڳنڍيل هجي، جيڪو بعد ۾ وڃي ڪوٽ اندر ملندو هجي.

ان لنگهدار برج وٽ پڪين سرن جي وڏي ڍگ مان اندازو لڳائجي ٿو تہ شايد اهي سرون ڏاڪڻ ناهڻ ۾ ڪتب آنديون ويون هجن. قلعي جي اندرين پاسي لنگهدار برج جي اتر پاسي پٽ سان گڏ هڪ ڏاڪڻ جا آثار بہ ملن ٿا، جنهن مان بہ اندازو ٿئي ٿو تہ شايد ڪوٽ جو لنگهہ مٿان ئي مٿان ڪنهن گئلري ذريعي ناهيو ويو هجي.

## فرش جي سطح

لنگهدار برج جيڪو بعد ۾ ڪوٽ سان ملايو ويو آهي. تنهن ۾ اسان ٽن درن جون چانئٺون لڌيون آهن جن جي مدد سان اسان فرشي سطح سڃاڻي سگهون ٿا. هڪ چائٺ جنهن جي هيٺان پاٽي جي نالي گذري ٿي، اها datum جي سطح کان 29 فٽ بلند آهي. ٻي چانئٺ اوچائي ۾ 28 فٽ ۽ ٽئين چانئٺ datum کان 28.2 فٽ مٿي اهي.

ڪوٽ جي اندر بہ هڪ پٽ وٽ هڪ در جي چائٺ لڌي وئي آهي. جنهن جو ترو datum کان 8.60 فٽ بلند آهي جتان ڪوٽ جي ڏاڪڻ جا آثار لڌا ويا آهن، جنهن جي لاءِ چئي سگهجي ٿو تہ اها فرش جي بلندي آهي. ڏاڪڻ جي هيٺين ڏاڪي جي شهتير جي بلندي عام فرش جي ليول کان 29 فوٽن ميٽرن تي آهي. عموماً هرهڪ ڏاڪي جي اوچائي 11.8 انچ س- م آهي.

ڪوٽ جي ٻئي پاسي اتر طرف فرش جي سطح 28 فٽ تي لڌي وئي آهي. ان مان لڳي ٿو تہ ڪوٽ جي اندر فرش جي سطح هڪجيتري آهي. ان جو سبب اهو ٿي سگهي ٿو تہ ڪوٽ هڪ سڌي پٽ تي جوڙيو ويو آهي. پتين جي بنيادن تي غور ڪرڻ بعد لڳي ٿو تہ فرش پتين جي

بنيادن کان 3 فٽ مٿي ٺاهيو ويو آهي.

**دفاع**

ڪوٽ جي ديوارن جي موجوده بلندي Datum کان 36-35 فٽ آهي. جيڪا اندرين فرش جي سطح کان 8-4.5 فٽ بلند آهي. جيڪڏهن ڪوٽ ۾ ڏگهن نسارن جهڙن مارن وارو طريقو دفاع لاءِ استعمال ڪيو ويو هجي ها ته اهو اسان جي ڪوشش بعد ضرور ظاهر ٿي ها. اوڀر پاسي جي ڏاکڻي حصي وٽ موجوده بچيل اوساري ۾ سرن جي سڌي ليڪ ديوارن سان عمود ٺاهي ٿي. اها سرن جي سڌائي ڪوٽ جي سوراخن کي بنياد فراهم ڪري ٿي. بنياد 32.1/9.70 فٽ بلند آهي. يعني 3 فٽ فرش جي ليول کان اوچا آهن. اها اوچائي سوراخن لاءِ موزون آهي.

ٻين پٽين ۾ ڪٿي ٻه سوراخ نظر نٿا اچن. هڪ طرف پٽين جي ننڍي ڊيگهه هيٺ ڪري ۽ ٻي طرف برج، ڪوٽ کان ٻاهر تي نڪتل هيٺ ڪري شايد پٽ جي هيٺين حصي ۾ ڳڙکا يا مارا نه رکيا ويا آهن.

برج ديوارن جي پيٽ ۾ وڌيڪ زبون حالت ۾ آهي. ان ڪري چئي نٿو سگهجي ته انهن ۾ به ڪوٽ جي بچاءَ لاءِ ڳڙکا يا سوراخ رکيا ويا هئا يا نه. ائين ٿو محسوس ٿي ته ڪوٽ جو دفاع گهٽو ڪري ڪنهڙن ۽ برجن تي بيهي ڪيو ويندو هوندو.

ڏکڻ- اولهه ۽ ڏکڻ- اوڀر ڪنڊن وارن برجن تي مٿانهان ٿلها هيٺ جا آثار ملن ٿا. انهن برجن وٽ ٿلهن جي بنيادن جا نشان لڀن ٿا. ساڳي صورتحال اتر پاسي جي ٻن برجن ۽ ڏکڻ پاسي هڪ برج جي هيٺان لڌي وئي آهي. جيئن ته ڪوٽ هڪ بلڪل سڌي بنا رڪاوٽ ۽ وڻ ٽڻ کان وانجهيل سرزمين تي اڏيل آهي، جنهن ڪري حملي آور تمام تڪڙو ڪوٽ تائين پهچي سگهي ٿو. ان ڪري شايد ٻين ڪوٽن وانگر ڳڙکن، مارن يا نالين وارو دفاعي طريقو هت ضروري نه سمجهيو ويو آهي. برجن جي گهٽائي اڏيندڙ جي ان شوق جي عڪاسي ڪري ٿي ته جيئن قلعي جي ٻاهرين ديوار کي وڌيڪ پائدار رکي سگهجي، خاص ڪري سمنڊ جي ويجهڙائي ڪري ايندڙ لٽ کان. ان ڪري مورچن جي ججهائي نگاهه باني سان گڏ ڪوٽ کي سٺو دفاع به ڏئي سگهي ٿي.

## ڪوٽ جي اندر اڏاوتون

ڪوٽ اندر اڏاوتن جا واضح نشان ڪوٽ جي اندر پٽين جي پرسان آهن جيڪي 33 فٽ کان وڌيڪ اندر تي نہ آهن. اهو چئي نٿو سگهجي تہ اڏاوتن جي اها قطار جيڪا شايد گدام يا رهائش لاءِ ڪم ايندي هجي، اها قلعي جي ديوارن جي چوڏاري هئي يا نہ. ڪمرا بنا شڪ شبهي جي ڊيڪيل گئلري سان آهن. گئلري برجن ۽ پٽين جي چوٽين مٿان ٽهيل هوندي. ڪوٽ جو باقي وچون حصو بنا ڪنهن اڏاوت جي هيٺانهون آهي. شايد اهو حصو کليل پڙاءَ لاءِ ڪم ايندو هجي.

## زميني تہ

ڪوٽ جي کوٽائي دوران زمين هيٺان مختلف قسم جا تہ مليا آهن. ڪوٽ جي ٻاهران ڏکڻ ۽ اولهہ پاسي پٽ جو هيٺيون حصو سڄو سارو پڪين سرن جي ٽوٽن سان ڀريل آهي. برجن ۽ پٽين جو مٿيون حصو عمارت جي ٻاهر طرف ڪريل آهي.

ڪوٽ جي بنيادن ۾ وڌل پهڻن جي ليول datum کان28 فٽ ۽ 25.4-25.2 فٽ بلند لڌي وئي آهي. انهن پهڻن جي هيٺان زميني تہ آلا آهن ۽ سندن تري ۾ پاڻي شامل آهي. بغير پاڻي ڪيڏ جي98-23، -23 164 فٽ ميٽرن کان وڌيڪ کوٽڻ ڏکيو آهي. اها سطح ڪوٽ جي بنيادن جي سطح جي برابر آهي.

ڪوٽ جي اندرين پاسي کوٽائي مان زمين اندر پراڻ ٻاهرين پاسي وارن پرائن کان مختلف نظر اچي ٿو. ڪوٽ جي مٿين سطح 32-31 فٽ آهي. جيڪا ڪوٽ جي ٻاهرين مٿين سطح کان تمام بلند آهي. ان سطح جو مٿيون 1.6 فٽ وارياسو ۽ لوڻ سان ڄميل آهي. اهو سرن جي ننڍن ٽوٽن، ڪاشي ۽ چيني جي ٽڪرن سان ڀريل آهي. بنيادن ۾ پيل ڪيترائي سنهڙا تہ تمام سخت آلي مٽي جا آهن، جن تي ڳاڙها Iron Oxide جا چٽا آهن. اهي تہ خراب بيٺل پاڻي ۾ ٻڌل هئڻ ڪري کوٽڻ ۾ ڪافي ڏکيا آهن. 30.5 فٽ datum جي مٿان چوڏاري اسان کي هڪ الڳ تہ خاڪي، ڀوري رنگ جو مليو، جيڪو بہ آلو هئڻ ڪري کوٽڻ ۾ دقت پيو پيدا ڪري. ان کي جذهن هوا ۽ لوڻ ۾ کولي رکيو

ويو تہ اهو ويتر سخت ٿي ڳنڍن جي صورت اختيار ڪري ويو. انهي تہ ۾ ڪاشي يا ٻيو ڪو اهڙو ٿڪر نہ هو، اهو هڪ ميٽر هيٺانهين ۾ آهي.

25.5-28 فٽ جي چوڏاري پورو، خاڪي تہ گهنجي وڃي ٿو. اتي وري پراڻيون تاريخي شيون هٿ اچن ٿيون. مٿين تہ جي بنسبت اهو گهڻ ڳوڙهو آهي. ان تہ ۾ سنڌو جي ڳاڙهي لٺ شامل آهي.

## سمجهاڻي

ڪوٽائي دوران زمين جون جيڪي تہ هٿ آيا آهن، ان مان هيٺين نموني ڪوٽ جي تاريخ ڪڍي سگهجي ٿي.

(1) ڪوٽ جي اڏاوت ۾ پٿن جا بنياد25-24 فٽ تي رکيل هئا ۽ ان جو فرش 28 فٽ تي ٺاهيو ويو. پهريون دفعو ڪوٽ جي هنڌ کي رهائش طور جڏهن استعمال ڪيو ويو، ان رهائشي دور جو جيڪو سامان لڌو ويو، اهو فرشي سطح کان هيٺ هو. اهڙي قسم جو سامان 8-4 انچ ڪوٽ جي شروعاتي سطح کان مٿي پڻ حاصل ڪيو ويو. ڪوٽ جي ساڳي عهد جي اها مقامي ڪاشي ڪاري ڳاڙهي رنگ جي ۽ وچولي کهري نهيل آهي. بدقسمتي سان ان ڪاشي جي تاريخ پوري طرح متعين ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. ان سطح تي اسان رڳو نيري تہ واري برتن سازي جا ٽڪرا لهي سگهيا آهيون. ان قسم جي ڪاشي ڪاري جو عهد ايران ۽ عرب ملڪن ۾ ساساني دور جي پڇاڙي ۽ اسلامي دور جي شروعات آهي.

(2) ٿلهي خاڪي پوري رنگ جي تهنشين (Sediment) مان سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ گپ جو تہ آهي، جيڪو اتي پاڻي ۽ لٽ جي ڪري نهرو ٿي ويو آهي. اهو ڪوٽ جو پاڻي هيٺ اچڻ سبب بڻيو آهي. ان طبقي تي پراڻين شين، سرن، فرش جي نہ هئڻ ڪري ماڻهن جي موجودگي نظر نٿي اچي. ان عرصي جو عهد ٻڌائڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.

(3) مٿيون طبق 31 فٽ واريءَ جي تهن سان ڍڪيل آهي. ان زماني ۾ جيڪي شيون حاصل ٿيون آهن. ڪوٽ مان اتان مقامي ڳاڙهي رنگ جي برتن سازي Celadon ۽ پٿر جي برتن جا ڀڳل ٽڪرا هٿ اچن ٿا. جن جو عهد 9-8 صدي عيسوي کان 13 صدي




رتو ڪوٽ مان لڌل ڳاڙهي مٽيءَ جا ٿانءَ

عيسوي تي سگهي ٿو.

رهائش جي ٻي دور ۾ لتاڙيل مٽي جي فرش کي اتان حاصل ڪيل شين ۽ پٽ جي بنيادي سنوت کان هيٺ سجاڻي سگهجي ٿو. اتي تعميري حصي کي ٿلهي ۽ سنوت واري حصي يعني پهرين رهائشي حصي کان 3 فٽ مٿي (16 فٽ Datum ليول کان مٿي) مقرر ڪري سگهجي ٿو ۽ ڪجھ پٽيون ٿين مٿين سطح تي پاڻ ۾ مليل هيون، جيڪي بعد ۾ ڪوٽ جي مرمت مهل ملايون ويون هيون. ان مرمت مان معلوم ٿئي ٿو ته اتي ٻيو رهائشي دور نسبتن وڌيڪ رهيو. ان کان سواءِ ٻاهران درآمد ٿيل چيني جي سامان جي لڌل ٽڪرن جو عهد ڪافي صديون اڳ جو هوندو، جيڪو 8ـ9 کان 13ـ14 صدي عيسوي تائين تي سگهي ٿو.

## رني ڪوٽ جي بناوت

فرينچ آرڪيالاجسٽ مونيڪ لکي ٿو ته

"رني ڪوٽ جي بناوت ڪيترين ڳالهين ڪري اهميت رکي ٿي. جيئن صرف 1312 فٽ جي گهيري ۾ برجن جي گهٽائي جيڪي تعداد ۾ 25 آهن. ان کان سواءِ پٽين جي ننڍي ڊيگھ جيڪا 19.5 کان 32.5 فٽن تائين آهي.

ٻيو وڏن ماپن وارا برج جن جو سراسري قطر 23 فٽ ۽ سندن ڊيگھ 23 کان 32.5 فٽ آهي. برجن جي شڪل جيڪا اڌ گولائي ۽ اڌ بيضوي آهي، خاص ڪري ڪندن وارا ناسپاتي جهڙا برج منفرد حيثيت رکن ٿا.

رني ڪوٽ جي اڏاوت جي جاچ لهڻ لاءِ اسان اولھ ۽ اتر سنڌ جا ڪيترائي قلعا ان سان ڀيٽيا. هندستان، ايران ۽ وچ ايشيا جي مختلف قلعن جي شڪلين کي به ان سان ملايو ويو.

اسان کي ايران ۾ پرشين گلف وٽ صيراف Siraf جو قلعو ڪجھ نه ڪجھ رني ڪوٽ جهڙو لڳي ٿو. صيراف جو قلعو چوڪنڊين ديوارن سان ويڙهيل ۽ نڪتل اڌ گولائي جهڙن ڊگهن برجن وارو آهي. ان کان سواءِ صيراف جي قلعي جي رني ڪوٽ سان ٻي مشابهت ڪوٽ جون اندر پٽيون آهن، جيڪي ٻاهرين پٽين جي متوازي هلن ٿيون. ٻنهي پٽين

جي چوڙاري ڪجھ ڪمرا آهن. ڪمرا اڳڻ سان گڏ ساڳي وقت مٽانهون ڪونو ناهن تا. ڪونو دفاع ۽ نگهباني لاءِ ڪم اچي ٿو. صيراف جو قلعو ساسانين جي دور سان منسوب آهي. عربن جي فتح بعد 8 صدي عيسويءَ ڌاري انهن ڪنڊرن تي هڪ مسجد ناهي وئي آهي.




ايراني نار ۾ وچين دؤر جو مشهور بندر ۽ شهر صراف وارو ڪوٽ

جارجين صوبي (اتر- اوير ايران) ۾ تورنگ تيپي جو قلعو به ذري گهٽ ساڳي شڪل جو آهي، جيڪو پراڻن آثارن جو ناهموار ڪنڊرن تي ٺهيل آهي، هن مهل ٺائين صرف اترين ديوار جا ڪجھ حصا ڪوٺيا ويا آهن. جن ۾ هڪ ٻن برجن وارو دروازو هٿ آيو آهي.

ان قلعي جي اڌ بيضوي برج جي شڪل رتي ڪوٽ جي هڪ برج

سان ملي ٿي. ان ڪان سواءِ دروازي وارن حصن ۾ پنهي قلعن ۾ ٻه هڪجهڙايون آهن. پنهي قلعن جي در جي ڇانٽ هيٺان پاڻي جي نيڪال لاءِ نالي آهي. ٻيو دمدمو (Barbican) يعني قلعي جي دروازي جي سامهون دفاعي انتظام، اهو دمدمو ايران جي قلعي ۾ تمام ٿوري رڪاوٽ ڪري ٿو پر اهو سنڌ جي رتي ڪوٽ ۾ دشمن لاءِ تمام وڏي رنڊڪ آهي. رتي ڪوٽ ۾ ان جي اڳيان هڪ مضبوط چوڪور برج جوڙيو ويو آهي، جيڪو بعد جو اڏيل آهي. لڳي ٿو ته رتي ڪوٽ ۾ شايد ان هنڌ تي مکيه دروازو هو.





ازبيڪستان مان لڌل قلعا

در جي سامهون دمدمو وارو دفاعي طريقو پراڻي ۽ وچين دور ۾ استعمال ڪيو ويندو هو. تورنگ تيپ جي قلعي کي R.Bochrlat ٽين صدي عيسويءَ جو سڏي ٿو. ايران ۾ ساڳي نموني جي برجن ۽ ديوارن وارا ٻيا به ڪيترائي قلعا آهن جيئن اسڪندريا جو ننڍو قلعو، آزربائيجان ۾ هفتاوان جو قلعو، غازي قلعو، تخت سليمان کي ڪچن سرن واري ڏنل ديوار، ان کان سوءِ جيڪڏهن وڏيڪ اتر طرف وڃبو ساگديانا (هاڻو ڪو ازبڪستان) ۾ ٻاندي خان جو ۽ تيپ جو قلعو. اهي ٻئي قلعا اخيمنين دور جا آهن. ٻنهي ڪچين سرن جي قلعن جا برج، رتي ڪوٽ جي برجن جهڙا آهن.

سنڌ جي رتي ڪوٽ جو اهو شروعاتي عمارتسازي وارو طريقو وچ ايشيا ۽ اتر افغانستان ۾ به سگهارو ملي ٿو. اهو اخيمنين دور کان وٺي شروعاتي پارٿينين دور تائين ۽ ان بعد پهرين صدي ڏاري ساسانين جي بادشاهي ڏاري وڌيڪ هيٺ ڏکڻ ۽ اوير ايران ۽ ڏکڻ افغانستان طرف ڦهليل هو.

تعجب جهڙي ڳالهہ اها آهي تہ ان قلعي جي اڏاوت جي ڊزائين اولهائن ملڪن شام ۽ عراق جهڙي به نہ آهي. ڇو جو سنڌ جي فتح ڪرڻ لاءِ محمد بن قاسم جي فوج ۾ شام ۽ عراق جا سپاهي به آيا هئا، جنهن مان ڇئي سگهجي ٿو تہ انهن فاتح عرب لشڪر جي حڪم هيٺ اهو ڪوٽ ٺاهيو ويو هجي ۽ انهن سپاهين سنڌ اندر خاص ڪري ڪوٽن ۾ پنهنجي عمارتسازي جو فن استعمال ڪيو هجي، جيئن مسجدن ۽ ٻين اڏاوتن ۾ ڪيو آهي.

# راڻو ڪوٽ

ويدن جي زماني کان وٺي، سنڌ جي ساموندي توڙي درياهي ڪنارن تي، ڪيترين ئي قومن آباد رهنديون آيون آهن. انهن ۾ گهڻيون نااليواريون ۽ جنگجو قومون به آهن. انهن ويڙهاڪ ماڻهن مان هڪ ميد قوم به آهي، جنهن جو ذڪر هندن جا ڌرمي ڪتاب مهاڀارت ۽ رامائڻ به ڪن ٿا. اُهي ميد ئي هئا جن سڪندر اعظم جي فوج تي حملا ڪري ڪين تنگ ڪيو هو. چيو وڃي ٿو ۽ انهن ميدن ئي اڳتي هلي ديبل بندر وٽ مسلمانن جون ٻيڙيون ڦريون هيون ۽ ماڻهو قيد ڪيا هئا جنهن ڪري حجاج بن يوسف کي سنڌ تي حملي ڪرڻ جو جواز مليو ويو ۽ هن محمد بن قاسم جي اڳواڻي ۾ سنڌ ڏي لشڪر ڏياري موڪليو. خيال آهي ته سنڌ ۾ رهندڙ نگامرا ان ميد قبيلي جي هڪ شاخ آهي. نگامرا ساموندي ڪنارن تي رهڻ ڪري سکيا ستابا هئا. هو مڇي مارڻ ۽ ساموندي واپار ڪري سٺا ٻيڙائتا ۽ جهاز ران هئا. هن خطي ۾ اسلام اچڻ بعد، هو مسلمان ٿيا. هو ڪاري لڳ ڪنارن وارن حصن ۾ ستين صدي هجري (تيرهين صدي عيسوي) ڌاري ڪافي طاقتور ٿي اُڀريا. شاهه ڀٽائي پنهنجي ڪلام ۾ سنڌ جي جن وڻجارن کي ڳايو آهي، اهي نگامرا ئي هئا. ڀٽائي هنن سيلانين جي ڏکي سکي زندگي سان گڏ، سنڌن ونين جي اوسيئڙي جو به ذڪر ڪيو آهي.

"لڳي اتر اوهريا واهوندي ورن،
آئون گهڻو ئي گهوريان، سودو ساموندين
اگڻ جن اچن، عيد ورتي اُن کي."

برصغير تي جڏهن مغلن جي بادشاهي هئي تڏهن سنڌ تي سنڌن طرفان صوبيدار مقرر ٿي ايندا هئا. ان وقت نگامرن جي هت الڳ رياست هوندي هئي جنهن جو حڪمران راڻو عبيد هو. مغلن جي پڇاڙڪي دور ۾ نگامرن جي رياست جو حاڪم راڻو ارجن ٿيو. سنڌ ۾ جنهن مهل

ڪلهوڙن جي حڪومت قائم ٿي ان مهل هن رياست جي حڪمراني راٺي اجمال جي اولاد ۾ هلندي آئي جنهن ڪري ان کي اجمالي سڏيندا هئا.

اجمالي مختلف دورن ۾ پنهنجي رياست جي گادي بدلائيندا رهيا. شروعاتي دور ۾ انهن جي گادي ڪنٽي ڪوٽ ۾ هئي. ان بعد ڪن سببن ڪري هو پنهنجي رياست جو مرڪز ڪڏي واري ڪاري وٽ ڪٺي آيا. رياست جي آخري ڏينهن ۾ انهن جي گادي ڏاراجا ٿي. سگهڙن مختلف هنڌن تي اجمالين جي گادي جو ذڪر ڪندي چيو آهي ته:

"اول هئا ڪنٽي ڪوٽ تي
پوءِ وٺا ڪڏي پاسي ڪٺي
الله اجمالين جي اوچي ڪج آني
ڏاراجا ڏٺي ڏسي مچ نه موتيا"

سنڌ تي جڏهن ڪلهوڙن جي حڪومت ٿي. ميان غلام شاه اجا حڪومت هٿ ڪرڻ لاءِ هٿ پير پي هنيا. ان ڪري پنهنجي ڀائرن سان پي ڇڪريون ڪاڏائين. غلام شاه لاڙ پاسي لامارا ڏئي مختلف ماڻهن کان مدد گهري رهيو هو. ان وقت ان پاسي جون ٽي طاقتور ڌريون هيون، ان ئي دور ۾ هن ميرپور ساڪري طرف ڏاراجا جي راٺي، ملير ۽ ساڪري جي ڪرمتين، ڪڪرالي جي ڪيهر ڄامن کان مدد گهري. پر اهي ٽيئي طاقتون ميان غلام شاه ۽ سندس ڀائرن جي جهيڙي ۾ نه پيا. پوءِ جڏهن ميان غلام شاه حڪمران ٿيو ته هن انهن ٽنهي ڌرين خلاف قدم کڻڻ شروع ڪيا.

ميان نورمحمد ڪلهوڙي ۽ ميان غلام شاه ڪلهوڙي جي دور ۾ نگامرن جي رياست ايڏي ڪا وڏي ڪانه هئي پر تنهن هوندي به هڪ طاقتور رياست تصور ڪئي ويندي هئي. ميان نورمحمد پنهنجي طاقت وڌائڻ ۽ ان کي پنهنجي حڪومت هيٺ آڻڻ لاءِ ڏاراجا جي راٺي ارجن تي حملا ڪرڻ شروع ڪيا. راٺو ارجن به بهادر مڙس هو. هو به ترارون ٻڌندو هو. هن به ڪلهوڙن تي جوابي حملا ڪرڻ شروع ڪيا. راٺي ارجن پنهنجي بچاءَ ۽ رهائش لاءِ ڏاراجا ۾ ڪوٽ ٺهرايو هو جيڪو "راٺي ڪوٽ" جي نالي سان مشهور ٿيو. ڪلهوڙن سان دشمني ڪري راٺو ارجن ڪين تنگ ڪرڻ لڳو هو... ايتري قدر جو هن ٽنئي تي به حملو

ڪيو هو. تحفتہ الڪرام ۾ ان حملي جو ذڪر ڪندي مصنف لکي ٿو تہ "مسو فقير جانشين ٿيو تہ.... انهن ڏينهن ۾ ڏاراجا جي راڻي جي چرچ تي سؤ جابلو ويڙهاڪ ماڻهو ٺٽي جي پسگردائي ڪي ڦرڻ آيا. مسو فقير ۽ شيخ شڪر الله، بولي خان جاڪرپ سان گڏ، ڪين سامهون ٿيڻ لاءِ وڏي درجي واري پير (شايد پير پٺو) جي مزار وٽ اچي منزل ڪئي، جنهن صورت ۾ لشڪر قبرن مٿان لنگهيو هو، جنهن ڪري بي ادبي جي سزا ۾ ٽئين ڏينهن، مقابلي ڪرڻ وقت هزارن سون ڪان شڪست کاڌي."

راڻي ارجن جي ماڻهن جو ٺٽي تي حملي جو ٻڌي نور محمد ڪلهوڙي جو پٽ خداداد خان پاڻ ٺٽي ايو. ٺٽي جي ان وقت جي گورنر مسو فقير کي معزول ڪري ان جي جاءِ تي نئون گورنر بلاول فقير نائچ مقرر ڪيائين. پوءِ راڻي ارجن جو زور ٽوڙڻ لاءِ ڪلهوڙن جو لشڪر راڻي ڪوٽ تي حملي لاءِ روانو ٿيو. راڻو ارجن پنهنجا ماڻهو ڪوٽ جي حفاظت تي مامور ڪري پاڻ ڪوٽ مان نڪري درياهہ ٽپي وڃي محفوظ هنڌ تي ويهي رهيو. ڪلهوڙن جي لشڪر راڻي ڪوٽ تي ڀرپور حملا ڪيا، جن ۾ ٻنهي ڌرين جا ڪافي ماڻهو ڪم آيا. ڪيترن ئي سگهڙن راڻي ارجن جي جنگ ۾ مٿل ساٽين جو ذڪر ڪيو آهي. آخر جڏهن ڪلهوڙن جو لشڪر ڪوٽ اندر رهندڙ ماڻهن جو ڪجهہ بہ بگاڙي نہ سگهيو تہ هنن اٽڪل ڪري هڪ ڪوڙو دستاويز ڪوٽ واسين کي ڏيکاري دوکي سان راڻي ڪوٽ تي قبضو ڪيو. ڪوٽ تي قبضي جي تاريخ هڪ شاعر محسن ٺٽوي هيئن ڪڍي آهي:

"دلم از بهر سالش فکر مي کرد
خود گفتا "بحق فتح مبين" است"

ان مان لڳي ٿو تہ راڻي ڪوٽ تي اهو حملو 1161هہ (1747 عيسوي) ڌاري ٿيو هو.

راڻو ارجن پوءِ ڪلهوڙن جي حملي جي خوف کان پنجاهہ ماڻهن سان هلندو هو. هن ٺٽي جي سرڪار کي ڊِل تہ اڳي ئي ڏيڻ بند ڪئي هئي. ويتر هن سمنڊ ۾ جهاز وغيره ڦرڻ شروع ڪيا.

راڻي ارجن کي سيکت ڏيڻ لاءِ ٺٽي جي نائب شيخ شڪر الله ان ڪري هڪ منصوبو ٺاهيو تہ ڪهڙي بہ نموني راڻي ارجن کي ناهہ ڪرڻ

جي ڀاڻي گهرائجي، جتي پوءِ ڪيس قتل ڪري ڇڏجي. هن منصوبي کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ هڪ جوکيي ٻجار کي تيار ڪيو. شروعات ۾ جوکيا شاهه بلاول جي پاسي ڪنگور جي علائقي ۾ رهندا هئا، جتان پوءِ لڏي اچي ملير ۾ وسيا هئا. انهن جوکين مان ٻجار وڏيڪ همٿ وارو هو ۽ آخر اچي غلام شاهه ڪلهوڙي وٽ ملازم ٿيو هو. شڪرالله منصوبي سان گڏ ٻجار کي گهرائي حڪم ڏنو ته ڪهڙي به طريقي سان راڻي ارجن جي سسي ڪيس آڻي ڏي. سگهڙن ان ڳالهه جو ذڪري ڪيو آهي ته، شڪر الله ٻجار کي ڪوٺيو، ته

آڻي ڏي سسي ارجن جي يا تون پنهنجي ڏي
هٽندو هيئن هٿن سين. جوکيا جنگ نه ڪندين جي."

ان وچ ۾ شڪرالله ٻيڙي ۾ چڙهي سمنڊ ذريعي 1169هه (1750ع) ڌاري مسقط روانا ٿيو، جيئن اتان محمد مراد ياب کي وٺي اچي. هو واٽ تي سفر دوران ٻيڙي ۾ گذاري ويو. تنهن هوندي به ڪلهوڙا راڻي ارجن جي مارائڻ جي ڪڍ هئا. ڄام ٻجار جڏهن راڻي سان اٽڪڻ جو تياريون شروع ڪيون ته ان وقت جوکين جي قومي پڳ مريدائين تي هئي. ڄام ڪريمداد ان جو پڳدار هئو. هن راڻي ارجن کي ڄام ٻجار جي نيت کان آگاهه ڪيو. اسان کي جنگنامي ۾ ڪيترائي اهڙا اشارا ملن ٿا جنهن ۾ ٻجار جي جنگ جي تياريءَ ۾ ڪريمداد جي نياپن جو ذڪر آهي:

"سو جوکيو چڙهيو جنگ تي پنج سو ٻيڙين هاڪاري،
تڏهن ماٺهو ڪريمداد جا رهيا راڻي ڏي،
ته ٻجار چڙهيو آهي بحر ۾، راڻا اوريان ٿو اچي،
سسي اچي اڏي اُلٽا سڪي جوکيا سي،
چون، پونداسين پرهه جو مر پئي سماءُ سيني کي"

ان دور ۾ ڪرمتي حب، ملير ۽ ساڪري جا ملڪ هئا. انهن کي اورنگزيب جاگيرون ڏنيون هيون. جيئن ته راڻي ارجن جو ڪرمتي بلوچ سردارن سان دوستي جو رشتو هو. ان ڪانسواءِ راڻي ارجن جي لشڪر ۾ به وڏو انگ ڪرمتين جو هو، انهي ڪري ميان نورمحمد اڳ ۾ ئي ڪرمتين جو زرو ڀڃڻ لاءِ مٿانئن لشڪر چاڙهيو هو. ميان غلام شاهه

ڪرمتين کي وڏيڪ هيسائڻ لاءِ جوکين تي هٿ رکيو هو.

بجار جوکيي کي ارجن جي دوستي ۽ تعلقات جي خبر هئي ان ڪري بجار هن جا ڏگهه بند ڪرڻ ۽ ڪيس اڪيلو ڪرڻ لاءِ ڊڪ ڊوڙ شروع ڪئي. هو سڏو ملير ۾ رهندڙ ڪرمتين جي چڱي مڙس ملڪ طوطا وٽ لنگهي آيو ۽ ڪائنس راڻي ارجن جي مدد نہ ڪرڻ جو واعدو ورتائين. لڳي ٿو تہ ملڪ طوطا اڳي ئي ملير مٿان ڪلهوڙن جي لشڪر جي ڪاهہ ڏسي چڪو هو، ان ڪري هو ان جهيڙي ۾ شامل ٿيڻ نہ پيو چاهي.

هوڏانهن راڻي کي جڏهن جوکين جي سردار ڪريمداد جو نياپو مليو، جنهن ۾ مٿس بجار جي حملي کان خبردار ڪيو ويو هو. تڏهن راڻي ۽ ان جي ماسات رحمت الله ملين پوتي حملي جي ڪا پرواهہ ئي نہ ڪئي. هنن کي پڪ هئي تہ ملڪ طوطا ان جهيڙي ۾ بجار جي بجاءِ اسان جو ئي ساٿ ڏيندو. اهڙي ڳالهہ جي هڪ سگهڙ بہ تائيد ڪئي آهي:

"راڻي ۽ رحمت الله جو مور نہ اُڏڪيو من،
هو جي توري رهن طوطا جي سي مانجهي منهنجي من."

ڪرمتين جا اهي خاندان جيڪي ساڪري طرف رهندا هئا سي راڻي جي ويجهڙائي ڪري راڻي جا پَرجَهلا هئا. تنهن هوندي بہ هنن پاڻ ۾ صلاح ڪرڻ خاطر راڄن جا چڱا مڙس گهرايا. سگهڙ انهن چڱن مڙسن ۽ مصلحت جي ذڪر ڪيو آهي تہ،

"مريد، مدغار، ڏُورو، فتح چار ئي سايہ هئا سردار،
تن ڪرمتي ڪوٺائيا، مصلحتي مهندار،
تہ وجي عيسب ڪيڪُو آڻيو، جن آهن ڏوجا دعويدار"

انهن سيني ڪرمتي سردارن مان بہ سردار سنوان سڏا راڻي ارجن جا طرفدار ٿي بيهي رهيا. انهن مان هڪ بگهياڙ پاڙي جو پڳدار عيسب هيو ۽ ٻيو هديہ پاڙي جو مڪ ڪيڪو هو. انهن پنهي سردارن جو خيال هو تہ اسان سالن کان راڻي جا پاڙيسري آهيون ۽ هر ڏک سک ۾ سندس ساٿاري رهيا آهيون، ان ڪري اسان کي ڪنهن بہ حالت ۾ راڻي جي ڏکي وقت ۾ مدد ڪرڻ کپي. ان ڪچهري ۾ وينل هڪ سردار نوتڪ ان ڳالهہ جي مخالفت ڪئي. نوتڪ جي بجار سان دوستي هئي. بجار اڳ ۾ ئي ڳالهين ذريعي نوتڪ کي پنهنجو ڪري ڇڏيو هو. ساڪري جي ڪرمتين

جي ملڪ جڏهن ڏٺو ته سندس راڄ ۾ مخالف حصن ۾ ورهائجي ويو آهي ان ڪري هو چپ ڪري ويهي رهيو. هن نه راڻي ارجن جي مدد ڪرڻ قبول ڪئي ۽ نه ئي وري ٻجار جو ٻانهن ٻيلي ٿيڻ قبوليو. ساڪري جي ڪرمتين جي ان گڏجاڻي بعد ڪرمتين مان ٻگهياڙ پاڙي جو عيسب ۽ هديه پاڙي جو ڪيڪو، پنهنجي چونڊ بهادرن سان اچي راڻي ارجن سان مليا.

راڻي ارجن کي خبر پئي ته جوکيا شايد ٻجار ڪري سندس ڀرپور ساٿ ڏئي نه سگهن. هوڏانهن ملير ۽ ساڪري جي ڪرمتين جي ساٿ جو ٻه ڪيس آسرو ڪونه رهيو. انڪري هو اڪيلو ۽ لاچار ٿي پيو ۽ راڻو ڪوٽ ڇڏڻ جو سوچڻ لڳو. ان دوران هو اڪثر رات جو دشمن جي حملي کان بچڻ لاءِ پنهنجي همراهن سان گڏ وڃي ڪنهن ٻيٽ تي رهندو هو.

راڻو ڪوٽ ڇڏڻ ۽ راڻي ارجن جي مرڻ جون جنگناميءَ ۾ ٻه روايتون آهن. پهرين ته جڏهن راڻي ارجن ٻي ڪا واهه نه ڏٺي تڏهن هن پنهنجا ٻار ٻچا، مال اسباب، ٻيڙين ۾ ڀرائي حاجي ٻگهياڙ جي حوالي ڪيا ته هو ٻيڙين کي اوکا بندر ڪڇ، هاڪاري هلي ۽ پاڻ اتي ڪوٽ ۾ رهي دشمنن سان مقابلي جي تياري ڪرڻ لڳو. پر جڏهن هن ٻجار جو وڏو لشڪر ڏٺو تڏهن ڪوٽ خالي ڪري نڪرڻ جي سوچيائين. ان وقت هن ٻيڙين وارن کي هڪلون ڏئي بيهارڻ جو ڪوشش ڪئي پر جيئن ٻيڙيون پنهنجي مقرر وقت روانيون ٿي چڪيون هيون ان ڪري هن جي پڪارڻ تي ٻه نه بيٺيون ان بعد اها ڪهاوت مشهور ٿي ته:

"هاڪاريون راڻي ارجن لاءِ ٻه نه بيٺيون،

جنهن جون هيون اباڻيون."

ان کان پوءِ اڳتي روايت آهي ته ٻيڙيون وڃڻ بعد راڻي ارجن وڙهڻ جو ارادو ڪيو. هن جا ساٿاري عيسب ٻگهياڙ ۽ ڪيڪو هديه هن سان جنگ ۾ شامل هئا. ان جنگ ۾ راڻي جو ماسات رحمت الله ملين پوٽو ٻه پنهنجي ماڻهن سميت موجود هو. راڻي جي لشڪر مان ٽن مڙسن قول ڪيا ته اسان لشڪر چيريندا وڃي ٻجار کي ماريندا سين. اهي ٽي مڙس، ٻنبا ٻگهياڙ، سومار منداڻي ۽ چنو هئا.

آخر ٻنهي ڌرين هڪ ٻئي جي سامهون ٿي جنگ شروع ڪئي. ٻنهي پاسن جا ڪيترائي ماڻهو مئا. ٻنبا بگهياڙ ۽ چنو بگهياڙ لشڪر مان جاءِ ٺاهيندا وڃي بجار پرسان پهتا. ٻنبا بگهياڙ بندوق هڻي، بجار کي زخمي ڪيو ۽ چنو بگهياڙ به بجار تي ڀالي سان حملي آور ٿيو پر بجار زخمي ٿيڻ بعد به بچي ويو. آخر ان جنگاڻ ۾ راڻو، رحمت الله، ڪيڪو هديه نوتياڻي ۽ ٻيا گهڻائي راڻي جا ماڻهو مارجي ويا.

راڻي ارجن جي مرڻ جي باري ۾ هڪ ٻي روايت به مشهور آهي ته هڪ رات راڻو ارجن شڪار جي خيال کان پنهنجي ويهن ماڻهن سميت رتي ڪوٽ ۾ لڪل هو. اها سڌ بجار کي پئجي وئي. بجار ملير جا اسي جوکيا ساڻ ڪري لاهري بندر کان ٿيندو، رتي ڪوٽ پرسان پهچي، تراريون وات ۾ پڪڙي، سيڙاهن تي تري، اچي رتي ڪوٽ ڀيٽ تي پهتو. ان وقت ارجن پنهنجي تنبوءَ ۾ ڏيئو ٻاريو ستو پيو هو. هنن اچي مٿس حملو ڪري ماري ڇڏيس.

اسان جي ميرپور ساڪري ۾ پيرسن حاجي سوڍي بگهياڙ سان راڻي ارجن جي ذات بابت ڪافي گفتگو ٿي هئي. هي پيرسن به جنگنامي جي 'بجار جوکئي ۽ راڻي ارجن جي جنگ' جي ڪيترين روايتن جو راوي آهي، اسان جي گفتگو جا موضوع هيا ته:

* راڻي ارجن جو ڏاڏو ڪلهوڙن کي ڍل ڏيندو هو. پر راڻي ارجن ڍل نه ڏني. آخر راڻي ارجن جو ڏاڏو حڪومت کي ڪيتري ڍل ڀريندو هو، جيڪڏهن ڍل ڀريندڙ هو ته ان جو رڪارڊ ڇو نه آهي؟
* راڻي ارجن جي پيءُ جو ڪلهوڙن سان ڇا رستو هو؟
* ڇا راڻي جا برفت ۽ جوکيا به رعيت ۽ راڄ هئا. تاريخ ۾ جيڪڏهن انهن ننڍين رياستن جو رڪارڊ ملي ٿو ته اسان کي راڻي جي رياست جو احوال ڇو نٿو ملي.
* ڪرمتي جو ملڪ طوطا چئي تون "سدا رهون ساڪري اجهي راڻي جي" ان مان اندازو ٿئي ٿو ته ڪرمتي به راڻي جو راڄ هئا. اسان جي بلوچن کي راڻي جي رياست ۾ آڻيون ٿا ته اها لسٻيلي جي رياست کان به وڏي ٿي وڃي- جيڪڏهن ٻيلي جي رياست جو احوال ڪتابن

۾ آهي ته راڻي جي رياست جو سلسلو تاريخن ۾ گم ڇو آهي؟
ان کان سواءِ اسان جي گفتگو جو مرڪز اها چوڻي به رهي ته "هاڪاريون راڻي ارجن لاءِ به نه ٻيئيون"

سوال آهي ته اهو ماڻهو جيڪو رات جو تنبوءَ ۾ ستو پيو آهي، دشمن چوري ڇپي وڃي مٿس حملو ته ڪري. ان وقت اهو ماڻهون ڪيئن ته پيڙيون ٻيهارڻ لاءِ دانهون ڪري، ڏنو وڃي ته راڻي ڪوٽ ۽ رتي ڪوٽ جي وچ ۾ ڪيترن ئي ميلن جو مفاصلو پڻ آهي. ايترا ميل پري هن جو دانهون ڪيئن پيڙي وارا ٻڌندا؟

انهن مٿين سوالن جي جواب ۾ منهنجو خيال اهو آهي ته راڻي ارجن جي ايڏي وڏي جاگير ڪانه هئي. نه ئي وري جوکيا ڪرمتي وغيره سندس راڄ هئا. ڏاراجا بندر سندس رياست ۾ هو. راڻو آخري دور ۾ پاڻاريدار ٿي پيو، ڪافي ڏنگا ماڻهو پاڻ وٽ رکيائين. هر ڪنهن کان ڦرڪندو وتندو هو. هن جا تعلقات پاڙيسرين سان به سٺا نه رهيا ان ڪري ڪو به هن جي مدد لاءِ نه آيو. هن جي ڏنگاين ڪري ڪافي سردار چاهين پيا ته پلي ارجن سان جُٽ ٿئي.

باقي اها چوڻي ته 'هاڪاريون راڻي ارجن لاءِ نه ٻيئيون' ان لاءِ منهنجو خيال آهي ته "جڏهن راڻي ارجن کي چوڦير سوڙهه ٿي ته هن رياست مان نڪرڻ جو خيال ڪيو. سڀ کان پهريائين هن اڪيلا پنهنجا ٻار ٻچا دشمن جي علائقي مان ڪڍڻ جو بندوبست ڪيو. انهن کي تيار ڪري پاڻ پاسيرو ٿي ويو. هن ڪنهن امڪاني حملي کان بچڻ لاءِ، پيڙين وارن سان دشمن جي علائقي کان نڪرڻ بعد ملڻ جو واعدو ڪيو. اتان مطمئن ٿي، راڻو راجن پوءِ رات جو اچي رتي ڪوٽ ۾ رهيو. جيئن ته جوکيا راڻي جي هر چرپر کان باخبر هئا ان ڪري هو مٿس حملي ڪرڻ لاءِ رات جو سيٺاهن تي تري آيا جيئن پيڙين جو ڪڙڪو به نه ٿي. نيٺ رتي ڪوٽ پهچي ڪيس تنبوءَ ۾ ماريو اٿائون.

هوڏانهن راڻي ڪوٽ مان پيڙيون پنهنجي مقرر وقت تي نڪتيون آهن پر راڻو اڳ ۾ قتل ٿيڻ سبب انهن سان واعدي مطابق نه مليو آهي. پيڙي وارن به هن جو وڌيڪ انتظار نه ڪيو آهي ۽ پيڙيون هاڪاريون ويا آهن. ان ڪري ئي اها ڪهاوت مشهور ٿي ته 'هاڪاريون راڻي ارجن لاءِ

ٻ نہ ٻينيون ' ٻجار جي ارجن کي مارڻ واري ڪارنامي ڪري غلام شاهه ڪلهوڙي ٻجار کي جوکين جو سردار مقرر ڪيو ۽ کيس ڄام جو لقب ڏنو. ان کان اڳ ڄام مريد جو پٽ ڪريمداد جوکين جو پڳدار هو. ڄام ٻجار پوءِ زور ورتو. ڪرمتين ۽ برفتن سان جنگيون ڪيون، اهڙي طرح ڪاري جبل کان وٺي حب ملير تائين پنهنجي طاقت قائم ڪيائين.

راڻي ارجن جي مرڻ سان نگامرن رياست جو انت آيو، ان سان گڏ ئي راڻو ڪوٽ بہ والي وارث نہ هئڻ ڪري ڪنڊرن ۾ تبديل ٿي ويو. راڻي ارجن جي قبر موجوده وقت ميرپور ساڪري کان سٽن ميلن جي مفاصلي تي عيسي هوائي جي قبي اندر آهي.

## راڻي ڪوٽ جي ٻيهڪ

راڻو ڪوٽ لاڙ جي مشهور شهر ميرپور ساڪري جي 29، 24 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 30، 67 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، ديهہ ڊونڊي ۾ آهي. اڳي ان علائقي کي ڏاراجا سڏيو ويندو هو، ڏاراجا جي حد ميرپور ساڪري ۽ ٻهارن کان اولهہ تائين هئي. ڪلهوڙن جي صاحبي تائين اتي نگامرن جي حڪمراني هئي. نگامرن جي آخري حڪمران راڻي ارجن کي ڪلهوڙن ٻجار جوکيي کان قتل ڪرائي، ان رياست جو انت آندو. راڻو ڪوٽ ڏاراجا جي آخري حاڪم راڻي ارجن جي رهائشگاهہ هو. ڪوٽ کان اولهہ تي ٻن ميلن جي مفاصلي تي سنڌ جو مشهور ڏاراجا بندر هو. اڄ بہ ان بندر جا ڪنڊر ميلن ۾ ڦهليل آهن، ڏاراجا بندر جي ڪنڊرن مان وڏي تعداد ۾ ٺڪراتو، چيني ۽ شيشي جا برتن ملن ٿا. ان کان سواءِ اتي جنڊ جا ٽڪرا بہ ڪافي انداز ۾ پکڙيل آهن. سرزمين جي معائني دوران اتي هڪ مقامي ماڻهو ٻڌايو تہ ڪجهہ سال اڳ هن اتان هڪ وڏو جنڊ لڌو هيو، جنهن جو قطر 3 فٽ کن ۽ وزن 10 ڪلو هو. هو ڪافي سال ان کي استعمال ڪندو رهيو. ڏاراجا بندر جي ڪنڊرن وٽ ڪيترين عمارتن، ديوارن وغيره جا اهڃاڻ آهن.

ڪوٽ ٻيهڪ جي لحاظ کان تمام اهم هنڌ تي آهي. ان جي هڪ طرف سمنڊ ۽ ٻي طرف هڪ درياهي وهڪرو آهي. ڪوٽ جي اتر ۾ هڪ پراڻي اوائلي وهڪري جا آثار آهن. موجوده وقت ان وهڪري جو ڪجهہ حصو پاڻي ٻيهڻ ڪري ڪڏ جي شڪل اختيار ڪري چڪو آهي،

جنهن کي مڪاني ماڻهو 'لاڪا ڍنڍ' سڏين ٿا. ڪوٽ جي اولهه طرف سنڌو جو ڊيلٽا ڪجهه ميلن تي آهي جنهن تي ڏاراجا بندر هو. سرزمين تي ڪوٽ جي اولهه- ڏکڻ ۾ ٿوري مفاصلي تي هڪ قبرستان آهي جتي ڪن قبرن جي پٿرن تي چوڪنڊي طرز جا نقش نگار آهن.

آخري ڏينهن ۾ گادي جو هنڌ ڏاراجا هئڻ ڪري راڻو ارجن ان ڪوٽ ۾ رهي رياست جو نظم و نسق هلائيندو هو.

راڻي ڪوٽ جي ڏکڻ- اولهه پاسي ٽورن فرلانگن جي مفاصلي تي ڪجهه الڳ قبرون به ملن ٿيون. اتي هڪ چوڪور دڪي تي به چوڪنڊي طرز جون قبرون آهن جن مان هڪ مرد جي ۽ ٻي مائي جي آهي. مرد واري قبر راڻي ارجن جي پٽ علي جي آهي. قبر تي سامهون "علي بن رانا ارجن 1253" لکيل آهي.

ان ٻن قبرن واري دڪي جي پرسان اولهه طرف هيٺ تي هڪ ٻي به چوڪنڊي طرز جي قبر آهي جنهن تي پڻ خوبصورت قرآني آيتون نقش ٿيل آهن.

سرزمين کي ڇڏي جڏهن اسان جنرل سروي جي نقشن تي نگاهه وجهون ٿا ته راڻي ڪوٽ جي اولهائين ڊيلٽائي هئڻ ڪري ٿوري ئي مفاصلي تي ڪيترين ڪاريون شروع ٿي وڃن ٿيون جنهن ۾ سنهرو، داندو ۽ مشهور پٽياٽي ڪاري آهي. ڪوٽ جي اولهه- اتر ۾ ڪجهه پنڌ تي شيخ دانو جي مزار آهي. ڪوٽ جي ڏکڻ ۾ بگهياڙ (سيسا) ڪاري گذري ٿي، جيڪا وڏيڪ ڏکڻ وڃي، اتان اوپر منهن ڪري ڪجهه مفاصلو هلي، باقاعده هڪ سوڙهو اڌ گول ناهي وري پنهنجو سفر واپس اولهه طرف جاري رکي ٿي. بگهياڙ ڪاري پرسان ئي چوگرد کليل ميدان آهي، ڪيس ڪابه قدرتي رڪاوٽ نه آهي جيڪا حملي وقت ڪيس ڪجهه فائدو ڏي.

ڪوٽ جي اوپر ۾ ٻهارن جو شهر آهي، جنهن جي پرسان بگهياڙ واهه گذري ٿو. ڳوٺ احمد خان خاصخيلي وٽ، ريگيوليٽر رستي ان مان پمبري شاخ ڪڍي وئي آهي. اها شاخ راڻي ڪوٽ جي ڏکڻ وٽان گذري ٿي.

فضائي نقشي تي نگاهه وجهڻ سان اسان کي ڪوٽ جي آسپاس وارو سارو علائقو ننڍين ننڍين ڪارين ۾ وڪوڙيل نظر اچي ٿو. خاص ڪري

ڪوٽ جي پرسان اوائلي وهڪرن جا وسيع اهڃاڻ ڦهليل نظر اچن ٿا. اتر ۽ اتر- اولهه وارو سارو علائقو پاڻي هيٺ آيل لڳي ٿو. البت ڪوٽ جي ڏاکڻي ۽ اوڀر پاسي هڪ ننڍي ٽڪري ۾ بگهياڙ ڪاري جا ور وڪڙ دلڪشي جي لحاظ کان ڏسڻ وٽان آهن. ڏاکڻيون پاسو به ڪيترا دفعا ڪاري جو پيٽ ڦوڪجڻ ڪري مختلف وقتن ۾ پاڻي هيٺ ٻڏل لڳي ٿو. ان پاسي تي سنهڙيون شاخون ڄاري جيان پکڙيل آهن.

**موجوده ڪنڊر**

سرزمين تي هڪ مڪمل چوڪور ڪوٽ جا ڪنڊر موجود آهن،




راڻو ڪوٽ

ڪوٽ جي ڪندرن جي اوچائي زمين جي متاڇري کان ڏهه فٽ ڪن ٿيندي. ساري ڪوٽ جي ٻاهرين ديوار جي اڏاوت ۾ ڳاڙهو پٿر استعمال ٿيل آهي. پٿر ڪٿان پري کان آندل ٿو ڏسجي. اڏاوت ۾ ڪٽب آندل پٿر کي باقاعده گهڙي سهڻي انداز سان بيهاريو ويو آهي. عمارت جي اوساري ۾ چن جو گچ ڪم آندو ويو آهي.

ڪوٽ جي اندرين ۽ ٻاهرين زميني سطح ۾ڪو واضح فرق نه آهي، ان ڪري ڪندر پري کان ئي هڪ وڏي ڍير جي صورت ۾ پڪڙيل نظر اچن ٿا. ڪوٽ جي اندران تقريباً ساڳي قسم جو ٺڪراٺو هٿ اچي ٿو، جهڙو اسان کي ڏاراجا بندر جي ڪندرن مان مليو هو. ڪوٽ جي اتر واري ساري ٻانهين غائب آهي، شايد اها ڪنهن ٻوڏ يا برسات جي پاڻي ۾ لڙهيل ٿي لڳي. چو جو ڪوٽ جي زمين ان طرف ڪجهه قدر لهواري آهي. ان پاسي ٿورا بنيادن جا آثار عمارت جي ٻاهرين ديوار جي شاهدي ڏين ٿا. البت اتر پاسي جي وچ تي هڪ وڏو پٿرن جو ڍير آهي، جيڪو دروازي يا ڪنهن برج جي نشاندهي لاءِ ڪافي آهي. ڪوٽ جي چوگرد باوجود ڪوشش جي اسان کي ڪنهن به کاهي وغيره جا آثار نٿا ملن.

اڄ به ان ويران ڪوٽ تي ماٺهو پهچي ماضي جي تاريخ ۾ گم ٿي وڃي ٿو، ڪوٽ جي عظمت ۽ زوال سان گڏ ان هنڌ تي ٿيل رتوڇاڻ تي افسوس ڪري ٿو. ڪنهن شاعر انهن ڪندرن کي ڏسي افسوس ڪندي چيو آهي:

"ڪوٽڪ نه ٿين ڪاڻ ڏاراجا ڏٺين جي
راٺو ۽ رهاڻ جيڪس ويڙي وسري."

**ديوار**

ڪوٽ چوڪور شڪل ۾ هئڻ ڪري سندس چار ئي پاسا بلڪل هڪ جيترا آهن. هر هڪ پاسي جي ڊيگهه 325 فٽ آهي. پاسا جنهن هنڌ ملي پاڻ ۾ ڪنڊ ٺاهن ٿا، ان ڪنڊ جي گونيا ڪنهن ماهر جي بيهاريل نظر اچي ٿي. ڪوٽ جي ٻاهرين ديوار جي موڪر به سراسري 12 فٽ هلندي ٿي اچي. لڳي ٿو ته ڪوٽ جي فصيل به بنيادن کان وٺي 12 فٽ ويڪري آهي. ظاهر آهي فصيل ڪجهه بلندي تي پهچي پنهنجي ٿولهه

گهٽائي هوندي ۽ مٿي ٻاهرين حفاظتي ديوار کي ڪجھ جڳھ ڏني هوندي، حفاظتي ديوار ۾ حملي آورن کي روڪڻ لاءِ ڪجھ مارا ٻه ڇڏيل هوندا.



رانو ڪوٽ جا قتل نشان

ڪوٽ جي بنيادن ۾ استعمال ٿيل پٿر جي ڊيگھ ڏيڊ فٽ ۽ ويڪر ٻه ڏيڊ فٽ آهي. پٿر باقاعده چيٽين سان گھڙيل ٿو لڳي، جنهن مان محسوس ٿئي ٿو ته ڪوٽ جي بناوت ۾ سونهن جو خاص خيال رکيو ويو آهي. ڪجھ پٿر جا ٽڪرا ان ماپ کان وڏا به نظر اچن ٿا. ڪوٽ ساموندي ساحل جي پرسان هئڻ ڪري ان جي آس پاس ايتري گهٽي وٽڪار نظر نٿي اچي. اتي ڪپڙ ۽ لوٽو ٻوٽو ملي ٿو.

ڪوٽ ڪليل علائقي ۾ هئڻ ڪري ان جي ديوارن تي بيهڻ سان ڏور ڏور نظر رکي سگهجي ٿي. ان مان لڳي ٿو ته ڪنهن به حملي جي صورت ۾ ڪوٽ واسين کي ڪافي وقت پنهنجي بچاءُ جي بندوبست لاءِ ملي ويندو هوندو.

**برج**

راڻي ڪوٽ جي ڪندرن جي اڄ به حفاظت ست برج ڪندي نظر اچن ٿا. چار برج سندس چئن ڪندن جي نگهباني لاءِ بيهاريا ويا آهن، باقي ٽي برج هر پاسي جي وچ تي مامور آهن. اسان کي اتر پاسي جي وچ تي ڪنهن به برج جا اهڃاڻ واضح نٿا ملن. حالانڪ ڪوٽ جو دروازو ان طرف آهي. خبر نه آهي ته ڇو دروازي جي حفاظت لاءِ برج نه آهن. ائين به ٿي سگهي ٿو ته دروازي جي چوڪيداري لاءِ فصيل تي موجود مارن کي ئي ڪافي سمجهيو ويو هجي ۽ اتي مارن جو تعداد وڌائي فصيل تي پهري جو سخت بندوبست ڪيو ويو هجي. جيئن ته اهو سارو اتر پاسو سرزمين تان غائب آهي، ان ڪري اتي بنيادن جي کوٽائي ڪرڻ بعد ئي ڪجھ يقين سان چئي سگهجي ٿو، ڇو جو اتر- اوڀر ڪنڊ واري برج جا به باقي ٿورا وڃي بنياد رهيا آهن.

ڪوٽ جا برج بيضوي انداز جا آهن. برج جو ڊيگھ ۾ قطر 24.6 فٽ ۽ ويڪر ۾ قطر 22.6 فٽ آهي. هڪ برج جي مرڪز کان ٻئي برج جي مرڪز تائين مفاصلو 162.6 فٽ آهي جيڪو تمام ويجهو مفاصلو ٿو لڳي. ڪوٽ جي ننڍي ايراضي ۾ ايڏ وڏا ۽ ويجها برج بچاءُ بندي جي لحاظ کان ڪافي برجستا آهن. برج ڪوٽ جي ٻاهرين ديوار کان گهڻا ٻاهر نڪري بيضوي شڪل ڏاهيندي نظر اچن ٿا.

## ڪوٽ اندر اڏاوتون

ڪوٽ جي اندر، اوڀر پاسي جي ديوار جي وچ تي ڪجھ اڏاوتن جا آثار پڻ ملن ٿا. اهي آثار اڄ بہ زمين جي مٿاڇري کان ڪافي بلند آهن. ان هنڌ لڳي ٿو تہ رهائشي ماڙيون هيون. ڪوٽ ۾ صرف ان هنڌ تي بني جي پڇاڙي سر ڳاڙهي رنگ جي ملي ٿي. اتي ڪجھ ڪمرن جي بنيادن جا آثار بہ آهن. اهي سڀ ننڍا ڪمرا اوڀر پاسي جي وچ کان شروع ٿي اوڀر- ڏکڻ ڪنڊ واري برج سان وڃي ملن ٿا. ٿي سگهي ٿو تہ اهو هنڌ سردار جي خاندان جي رهائش طور ڪم ايندو هجي. ان پاسي تي ڪجھ جڳهن ۾ سُرن جي فرش بندي بہ نظر اچي ٿي. ڪن هنڌن تي چن جي گچ جو پلستر بہ ٿيل آهي. ڪوٽ ۾ ڪم آندل سر جي ماپ 8 3/9x 8 3/9x 1 1/2 انچ آهي. سرن جي خوبصورتي ۾ وقت گذرڻ باوجود ڪمي نہ آئي آهي. ان کان سواءِ ان حصي ۾ ڪٽي مسالي سان ڳنڍيل وڏا پٿر ۾ اڏاوت ۾ ڪم آندل ملن ٿا.

## ڪوھ

راڻي ڪوٽ جي ٻاهران ڏکڻ اولھ ڪنڊ تي چار پنج سؤ فٽن جي فاصلي تي هڪ گول بنيادن جا اهڃاڻ آهن. بنياد هڪ سهٽو مڪمل گول ناهيندي نظر اچن ٿا. بنيادن جي ٻاهرين ديوار موجود زمين جي سطح مطابق آهي. ان ٻاهرين، ڦيٽي جهڙي ديوار جي ويڪر 3 فوٽ آهي ۽ ان ڦيٽي جو اندران قطر 36 فٽ آهي.

ڦيٽي جي وچ ۾ ڪنهن بہ فرش يا بنيادن جا نشان نٿا ملن. مقامي ماڻهو ان کي ڪوھ سڏين ٿا. ٿي سگهي ٿو تہ اهو ڪو وڏو ڪوھ هجي، جنهن مان نار ذريعي پوک ڪئي ويندي هجي. اهو بہ اندازو ٿئي ٿو تہ اهو ڪو بلند منارو هجي، جتان پري پري تائين نظر رکبي هجي يا ڪنهن شيءِ لاءِ گودام هجي.

## ڪتابيات


1- جنگنامہ - مرتب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ
2- تحفتہ الڪرام - مير علي شير قانع
3- قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو - مرزا قليچ بيگ
4- حاجي سودو بگهياڙ ۽ ٻين سگهڙن سان ڪچهريون

# ملاح ڪي ڪوٽ/ ملاڻي ڪوٽ

ملاڻي ڪوٽ جيئن پاڻ گوشہ نشيني ۾ گذاري ٿو تيئن تاريخ جي ڪنهن بہ ڪنڊ ۾ ان جو ذڪر نٿو ملي. ڪوٽ ڪنهن ٺهرايو ۽ ڪڏهن ٺهرايو؟ اهي اهڙا سوال آهن جن جي جواب ۾ ڪتاب بلڪل سانت هنيون پيا آهن. البت سرزمين جي مشاهدي ۽ تقابلي جائزي مان ڪجھ انومان ڪڍي سگهجن ٿا.

مقامي روايتون ٻڌائين ٿيون تہ هي ڪوٽ پير محمودائي جي خليفن جيڪي ملين پوٽا سڏائيندا هئا، تن ڏانهن منسوب آهي. ڏاراجا جي حاڪم راڻي ارجن جي خلاف جڏهن ڪلهوڙن باھ ٻاري ڏني تہ ان وقت ڪجھ ماڻهو آخر تائين راڻي ارجن سان ٻانهن ٻيلي رهيا، انهن ۾ ارجن جو پنهنجو ماسات رحمت الله ملين پوٽو بہ پنهنجي ڪيترن ملين پوٽن سان گڏ هن سان سدائين موجود رهيو.

اسان کي 'جنگناما' ۾ ملين پوٽي رحمت الله جو ذڪر ملي ٿو تہ ڪلهوڙن جي طرفان جڏهن راڻي ارجن کي مارائڻ لاءِ ڄام بجار کي تيار ڪيو ويو تہ ڪرمتين جي ملڪ طوطا خان ڪنهن جو بہ پاسو نہ ورتو پر سندس ڀاءُ نوتڪ، سنئون سڌو ڄام بجار جو پاسو ورتي، راڻي سان وڙهڻ لاءِ تيار ٿيو. ان جهيڙي ۾ نوتڪ ملڪاڻي جي طرف کان پرتوس بہ هو، تنهن بيگ گدبي کي راڻي ارجن جي طرف وڃڻ تي ڪرمتين کي طعني طور چوائي موڪليو:

"پارايو پرتوس جو، سٽي ڪيوسين ڪن،
راڻي ۽ رحمت الله جو مور نہ اُدڪيو من
اهي طعنا ڏجن تن جي ملڪ مارڻ آئيا."

ان بيت ۾ پرتوس، بيگ گدبي کي چئي ٿو تہ "تون نوتڪ جي راز آهين. نوتڪ وارن کي طعنا ڏي، جيڪي ملڪن سان وڙهڻ آيا آهن. پر راڻي رحمت الله کي ان جي ڪابہ پرواھ نہ آهي." روايتون آهن تہ رحمت الله

ملين پوٽو جيڪو پير محمدوداڻي جو وينل هو، راڻي ارجن جو ماسات هو ۽ ٻئي سدائين ڏک سک ۾ گڏ هوندا هئا. آخر جنگاڻ ۾ راڻي ارجن سان گڏ هو.

تي سگهي ٿو ته پوين ڏينهن ۾ جڏهن راڻي ارجن جي دشمني وڌي وئي هئي ۽ هو ڏاراجا ۾ راڻي ڪوٽ ۾ رهڻ لڳو هو، اهڙي ڏکي وقت ۾ ملاڻي ڪوٽ ۾ سندس ماسات جي رهائش هجي جتي ارجن به اچي رهندو هجي. ان ڪري هن ڪوٽ کي مقامي ماڻهو "ملاح کي ڪوٽ" 'ملاڻي ڪوٽ' کانسواءِ 'ملين پوٽن جو ڪوٽ' يا 'ملي پوٽا ڪوٽ' به ڪوٺين ٿا.

**بيهڪ**

ملاڻي ڪوٽ 30، 24 اتر ۽ 26، 67 اوڀر آهي. ان کان ٻن اڍائي ميلن تي اتر- اولهه ۾ مشهور لاهري بندر/ جاڪي بندر جا کنڊر آهن. ملاڻي ڪوٽ تي خشڪي رستي به پهچي سگهجي ٿو. ڪوٽ کان اوڀر ۾ ڪجهه ميلن تي گهارو شهر آهي، جتان هن ڪوٽ تي پهچڻ آسان آهي. رستي ۾ ڪجهه ننديون پاڻي جون شاخون پار ڪرڻيون پون ٿيون. ٻيڙي رستي ماڻهو هن هنڌ اچڻ چاهي ته ڪراچي کان سمنڊ رستي مختلف ڪارين کان ٿي جڏهن ڪڏي ڪاري پهچجي ٿو ته ڪاري جي اولهه ۾ جاڪي بندر جا کنڊر آهن. ان ڪاري کان ٿورو ڏکڻ- اوڀر ۾ هن ڪوٽ جا آثار موجود آهن، ان ڪوٽ تائين خشڪي توڙي ساموندي رستي پهچڻ ڪري، لڳي ٿو ته هي ڪوٽ ڪافي وسيل هوندو. ان کان سواءِ خشڪي ۽ ساحل جي پرسان هئڻ ڪري سنو واپاري مرڪز هئڻ گهرجي. جاگرافي بيهڪ ٻڌائي ٿي ته ٻيڙين ۽ جهازن جي لنگر هڻڻ جي جاءِ ڪوٽ جي اولهه طرف هوندي. اسان پاڻ ڪوٽ جي اولهه- ڏکڻ ڪنڊ وٽ ٻيڙي مان لهي اتي پهتا هئاسين.

سرزمين تي هڪ عجيب شڪل جي کنڊرن جا نشان ملن ٿا. هي ڪوٽ جيئن هڪ دفعو ڦٽو آهي ته وري ان کي ڪنهن به آباد ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪئي آهي. ڪوٽ اندر ڪجهه تازا کڏا به کوٽيا ويا آهن، جيڪي مقامي ماڻهن يا آثار قديمه جي شوقينن جا کوٽيل ٿا لڳن. ساموندي وير چڙهڻ ۽ لهڻ جا نشان کنڊرن جي پيرن تائين چٽا بيٺا آهن.

ڪوٽ اندر ٻه پاڻي جي ڇيڙڇاڙ رهي آهي. ان ڪوٽ جي اتر اوڀر ۾ ٻن ميلن تي ’ڪٽي ڪن‘ جي ڪندرن جا اهڃاڻ آهن. ان کان وڌيڪ اتر-اوڀر ۾ ’هنگورا‘ ۽ ’ٿمن جو‘ جا آثار ملن ٿا.

ڪوٽ جي پاسي تي ٿي ڪن ڀيا ٻه دڙا آهن، جتي سڙيل قسم جو ٺڪراٺو ۽ ڏنگيون ڦڏيون سڙيل سرون لڀن ٿيون، جن مان اندازو ٿئي ٿو ته هي ٿانون يا سرن لاءِ ٺهيون هيون. ڪوٽ جي ارگرد لوٽي ۽ ٺمر جو ٻوٽو جام آهي.

ملاڻي ڪوٽ کي 1960ع جي سروي آف پاڪستان جي نقشي ۾ نه ڏيکاريو ويو آهي. نه ئي 1979ع واري نقشي ۾ هن کي ظاهر ڪيو ويو آهي. البت 1898 واري نقشي ۾ ان هنڌ تي گمنام ڪنڌر موجود آهن.

**بناوت**

هيءَ هڪ بي ترتيب گهڻ ڪنڊي عمارت آهي جنهن جي اوڀر کان اولهه وچ مان ڊيگهه 251.6 فٽ ۽ اتر کان ڏکڻ ويڪر 142 فٽ آهي. اسان ڪوٽ کي بناوت جي لحاظ کان ٽن حصن ۾ ورهائي سگهون ٿا. ان مان ٽي حصا رهائش يا گودام لاءِ آهن، ۽ هڪ ان سڀني حصن کي ڳنڍيندڙ ميداني شڪل جو آهي، جنهن کي ڪوٽ جو وچ يا پڊر چئي سگهجي ٿو. ٽن رهائشي حصن مان هڪ ڪوٽ جي اوڀر ۾ آهي. ٻيو ڪوٽ جي اولهائين- اترين ڪنڊ ۽ هڪ ڏکڻ ڪنڊ وٽ- لڳي ائين ٿو ته هي ڪوٽ اڳ ۾ ڪنهن رٿابندي مطابق نه ٺاهيو ويو آهي، پر ڪوٽ ۾ ضرورت مطابق واڌارو آندو ويو آهي، جيڪو غيرماهرانا بغير ڪنهن ترتيب جي لڳي ٿو. ڪوٽ جي اڏاوت ۾ چوڪور قسم جون خوبصورت ٺهي جون پڪيل سرون استعمال ٿيل آهن. سر جي ماپ 9x9x1 1/2 انچ آهي. اهڙيون چؤڪور سرون جاڪي ٻندر ۽ رتي ڪوٽ ۾ ٻه ملن ٿيون. ڪوٽ جي اندر زميني سطح موجوده ٻاهرين سطح کان ٽي چار فٽ بلند آهي. مجموعي طرح ڪنڌرن جي بلندي 6 فٽ کن آهي. ڪنڌرن جي اندرين حصي ۾ ايتري کاڌ نه آهي.

**دروازو**

ساري ڪوٽ کي اوڀر ڏکڻ پاسي تي هڪ مکيه دروازو آهي جنهن جي ذريعي ئي ڪوٽ جي مختلف حصن ۾ اچي وڃي سگهجي ٿو. ان




ملاڻي ڪوٽ جي بناوت

شاهي دروازي پرسان ٻي اوير حصي ۾ ڦهيل ڪوٺين جو سلسلو آهي. ڪندرن ڪي جاچڻ سان، ان دروازي کان علاوه اسان کي ڪوٽ جي اولهائين پاسي وارين ڪوٺين وٽ به ٻيا ننڍڙا دروازا ٻاهر ٽي ڪلندي نظر اچن ٿا. جن ذريعي هڪ وڏي هال ۾ پهچي، ان بعد هڪ ٻئي پويان ڪجھ ڪمرن مان لنگهندو. ڪوٽ جي وچ ۾ ۽ ان جي باقي حصن ۾ به رسي سگهجي ٿو. ڪوٽ جو مکيه دروازو خشڪي واري پاسي آهي ۽ باقي به دروازا ساحل پاسي کلن ٿا.

ڪوٽ جي ٻاهران اوله پاسي تي به ڪن وڏا ٿلها شهتير جا ٽڪرا پيا آهن. انهن چورس شهتيرن مان هڪ 12 فٽ ڊگهو ۽ هڪ فٽ کن ٿلهو آهي. ٻيو ان کان ڪجھ قدر ڊيگھ ۾ گهٽ آهي. شهتير گهڙيل

آهن، جن ۾ ڪيترائي ننڍا ننڍا لوهي ڪل لڳل آهن. لڳي ٿو ته اهي ڪنهن دروازي جو چوڪٺا هوندا، يا ائين به ٿي سگهجي ٿو ته ڪنهن ڪمري جي ڇت ۾ ڪتب آندل شهتير هجن.

## وچون ميدان

هي ڪوٽ جي وچ ۾ ڇهن ڪنڊن وارو ميدان آهي، جنهن کي ٽن طرفن کان ٻاهران ڪچھ چؤڪور ۽ مستطيل عمارتون ڏنيون ويون آهن. ان جو اتريون پاسو سڀ کان ڊگهو 129 فٽ آهي، ۽ اوڀر ـ ڏکڻ پاسو سڀ کان ننڍو 33 فٽ آهي. ڪوٽ کي ڏنل ديوار جا مٿيان حصا ٽڪرن جي صورت ۾ اچي هيٺ ڪريا آهن. انهن مان ڪيترا حصا چِن جي مسالي سان پاڻ ۾ ڳنڍيل آهن. اتي ڪيتريون سرون سڙيل به نظر اچن ٿيون. اهڙيون سڙيل سرون اسان کي وچين دور جي ٻين ڪنڊرن ۾ مورگها، شاھ ڪپور، نند ڪوٽ وغيره ۾ به ملن ٿيون.

## اوڀر حصو

ڪوٽ جو اوڀر پاسو ذري گهٽ هڪ چؤڪور شڪل ۾ ڪوٽ کان ٻاهر نڪتل آهي. ان جي اوڀر ٻاهرين ديوار جي ديگھ 65 فٽ ۽ اتر ديوار جي ويڪر 55 فٽ آهي. اهو چؤڪور حصو ٻاهران ٽن پاسن کان ديوارن سان محفوظ آهي. ان حصي ۾ پهچڻ لاءِ پهريائين ڪوٽ جي مکيه دروازي مان اندر داخل ٿي، ڪوٽ جي ميدان ۾ پهچي، هڪ الڳ دروازي ذريعي ان ۾ داخل ٿجي ٿو. دروازو ڪوٽ اندر ميدان ۾ کلي ٿو. ان چوڪور حصي ۾ ڏکڻ ۽ اتر ديوارن سان ننڍين ننڍين ڪوٺين جو سلسلو آهي. هر پاسي تي پنجن ڪوٺين جا آثار آهن، جن جي ويڪر 5 فٽ آهي. انهن ڪوٺين مان اوڀر وارين ٻن ڪوٺين کي ٻاهرين پاسي دروازن جا نشان آهن. پر ان بعد اولهائين ڪوٺن کي دروازا لڳل نه آهن، انهن سڀني ڪمرن جا منهن هڪٻئي جي سامهون چوڪور حصي جي وچ ۾ کلن ٿا. ان وچين حصي ۾ به اوڀر ديوار جي وچ تي هڪ ننڍي پٽ ڪيل ٻه ڪمرا ٻيا به ٺاهيا ويا آهن. اهڙي طرح ڪُل ان حصي ۾ ڪل 12 ڪوٺيون ٿي وڃن ٿيون. ڪمرا تمام ننڍا آهن، جن ۾ مجبوري جي حالت ۾ رهي سگهجي ٿو. اندازو اهو آهي ته اهي قيمتي شيون رکڻ لاءِ گودام هوندا يا ضرورت وقت واپارين ۽ سپاهين جي رهڻ

جون ڪوٺيون پڻ ٽي سگهن ٿيون.

## اولھ حصو

ان حصي جي ڏکڻ ديوار جي ڊيگھ 55 فٽ ۽ اولھ پاسو 44 فٽ ويڪرو آهي، ڪوٽ جي ان حصي ۾ مختلف ماپن جا 11 ڪن ڪمرا آهن، انهن ڪمرن ۾ ڪجھ شڪل ۾ چؤڪور ته ڪجھ مستطيل آهن. اولھ پاسي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ پڻ ٻاهران ٻه دروازا ڇڏيا ويا آهن، ان عمارتي سلسلي جو ڪجھ حصو هڪ هال جي شڪل ۾ ڪوٽ جي اندرين ميدان ۾ گهڙي آيو آهي. ڪجھ ڪوٺيون اولهائين ديوار سان لڳو لڳ هڪ سڌي قطار ۾ جوڙيون ويون آهن، باقي ٿورو حصو ڪوٽ جي اولهائين ديوار کان ڊيگھ ۾ وڌيڪ ٻاهر ڪڍيو ويو آهي، جنهن کي پڻ اتر پاسي تي ٻه الڳ ڪوٺيون ڏنيون ويون آهن.

## ڏاکڻو حصو

ڪوٽ جي ڏکڻ پاسي تي هي ٽن ڪمرن تي مستطيل الڳ حصو آهي. جنهن ۾ ٻه چوڪنڊا ڪمرا آهن، انهن ٻن چوڪنڊن ڪمرن کي سامهون اوڀرطرف هڪ ٽيون ڪمرو ڏنو ويو آهي، جنهن جو ٻاهريون اوير پاسو گول ناهيندي نظر اچي ٿو، لڳي ٿو ته ان گول حصي مٿان ڪوٽ جو برج بيهاريو ويو هوندو، جيڪو اڄ ڪلھ زمين دوز ٿي ويو آهي.

### برج

ڪوٽ کي صرف ٻه برج هڪ ڏکڻ ۽ ٻيو اتر طرف ڏنل آهن، برج جو قطر 28 فٽ آهي، هي چوڪي لاءِ بلند منارن جو ڪم ڏيندا هوندا، جتان پري پري تائين چئني طرف نظر رکي سگهبي هوندي. ان مان محسوس ٿئي ٿو ته هي ڪوٽ ڪو ويڙهه وغيره لاءِ نه جوڙيو ويو آهي پر اها ڪا ننڍي چوڪي، يا گودام آهي جتي پهريدارن جي نگهباني ۾ درياهه ۽ سمنڊ ۾ ٻيڙين ۾ لهندڙ چڙهندڙ واپاري مال رکيو ويندو هوندو. هي ڪوٽ جيڪڏهن ويڙهه لاءِ هجي ها ته ضرور ان کي مضبوط فصيل ڏنل هجي ها. ان کان سواءِ هر پاسي کان ديوار سان گڏوگڏ ڪجھ اضافي برج نظر اچن ها.

## لڌل شيون

ڪوٽ جي اندر توڙي اردگرد ڪيترن قسمن جو ٺڪراٺو مليو ٿو. انهن مان ڪيترائي ٿانو مقامي ماڻهو ٺاهيندا هئا. ڪوٽ جي آس پاس ڪيترين ئي ڪنيرن جي آوين جا اهڃاڻ ۽ ضايع شده ٺڪرن جي وڏي تعداد ۾ موجودگي ان ڳالھ جي پڪي شاهدي آهي. ٺڪراٺي مان لڳي ٿو ته سنڌ مان ٻاهر ويندڙ مال ۾ Ceramic جو وڏو انگ هوندو هو. ڪوٽ جي اندران اسان کي ٿانون جا ٽڪرا ٽورائي ۾ هٿ اچن ٿا. ان جي پيٽ ۾ ڪاري جي ڪنارن وٽ وڏي تعداد ۾ ٺڪراٺو ڦهليل آهي. اسان کي تقريباً جيڪي به Porelain جا ٽڪرا مليا آهن، اهي ڪوٽ جي اندران ئي مليا آهن، جن ۾ نيري اڇي ۽Stonware جا مرتبان جا ٽڪرا به آهن. حقيقت ۾ ان هنڌ هٿ آيل Porcelain جي ٽڪرن ۽ Stoneware اسان کي Far Eastern پاسي جي چغلي هڻن ٿا. سرزمين تي ان کان علاوه اسان کي مسالي ڪٽڻ جي اکري ۽ هڪ سکو هٿ آيو. سکو وقت گذرڻ ڪري پڙهڻ لائق نه رهيو آهي. ان ڪري ان باري ۾ في الحال ڪجھ چئي نٿو سگھجي. ملاٽي ڪوٽ مان لڌل ٿانون جي ساخت ۽ عمر 16 کان 18 صدي عيسوي جي لڳي ٿي. ڪوٽ جي پرسان لڌل شين مان محسوس ٿئي ٿو ته اها ڪا ڪاروان سراءِ هوندي، جتي واپاري جهاز ران ۽ خلاصي لنگر هڻڻ بعد اچي آرامي ٿيندا هوندا. ڪوٽ جي بناوت به ڪوٽ کي بچاءبندي جي لحاظ کان مناسب نه بيهاريو آهي. ان کان سواءِ صرف ڪوٽ جي اندران قيمتي ٿانون جو هٿ اچڻ اها پڪ ڏئي ٿو ته ان عمارت ۾ سنا ۽ قيمتي برتن رکيا ويندا هوندا. ساري ڪوٽ کي ٽي فٽ کن ٿلهي ديوار ڏني وئي آهي. اها ٽي فٽ ويڪري ديوار ڪنهن به حملي جي سٽ سهڻ لائق نه آهي. ان مان لڳي ٿو ته ان کي ڪنهن به صورت ۾ دفاعي ڪوٽ چئي نٿو سگھجي.

## حوالا

جنگناما ـ مرتب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ

تحفة الڪرام ـ مير علي شير قانع

# ڪيرٿر ۾ ڪوٽ، برج ۽ ديوارون

ڪاڇي جي ميدان کي ڇڏي هڪ شاهي رستو ڪوهستان ۾ ڪيرٿر جي چاڙهن تي چڙهندو ٿو هلي. نئين اونهاري جي رات واري هوا، ڏينهن جي تکي ڏيک کان قطعي مختلف آهي. تارن جي سنهي چاري تاڻي آسمان ڪنهن سهڻي تنبو جيئن مٿان بيٺل آهي.

ٽالپر اميرن جو قافلو فوجي جوانن، اردلين، ڪاردارن، ڪاراون سوڌو هواڙ جي پُرفضا وادي ڏانهن روان دوان آهي. سامهون ڪارو جبل ارهه ڏيون ڪنهن هيبتناڪ ديو جيئان بيٺو ٿو ڏهڪائي.

ان جبل جي اتاهين لڪ تي پهچڻ ناممڪن ٿو لڳي. سامهون سڌي ڪاري ديورا مسلسل هلندي ٿي رهي. پر شاهي دڳ ڪنهن ازگر وانگر اهڙا وڪڙ کائي مٿي هلندو ٿو رهي،. سامان سان لڏيل اُٺ ۽ قافلي سان مٿي ڌوڪيندا ٿا هلن. اميرن کي جيئن ڪا تڪليف نه پهچي ان ڪري سندن سهولتن جو خاص خيال رکيو ٿو وڃي.

اهو سفر اڌ رات تائين جاري رهي ٿو. تان جو وڃي لڪ جي چوٽي تي رسن ٿا، جتي پٿرن سان اڏيل هڪ وڏي مضبوط ديوار ڪر ڪنيو بيٺي آهي، جنهن ۾ جيڪڏهن ڪو جارو آهي ته ان ۾ توپ جي نري خطرناڪ نگاهُن سان ڏسندڙن کي ٿي ڏهڪائي. هتان اهو لڪ ڪيئن لنگهجي؟ ديوار جي وچ ۾ ڪاٺ جو هڪ ڳرو دروازو پيل آهي، جيڪو بند آهي، چوڪيدارن ۽ جوابدارن وچ ۾ هڪلون ٿين ٿيون ۽ دروازو وڏي آواز سان ڪڙڪاٽ ڪندو کلي ٿو پئي. اميرن جو قافلو ٽپي اندر ٿو ٿئي.

"منهنجو خيال آهي ته همراهَن کي ساهه پٽڻ ڏجي." اوچتو ڪنن تي اهو آواز پوي ٿو ۽ آءٌ خيالن جي وادي مان موٽي اچان ٿو.

ڏمرو لڪ اجا اسان جي سامهون پنهنجي پوري ڏمر سان بيٺو آهي. اسان جا يار مسلسل ٻن ٽن ڏينهن کان جبل جي ارهن ڪرهن پيچرن تي

هل هلان ڪري ٽڪ جا ماريل، ساهي پٽڻ لاءِ بيقرار آهن.

هنن جي اها ٽاڪوڙي حالت ڏسي مان ٽڏو ساهه پريندي ڪين ٽرسڻ لاءِ چوان ٿو ۽ چيلهه سان ٻڌل واٽربانل کولي ان جي ٻجي لاهي مٿي آڻيان ٿو، پر اها خالي آهي.

"هي مصيبت ڪيئن مٿي لڳي." منهنجي پرسان هڪ وڏي پٿر تي ويٺل اظفر پنهنجي پاڻي جي خالي بوتل سٽن تي هٽندي چيو. شايد جبل جي سخت چاڙهي ۽ پاڻي جي گهٽتائي کيس پريشان ڪيو هو.

"مان تصور ۾ انهن ڪوٽن جي ناهيندڙن کي ان رستي تان لنگهندي پئي ڏٺو. اهي ته ڏمرو لڪ ٽپي ڪوٽ اندر داخل ٿي ويا هئا." مون واپس پنهنجي ذهن جي دري ۾ ليئو پائيندي پنهنجي چشم تصور جي تيزي تي مشڪي ڏٺو.

"سائين اهي ڪوٽ اڏيندڙ ڪير هئا؟" اظفر جيڪو نائين درجي جو شاگرد هو، پر جسماني طرح بيحد مضبوط هو، تنهن تجسس وچان پڇيو.

"مير الهيار خان ٽالپر، جنهن کي هي علائقو جاگير ۾ مليل هو، تنهن اهو ڪوٽ اڏايو هو."

ٽالپر هوت بلوچ نسل مان آهن. بلوچن جو وجود صدين کان وٺي ملي ٿو. مشهور ايراني شاعر فردوسي پنهنجي شاهنامي ۾ 'بلوچن' جو ذڪر ڪيو آهي. فردوسي جي شاهنامي کان سواءِ اوائلي عرب تاريخن ۾ پڻ بلوچن جو احوال ملي ٿو.

بلوچ اصل حلب شهر جا ويٺ هئا، جيڪي بعد ۾ بغداد مان لنگهي، پهرين ڪرمان، پوءِ مڪران ۾ آيا. 680ع ڌاري اموي خليفي يزيد بن معاويہ انهن کي هڪالي ڪڍيو. انهن جو وڏو ڏاڏو هربن ڪيچ مڪران ۾ رهندو هو. هن کي ٿي پٽ جلال خان، مير عالي خان ۽ نوس هئا، جلال کي وري چار پٽ ۽ هڪ ڌي هئي، سندس پٽن جا نالا رند، لاشاري، هوت ۽ ڪورائي هئا. هڪ ڌي جو نالو جتو هو. انهن مان بلوچن جون جدا جدا ذاتيون پيدا ٿيون.

سنڌ ۾ بلوچن جي آمد تي رچرڊ برٽن لکي ٿو ته: "1740ع ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي پنهنجي بلوچ مريدن، الودو ۽ مسعودو کي سنڌ ۾ اچڻ جي دعوت ڏني هئي. ان کان پوءِ بلوچن سنڌ ۾ پير رکيو." پر ڊيمز جي

چوڻ مطابق، "1252ع ۾ سومرا خاندانن جي شروعاتي دور ۾ انهن سنڌ ۾ آباد ٿيڻ شروع ڪيو."

ٽالپرن جو وڏو مير ماڻڪ خان ابن سليمان خان پهريائين ڪاڇي ۾ آيو ۽ ڪلهوڙن جي گادي هنڌ خداآباد جي ڀرسان ڏِگهه بالا شهر اڏيائين. مغلن ۽ ڪلهوڙن، مير ماڻڪ ۽ سندس وڏي پٽ الهيار خان کي ان علائقي جو وڏو حصو انعام طور ڏنو. ماڻڪ کان پوءِ سندس وڏي پٽ الهيار جي اولاد کي حڪومت ۾ پڳ ملي ۽ ننڍي پٽ مير جادو خان جي اولاد کي جاگيرون مليون.

مير الهيار خان سالار جنگ هئڻ سان گڏ، وڏو برجستو ۽ تلوار جو ڌڻي هو. ڪلهوڙن جي طرفان هن ڪيترن اهم جنگين ۾ حصو ورتو. جنگجو هجڻ سان گڏ زراعت جو بہ ماهر هيو. هن ڪيترائي واهه کوٽايا. الهيار خان تعميرات جو بہ شوقين هو. ڏگهه ۾ سندس اڏيل ڪوٽ جا آثار موجود آهن. ان کان سواءِ گرمي جي موسم ۾ رهڻ لاءِ متي کيرٿر جي چوٽين تي ڪوٽ ۽ جايون ٺهرايائين. اهي ڪوٽ ۽ قلعا پنجن هزارن فٽن جي بلندي تي اڄ ڏينهن تائين کيرٿر جي سرد چوٽين تي موسم جو مزو ماڻي رهيا آهن.

الهيار کي ٽي پٽ، فقير مسو خان، مير جادو خان ۽ مير راڄو خان پيدا ٿيا. ٽالپرن جي ٻن پيڙهين مير ماڻڪ ۽ مير الهيار ڪاڇي ۾ گذاريو ۽ اُتي ئي دفن ٿيا. ڏگهه بالا ۾ ٽالپرن جا مقبرا ڏسڻ جهڙا آهن. خاص ڪري مير الهيار تي هڪ عاليشان قبو اڏيل آهي. مير مسو خان جي دور ۾ ٽالپرن جو هي خاندان ميرپورخاص طرف لڏي آيو. البت کيرٿر جي ٿڌي لٽ تي اڏيل ڪوٽ ۽ قلعا سندن يادگيري ڏيارين ٿا.

**ڪيوٽو**

سنڌ جي اولهہ ۾ ڪاڇو پار ڪرڻ سان کيرٿر جبل ٻانهون کنڊيري ڀليڪار چئي ٿو. سنڌ ۾ کيرٿر جي مٿان واري ته کي عام طرح ٿر سڏيو ويندو آهي. جيئن تہ سنڌ جو اتر وارو حصو سمنڊ جي سطح کان ڪافي مٿانهون آهي، شايد ان ڪري ان کي کيرٿر جي نالي سان سڏجي ٿو. البت اترين ڀاڱي جي جبلن جو ڪير جهڙو اڇو رنگ هئڻ ڪري ان حصي کي کيرٿر جي نالي سان پڪاريو ويو هجي. اڇي رنگ ڪري اڄ بہ

اتر جا ماٿهو ڪيرٿر کي 'اچو جبل' ڪري سڏيندا آهن.

ايچ- ٽي ليمبرڪ لکي ٿو ته، "سنڌ جي ٽڪرين جا سڀ مکيه ڇپر چُن جي پٿر جا آهن... ڪيرٿر جبل جي ڊيگهه اٽڪل ڏيڍ سؤ ميل آهي. اهي جبل ميدانن مان هڪ لاڳيتي شهر پناهه جهڙا لڳندا آهن. سو حقيقت جي برخلاف نه آهي. ان سموري ڇپر ۾ اهڙا ڏاڪو هنڌ مس هوندا، جتان لاڏو اڻ لنگهي سگهن. انهن منجهان اڌ ته هڪبئي جي بلڪل ويجهو آهن. ڪيرٿر جي سمنڊ کان سراسري اوچائي پنج هزار فٽ آهي، سو ڏکڻ ۾ ويندي منڇر ڍنڍ تائين سنڌ لاءِ قدرتي سرحد جو ڪم ڏئي ٿي."

ڪيرٿر جي اولهه واري ڀاڱي ۾ پٿن پوئن جي گهاٽائي آهي ۽ اوڀر واري ڀاڱي ۾ گهٽو ڪري ميداني ٽڪرا اچي وڃن ٿا. جنهن ڪري جبلن جي جسمن کي وهنجاريندڙ مينهن جو پاڻي گجندو، ڪڙڪندو اوڀر وارن ميدانن کي آباد ڪري ٿو. هون پٽ، ڪارو، بدو، ڏاڦڙو، ڀڳو نوڙهو، دنبار، ميهي، ڪانيو، سورجاٽو، سمنبڪ، گڙوٽرو، موڙهو ۽ ٻيا ننڍا وڏا جبل دادو ضلعي ۾ آهن. ڪيرٿر جون مختلف ديو قامت چوٽيون ٻن هزارن کان ويندي ذري گهٽ اڻ هزار فٽن تائين پهچن ٿيون.

سنڌ جي اولهائين پاسي کان ڪيرٿر جابلو سلسلو باقاعده هڪ حفاظتي ديوار جو ڪم ڏئي ٿو. ان قدرتي ديوار کي وڌيڪ محفوظ بنائڻ لاءِ ميرن جي دؤر ۾ ڪيرٿر جي مختلف چوٽين، لڪن ۽ گذرگاهن تي نظرداري لاءِ ڪيترائي مورچا ۽ ديوارون جوڙيون ويون آهن. ان کان سواءِ رهائش لاءِ ڪن ماڙين ۾ قلعا به ٺاهيا ويا آهن.

**ميون جو ٿل**

ڪيرٿر جي مکي نئن جي ستي ڪناري تي گز ڪنب کان ڪجهه فاصلي تي ڪافي تعداد ۾ مختلف ماپن جا گهڙيل، اڻ گهڙيل پٿر پيا آهن. پٿر ڏسي ائين ٿو لڳي ڄڻ ڪو ڪم هلندڙ آهي يا ڪم اڌ ۾ ڇڏيل آهي. پٿرن جي پرسان چيرولي يا ٻيو ڪو اهڙو مسالو ٺاهڻ لاءِ چيلا به ٺهيل آهن. ان پٿرن ۽ چيلن کان ڪجهه سؤ فٽ مٿي هڪ ٽڪري تي گول مورچو ٺهيل آهي. جنهن کي ميرن جو ٿل سڏيو وڃي ٿو. هي چاليهارو فٽ کن قطر جو هڪ گول ٿلهو آهي، جنهن جي سراسري ٽڪري کان بلندي ڏهه فٽ کن آهي. مورچي تي چڙهڻ لاءِ هڪ

پاسي کان ٿي فٽ کن ويڪري وڪڙدار ڏاڪڻ آهي. ان گهڙيل پٿرن واري ٽل جي اوساري چن سان ٿيل آهي. لڳي ٿو ته ٽلهي کي چوڌاري اوٽ ڏيڻ لاءِ پٿيون ۽ ڳڙکا به ٺاهيا هئا، جيڪي ڪن سببن ڪري نه ٺاهيا ويا آهن. ائين به ٿي سگهي ٿو ته اوٽ جو ڪجهه حصو ٺاهيو ويو هجي، جيڪو بعد ۾ زماني جي ٿڦڙن ڪري ڊهي ويو هجي. مٿي مورچي جي ڀرسان به مسالو ملائڻ لاءِ گول چيلا آهن. هي مورچو 'چؤدريءَ' جاءِ وٽ آهي. دفاعي نقطءِ نگاهه کان جيڪو ماڻهو ڪيرٿر جي ان حصي ڏي ايندو، اهو لازماً انهي مورچي جي وار ۾ ايندو. ان پاسي اچ وڃ لاءِ صرف اهوئي هڪ رستو ڪتب اچي سگهي ٿو. ان مورچي جي پيرن وٽ ٽئن اڌ گول جهڙو وڪڙ ٺاهي ٿي.

**ميرن جو قلعو/ ديوار ۽ برج**

ڪيرٿر ۾ ان قلعي لاءِ به چيو وڃي ٿو ته، ميرن جو اڏيل آهي. هي ڏمري جبل جي بلندترين چوٽي تي آهي. هي ڪو مقهل قلعو نه آهي. صرف هڪ لنگهه، جنهن کي ڏمريو لڪ چيو وڃي ٿو. انهي ڏمري لڪ جي حفاظت لاءِ ٻه وڏا برج ۽ ٽي سؤ فٽ ديوار سان پاڻ ۾ ڳنڍيا ويا آهن. برجن ۽ ديوارن جي وچ تي هڪ دروازو آهي. ڪوبه ماڻهو ڪيرٿر جي اوپر ندي حصي کان ان حصي کي پار ڪري اولهه طرف وڃڻ



ڏمري تي اڏيل ڪوٽ



جابلو لنگھ جو دروازو- ڏمري لڪ تي اڏيل ڪوٽ

چاهيندو. سو انهي ٽڪ کان ضرور لنگهندو. فوجي نقطءِ نگاھ کان هي برج چوڪين لاءِ سنو ڪم ڏئي سگهن ٿا.

برجن جي پٺيان اولھ کان جبلن جي هڪ قدرتي ديوار آهي. اولھ کان لنگھ جي حفاظت انهن چوٽين جي اوٽ ۾ لڪي ڪري سگهجي ٿي. باقي اولهائين لنگھ کان روڪ لاءِ ڪو بہ برج يا ديوار ڪانہ آهي.

لڳي ٿو تہ اهي برج صرف اوڀر يعني سنڌ کان حملي آورن کي روڪڻ لاءِ ٺاهيا ويا آهن.

**دروازو**

قلعي جي دروازي جي ويڪر 12 فٽ آهي. دروازي جي ٻاهران ڏکڻ پاسي واري ٿل کي گولائي ۾ مضبوط پشتو ڏنو ويو آهي. دروازي جون پٽيون مٿان 13 فٽ ٿلهيون آهن ۽ هيٺان تري وٽ 13.3 فٽ ٿلهيون آهن. لڳي ٿو تہ ٻنهي پٽين ۾ ڪاٺ جو ٿلهو دروازو بہ لڳل هو. جيڪو

هاڻي موجود نہ آهي. البت پٽن ۾ دروازي کي ڦاسائڻ جا سوراخ آهن. دروازي جي مٿئين پاسي کان هڪ ڪاٺ جو مضبوط شهتير به هو، جنهن جا ننڍا ننڍڙا چيرڙا اڄ به پٽين ۾ اٽڪيا پيا آهن. مقامي ماڻهن جي چوڻ مطابق انهن شهتيرن ۾ ڪنهن زماني ڪاٺ جو ڳورو در لڳل هو، پر هاڻي در جي نشاني رڳو شهترين جا پچڙ بچيا آهن.

**موري**

در جي پرسان ئي ڏکڻ طرف هڪ ڊوري جي گذرگاه لاءِ موري ٺهيل آهي. ڊوري جو پيٽ ڏهن کان پندرهن فٽ ويڪرو آهي. موري ڊيگهه ۾ 13 فٽ ۽ ويڪر ۾ 4.3 فوٽ آهي. هي پاڻي جي گذرگاه مٿي وچي وچ تي محرابي ڪنڊ ٺاهي ٿي. موري جي فرش کان محراب تائين اوچائي 4.6 فٽ ۽ پاسن وٽ بلندي 3.3 فٽ آهي. گذرگاه جي ٻنهي پاسن کان گولائي تي ٺل ٺاهيا ويا آهن، جيئن پاڻي جو زور پٽ تي نہ پوي. انهي کان سواءِ ان مٿان هڪ ڪوني وانگر مورچو جڙيل آهي، جنهن جي ڇت هن مهل غائب آهي.

**ڏکڻ وارو مورچو**

ڏکڻ وارو مورچو دروازي کان سؤ فٽ کن بلندي تي آهي، جتي پهچڻ لاءِ قلعي اندران هڪ سنهڙو پيچرو آهي. هي برج گولائي ۾ 20.6 فٽ قطر وارو آهي. ان ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڏاکڻ جي جاءِ تي هڪ چاڙهي وارو رستو 4.8 فٽ ويڪرو ٺاهيو ويو آهي. برج جو لنگهه 3 فٽ موڪرو آهي. برج جي چوڌاري پٽ جي اوچائي 5 فٽ ۽ موڪر 3 فٽ آهي. پٽ ۾ هڪ اتر طرف ۽ ٻيو اوڀر ڏکڻ ۾ توپ رکڻ لاءِ مارا ٺهيل آهن. اتر اولهه وارو توپ جو مارو بعد ۾ سرن سان بند ٿيل آهي، اڌ جي ڪنگرن جي اوچائي 3.2 فٽ آهي ۽ بدوق جي ماري جي موڪر 4 فٽ آهي. برج جي تري ۾ 6 فٽ جو چن جو پلستر ٿيل آهي. برج جي ٻاهرين پاسي جنهن هنڌ تي ڪنگرا ختم ٿين ٿا، اتي سينڊ اسٽون (Sand Stone) جي 2_1/2 فٽ جي گولائي تي ڪارنس آهي.

ڪارنس کان هيٺ ٻي ليول ٽن فٽن تائين آهي. ان هنڌ وٽان به پٽ ٻاهر نڪتل آهي. جتي جتي جبل جي سطح اجازت ڏني پئي، اتي پٽ کي هيٺ لاٿو ويو آهي. برج جي اندران توڙي ٻاهران محراب ٺهيل

آهن.

## اتر برج

اتر وارو برج ٻه دروازي کان ڪافي بلندي تي آهي. برج ۾ داخلا جو در ٻه اتر پاسي کان آهي. جڏهن ته ڏکڻ ۽ اوير ۾ توبن لاءِ مارا آهن. هي برج ڏاکڻين برج کان ڪجهه قدر وڏو آهي. ان جو قطر 27 فٽ ۽ اندران پٽ جي اوچائي 9.3 فٽ آهي.

## ديوار

ڏکڻ ۽ اتر وارن برجن کان ڏاکڻ وانگر هڪ ديوار آهستي آهستي هيٺ لهندي دروازي وٽ اچي پوري ٿئي ٿي. ديوار جو اتريون پاسو سؤ فٽ کن ٿيندو، ساڳي طرح ڏاکڻيون پاسو ٻه سؤ فٽن جو آهي. ديوار جي سراسري ٿولهه ٻه فٽ کن آهي.

## هراڙ واديءَ ۾ ميرن جو قلعو

هراڙ وادي کيرٿر جي جبلن جي وچ ۾ سرسبز ۽ پوکي لائق زمين واري وادي آهي. واديءَ ۾ ٿلهن متارن ۽ وڏي چمار وارن پپل جي وڻن



(هراڙ جو ڪوٽ(کيرٿر)

ڪان سواءِ ڪنبي، توت، انگور، ٻير، ليسوڙي ۽ آفابند جا وڻ به جام آهن. مشهور آهي ته هي وادي ڀهريائين خشڪ هئي، پوءِ هڪ صحابي هت آيو هو، جنهن زمين ۾ نيزو هڻي هتي پاڻي جو چشمو وهايو. ان ڪري ان کي 'چاريارن جو چشمو' چيو ويجي ٿو. چشمو وادي کي پورن ٻن ڦاڪن ۾ ورهائي ٿو، چشمي جي موجودگي ۽ وڻن جي عمر مان اندازو ٿئي ٿو ته هي وادي ڳچ عرصي کان آباد رهندي آئي آهي.

هاڻي به چشمي جي پاڻي تي ڀلو فصل ٿئي ٿو. هراڙ جي موسم ڪافي پرفضا ۽ وڻندڙ آهي. هن وادي جي آبهوا کي ڪوئٽا يا قلات جي وادي سان ڀيٽي سگهجي ٿو.

هراڙ وادي ۾ هڪ وڏو ميرن جو قلعو ٺهيل آهي. ان هم چورس قلعي جون ديوارون پٿرن جون ٺهيل آهن، جيڪي زماني گذرڻ بعد به سلامت آهن. قلعي جي اولهه واري ديوار جي اوچائي 7 فٽ کن آهي ۽ اوڀر پاسي واري ديوار جي اوچائي ۾ باقي 3 فٽ کن وڃي بچي آهي. اولهه پاسي واري پٽ جي ڊيگهه ٻه سؤ فٽ ۽ ڏکڻ واري پٽ جي ڊيگهه سوا ٻه سؤ فٽ کن آهي.



ڏمرئي لڪ تي ديوار ۾ پاڻيءَ جو لنگهه

قلعي جي اوله ڏکڻ واري ڪنڊ تي قلعي اندر هڪ برج جا آثار آهن ۽ ڏکڻ اوير واري ڪنڊ جي ٻاهرين پاسي ڪجهه مٿانهين تي هڪ مسجد پڻ ٺهيل آهي. قلعي جي سڄي اوساري چيرولي ۽ چن جي ٽيل آهي، جيڪا جابجا ڀڄي پئي آهي. وادي جو اڪيلو چشمو اوله پاسي کان ڀت جي هيٺان قلعي اندر داخل ٿئي ٿو ۽ اوير کان ڀت هيٺان ٻاهر نڪري وڃي ٿو. قلعي اندر سڄي زمين پوکي لائق آهي.

## حوالا

- ميران سنڌ- مير محمد بخش ٽالپر
- لاڙڪاڻو ساه سيباڻو


- Rechard.F. Burton= Sindh Revisited
- E.B. Eastwick = Dry leaves from young Egypt.
-H.T. Lambrik = John Jacob of Jacobabad

# منوڙا ڪوٽ

سنڌ ۽ انگلينڊ جي وچ ۾ تعلقات جي شروعات 1758ع کان ان وقت ٿي جڏهن غلام شاهه ڪلهوڙي ايسٽ انڊيا ڪمپني جي نمائندي رابرٽ سمپٽن کي اجازت ڏني ته هو هندستاني علائقن سان گڏ پلي سنڌ سان به واپاري وسيلا وڌائي.

ڪلهوڙن جي حڪومت جي خاتمي بعد انگريزن مير فتح علي سان 1799ع ۾ پنهنجا لاڳاپا ڪنهن خاص مقصد تحت مضبوط ڪيا، هو ميرن سان ياري جي آڙ ۾ افغانستان جي بادشاهه زمان شاهه جو مقابلو ۽ مخالفت ڪرڻ چاهين پيا. ان جو سبب اهو هو ته جيئن زمان شاهه پنهنجو اثر رسوخ اتر اولهه برصغير کان وڌائي نه سگهي ۽ نه ئي ڪنهن ٻاهرين طاقت سان اتحاد ڪري سگهي.

انگريزن کي سنڌ ۾ پنهنجي حيثيت ميڙائڻ جو هڪ وڏو سبب اهو به هو ته جيئن ٽيپو سلطان ۽ ماريشس جي فرينچ گورنر جنرل مالاريٽڪ جيڪي انگريزن کي برصغير مان هڪالي ڪڍڻ جا منصوبا ٺاهي رهيا هئا، انهن کي روڪي سگهن. انهي سرد جنگ دوران فرانس جا ڪيترائي جهاز 1784ع کان 1789ع جي وچ ۾ پرشين گلف ۽ سنڌ جي ساحلن تي پيرا پريندا رهيا.

فرانس جي پرشين گلف ۽ سنڌ جي ساحلن تي چرپر، انگلينڊ سرڪار لاءِ پريشان ڪن هئي. نيپولين جي 1809ع ۾ اوپر پاليسي ۽ روس جي ڏکڻ ۽ وچ ايشيا ڏي وڌڻ ڪري انگلينڊ کي ضرورت محسوس ٿي ته هو برصغير جي اتر اولهه سرحدن کي بچائڻ جو منصوبو ٺاهي. ان ڪري برطانيا سرڪار سنڌ سان واپاري لاڳاپا وڌايا، جيئن هو ان مان سياسي مقصد حاصل ڪري سگهي. اهي ڳالهيون ڳٽي انگريزن آهستي آهستي ميرن سان 1809ع، 1820ع، 1831ع ۽ 1836ع ۾ ڪيترائي دوستي جا معاهدا ڪيا.

انگريزن کي برصغير ۾ فرانس جي نيپولين ۽ روس جي پاليسين کي منهن ڏيڻ لاءِ سنڌ ۾ به هڪ بندر جي ضرورت محسوس ٿيڻ لڳي. انگريزن ڪراچي بندر جي جاگرافيائي بيهڪ ڏسي، اتي پنهنجو مرڪز قائم ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪيو.

ڪراچي بندر ظاهري طرح ته ايشيا جو ننڍي ڄمار وارو بندر آهي. پر ان بندر جون پاڙون دنيا جي قديم تهذيبن سان ڳنڊيل ملن ٿيون. بندر جا بنياد سنڌو ماٿري تهذيب سان پنج هزار سالن تائين هليا ٿا وڃن.

سڪندر اعظم 325 ق. م ۾ پنهنجي آرماڙ جي لنگر لاءِ به ان هنڌ کي چونڊيو هو. البت سڪندر جي آمد کان وٺي اڄ ڏينهن تائين ان بندر جي حالت ۾ قدرتي توڙي هٿرادو ڪافي ڦيرڦار ايندي رهي آهي.

سڪندراعظم جي دور جي تاريخن ۾ ڏنل هنڌن کي، جنرل هيگ 1880ع جي ڪراچي جي سامونڊي ڪنارن جي نقشن سان ڀيٽيو آهي. ان کان سواءِ 1838ع ۾ انڊين بحريه جي ليفٽيننٽ ٽي. جي. ڪارليس به ان بندر جا نقشا ناهيا هئا. انهن سڀني کي پاڻ ۾ ڀيٽجي ٿو ته ان ۾ ڪيترين قدرتي تبديلين آيل ڏسجن ٿيون.

ان مان نمايان تبديلي اها آهي جو موجوده 19 صدي جي بيهڪ کان سنڌو ڊيلٽائي ڪنارو اٽڪل 10 ميل اوپر ۾ هو. ان مان اندازو ڪري سگهجي ٿو ته ان عرصي دوران سنڌو ڪيترائي لٽ اتي آڻي جمع ڪئي آهي. ان کان سواءِ نقشا ٻي ڳالھ اها ٻڌائن ٿا ته ان دور جي بلند جابلو ميدانن جو ڪافي حصو ٻيٽ ٿي ويو آهي. ساڳي طرح جيئن سڪندر جي زماني ۾ ڪياماڙي هو، ڪارليس جي سروي مطابق اهو ٻيٽ هاڻي خشڪي ۾ شامل ٿي ويو آهي. سڪندر جي زماني کان وٺي ٻي اهم تبديلي اها آهي ته گذري ۽ ڪورنگي ڪاري جي منهن وٽ ڪيترائي وسيع ساحلي علائقا ڏٻڻ، گپ ۽ چڪ ۾ بدلجي ويا آهن ۽ اتي تمر جا ٻوٽا پيدا ٿي ويا آهن. چينا ڪاري جي مٽي ڪري، گلبائي ۽ منوڙا ٻيٽ جي اترين ڪناري تي ڪيترا سڌا ميدان ٺهي پيا آهن.

## منوڙو ٽڪري

ڪراچي بندر جي منهن وٽ اوپر کان منوڙو هڪ راس جي صورت ٺاهي ٿو، جيڪو قدرتي طرح بندر جي محافظ جيان سمنڊ جي تري مان

اپري آيو آهي. اندازو اهو آهي ته اهو زمين جو حصو Pleistocene عمر جو آهي. اهو ٽڪرو ڪيترين صديون اڳ مڪيه ساحلي ڪناري کان ڏار ٿي سامونڊي سطح کان بلند ٿيو آهي. سنڌ جو سارو ساحلي علائقو گهڻو ڪري زمين جي پيچ ڊاهه جي عمل جو نتيجو آهي. منوڙا ڀيٽ ۾ ڪيترين ننڍڙين ڳتيل ٽڪرين مان هڪ آهي.

جيئن ڪلفٽن اپسمنڊ پرسان آسٽر (Oyster) ڀيٽ، ابراهيم حيدري جون ٽڪريون، سفاري پارڪ ۽ ڪراچي يونيورسٽي وٽ ڪجھ ٽڪريون، اهي زمين جي ڦيرڦار ڪري جمع ٿيل ته، مايوسين دور کان پليوسين دور جون آهن، جيڪي گاج ۽ منڇر ته بندي (Formation) سان سڃاتيون وڃن ٿيون. اهي ڪيرٿر ۽ پب جابلو سلسلي جا ڪاڌ ٿيل Motass material جا آهن، جيڪي گهڻو ڪري پيلي ناسي ريتيلي پٿر، مٽي جي ڳنڍن، دز جي تهن کان سواءِ چوني سان ڳنڍيل ڪجھ ته ۽ آهن، انهن مان ڪجھ Lithic ته منوڙا جي چڙهائي واري پاسي تي هلڪي پيلي ريتيلي پٿر جي صورت ۾ نظر اچن ٿا. اتي ڪڏهن ڪڏهن تلاءِ اڇا پورا گول پٿر ۽ Quartzite جا ته ۽ ملن ٿا. اهي ڳنڍين وارا ته ڪافي ڳتيل ۽ ڪجھ قدر ڏڪڻ اوپر مڙيل رڪاوٽي ڪنارا ٺاهن ٿا. جيڪي هاڪس بي ۽ گڊاني وٽ ۽ ڏسي سگهجن ٿا. سامونڊي لهرن جي ڪاٽ ۽ پاٽ ڪري نرم ۽ وارياسي پٿر جا هيئيان ته چميل آهن، جنهن ڪري اهي قدرتي غارون، خال ۽ محراب جوڙن ٿا.

**منوڙي جي اهميت**

ڪراچي ۽ منوڙي کي انگريزن پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ کان اڳ، پنهنجي فوجي ۽ واپاري آمدرفت لاءِ ڪارگر بنائڻ لاءِ ڪيترائي ماهر موڪليا. ڪيترن ماهرن کي باقاعده ڪراچي بندر جي ماپن ۽ مشاهدي لاءِ مقرر ڪيو ويو. ماهرن انگريز سرڪار کي باقاعده تفصيلي معائنو ڪري ڏنو.

انهن مان ٽي- جي ڪارليس جي 1838ع ۾ ڪراچي اپسمنڊ، بندر ۽ واپاري سهولتن جي باري ۾ تيار ڪيل رپورٽ قابل ذڪر آهي. ڪارليس لکيو آهي ته: ”ڪراچي اپسمنڊ ڀن ڊگهن راس، سنڌ ۽ گوادر ساحلي ملاپ جي اوپر ۾ آهي. اهو راس ماٿر مائري (Moaeree) ۽

پٽني يا سنڌو جي اولھ منهن وٽ آهي. اهو ساموندي ساحل سان ٽيٽيهن ميلن جي حدن اندر ۽ وچ تي سٺن ۽ ائين ميلن ۾ ڦهليل آهي. ان جا ڪنارا گهڻو ڪري تراڪڙا، ٽڪرين يا واري جي دڙن جا آهن. ٿوري ٿوري مفاصلي تي ننڍا ٻوٽا ڦٽل اٿس. اوپر پاسو گهڻو ڪري لئي جي ٻوٽن سان ڍڪيل آهي. ان جي اتر مان هڪ جابلو سلسلو اچي، راس مائري ۾ پهچي، ڊگهي، سوڙهي واريا سي پٽر جي 1200 فٽ بلند ٽڪري ناهي ٿو. راس کي ٻنهي پاسن کان ٽري وٽ ڪيترن ميلن ۾ سمنڊ ڌوئي رهيو آهي. خشڪي تي جابلو سلسلو جيڪو اتر، اتر- اوپر ۽ ڏکڻ، ڏکڻ اوپر طرف آهي، ان جي سراسري بلندي 3000 فٽ آهي. اها بلوچستان جي وچ تائين ڦهليل جابلو سلسلي جي هڪ ڇاڙ آهي، جيڪا سمنڊ ۾ اچي پير ڌوئي ٿي، ڪراچي کان ٿوري مفاصلي تي ڪيتريون غير ترتيب گهٽ بلندي واريون ٽڪريون پڻ آهن، جن جا پاسا ڀڳل ڀريل آهن، اهي اوپر ڏي وڌيل آهن، پر معمولي وڏي سلسلي ڏي نڪتل آهن."

ڪارليس جي ان ماهرانا رپورٽ ۾ سنڌو ڊيلٽا جو ذڪر پڻ ٿيل آهي ته "راس جي اتر پاسي، ڊيلٽائي سلسلو شروع ٿي وڃي ٿو جيڪو هيٺانهون ۽ سنڌوءَ جي لٽ وارو آهي. ان پاسي تي ٽڪريون يا بلند ميدان نه آهن. اتي هر هنڌ لئي جا ٻوٽا جام آهن."

ان کان سواءِ ڪيترن ٻين انگريزن ۾ پنهنجي لکڻين ۾ منوڙي جي جاگرافيائي بيهڪ ۽ فوجي مقصدن لاءِ ان ٽڪري کي ڪتب آڻڻ لاءِ پنهنجو صلاحون ڏنيون آهن. پوسٽن 'Personal observation on Sindh' ۾ صلاح ڏيندي چيو آهي ته: "ڪراچي هڪ سٺي بندر لاءِ تمام سٺو آهي. اهو لائيٽ هائوس ڪري فائديمند ٿيندو. ان جي مدد سان جهاز اوپر پاسي وڏي خبرداري ۽ احتياط سان لنگر هٽي سگهن ٿا. سخت خراب موسم ۾ ائين نٿو ڪري سگهجي. ڪريڪ جيڪا ان هنڌ کان شهر (منوڙي) ڏي آهي، اها مڪاني ٻيڙين لاءِ ننڍي آهي ۽ مٽي سان لٽجي وئي آهي. جيڪڏهن پاڻي چڙهيل هجي ته ننڍيون ٻيڙيون اتان لنگهڻ واري جاءِ تي پهچي سگهن ٿيون. هڪ دڪو ٻاهر ڪڍيو ويو آهي، جيڪو مال لاهڻ ۽ چاڙهڻ ۾ وڏي مدد ڏيندو پر ڪريڪ صفائي چاهي ٿي."

## منوڙي جو قلعو

مير ڪرم علي 1797ع ۾ منوڙي جوقلعو، ڪراچي شهر ۽ بندر جي حفاظت لاءِ ٽاڪرو راس جي ڏکڻ تي ٺهرايو. قلعو جنگي حڪمت عملي ۽ دفاعي خيال کان تمام سٺي هنڌ تي هو. ان کي قدرتي طرح ڏکڻ- اوڀر، ڏکڻ- اولهه ۽ اولهه- اتر پاسي کان سمنڊ حفاظت ڪري پيو.

منوڙي قلعي جي دفاعي اهميت بيان ڪندي هينري پاٽنجر لکي ٿو ته: "قلعو 1797ع ۾ ٺاهيو ويو. اهو سمنڊ مان نڪتل ٽڪري راس جي اولهائين پاسي تي لنگهه جي حفاظت لاءِ جوڙيو ويو آهي. جيڪڏهن ان تي سٺي توپ رکيل هجي ۽ نگهباني ٺيڪ هجي ته مان پڪ سان سمجهان ٿو ته ڪو به جهاز ان جي ويجهو اچي نه سگهندو ۽ ڪو به حملو ڪارگر ٿي نه سگهندو. ڪامياب حملي لاءِ حملي آورن جون توپون ايتريون ته مٿي رکيل هجن جيئن هو ٽڪري جي Brow سان نه لڳن نه ته ڏهن مان نَوَ گولا ان جي مٿان گذري پرين پاسي سمنڊ ۾ وڃي ڪرندا. پر حملي آور جيڪڏهن ٽڪري جي ويجهو ويندا ته جهاز جي عرشي تي موجود ماڻهن جو ٽڪري جي اوٽ ۾ لڪل بندوق باز صفايو ڪري ڇڏيندا. جيڪڏهن قلعي کي ضرور هٿ ڪرڻو آهي ته پوءِ اهڙو منصوبو ٺاهجي جو فوج ان کان ڪجهه پريرو لهي ۽ ڏاڪڻين ذريعي اتي پهچي."

چارلس مسين به 1830ع ۾ منوڙي قلعي جي اهميت ۽ بيهڪ هيئين ريت بيان ڪئي آهي، "ماڻهون جيئن سمنڊ طرفان اچي ٿو ته بندر جي منهن وٽ کبي هٿ تي هڪ بلند ٽڪري تي، منوڙي جو قلعو نمايان نظر اچي ٿو. قلعي جي نگهباني جو ڪم سپاهين جو هڪ جٿو ڪري رهيو آهي. چيو وڃي ٿو ته قلعي تي ڪيتريون ئي توپون رکيل آهن. پر ان جي ڪا به وضاحت نٿي ملي ته اهي ڪيئن ڪتب آنديون وڃن ٿيون. سمنڊ واري ڪناري طرف لاهي آهي ۽ شهر طرف گول برج آهي. خبر نه آهي ته ان ۾ ڪيتري حقيقت آهي ته ان تي چار توپون رکيل آهن. اهو سارو انتظام بندر جي حفاظت لاءِ ڪيو ويو آهي، جنهن جو لنگهه منوڙي ٽڪري جي سامهون آهي. پنج نديون ٽڪريون ۽ واريا سا ڪنارا تراڪڙي پاڻي ۾ نظر اچن ٿا."

ڪارليس منوڙي قلعي جي بيهڪ جي باري ۾ لکي ٿو ته: ”ڪراچي بندر، اپسمنڊ جي منهن تي آهي، جيڪر راس مائري ۽ پيٽي جي منهن جي وچ تي آهي ان جي اولهه پاسي هڪ ٽڪري تي ننڍو قلعو آهي. جيڪو لنگهه جي نگهباني لاءِ جوڙيو ويو آهي. قلعو 24.47.17 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67.00.51 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي آهي. انهي اپسمنڊ جي وچ تي ۽ ان جي اوڀر طرف ڪيترين ئي ٽڪرين جو سلسلو آهي، جيڪي 60 فٽ کان 100 فٽ بلندي ۾ هليون ٿيون وڃن. کهري شڪل جون هي ٽڪريون بندر ڏي ايندڙ ڪي نون، ڏهن ميلن تان نظر اچن ٿيون. جيئن ته ان جو ڪو نالو نه آهي، ان ڪري مان ان کي اتر- وچون ۽ ڏکڻ ڀيٽ سڏيان ٿو.

بندر جي اولهه پاسي تي نرم واري جي ٽڪري آهي، جيڪا سمنڊ ڪناري ڪجهه مفاصلي تي ٻاهر نڪتل آهي. اها چيڙي وٽ هڪ سڌي ميدان جي شڪل ناهي پاڻي کان سو فٽ ايڇي چوٽي ناهي تي. ٽڪري جي چوٽي کي منوڙي جي نالي سان ڪونجي ٿو. اتي هڪ ننڍو قلعو هڪ مسجد ۽ ٻه ٽي ٻيون عمارتون آهن. ان جي لنگهه کي وڌيڪ گول منارن سان دفاع ڪيو ويو آهي، جيڪو هينئين زمين کان اڌ ميل پري آهي.“

ڪارليس اڳتي قلعي جي بناوت بيان ڪئي آهي ته: ”ٽڪري تي ان ننڍي قلعي پرسان هڪ گول منارو آهي. اهي ٻئي پٿرن جا ٺهيل آهن، جيڪي بندر جو دفاع ڪن ٿا. قلعو چوڪنڊو آهي. ان جي ڪنڊن تي برج آهن. خشڪي طرف جيڪو پاسو آهي، ان کي مضبوط ڪرڻ لاءِ اڌ گول شڪل جا مورچا ناهيا ويا آهن. ڪوٽ جي چوڦير ديوار ڏنل آهي. جنهن ۾ ڪيترائي بندوق بازي لاءِ مارا آهن. منهنجي اندازي مطابق ديوار تي اٺ يا ڏهه توپون (ڇهن يا نون پائونڊن واريون) رکيل آهن. قلعو 1797ع ۾ سنڌين بندر جي حفاظت لاءِ جوڙيو هو. پر اهو ٽڪري جي چيڙي کان ڪافي پري ناهيو ويو آهي. ان ڪري ايترو ڪارگر نه آهي. قلعو بندر ۾ داخل ٿيندڙ جهازن کي روڪڻ ۾ ناڪام ٿيندو. جيڪڏهن حملي آورن جون توپون مناسب مفاصلي تي هجن ته اهي قلعي کي جلد کنڊرن ۾ تبديل ڪري ڇڏينديون. گول منارن تي ٻه ٽي چار

توپون رکيل آهن. انهن کي ٻہ ڍير ڪري سگهجي ٿو. ٻہ يا ٽي گولا ان کي هيٺ ليٽائڻ لاءِ ڪافي آهن."

عظيم شان حيدر پنهنجي ڪتاب 'ڪراچي جي تاريخ' ۾ ان قلعي جي تصوير چوڪنڊي ڏني آهي، جنهن کي چوڌاري ديوار ڏنل آهي. ديوار ۾ ڪيترائي بندوق بازي لاءِ مارا آهن. قلعي جي شڪل اڌ قمري آهي. ان جي گول جي حفاظت ڏکڻ- اوڀر، ڏکڻ- اولهہ ۽ اولهہ- اتر سمنڊ ڪري ٿو. اترين قطر جي حفاظت اونهي کاهي ڪري ٿي. کاهي ڊيگهہ ۾ 600 فٽ اوڀر کان اولهہ هلي ٿي وڃي. کاهي 20 فٽن کان 25 فٽ ويڪري ۽ 30 فٽ گهري آهي. اندازو آهي تہ ان تي ڪلدار پل هوندي، جيڪا ٻيٽ جي اتر حصي کي ملائيندي هوندي. ان مان محسوس ٿئي ٿو تہ ميرن اتي گودي ٺهرائي هئي، جيڪا ڪڏ سان ملندي هئي، جيئن ڪياماڙي کان آمدرفت ٿي سگهي. قلعي جون ٻاهريون ديوارون بنيادن کان وٺي چوٽي تائين ٽلهيون آهن. ڪٽي قدرتي جبل جو حصو پڻ ڪتب آندو ويو آهي، جيڪو حفاظتي ديوار کي پڻ مضبوط ڪري ٿو."

خان عبدالحميد پنهنجي ڪتاب 'منوڙا ٻيٽ' ۾ قلعي جي چئني ڪنڊن تي منارا ڄاڻايا آهن.

## انگريزن جو قبضو

انگريز ڪافي وقت کان سنڌ تي قبضي جو سوچي رهيا هئا، ويتر ميرن جڏهن انگريزن جون فوجون افغانستان جي مهم لاءِ سنڌ مان گذرڻ نہ ڏنيون تہ هنن کي سنڌ تي قبضي جو جواز ملي ويو.

آخر 1839ع ۾ انگريزن جا جهاز گجرات جي ماندوي بندر کان ڪراچي لاءِ روانا ٿيا. ان آرماڙ ۾ بمبئي ڊاڪ يارڊ جو ٺاهيل جهاز ويلسلي پڻ هو. ڪمپني جو پنهنجو مسلح جهاز ڪانسٽينس (Constance) بہ هو. ان کان سواءِ برينائس (Bercnice) دجلہ (Euphrates) برگنٽائن (Briganitine) جيڪو الجيرائن (Algerine) جي نالي سان مشهور هو. انهن جهازن سان گڏ ملڪي ديسي ٻيڙيون بہ سامان، اسلحو ۽ گهوڙا وغيره کڻڻ لاءِ هيون.

بري فوج جي جٿن ۾ 40 رجمينٽ (2nd Somerset) 2 بمبئي ڪرنئڊيرس (Cronadiers) ۽ يورپي توپاخي جي ڪمپني شامل هئي.

بري فوج جي ڪمان ڪرنل وئلنٽ ڪري رهيو هو ۽ بحري فوج جي اڳواڻي ايڊمرل فريڊرڪ مئٽليِنڊ جي هٿ ۾ هئي. اها مهم جُو فوج پهرين فيبروري 1839ع تي منوڙا جي ويجهو پهتي ۽ ٽين فبروري تي انهن مڪمل طرح منوڙي تي ويلسلي جهاز وسيلي بمباري ڪري قبضو ڪري ورتو.

انگريزن، منوڙي قلعي تي جنهن سولائي سان قبضو ڪيو، اهو انهن جي وهم ۽ گمان ۾ به ڪونه هو. برطانيا فوج جي منوڙي قلعي ڪي فتح ڪرڻ مهل جيڪا رڪاوٽ ڏني وئي، ان جو ذڪر ڪندي، ٽي- ايس پوسٽنس لکي ٿو ته: "تمام ٿوري رڪاوٽ ٿي، جنهن تي تيزي سان ايڊمرل جي جهازن جي توپ حاوي ٿي وئي." مرزا قليچ بيگ چئي ٿو ته: "سنڌي توپچي جيڪي منوڙي جي حفاظت لاءِ مامور هئا، انهن به يا ٽي گولا جهازن تي اڇلايا." هو وڌيڪ ٻڌائي ٿو ته: "جتن ڪي هيٺ لهڻ کان روڪڻ لاءِ گولا هنيا ويا." بليڊن نائلس (Bladen Niels) پڻ لکيو آهي ته: "قلعي مان ڪيترائي گولا هنيا ويا." پر والٽن هال ان جي ابتڙ خيال ظاهر ڪيو آهي ته: "اتي ڪابه رنڊڪ نه ٿي، هڪ گولو برطانيا فوج تي اڇليو ويو. اهو اڪيلو گولو هڪ توپ مان هنيو ويو هو." اليگزينڊر ايف- بيلي پنهنجي ڪتاب. 'ڪراچي پاسٽ، پريزنٽ اينڊ فيوچر' ۾ لکيو آهي ته: "قلعو بنا هڪ گولي هلائڻ جي اسان جي جهولي ۾ اچي پيو." مرزا قليچ بيگ جو چوڻ آهي ته: "موٽ ۾ انگريزن جي جهازن تان اڌ ڪلاڪ ڪن گولا هلندا رهيا، جيڪي قلعي جي ڏاکڻين ميدان ڪي ۽ قلعي جي سمنڊ واري پاسي ڪي پٽ تي ڪيرائيندا رهيا." سيٺ نائونمل جي خيال مطابق "برطانيه بحري فوج منوڙي قلعي تي ايتري ته توپزني ڪئي جو ٽن ڪلاڪن جي قليل عرصي ۾ انهن قلعي جو اولهائون پاسو ڪيرائي وڌو."

ڪافي جنگي ماهرن قلعي جي بيهڪ ۽ بناوت جي تعريف سان گڏ ان جي غلطين تي به تنقيد ڪئي آهي ته منوڙي جو قلعو ڪراچي بندر جي مکيه دفاع لاءِ جوڙيو ويو هو. جنگي نقط نگاهه کان قلعو منوڙا جي سمنڊ مان نڪتل ٽڪري تي سمنڊ ۽ بندر جي نگهباني لاءِ مناسب آهي پر قلعي جي بيهڪ ۾ ڪجھ ڪمزوريون به آهن. قلعو، ٽڪري جي ڪناري کان پرڀرو ٺاهڻ ڪري ايترو ڪارآمد نه آهي. ان ڪري اهو بندر ۾ داخل

ٽيندڙ جهازن کي روڪڻ ۾ ناڪاره آهي.

ڪماندر ڪارليس به قلعي کي جلد ڪنڊرن ۾ تبديل ٿيڻ مهل جهاز کي مناسب مفاصلي تي بيهارڻ لاءِ ٻڌايو آهي ته "جنگي جهاز جيڪو صحيح مفاصلي تي لنگر هنيو بيٺو هو، ان ٿوري ئي وقت اندر قلعي کي ڪنڊرن ۾ بدلائي ڇڏيو. گول منارو جنهن تي چار توپون رکيل هيون، انهن جي به ساڳي حالت ڪئي."

ڊاڪٽر لائڊ منوڙا قلعي جي بربادي جو سبب ٻڌايو آهي ته: "قلعي تي ٻارهن توپون رکيل هيون، جيڪي منهنجي خيال مطابق بندر ڏي ويندڙ جهازن تي ڪوبه اثر نه پيون ڪري سگهن. خاص ڪري جهازن جي هيٺانهين ڪري." نائلس قلعي ۾ رکيل توپن جي زبون حالي جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته: "قلعي ۾ اتفاق سان ڪابه هڪ توپ هلندڙ حالت ۾ ڪانه هئي. هڪ ۾ گولو وڌو ويو، پر اها به نه ڇٽي. حالانڪ ان کي هلائڻ جي ڪافي ڪوشش ڪئي وئي. ٻي توپ هڪ گولو هلائڻ بعد پنهنجي گاڏڙي کان ٽپو ڏئي ٻاهر نڪري آئي ۽ بيڪار ٿي وئي. ان مان محسوس ٿئي ٿو ته ميرن جيڪو اسلحه جمع ڪيو هو، ان ۾ مدي خارج بارود ۽ ڪجھ ننڍن گولن جو ڍير شامل هو."

پاٽنجر بارود جي حالت ٻڌائيندي لکيو آهي ته: "قلعي ۾ هڪ به اهڙو گولو نه هو، جيڪو توپ لاءِ مناسب هجي. اتي سري بارود جو ڍير وڌ ۾ وڌ ڇھ پائونڊ مس هو."

ڊيوڊراس قلعي جي نگهباني جو ذڪر پنهنجي ڪتاب Land of Five Rivers and Sindh ۾ ڪيو آهي ته: "منوڙا قلعي جي حفاظت لاءِ 1797ع ۾ هڪ سو ماڻهن جو جٿو مقرر ڪيو ويو هو." پر ڏٺو وڃي ٿو ته جڏهن انگريزن قلعي تي حملو ڪيو ته ان مهل اتي ايترا ماڻهو نه هئا ۽ نه ئي انهن ڪو ڪارنامو ئي ڏيکاريو.

نائلس ٻڌائي ٿو ته: "قلعي تي قبضي مهل اتان ٽيھ ماڻهو قيد ڪيا ويا." رچرڊ ڪينيڊي لکيو آهي ته: "منوڙي قلعي جي سنڀال لاءِ ويهن ماڻهن جو ٽولو هو." ڊاڪٽر لارڊ اظهار ڪيو آهي ته: "قلعي ۾ ٻارهن توپون هيون، پر صحيح هنڌ تي رکيل نه هيون، جو ڪنهن به بحري حملي کي روڪي سگهن." پاٽنجر قلعي ۾ ماڻهن جو ڳاڻاٽو سورهن ٻڌايو آهي.

ڪن محققن جو رايو آهي ته: ”منوڙي جي قلعي تي حملي مهل اتي ڪابه فوج ڪانه هئي. هڪ توپ جيڪا ڇوڙي وئي هئي، اها به سلامي لاءِ هلائي وئي هئي.“

منوڙا قلعي تي قبضي سان ئي ڇڻ ڪراچي قلعي ۽ ساري شهر تي قبضو ٿي ويو. ان لاءِ باضابطه هڪ معاهدو ڪيو ويو. ان وقت ڪراچي جا ٻه گورنر هئا، هڪ شهري ۽ ٻيو فوجي. هٿيار ڦٽي ڪرڻ واري معاهدي تي صحيون منوڙي جي سپهه سالار ۽ صوبيدار حاصل بن بچا ڪيون. اهو معاهدو خير محمد جي موجودگي ۾ ڪيو ويو. فوجي سالار ۽ صناح خان کي شهري گورنر علي راکي موڪليو هو. فاتحن طرفان وفد ۾ ايسٽ انڊيا بحري فوج جو ڪمانڊر انچيف سر فيڊرڪ ليوس مٿيلينڊ ۽ بري فوج جو برگيڊيئر ٿامس وئلنٽ هو.

ميرن منوڙي جو قلعو هڪ رانديڪي جيان انگريزن جي حوالي ڪري ڇڏيو. ان جو سبب اهو ٻڌايو وڃي ٿو ته، ان وقت حيدرآباد ۾ انگريزن جو ريزيڊنٽ ميرن سان ڳالهين ٻولين ذريعي ساڻن اختلاف ختم ڪرڻ جي بهاني انهن کي رڌل رکيو، ميرن جي وهم ۽ گمان ۾ به ڪونه هو ته انگريز ڪو ان دوران ئي قلعي تي حملو ڪندا. مير به هر طرح سان اختلافن جو خاتمو ڪرڻ لاءِ تيار ٿي نظر آيا.

ميرن جي شڪست جو وڏو سبب، ميرن کي سنڌ جي حفاظت ڪان وڌيڪ اتان محصول ڪٺو ڪرڻ جو شوق هو. بنسبت ان جي جو هو بندر جي حفاظت لاءِ ناهيل ڪوٽ جي دفاع لاءِ ڪو خاطر خواهه بندوبست ڪن.

ان مان محسوس ٿئي ٿو ته ميرن وٽ فوجي، سياسي ۽ انتظامي صلاحيتون نه هئڻ برابر هيون. ان کان سواءِ ٻيو سبب اهو به ٿي سگهي ٿو ته سنڌ تي هميشه حملا اتر- اولهه کان ڪيا ويا آهن. ان ڪري سنڌ جي حاڪمن ڪڏهن سمنڊ طرفان ڪنهن حملي جو سوچيو به نه هو. ان ڪري انهن وٽ سامونڊي فوج نه هئڻ برابر هئي. ان جي ڀيٽ ۾ انگريزن وٽ باقاعده ويڙهه جي نقطهءِ نگاهه کان تيار ٿيل بحريه هئي. انگريزن اهو خيال ذهن ۾ رکي سامونڊي حملي کي ترجيح ڏني.

هٿيارن جي لحاظ کان به انگريز فوج وڌيڪ جديد هٿيارن ۽ جهازن

سان مسلح هئي. پورچوگيز ۽ اسپين ان وقت تائين ڪافي وڏا جنگي جهاز سمنڊ ۾ تاريا هئا جن تي هر قسم جون توپون رکيل هيون. انگريزن وٽ بندوقون ۽ ٻيا هٿيار ٻه جديد هئڻ ڪري ٻين قومن ڪان فوجي لحاظ کان وڌيڪ معتبر هئا. ان جي ڀيٽ ۾ ميرن جا هٿيار پراڻا ۽ مدي خارج هئا. بارود ٻه رکيل ۽ ناڪاره هو. سامونڊي جهاز ۽ ان جو عملو نه هئڻ برابر هو. منوڙي تي حملي کان اڳ انگريز ماهرن هينري پاٽنجر، ڪارليس ۽ برنس جي ڪيل جاسوسي ۽ بندر جي سروي حملي آورن لاءِ مفيد ثابت ٿي.

بندر جي حفاظت جي خيال کان منوڙي جو قلعو بيهڪ ۽ فوجي نڪته نگاه کان تمام اهم هند تي هو، پر صرف منصوبا بندي ۽ دفاع جي ڪمزوري کان سواءِ جديد هٿيارن جي سامهون سٽ سهي نه سگهيو. آخر اهو قلعو ئي سنڌ جي قبضي جي ڪنجي بڻيو.

## منوڙي جو نئون قلعو

ميرن جي دور ۾ منوڙا قلعي جو دفاع گهٽو ڪري حفاظتي اوٽ ۽ ديوارن جي مارن، ڳڙکن مان ڪيو ويندو هو. قلعي اندر وڏيون توپون سمنڊ جي طرف کان رکيل هونديون هيون. بيلي جي چوڻ مطابق منوڙي جو قعلو ويلسلي جهاز جي بمباري ڪري 1839ع ۾ تباهه ٿي ويو. ان کي 1890ع ۾ مڪمل طرح ڊاهيو ويو ۽ ان جي جاءِ تي نئون قلعو ٺاهيو ويو.

شبير احمد پنهنجي مضمون "Manora fort in the History of Sindh" ۾ لکي ٿو ته: "ان مان محسوس ٿئي ٿو ته قلعي جو سڌارو ۽ واڌارو انگريزن جي فتح بعد ڪيو ويو آهي. ميرن جو ٺهرايل سنيون سڌيون ديوارون جيڪي انگريزن جي بمباري جو ڌڪ سهڻ ۾ بلڪل ناڪام ويون هيون، انگريزن منوڙا قلعي جي پٽ جي اپين چاڙهين کي پٿرن جي مستطيل بلاڪن سان پڪو ڪيو. جنهن ڪري پٽ لهواري ۽ Tapering ٿي پئي. ان جي اندرين پاسي کي سخت مٽي ۽ پٿرن سان مضبوط ڪيو ويو. قلعي ۾ مختلف فوجي ڪمن لاءِ سرنگهون Cham-bers ڪوٺيون، ڈاڪٽيون Dugout تعمير ڪيون ويون. اندر ننڍيون

سرنگهون مختلف Chambers ڏاڪٽين ۽ ديوارن ڏي وٺي وڃن ٿيون. اتر- اوڀر پاسي اسلحہ خانو ۽ گودام جوڙيا ويا. هرهڪ پاسي تي ڏکڻ- اوڀر، ڏکڻ- اولهہ، اتر- اولهہ ۽ اتر اوڀر نگهباني لاءِ منارا ٺاهيا ويا. حفاظتي ديوار ۾ نشان بازي لاءِ مارا ۽ ديوارن تي وڏيون ڳوريون توپون رکڻ لاءِ ٿلها ٺاهيا ويا."

**بندر جي ترقي**

منوڙي ۽ ڪراچي جي فتح بعد انگريز سرڪار ڪراچي شهر توڙي بندر تي خصوصي توجهہ ڏنو. ڪين فوجي نقطہ نگاه کان سواءِ واپاري لحاظ کان بہ بندر تمام اهم محسوس ٿيو.

بندر شروع کان وٺي واپاري خيال کان مڪاني توڙي ٻاهرن ماڻهن کي فائدو پهچايو هو. خاص ڪري ڏکڻ ۾ ملابار ۽ ڪاٺياواڙ سان واپاري واسطا ڪافي فائديمند هئا. ان کان سواءِ پرشين گلف جا ملڪ عرب ايپيٽ ۽ اولهہ- اوڀر آفريڪا سان هي بندر ڳنڍيل هو.

ڪراچي بندر کي 1887ع سوئيز ڪئنال ٺهڻ بعد ويتر تمام گهڻي اهميت ملي، ڇو جو اهو آفريڪا، يورپ ۽ ايشيائي بندرن جو لنگهہ ۽ مرڪز ٿي پيو. ان جي ڀيٽ ۾ ايشيا جي ڏکڻ اولهہ عدن جو بندر ان جو ڪو مقابلو ڪري نہ سگهيو. عدن کي ڪراچي جي ڀيٽ ۾ ڪليل ۽ ڦهليل زمين ڪانہ هئي. ڪراچي جي مقابلي ۾ ٻيو بندر بمبئي هو، جيڪو ايترو تہ ڳتيل هو جو اتان واپاري سهولتون وڌيڪ ملڻ جي گنجائش ڪانہ هئي. ان ڪري ڪراچي بندر انگريزن لاءِ ڪمائو پُٽُ ٿي پيو. برطانيا سرڪار اهي ڳالهيون ذهن ۾ رکي ڪراچي بندر ۾ ڪيتريون جديد سهولتون مهيا ڪرڻ جو ارادو ڪيو. بندر جي حفاظت کان سواءِ جهاز راني ۽ واپاري سهولتن لاءِ منصوبا جوڙڻ شروع ڪيا.

انگريزن جي فتح مهل ڪراچي بندر تي سامان لاهڻ ۽ چاڙهڻ لاءِ ڪو بہ وڏو دڪو ڪونہ هو. نہ ئي وري مسافرن جي چڙهڻ لاءِ ڪو مناسب بندوبست هو. بندر ۾ وڏي جهاز اچڻ جي گنجائش نہ هئي. هڪ سٺي بندر ٺاهڻ لاءِ ضروري هو تہ اهڙي رڪاوٽ ٺاهي وڃي، جيئن ڪليل سمنڊ جون لهرون دڪي کي اچي نہ لڳن.

منوڙو ڀيٽ اتر اولهہ- ڏکڻ اوڀر مکيہ سامونڊي ڪناري کان ڊيگهہ ۾

ڏيڍ ميل ٻاهر آهي، ان ڪري قدرتي روڪ اٿس. جنهن ڪري سامونڊي لهرون اتي موجود ڪارين تي اثر انداز نہ ٿيون ٿين، رڳو هڪڙو احتياط اهو ڪيو ويو تہ ان جي اتر- اولھ ڇيڙي وٽ زمين جي خال کي مٽي جي ڀراءَ ۽ پٿرن جي بند سان ڀريو ويو. ان ڪري اهو اپيٽ ۾ تبديل ٿي ويو. ان جي ڏاکڻي ڪليل سمنڊ واري ڪناري کي قدرتي واريءَ جي دڙن ڍڪي ڇڏيو آهي. واري کي، سامونڊي لهرون ڪنارن سان لڳڻ ڪري، مڪران ڪان آڻين ٿيون. ان جي بنسبت اتر خشڪي واري پاسي تي تمر جا وڻ جام ٿين ٿا. ٻيٽ آهستي آهستي پنهنجي ڏاکڻي ڇيڙي ڏي بلند ٿيندو وڃي ٿو. جيڪو آخري ڪنڌ منهاڙو پوائنٽ وٽ راس ٻڌجي سمنڊ جي سطح کان 100 فٽ بلند ٿي ويو آهي. ان ڪري ٿاڪرو راس کي سامونڊي مچريل طوفاني حملي کان بچائي ٿو. ان کان سواءِ وڏين سامونڊي لهرن جو رخ بندر ڏي ايندڙ ڪاري کان موڙي، منوڙي جي ڏکڻ طرف ڪيو ويو آهي.

چينا ڪريڪ حي وهڪري کي سمنڊ سان ملائڻ واري ڪاري اوڀر ۽ اولھ ڪنارن کي گهڻو ويڪرو گهاٽ مهيا ڪيا آهن جيڪي کي اوڀر ۽ اولھ گهاٽ چيا وڃن ٿا. ڪريڪ کي سمنڊ کان الڳ ڪرڻ لاءِ نيپيئر دڪو (Groyn) ناهيو ويو آهي. جيڪو ڪارادر ايراضي کان ڪياماڙي طرف وڌيل آهي. اتي هڪ سوڙهي شاخ بہ ڇڏي وئي آهي. دڪو بندر جي حصي ۾ ڳتيل آمدرفت کي رستو ڏي ٿو. اهڙي طرح نيپئر مول روڊ ذريعي ڪياماڙي کي ڪراچي پورٽ ٽرسٽ جي عمارتن سان ملائي ٿو. ڪياماڙي جي ڏکڻ ۾ هڪ ٻيو دڪو اوڀر پيلپائي (Pier) جي صورت ۾ نڪتل آهي، جيئن جهازن کي ڪلفٽن اپسمنڊ جي وارياسي حصي کان بچائي سگهجي يا ان کي آسٽر (Oyster) ٽڪري جي ڪنهن امڪاني حادثي کان محفوظ رکي سگهجي. اهو ٿاڪرو ٻيٽن جو سلسلو ڪلفٽن ۽ منوڙي جي وچ ۾ آهي.

ڪراچي پهچندڙن سامونڊي مسافرن کي پري کان ئي 101 فٽ بلند راس پليڪار ڪري ٿو. مسافرن کي 17 ميلن کان ئي بندر جو 150 فٽ بلند لائيٽ هائوس اشارا ڪري پاڻ ڏي متوجہ ڪرڻ ۾ مصروف هوندو آهي.

انگريزن سنڌ فتح ڪرڻ بعد پنهنجي ڪيترن ماهرن جون خدمتون ڪراچي بندر جي حوالي ڪري ڇڏيون هيون. ان ڪري چيو وڃي ٿو تہ ڪراچي بندر اڳ قدرتي ۽ اڳ هٽرادو آهي. برطانيا جي انجنيئرن ڪي اڳ صدي کان بہ متي بندر کي جديد سهولتن سان آراستہ ڪرڻ ۾ لڳي. آخر ڪراچي بندر کي 1907ع ۾ اول درجي جو بندر قرار ڏنو ويو.

## حوالا


- يادگيريون - سيٺ نائونمل هوتچند
- قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو - مرزا قليچ بيگ
- شاهہ جو رسالو

_ British Reletions with Sindh Hulten Back
- A history of Sindh Vol II Kalich Beg Mirza
- The Indus Delta Country Haig. M.R.
- Travels in Baluchistan and Sindh Pottinger. Lt. Henery
- Conquest of Scinde Napier, W.F
- History of Karachi Haider Azimusshan
- The Indus and its provinces Adndrew
- Sindh Revisited Richerd Burton
- Sindh Gazetter Mason
- Chronological Dictionary of Sindh M.H. Panhwar
- Personal observation on Sindh T. Postans
- Historical Geography of Sindh Manck B. Pithawala
- Source Material on Sindh M.H. Panhawar
- Memoirs on Sindh R. Hughe Thoms

A Physical and Economic Geography of Sindh Maneck Pithawala
- Historical Images of Pakistan F.S Aijazuddin
- Land of Five Rivers and Sind Ross David
- Manora Island Khan Abdul Hameed
- The Earl of Auckland Trotter, L.J.

.- Manora Fort in History of Sindh Shabbir Hussain (Artical)
- KurracheePast, Present and Future Baille, Alexander F.

# ڪوٽ ڏجي

"اڙي چاڙهيوس ڪوٽ تي!"

مير صاحب جو اهو حڪم ماڻهو لاءِ ڄڻ موت جو پروانو هو، موت ته آسان آهي پر ڪوٽ ڏجي جي قلعي اندر ڪڙيون رهڳڙي مرڻ بدترين موت هو. خيرپور جا مير جنهن کي به اها سزا ڏيندا هئا، قيدي ڄڻ جيئري ئي موت سان لائون لهندو هو.

فرانس جي انقلاب مهل لوئي سورهين جي دور ۾ بيسٽائل، (Bastille) جيل ڀڃڻ کان پوءِ معلوم ٿيو ته ڪيترن قيدين کي حاڪمن جا ابا ڏاڏا جيل ۾ وجهي ڀلجي ويا هئا. ميرن لاءِ به مشهور آهي ته ميرن جي پونئرن مان جڏهن ڪو تخت تي ويهندو هو ته ڪيس ڪنهن جهوني قيدي جي يادگيري ڏياري ويندي هئي ته چوندو هئو "ان کي رهڻ ڏيو، اها اسان جي وڏن جي نشاني آهي."

اڄ ان ڪوٽ ڏجي جي قلعي ۾ ڦڙڦوٽ هئي، فرانس جي بيسٽائل جيل جي قيدين جيان مظلوم قيدين بغاوت ڪئي هئي، پهريدارن ۾ ڀاڄ ڪتو هو. قيدين محافظن ۽ برجن تي رکيل توپن تي قبضو ڪيو هو. قيدي ڪڙيون ڪڙڪائيندا ڪوٽ ۾ ڊوڙندا پي وتيا. پهريدار به جوابي حملا ڪري رهيا هئا. ڪوٽ کي ٻاهران به ڪڙو چاڙهيو ويو. آخر مظلوم ٻاندي جهلجي پيا. ڪوٽ ڏجي قلعي ۾ قيدين جي بغاوت ناڪام ٿي. وري زيرون ۽ زنجيرون قيدين جو مقدر بڻيون.

## ڪوٽ ڏجي ۽ پٿر جو دور

ڪوٽ ڏجي جي اردگرد ٽڪرن تي انساني اوائلي پٿر واري دور جا ڪيترائي قديم اهڃاڻ لڌا ويا آهن. ان ٽڪري جي ڪيترين غارن ۾ پٿر جي شروعاتي، وچين ۽ آخري دور جا وڍ ڪٽ ۽ شڪار لاءِ ڪتب ايندڙ اوزار به لڌا ويا. پهاڙ جي مٿين ڪنگري واري گُفا ۾ 'راڪاس جو روٽو'

اڄ بہ ماهرن کي وڌيڪ تحقيق لاءِ سڏي ٿو، سڄي پهاڙي سلسلي ۾ گهٽ هنڌن تي پٿر جي اوائلي انسان سان تعلق رکندڙ فيڪٽريون نظر اچن ٿيون.

ان پهاڙن جي دامن ۾ هڪ اهڙي وستي جا آثار بہ هٿ آيا آهن، جيڪي ڪوٽ ڏجي جي قديم تهذيب کان بہ اڳ جا لڳن ٿا. اهڙي طرح ڪوٽ ڏجي جي آس پاس قدم قدم تي انساني ارتقائي دور جا نشان موجود آهن. سنڌ جي ان حصي کي تهذيب جو پينگهو بہ چئي سگهجي ٿو.

ڪوٽ ڏجي قلعي جي پرسان تاريخ کان پنج هزار سال پراڻا آثار 1955ع ـ 57 ڌاري کوٽيءَ هٿ ڪيا ويا آهن. هي کنڊرات ڊيگهه ۾ ڇهه سو فٽ ويڪر ۾ چار سو فٽ ۽ زمين کان چاليهه فٽ کن بلندي تي آهن. کنڊرات مکيہ ٻن حصن ۾ ورهايل آهن. هڪ ڪوٽ جي بلند ديوار ۽ ٻيو هيٺائون شهر.

کنڊر مان نروار ٿيل جاين جا بنياد پٿرن جا آهن. بنيادن جي ويڪر پنجن فٽن تائين آهي، جن تي سرن جي اوساري ٿيل آهي. سرن جي ماپ 31/3 × 7 1/2 × 15 انچ آهي. جڳهن جي ڇتين تي گاهہ جي تيلن مٿان مٽي جي گاري جو ليپو ڏنل آهي.

ڪوٽ ڏجي جي آثارن ۾ لڪيل ڪراڙو ڪوٽ دنيا جي پراڻن ڪوٽن مان آهي. خاص ڪري برصغير جي قديم ڪوٽن جو سرواڻ آهي. ڪوٽ جي ٿلهي اڏاوت ۽ مضبوطي ڏسي چئي سگهجي ٿو تہ ان کي اڏيندڙ بہ هڪ سنٽي سڌريل قوم سان تعلق رکندڙ هئا. ڪوٽ هڪ ٽڪري تي اڏيل آهي. ان جا بنياد چن جي اڻ گهڙيل پٿرن جا آهن، جن تي اهو مضبوط سِرن جو ڪوٽ اڏيو ويو آهي. ڪوٽ جي اترين ۽ اوڀرين پاسي تي قطار ۾ وڏا پهڻ مٽي جي گاري سان ملائي هنيان ويا آهن. ان جي اندرين پاسي کان گاري جي ليپائيءَ جا ڪٿي بہ نشان نہ آهن. ڪٿي ڪٿي بنياد وارن پٿرن جي ٻاهرين منهن کي سرن جون درزون ۽ ڇپرون هٽي جوڙيو ويو آهي. دفاع کي مضبوط ڪرڻ لاءِ ڪوٽ جي ديوار سان گڏ ٿوري ٿوري پنڌ تي برج جوڙيل آهن. جن تي بہ ٻاهرين پاسي تي سرن جا پشتا هٽي مضبوط ڪيو ويو آهي. برج هيٺان ڪافي موڪرا ۽ ٿلها

آهن، جيڪي مٿي پهچي سوڙها ٿي وڃن ٿا. برجن جي بلندي ٻارهن کان چوڏهن فٽ ٿي وڃي ٿي.

ڪوٽ جي اتر پاسي واري ديوار جو ڪجھ حصو هڪ سو اٺ فٽ کن ڪوٽي ظاهر ڪيو ويو آهي، جنهن جي سراسري بلندي ساڍا پنج فٽ آهي.

ڪوٽ جي اندر رهائشي جايون ٻاهرين دفاعي ديوار سان لڳولڳ آهن. ڪٿي ته ڪوٽ جي ديوار رهائشي گهرن جي پوئين ديوار جو ڪم ڏني ٿي. اوائلي لوڪن لکيو ٿو ته بعد ۾ ڪوٽ جي مرمت ڪرڻ ڇڏي ڏني هئي ۽ ان ديوار جي مٿان به پنهنجا گهرڙا جوڙڻ شروع ڪيا هئا. ڪوٽ جي آثارن مان ڪٿان اهو پتو نٿو پوي ته ڪڏهن به ڪوٽ جي ديوار تي حملا ٿيل هجن يا انهي ڪو شهر جو بچاءُ ڪيو هجي.

## ڪوٽ اڏيندڙ

سنڌ جي ٻين ڪوٽن وانگر، ڏجيءَ جو ڪوٽ به ٽالپرن جي دور ۾ ٺاهيو ويو. ٽالپرن لاءِ ڪن تاريخن ۾ اچي ٿو ته 'ٽالپر' لفظ ٺالبر مان نڪتل آهي. ٺالبر اصل ۾ ايران جي لر قبيلي جي لرستان علائقي جا باشندا هئا، جن مان خاراني لورين جو هڪ پاڙو ٺالبر آهي. ٺالبر جي لفظي معنيٰ 'ٺال' معنيٰ وڻ يا درخت ۽ 'بر' معنيٰ وڍڻ، يعني وڻ وڍيندڙ. ان قبيلي جو ڪم وڻ وڍي ان مان روزمره جي استعمال جو شيون ٺاهڻ هو. بهرڪيف سڀ مورخ ان تي متفق آهن ته ٽالپر هوت بلوچ نسل مان آهن. بلوچن کي مغلن سنڌ ۾ اچڻ لاءِ آماده ڪيو. بعد ۾ ڪلهوڙن به پنهنجي فوج کي مضبوط ڪرڻ لاءِ بلوچن کي سنڌ ۾ آندو.

ڪلهوڙن کان پوءِ ٽالپر سنڌ جا حڪمران ٿيا ته سنڌ ڪلهوڙن يا ان کان اڳ هڪ سڄو ملڪ هوندو هو، پر ميرن ان کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو. سنڌ جو هڪ ٽڪرو حيدرآباد جي ميرن قابو ڪيو. جنهن ۾ به چار چٽا مير صوبدار، مير محمد خان، مير نور محمد ۽ مير نصير حصيدار ٿيا. ظاهري نالو چؤياري پر اندروني طرح هڪٻئي کان ايترا دنل جو رات جو سڀ سمهندا به ڪٿا هئا. سنڌ جو ٻيو ٽڪر ميرپورخاص جي ميرن سوگهو ڪيو ۽ ٽيون خيرپور جي ميرن پنهنجي جاگير سمجهي.

مرزا قليچ بيگ لکي ٿو ته: "ميرن سنڌ کي ٽن حصن ورهايو.

جنهن مان چار حصا (تقريباً ٪58) مير فتح علي خان پاڻ ۽ پنهنجي پائرن لاءِ رکيا. ٻہ حصا (٪28) مير سهراب خان رکيا. باقي هڪ حصو مير محمود خان، مير عبدالله خان جي ٻن فرزندن ۽ مير ٺاري خان کي مليا."

'تاريخ ميران سنڌ' ۾ مير حاجي محمد بخش ٽالپر ٻڌائي ٿو تہ:
"اسان جي خانداني روايتن موجب ملڪ جو ٪50 حيدرآباد جي ميرن کي مليو هو. تاڪ هو افغاني خراج ڀريندا ۽ انهن کي منهن ڏيندا. باقي ٪20 مير سهراب خان کي ٪10 مير ٺاري خان کي ٪10 مير باقي خان کي ڏنو."

سنڌ ۾ ميرن سرحدن جي حفاظت لاءِ فوج رکي ۽ قلعا وغيره بہ ٺهرايا. 'تاريخ تمدن سنڌ' ۾ رحيمداد خان مولائي شيدائي لکي ٿو تہ:
"سنڌ ۾ ميرن جي گڏيل فوجن جو تعداد 11000 سوار ۽ 19000 پيادا هئا، جن ۾ ماڻڪاڻين جا انگ اکر ڏنل ڪونہ آهن. سڄي سنڌ ۾ جملي 23 قلعا هئا، جن مان بکر ۽ امام ڳڙهہ سري جي حفاظت ڪندا هئا. شڪارپور، ڪنڌ ڪوٽ، فتح ياسين ڪوٽ، لاڙڪاڻو، اُتر اولهہ سرحد جي حفاظت ڪندا هئا. خداآباد ۽ رني ڪوٽ ڪوهستان جي حفاظت لاءِ هئا. حيدرآباد ۽ وچولي ۾ هئا عمر ڪوٽ ۽ اسلام ڳڙهہ. فتح ڪوٽ ۽ نئون ڪوٽ ٿرپارڪر ۾ هئا. منوڙي جي مٿي جو قلعو ڪراچي جي حفاظت ڪندو هو. فتح ڪوٽ ٿر جو مشهور قلعو جو 1789ع ۾ ٽالپرن تعمير ڪرايو، نئون ڪوٽ جهڏي گدام وٽ هو. هتان چاليهہ ڪوهہ اُتر طرف اسلام ڳڙهہ قلعو هو. 1799ع ۾ منوڙي جي قلعي جي تعمير جو ڪم پورو ٿيو. ڪوهستان جي بچاءَ لاءِ سن کان ائن ميلن تي سنڌ جي الهندي واري جابلو سرحد تي مير ڪرم علي خان رني ڪوٽ اڏايو. مٿيون ڪم 1812ع ۾ مير مراد علي خان پورو ڪرايو. مٿس 12 لک رپيا خرچ لڳو هو. مٿين قلعن مان منوڙي، حيدرآباد، عمر ڪوٽ، ڪوٽ ڏجي، لاڙڪاڻہ، فتح ڪوٽ ۽ اسلام ڳڙهہ تي توبون رکيل هيون."

ميرن جي سنڌ جي ورهاڱي ۾ خيرپور جو علائقو مير سهراب خان کي حصي ۾ آيو. مير سهراب خان 1775ع ۾ مير چاڪر خان جي گهر پيدا ٿيو. گهراڻي جي رسم رواج مطابق تعليم ۽ تربيت حاصل ڪيائين،

جواني ۾ ٻين ميرن سان گڏ سيني جنگين ۾ حصو ورتائين.

رياست خيرپور جي ٻهرين حڪمران مير سهراب خان به پنهنجي رياست جي حدن جي حفاظت خاطر ڪجھ قلعا تعمير ڪرايا هئا، جن مان ٿر جي علائقي ۾ امام ڳڙھ، جوڌپور جيسلمير جي دنگ تي شاھ ڳڙھ ۽ قلعو احمدآباد نالي سان ڏجي ۾ به هڪ ڪوٽ جوڙايو.

ڪوٽ ڏجي جي قلعي جي تعمير جو ذڪر ڪندي 'اعجاز الحق قدوسي' 'تاريخ سنڌ' ۾ لکي ٿو ته: "مير سهراب خان جيئن ته نهايت ئي دورانديش ۽ بيدار مغز فرمانروا هو، هن ٻاهرين دشمنن کان حفاظت ۽ بچاءَ لاءِ خيرپور کان پندرهن ميلن جي مفاصلي تي احمدآباد واهڻ وٽ جيڪو اڄ ڪلھ ڪوٽ ڏجي ڪوٺجي ٿو، اتي ٽڪري جي مٿان هڪ مضبوط قلعو ٺهرايو. چوڌاري فصيل ۽ ٻهارن جي مٿان مورچا ٺاهيا ويا."



ڪوٽ ڏجي جو قلعو

## اڏاوت/ نالو

ڪوٽ ڏجي جو قلعو خيرپور ميرس شهر کان ڏکڻ طرف ويهن ڪلوميٽرن تي اتر- اوڀر، قومي شاهراھ تي هڪ ننڍڙي ٽڪري تي آهي، ان ٽڪري ۽ قلعي لاءِ ليفٽيننٽ ليوس پيلي لکي ٿو ته: "اهي ٽڪريون واريا سي چن جي پٿرن جون آهن، جيڪي هزهائينيس جي رياست ۾ 20

ميل ڏکڻ کان شهر ۾ داخل ٿين ٿيون. جنهن بعد ڏجي جي قلعي ڏانهن اوله طرف موڙ کائن ٿيون. قلعو ان ٽڪري جي هڪ ڇاڙ تي جوڙيو ويو آهي، ٽڪريون گهاڙ جي نالي سان به ڇاتيون سڃاتيون وڃن ٿيون."

سنڌ جي وڏين شان شوڪت وارين جاين ۽ ڪوٽن جي اڏاوت ۾ گهڻو ڪري ٿري ماڻهن جو پگهر جي صورت ۾ رت ڳڙيو آهي. پوءِ اهو پگهر بيگر جي صورت ۾ وهيو هجي يا اتي لپ تي. سنڌ واسي جن به شاهي جاين، ڪوٽن، مندرن، ماڙن تي فخر کان ڳاٽ اوچو ڪن ٿا، ان جي خوبصورتي پويان بک ۾ پاهه ٿيندڙ روپلي ڪولهي جي ڪرڙم ۽ لوڻي جي لڄ رکندڙ مارئي جي ماروئڙن جو رت ۽ ست وهيو آهي. يلي اهو ڪوٽ امر جو هجي، فتح ڳڙهه، اسلام ڪوٽ، نئون ڪوٽ، يا حيدرآباد جو ڪوٽ هجي. مندر گوڙي وارو هجي، يا ڪراچي جو سوامي نارائڻ مندر، صدين کان وٺي اڄ تائين جڏهن به ٿر ۾ ڏڪار منهن ڪڍيو آهي ته ويچارا ٿري ڇؤنرا ۽ ڇنا ڇڏي، ٻارن ٻچن سميت، سنڌ جي آسودن حصن ڏي صرف ماني ڳيپي لاءِ مزوري ڪرڻ ايندا آهن. ايتري قدر جو پيٽ جو دوزخ اجهائڻ لاءِ ڪڏهن ته ويچارا پنهنجي جگر جا ٽڪرا به وڪڻڻ لاءِ مجبور ٿي پوندا هئا.

ڪوٽ ڏجي جي تعمير لاءِ به چون ٿا ته جنهن زماني ۾ ٿر، جوڌپور ۽ جيسلمير رياستن ۾ ڏڪار پيو هو، ان جو سرحدون جيئن ته خيرپور رياست سان گڏيل هيون، تنهن ڪري بک ۽ بيروزگاريءَ جا ستيل لوڪ هن طرف هليا آيا. مير صاحبن به ٿرين جي مجبوريءَ جو فائدو وٺي ڪوٽ ڏجي شهر اندر ئي هڪ ٽڪري تي ڪوٽ جي اڏاوت شروع ڪرائي ۽ ڪوٽ جي ڪمائيندڙن کي پورهيي جي بدلي ۾ هر روز جوئر جي هڪ پاٽي ڏيندا هئا. ڪوٽ ڏجي جو قلعو اهڙي طرح 1797ع ۾ مير سهراب خان جي تعميرات جي وزير سرائي محمد صالح زهري بلوچ جي نگراني هيٺ جڙي راس ٿيو. متس نالو قلعو احمدآباد رکيو ويو، قلعي جي شاهي دروازي جي پيشاني تي هيءُ مهر هڻي وئي.

قلع احمد آباد برسنگ است
دل دشمنان ازو تنگ است

"احد آباد جو قلعو پٿر تي آهي،
دشمنن جي دل ان کان تنگ آهي."

**خصوصيت**

ڪوٽ ڏجي جو قلعو ذري گهڻ ترشول جهڙي شڪل ٺاهي ٿو. هي ترشول نما قلعو چن جي پٿر واري ٽڪري تي جڙيل آهي. ٽڪري ڏکڻ-اوڀر کان اتر- اولهہ پنڌ ڪندي وڃي روهڙي وٽ درياهہ سنڌ ۾ پير پسائي ٿي.

هي سڄو ڪوٽ پڪن سرن جو جڙيل آهي. ڪجهہ هنڌن تي پاسي جي پهاڙن جا پٿر بہ استعمال ڪيا ويا آهن. سوال آهي تہ چوڌاري پٿر جي وافر موجودگي باوجود ان پٿر کي قلعي ۾ ڇو نہ ڪتب آندو ويو آهي؟ ماهرن جو خيال آهي تہ ڪنهن بہ اڏاوت ۾ ڪتب ايندڙ پٿر ۾ ڪجهہ خاصيتون هئڻ ضروري آهن. اڏاوت ۾ پٿر سخت ۽ مضبوط ڪم اچڻ جيئن ان ۾ ٻيڄ ڏاهہ جو عمل گهٽ ٿئي. پٿر پائيدار جٽاءُ ڪندڙ ۽ ڳتيل هجي. جيئن اهو موسم ۽ ٻاهرين شين جو اثر قبول نہ ڪري. سوراخدار، سهڻي پٿر کان پرهيز ڪجي. ان تي گهم ۽ برسات اثر ڇڏي ٿي، پٿر جي سراسري Crushing Strength هڪ چورس انچ تي ٽي ٽن هئڻ کپي. پر ڪوٽ ڏجي جو پٿر جنهن ۾ چن ۽ واري جي آميزش جام آهي، ان جي تجزيي مان ثابت ٿيو آهي تہ هي سخت ۽ پائيدار پٿر نہ آهي، ۽ نہ ئي وري اهو ڪو ڳرو بار يا ڪا وڏي ڇمار ماٺي سگهي ٿو. قلعي ۾ مقامي پٿر جنهن هنڌ بہ استعمال ڪيو ويو آهي، ان جو حشر خراب نظر اچي ٿو. ان جا ڇوڏا لهڻ ڪري شڪل بگڙي چڪي آهي.

ڪوٽ ڏجي قلعي ۾ سرن جي استعمال جو اهو سبب ٿي سگهي ٿو تہ سرن وارو ڪم پٿر کان وڌيڪ سستو ۽ سولو آهي. سر هر هنڌ ٺاهي سگهجي ٿي، پر پٿر پري کان ڍوئڻو پوي ٿو، سر جي بناوت مهل ان جي خوبي خرابي جي ڇڪاس ڪري خراب سر الڳ ڪري سگهجي ٿي. سر جي هڪ شڪل رکي ان جون ڪنڊون تيز ۽ پاسا لسا رکي سگهجن ٿا. پٿر جا جوڙ ۽ درزون وڏي احتياط سان ڀرڻيون پون ٿيون، پر سر جي عموماً مستطيل شڪل هئڻ ڪري ايڏي احتياط جي ضرورت نہ آهي. سرن جي مرمت پٿر جي بنسبت سؤلي ۽ تکڙي آهي. ڪوٽ ڏجي جي ٽڪري

جي ستر فٽ بلندي ڏسي، قلعي ۾ ڪتب آندل سر جي ماپ 1/2-1 × 1/2- 4 × 1/2-9 انچ مناسب رکي وئي آهي. جيئن آساني سان اتانهين تي پهچائي سگهجي. پٿرن جي اڏاوت ۾ ڪوشش ڪري وڏا پهڻ استعمال ڪيا ويندا آهن، جيئن جوڙ گهٽ ٿين. گهڻا جوڙ عمارت کي ڪمزور ڪن ٿا. پٿرن جا هيٺان مٿان ۽ پاسن وارن جوڙن ۾ محتاط ٿي مسالو پرٽو پوي ٿو،، جيئن ڪو خال رهجي نه وڃي. پر سرن ۾ ايڏي احتياط جي ضرورت نه آهي. سرن جي مٿان گهٽ خرچ تي پلستر چاڙهي ان تي ڊزائن ۽ گلڪاري ڪري سگهجي ٿي. پر پٿر مٿان لاڳت گهڻي اچي ٿي.

ڪوٽ ڏجي قلعي اڏيندڙ ڪاردانن اهو ڪارڻ ذهن ۾ رکي، آس پاس پٿر جي موجودگي باوجود سرون ڪتب آنديون آهن.

سرن جي استعمال کان سواءِ، ڪوٽ جي اڏاوت ۽ بچاءُ بندي لاءِ ٽن ڳالهين جو خاص خيال رکيو ويو آهي. هڪ ته ڪوٽ کي ٽي دفاعي لائنون ڏنيون ويون آهن. پيو ڪوٽ هيٺ کان مٿي اُڀو ٿيندو وڃي ٿو. ٽيون ڪوٽ جيئن مٿي پنڌ ڪندو وڃي ٿو ته سوڙهي شڪل اختيار ڪندو وڃي ٿو.

ان کان سواءِ ان ڪوٽ جي هڪ اها به خصوصيت آهي ته اهو قدرتي اڀ ڪپرن تي اڏيل آهي. پاسي کان مٿي ٽڪري تي لشڪر جي صورت ۾ چڙهي اچڻ ناممڪن آهي. جيڪڏهن لشڪر مٿي چڙهي به اچي ته به ان تي پير ڦٻائي وڙهڻ مشڪل آهي. جيڪڏهن ماٺهو ديوار تائين پهچي وڃي ته به اُپين مضبوط ديوارن تائين رسڻ لاءِ سر جي بازي لڳائڻي پوندس، قلعي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ صرف هڪ ئي رستو آهي. اهو مکيه دروازي وارو رستو جنهن جي ذريعي ئي اصل قلعي ۾ گهڙي سگهجي ٿو. اصل قلعو به ٽين دروازي کان پوءِ شروع ٿئي ٿو، جيڪو قلعي جو وڏ ۾ وڏ مٿانهون حصو آهي.

ان قلعي جي وڏي خوبي اها آهي جو اهو ٽڪري جي شڪل مطابق نه آهي. ڇو جو ٽڪري ۾ ڪجھ اهڙا هنڌ به آهن، جتان قلعي کي وڏائي سگهجي پيو پر ائين نه ڪيو ويو. لڳي ٿو ته ڄاڻي واڻي قلعي جي شڪل اهڙي ناهي وئي آهي. اهو خاص ڪري توپ جي گولي جي فائر کان بچڻ لاءِ ناهيو ويو آهي. جنگي حڪمت عملي مطابق قلعي جي ديوار ۽ حصا



ڪوٽ ڏجي قلعي جو هڪ اندريون منظر

اهڙي نموني ٺهيل آهن، جو جيڪڏهن ان تي گولي بازي ڪئي وڃي ته گولو اندر ڪرڻ بجاءِ ٻاهر وڃي ڪرندو. اهڙي نموني قلعي ۾ اندر نقصان ٿيڻ جو خطرو گهٽ آهي.

مير سهراب (1803-1830ع) ڪيترائي سال ان قلعي ٺهرائڻ ۾ لڳايا، ان مان محسوس ٿئي ٿو ته ايترا سارا سال ان ڪري ورتا ويا هئا ته جيئن ڪم منصوبي ۽ هوشياري سان ڪيو وڃي.

هي ڪوٽ خالص فوجي، دفاعي، انتظامي ڳالهين کان سواءِ سپاهين جي رهائش طور به مخصوص هو. هڪ سپه سالار جي هيٺ پنج سؤ سپاهين جو جٿو ۽ سؤ کن توپون برجن تي نصب هيون. اهو سلسلو انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ تائين جاري هو. چون ٿا ته سنڌ جي فتح مهل خيرپور جي والي مير علي مراد نه صرف انگريزن جي مالي مدد ڪئي هئي، پر پنج سؤ سنڌي گهوڙي سوارن جو دستو به چارلس نيپئر کي ڏنو هو. اهو دستو مياڻي جي جنگ ۾ انگريزن سان گڏجي سنڌين خلاف وڙهيو هو. انهن سنڌي گهوڙي سوار دستن جي مهنداري ڪئپٽن رُسيل ۽ ڪئپٽن جيڪب ڪري رهيا هئا. مياڻي جي جنگ بعد خيرپور رياست انگريزن جي طفيلي بڻجڻ بعد مير علي مراد خان هن ڪوٽ کي جيل خاني ۾ تبديل ڪري ڇڏيو هو.

قلعي جي اهميت ۽ حيثيت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته قلعي جي ٻاهران هڪ باغ، 'فيض باغ' نالي رکرايو ويو هو. ٻاهران آيل مهمانن کي قلعي ۾ اندر گهرائڻ بجاءِ کين ان فيض باغ ۾ رهايو ويندو هو. چون ٿا ته مير علي مراد، چارلس نيپئر کي قلعي ۾ اندر آڻڻ مهل ڪافي ڪُرڪيو هو.

پر ان قلعي لاءِ ڏسو ته 1854ع ۾ شڪارپور جو ڊپٽي ڪليڪٽر ليفٽيننٽ ليوس پيلي ڇا ٿو چئي؟ ليوس لکي ٿو ته: "هزهائينيس وٽ باقي وڃي ڏجي جو قلعو بچيو آهي. ان تي ڏکڻ- اتر کان آساني سان رسي سگهجي ٿو. ان رخ کان قلعي جي فصيل هڪدم ڍيل ۽ اگهاڙي آهي. پلي ڪيترو به ماهر فوجي دستو ان جي حفاظت ڪندو هجي، توپ خاني جي سامهون هڪ ڏينهن به جٽاءُ ڪري نه سگهندو."

## دروازا

قلعي جي اصلي ۽ رهائشي حصي تائين پهچڻ لاءِ ٽن شاهڙ دروازن مان گذري اچڻو پوي ٿو.

## شاهي دروازو

دفاع لاءِ ناهيل ڪوٽ جو هي دروازو انجنيئرنگ جو ڪمال آهي. قلعي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڏکڻ طرف کان اچڻو پوي ٿو. عام قلعن جيان مکيه دروازي جي حفاظت لاءِ ٻه ٻه گول برج آهن. برجن جي بناوت ائين آهي، جو انهن دروازي کي چڱ ڀاڪر ۾ ڀيڪوڙي ڇڏيو هو. برجن مان ٻه سڌيون ديوارون نڪري اوله ۾ نوي درجي جي ڪنڊ ناهن ٿيون. ڪنڊ جي پرسان ئي اتر ۾ شاهي در آهي. ٻاهرين حملي آور کي روڪڻ لاءِ برجن توڙي در مٿان مارا ٺهيل آهن، ان کان سواءِ پٽ ۽ برجن جي ڪنگرين مان ٻه ڪاهه ڪندڙ تي مارُ ڪري سگهجي ٿو. برج هيٺان ويڪرا مٿي وڃي مخروط ناهن ٿا. ڪنگرين جي پڇاڙي ۽ برجن جي فرش وٽ ٻاهرين طرف کان ڪجهه انچ ڪارنس نڪتل آهي.

هڪ ته دروازي واري پٽ اهڙي نموني جي آهي. جو دروازي ٽوڙيندڙ کي آساني سان نشانو بڻائي سگهجي ٿو. ٻيو در جي ٻاهران ايترو وڏو ميدان نه آهي، جو ڊوڙي اچي در کي شهتير يا ڌڪ هڻي سگهجي. ٽيون دروازو وڪڙ تي هئڻ ڪري مٿس هڪ ئي مهل وڏو حملو ڪرڻ ناممڪن آهي.

دروازو ڏکڻ منهن نهايت پختي ڪاٺ جو جوڙيل آهي. جن کي هاٿين جي حملي کان بچاءَ لاءِ 234 تلها لوها نوڪدار ڪل پڻ لڳايا ويا آهي، جن جون چنهنبون ٻاهر نڪتل آهن. جيئن وڏي شهتير Batte-ringram سان ٻه ڪيس ٽوڙي نه سگهجي. در جي ڊيگهه پندرهن فٽ ساڍا نو انچ ۽ ويڪر ڏهه فٽ آهي. اندر داخل ٿيڻ لاءِ منجهس هڪ دري پڻ رکي وئي آهي. در جي اندر ٻنهي پاسي چوڪيدارن جي ويهڻ لاءِ ڏيڍيون ۽ دڪا ٺهيل آهن. دروازي جي مٿان چڙهڻ لاءِ پاسي کان اوٽيتاليهه ڏاڪن جي ڏاڪڻ آهي.

شاهي دروازو پار ڪري اچڻ سان قلعي اندر بيضي جي اڌ جهڙو



ڪوٽ ڏجي قلعي جو مکيه دروازو

ميدان آهي. جنهن ۾ ڪا به اهم شيءِ نه آهي. صرف سپاهين جي رهڻ لاءِ جايون ۽ حملي آور کي روڪڻ لاءِ تدبيرون ۽ اوٽون آهن. دروازي جي اتر-اولهه واري ٻاهرين ديوار جي اندرين پاسي تي چوڪيدارن جي هلڻ لاءِ ڏيڍ فٽ کن موڪرو رستو آهي. جن کي ٻاهران صرف فٽ ڏيڍ وارين ايـن ڪنگرين جي اوٽ ڏنل آهي. ان ڪري چوڪي ڏيندڙ سولائي سان اندران توڙي ٻاهران نشانو ٻڌجي سگهي ٿو. رني ڪوٽ ۾ اهڙي قسم جي اوٽ ڪجهه قدر بلند هئي، سواءِ قدرتي مورچي ڏي ويندڙ ۽ ٻين ڪن ديوارن جي.

شاهي دروازي جي بلڪل اولهه ۾ اڇن پٿرن جي سهڻن ڪنگرين واري ديوار ڏنل آهي، جيڪا مقامي پٿرن جي جڙيل آهي ۽ بعد ۾ به مرمت شده آهي. ان ڪري ديوار ۽ ٻاهرين ديوار جي گهيري ۾ اڌ بيضي جهڙو ڪشادو ميدان ٺهي پيو آهي. هي جڻ قلعي اندر هڪ ٻيو ننڍو قلعو آهي، جنهن ۾ حملي آور کي گهڻو وقت روڪي سگهجي ٿو. حملي آورن کي اڳتي ڪاهه ڪرڻ لاءِ صرف اڇن پٿرن واري پٽ جي اترين ڪنڌ وٽ هڪ تنگ رستو آهي. تنگ رستي جي مٿان اوير طرف دروازي جي

حفاظت ڪندڙ دستي جي سالار لاءِ ڪمرو ٺهيل آهي، جتان هڪ خفيہ رستو ٻاهر نڪري ٿو.

مکيہ دروازو، ميدان ۽ تنگ رستو پار ڪرڻ بعد حملي آور ڪي هڪ سوڙهي لنگهہ مان گذرڻو پوي ٿو، جنهن مٿان سڄي هٽ تي هڪ شاهي برج پهرو ڏي ٿو ۽ ڪٻي هٽ تي اڇي پٿر واري پٽ آهي. هي سوڙو لنگهہ اتر کان ڏکڻ هلي وري گهوڙيءَ جي نال وانگر وڪڙ کائي اتر طرف هلي ٿو. ان نال جهڙي لنگهہ ۾ دشمن سان جنگ جوٽڻ لاءِ برج ۽ ديوارن ۾ ٻہ اوٽ رکيل آهي. ان سوڙهي دگ جي وچ ڪٻ وٽ هڪ مورچو ۽ اولهہ پاسي کان ٻہ هڪ قدآور برج آهي. انهن برجن ۾ سپاهي هڪ وقت قلعي تي ٻاهران ٿيندڙ حملي ڪي روڪڻ سان گڏوگڏ قلعي اندر گهڙي آيل دشمن سان بہ منهن مقابل ٿي سگهي ٿو. مطلب تہ هي انگڙ ونگڙ لنگهہ قلعبندي جو هڪ سنو مثال پيش ڪري ٿو. ان کان سواءِ جنگي حڪمت عملي جي لحاظ کان بہ هي لنگهہ سوڙهو ۽ مٿانهين طرف چڙهڻ ڪري، ماڻهو ڪي قطار ۾ جُهڪي هلڻو پوي ٿو، جنهن ڪري هو حملو ڪرڻ لائق نٿو رهي. ٻيو مٿي چڙهڻ ڪري سپاهي جون نظرون جهڪيل هئڻ ڪري هو تڪڙي حرڪت بہ ڪري نٿو سگهي. مطلب تہ هن هنڌ تي دشمن چڻ ڪوڙڪي ۾ سوگهو ٿي وڃي ٿو.

### ٻيو دروازو

ان سوڙهي لنگهہ کي مضبوط ۽ قلعي جي دفاع کي وڌيڪ يقيني بنائڻ لاءِ ان جي وچ تي هڪ ٻيو در بہ بيهاريو ويو آهي. هي دروازو پهرين دروازي کان ڪجهہ قدر سوڙهو آهي. حملي آور جيڪڏهن پهريون دروازو ٽوڙي ايندو تہ هن دروازي وٽ کيس سخت مزاحمت سان منهن ڏيڻو پوندو. ان دروازي وارو لنگهہ سوڙهو، ورن وڪڙن وارو ۽ مٿانهين تي آهي. ٻيو در بہ ڪافي ڀاري پرڪم آهي. ان جي چوڦير بہ مارا ٺهيل آهن. دروازي وارو دمدمو بہ ڪافي تنگ آهي. ان دروازي جي بناوت بہ ساڳي نموني پختي ڪاٺ جي آهي، جنهن ۾ ٻہ سؤ اٺ لوها چنهنبدار ڪل لڳل آهن. در جي اوچائي تيرهن فٽ آهي. در اندر سپاهين جي ويهڻ لاءِ دڪا ۽ ڪمرا ٺهيل آهن، ۽ مٿي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ ۾ ٽيهہ ڏاڪا اٿس.

ٻئي دروازي مان گذرڻ بعد وري ساڳيو سرنگ نما لنگهہ شروع ٿي

وجي ٿو، جنهن جي ڪپي هٽ تي ٻاهرين طرف اولهہ ڏکڻ ڪنڊ وٽ موجود مورچن ۽ ديوارن تي پهچڻ لاءِ قدرتي ٽلهو آهي. ٽلهي تي ٻہ هڪ ذري گهٽ چؤڪور برج آهي. برج تي مارا ۽ توپون رکڻ لاءِ ڳڙکا رکيل آهن. برج هيٺان ڪمرو آهي، جنهن ۾ آرپار گذرڻ لاءِ اتر ۽ ڏکڻ پاسي کان بنا طاقن جي دروازا ڏنل آهن، جن مان گذري ڏکڻ ڪنڊ تي موجود شاهڙ مورچن تائين پهچي سگهجي ٿو.

## ٽيون دروازو

ان سرنگ نما لنگهہ کي وري ٽيون در ڏئي بند ڪيو ويو آهي. دروازي جي ٻاهران ساڄي پاسي توپن جي گولن رکڻ لاءِ جايون آهن، جن کي سنهيون لوهيون ڇاريون ڏنل آهن. 1972ع ۾ پهريون دفعو اهو قلعو ڏسڻ ان مهل ان هنڌ تي وڏي تعداد ۾ گولا رکيل هئا، پر موجوده وقت اتي هڪ ٻہ گولو نہ آهي. ان دروازي مٿان هي اکر ٻہ لکيل آهن:

"Abondon hope all ye who enter here"

مطلب تہ: "جيڪو اندر داخل ٿئي سو سڀ لاڳاپا لاهي."

ٻئي ۽ ٽئين دروازي جي وچ ۾ سوڙهي گذرگاه جي ڪپي هٽ تي ٻاهرين طرف اولهہ ڏکڻ ڪنڊ وٽ ديوار ۽ برجن تي پهچڻ لاءِ قدرتي مٿانهين آهي، جنهن تي ٻہ هڪ ذري گهٽ چؤڪور برج کڙو ڪيو ويو آهي، جنهن تي بندوق جا مارا ۽ توپ رکڻ لاءِ ڳڙکا آهن. برج هيٺان ٺي ڪمري کي آمهون سامهون اتر ۽ ڏکڻ پاسي کان دروازا ڇڏيل آهن، جن مان گذري ڏکڻ ڪنڊ تي شاهڙ برجن تائين پهچي سگهجي ٿو.

ماهرن پهرين دروازي ۽ ٽئين دروازي جي وچ ۾ جيئن ٻہ ٽڪري جي شڪل هئي ان کي ايئن ئي برقرار رکيو آهي. هت ٽڪري جو سڄو سارو پاسو اولهہ کان اوپر پاسي گسڪڻ جيان هيٺ لهوارو ٿيندي نظر اچي ٿو. ماهرن ان کي گهڙيو يا ڇليو نہ آهي، پر ان ڳالهہ جو خاص خيال رکيو اٿئون تہ ان جي قدرتي بناوت ۾ ڪو فرق نہ اچي. ان ڪري قلعي جو اهو حصو ٽن واضح سطحن ۾ ورهائجي ويو آهي. پهرين سطح جيڪا هيٺانهين تي آهي، اها مٿي چڙهڻ لاءِ آهي. ٻي سطح ان کان ڪجهہ قدر مٿانهون ٽلهو ناهي ٿي، جنهن کي ٻہ پاسي کان پٿرن جا پشتا ڏئي ويڪرو رستو ٺاهيو ويو آهي. ٽين سطح کي اندرين (اوپر) توڙي ٻاهرين

(اوله) طرف ڪنگرين واريون ديوارون ڏئي بند ڪيو ويو آهي، جيئن ڪوٽ اندر آيل غنيم توڙي ٻاهران وڙهندڙ سان مهاڏو اٽڪائي سگهجي.

اسان جيڪڏهن ڪوٽ جي ان حصي يعني شاهي دروازي کان وٺي ٽئين دروازي تائين ڪوٽ جي شڪل جو بغور معائنو ڪنداسين ته اهو اهم دفاعي حصو هڪ مڪمل انساني پير جهڙو لڳندو.



قلعي جا ٽي دروازا (ڪوٽ ڏجي)

پير آڱرين کان شروع ٿي وڃي، مرئي تائين ختم ٿئي ٿو.

ٽن مکيه دروازن کان سواءِ ڪوٽ ۾ اچڻ وڃڻ لاءِ ٽي خفيه رستا به آهن. هڪ پهرين دروازي جي پرسان اوپر ۾ چوڪيدارن جي ڪمري هيٺان، ٻيو ٽئي دروازي پرسان اوله پٽ وٽ، ٽيون قلعي جي مٿين حصي ۾ صفن صفا ملڪ ميدان برج هيٺان.

**ڪوٽ**

اصل ڪوٽ ٽئين دروازي بعد شروع ٿئي ٿو. هيٺين سطح وارن برجن، ديوارن ۽ دروازن وارو سارو ٽڪساٽ صرف ان حصي جي دفاع لاءِ ڪيو ويو آهي. ڪوٽ جي ان حصي جي شڪل ذري گهٽ وينل اُٺ سان مشابهت رکي ٿي. اُٺ جي ڳچي جيان قلعي جي اترين ڪنڊ



شهيد بادشاه برج
مريم برج
صفن صفا برج
تلاءُ
جيل
غلام گردش
فتح ٹل
تيون دروازو
حرم
جيسلمير برج
تخت
پيو دروازو
N
كوه
SCALE
1 50 100 150 200 250 METERS
شاهي دروازو
كوٽ ڏجي

نڪتل آهي. ڪوٽ جو وچ بہ ٿوهي جيان ظاهر بيٺو اهي. اهڙي طرح ان حصي جو اولهائون حصو بہ اٺ جي پچ واري اُبار جيان اپريل نظر اچي ٿو. ان حصي ۾ ڪوٽ جا سڀ مشهور برج، باروت خانو، تلاءُ، حرم، جيل، تخت ۽ سپاهين وغيره جي رهڻ جون جايون اچي وڃن ٿيون.

ڪوٽ جي ان مکيہ حصي کي اسان ٽن حصن ۾ ورهائي سگهون ٿا. پهريون اولهائون حصو، ٻيو وچ ۽ ٽيون اتر وارو حصو.

سڀ کان پهريائين اسان برجن جو ذڪر ڪنداسين.

**برج**

هيٺين سطح تي دروازن جي حفاظت ۾ سوڙهي لنگهہ کان سواءِ بہ قلعي جي چوڌاري فصيل ۾ جابجا برج ٺهيل آهن. جيڪي اندران رهائش لاءِ ڪمري طور ڪم بہ اچي سگهن ٿا. انهن برجن جي اندرين ڪمري جي ڇت ۾ ڪاٺ جي شهتيرن کي هيٺان سهٽا ڪاٺ جا ٿنبا ڏنل آهن. ڇت کي بہ ڪاٺ جا تختا هڻي سينگاريو ويو آهي. برجن (ڪمرن) جي مٿان توپن ۽ بندوقن لاءِ مارا ٺهيل آهن. ضرورت مطابق وڏن برجن تي رکيل توپون هر طرف گهمائي ۽ ڦيرائي سگهجن ٿيون. سڄي ڪوٽ ۾ پنجٽيهہ کن ننديا وڏا برج آهن.

ڪوٽ ڏجي قلعي جي هر برج کي بہ اسان چئن حصن ۾ ورهائي سگهون ٿا. سڀ کان هيٺانهين وارو حصو برج جا پير آهن، هي ڊگهي ۾ ڊگهو حصو آهي. ان جي مٿان ٻئي حصي ۾ بٺرڪ/ ڪمرا/ غلام گردش اچي وڃن ٿا. ٽئين حصي تي اصل مورچو يعني برج جو پليٽ فارم آهي. برج جي آخري چوٿين حصي ۾ ڪنگريون آهن. ڪن برجن جون ڪنگريون ايڏيون تہ خوبصورت آهن، جو پري کان جڻ گلاب جون ٽڙيل پنکڙيون ٿيون لڳن.

ڪوٽ ڏجي قلعي ۾ انهن برجن ۾ ڪجهہ شاهي ۽ مشهور برج بہ آهن.

**فتح ٿل**

فتح ٿل ٽئين دروازي جي پويان ۽ مٿان جڙيل آهي. هي برج قلعي ۾ اندرين ميدان ۾ گهڙي مستطيل حصو والاري ٿو. فتح برج هيٺان موڪرو آهي، مٿي هري هري سوڙهو ٿيندو وڃي ٿو. ان برج ڪري سڄي ڪوٽ



ڪوٽ ڏجي قلعي جو هڪ برج

جي خوبصورتي ۾ اضافو اچي ويو آهي. ڪوٽ جي هر ڪنڊ تي آساني سان نظر رکي سگهجي ٿي. اهو ٿل ڏور کان ڪنهن بٺي جي چمني جيان ڏيک ڏئي ٿو. ٿل جي هيٺان هڪ گهڻ پاسو ڪمرو ۽ مورچي جو ڪم ڏي ٿو، جنهن مان هڪ سنهڙي ڏاڪڻ مٿي چڙهي ٿي، منجهس خوبصورت رنگين گلڪاري ٿيل آهي. برج ۾ داخل ٿيڻ سان ٿي ان جو ڪنهڙو ڪافي بلندي تي آهي، البت مارن مان پري پري تائين نظر رکي سگهجي ٿي. برج جو ٻاهريون پاسو پلستر هٽڻ ڪري سهڻو ڏيک ڏي ٿو. ٻاهران ڪنگرين جي هيٺان ۽ فرش وٽ ٻاهر ڪارنس نڪتل آهي. هي برج 'فتح ٿل' جي نالي سان مشهور آهي يعني ڪوٽ جي فتح جي صورت ۾ فاتح فوج پنهنجو جهنڊو ان برج تي چاڙهي سوڀ جو اعلان ڪندي هئي. برج اندر باقاعده پٽ ۾ جهنڊي جي لڪڙي لاءِ نيساري وانگر ڪپ ٿيل آهي.

ٿل جي اوله پاسي ڪجھ هيٺانهين تي هڪ ڪليل ڪوٺو آهي.

ڪوٺي جي ٻاهرين پاسن کان اوٽ لاءِ ديوارون ڏنل آهن، جن جي ڪنگرين ۾ مارن مان فائر ڪري سگهجن ٿا. اوله ڏکڻ پاسي تي قلعي ۾ فتح ٽل جي حفاظت لاءِ ڪجھ هيٺانهين تي ديوار ۾ هڪ برج به آهي، ان ڪوٺي تي بغير ڇت جي هڪ ڪمرو آهي. ڇت سنپال جي ڪمي ڪري ڊهي وئي آهي. ڪمري کي محرابدار بنا تاقن جي دروازا آهن. جنهن اندر سامان وغيره رکڻ لاءِ جارا به آهن. لڳي ٿو ته هي پلستر ٿيل ڪمرو ڪنهن سپه سالار يا مير جي رهائش هئي. ڪن جو خيال آهي ته ان هنڌ تي مير صاحب سلامي وٺندو هو. ڪوٺي تي نماز ۽ بيت الخلا لاءِ جايون آهن.

فتح ٽل جي اندرين قلعي واري پاسي تي ڪوٺي ۾ ڪمري کي ڪابه اوٽ ڏنل نه آهي. ان ڪري ٽل تي بيٺل ماڻهو سولائي سان ڪوٽ ۾ ٿيندڙ هر حرڪت ۽ چرپر تي نظر رکي سگهي ٿو. ٽل جي هيٺان سرنگھ نما گذرگاه مان گذري ماڻهو قلعي ۾ داخل ٿي سگهي ٿو.

## صفن صفا، ملڪ ميدان برج

هي قلعي جي اولهائين پاسي جي آخري ڪنڊ تي گولائيءَ تي ويڪرو برج آهي. ان تي ڪنهن دور ۾ ٻه توپون صفن صفا ۽ ملڪ ميدان رکيل هيون، جنهن ڪري مٿس اهو نالو پئجي ويو آهي. ان برج جا بنياد قلعي جي مٿئين حصي واري ميدان کان ڪجھ بلند ٽلهي تي آهن. ٽلهي تي چڙهڻ لاءِ پنج ڪن ڏاڪا اورانگهٽا پون ٿا. ٽلهي جي اترين ڪنڊ کان پنجنيهن ڪن ڏاڪن واري ڏاڪڻ مٿي برج تائين پهچائي ٿي. ڏاڪڻ جي ٻاهرين توڙي اندرين پاسي ڪابه اوٽ نه آهي. برج جي هيٺين ٽلهي تي ڏاڪڻ ڀرسان هڪ محرابدار ڳجهو در آهي. ان کان سواءِ ڪجھ مٿانهين تي برج جي وچين حصي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ به در آهي. اهو حصو ڪمري جي صورت ۾ سپاهين جي رهائش طور ڪم اچي سگهي ٿو. ڪمرو 10 × 18 فٽ ماپ جو آهي، جنهن ۾ روشني ۽ هوا لاءِ وڏيون دريون ڏنل آهن. ان ڪمري جي مٿان برج کي مضبوط ڪنهڙي ۾ بندوق توڙي توپ لاءِ مارا رکيل آهن. برج اهڙي ته مناسب جڳھ تي جوڙيل آهي، جو ان ڪنڊ کان ٽن طرفن اتر، اوله ۽ ڏکڻ ڏور ڏور نظر ڊوڙائي سگهجي ٿي.

### شهيد بادشاهه برج

هي سهڻو برج قلعي جي اتر- اولهه پاسي نيشنل هاءِ وي جي پاسي آهي. هن شاهي برج جي پيرن ۾ هڪ پير شهيد بادشاهه جي چؤڪور مزار آهي. ان مان لڳي ٿو ته ٽڪري جو اهو حصو به قلعي ۾ شامل ڪري سگهجي پيو يا ائين به چئي سگهجي ٿو ته اهو پير قلعي جي اڏاوت کان اڳ ئي اتي موجود هجي. ان مزار جي موجودگي ڪري ئي برج تي اهو نالو رکيو ويو آهي. برج جي هيٺان ٿوري پنڌ تي ڪوٽ ڏجي جا قديم آثار آهن. هي برج ڪوٽ جي وچ مان خنجر جي ڦر وانگر ٻاهر نڪري آسمان جي ڪڪ ۾ گهڙي ويو آهي.

### جيسلمير برج

هي برج ڪوٽ جي اوپر ڪنڊ تي آهي. ان جو رخ جيسلمير طرف هئڻ ڪري مٿس اهو نالو چنبڙايو ويو آهي. ان برج تان ڪوٽ ڏجي شهر مٿان نظرن کي پکي وانگر اڏائي سگهجي ٿو. جيسلمير نل جي تري ۾ شهر پاسي پاٽي جو هڪ تلاءُ آهي. تلاءَ ۾ هاٿي به اوائلي دور جون ڏاڪڻيون ۽ گهاٽ ٺهيل آهن. منهنجي خيال ۾ ٿي سگهي ٿو ته ڪوٽ جي اڏاوت ۾ ڪتب آندل سرن لاءِ مٽي ان هنڌ تان کوٽي وئي هجي. جنهن بعد ئي اها ڪڏ هن تلاءُ جي صورت ۾ تبديل ٿي وئي هجي. جيئن حيدرآباد پڪي قلعي جي اڏاوت ۾ ڪتب آندل سرون، ڪانگن ڪاڏي ڪڏ مان مٽي ڪڍي ناهيون ويون هيون. ان برج پرسان ئي اڇي پٿر جو هڪ خوبصورت تخت رکيل آهي.

### مريم برج

ان برج تي ڪنهن زماني ۾ مريم توپ رکيل هئي، جيڪا هاڻي خيرپور شهر ۾ نيشنل هاءِ وي جي هڪ چوڪ تي رکيل آهي. هي ڪوٽ جي اتر پاسي آخري چيڙي وارو برج آهي، جيڪو به ٽڪري جي بناوت مطابق ڪوٽ کان شهيد بابا برج جيان ٻاهر نڪري چنهنب ناهي ٿو.

### غلام گردش/ فصيل/ بنرڪ

ڪوٽ جي مٿئين حصي ۾ اوڀر- ڏکڻ ۽ اتر- اولهه پاسي پٽ سان

گڏ اندرين پاسي غلام گردشون ٺاهيون ويون آهن. هي غلام گردشون اولهہ ڏکڻ ڪنڊ، صفن صفا برج کان شروع ٿي اوپر- اتر ڪنڊ جيسلمير برج اڳيان ختم ٿين ٿيون.

مون کي ڪافي ڪوٽ ڏسڻ جو موقو مليو آهي. ڪوٽ اندر الڳ جاين ۽ کليل ميدان ۾ خيما هڻي فوج رکي ويندي هئي، پر هت سپاهين جي رهڻ لاءِ الڳ بندوبست نظر نٿو اچي. هر ڪوٽ ۾ ديوار جي اندرين پاسي چوڪي ۽ نگاه داشت لاءِ غلام گردشون ٺهيل هونديون آهن. جيئن ته قلعي جي ديوار ميدان کان بلند ۽ ماڻهو جي قد کان وڏي هوندي آهي، ان ٻاهرين ديوار جي مضبوطي ۽ مٿين حصي تي پهچڻ لاءِ اندران مٽي وغيره سان مضبوط دڪا ٺاهيا ويندا آهن جن کي فصيل سڏيو ويندو آهي. ان فصيل تي بيهي حملي آور کي روڪڻ لاءِ ديوار جي ڊيڊري ۽ ڪنگرن ٺائين پهچي مارن ۽ ٻرڪين مان فائر ڪري سگهجن ٿا. ٻين قلعن ۾ جيئن رني ڪوٽ، عمر ڪوٽ ۾ به ديوار سان گڏ فصيل کي سرن، گاري ۽ مٽي سان ڀريو ويو آهي، پر ڪوٽ ڏجي قلعي جي اها خوبي آهي ته ان فصيل کي ڀراءُ لاءِ سرون ۽ مٽي ڪتب آڻڻ بجاءِ فصيل جو هيٺيون حصو ڪمرن/ بئرڪ وانگر ٺاهيو ويو آهي. ان ڪري فصيل کي ٻن مقصدن لاءِ استعمال ڪري سگهجي ٿو. هيٺيون حصو رهائش طور ۽ مٿين حصو چوڪيداري لاءِ ڪتب اچي سگهي ٿو.

مان جڏهن ٽاور آف لنڊن ڏسڻ ويو هوس ته اتي برجن کي محفوظ ڪري ان اندر پراڻي دور جي ماحول جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. جيئن Broad Arrow برج اندر جو ڏيک ڏيکاريو ويو آهي: هڪ کٽ تي ماڻهو وڃنو جوراب لاهي رهيو آهي. کٽ جي پيراندي کان ٽيبل تي ميڻ بتي جگ پيالا رکيل آهن. فرش تي ڪاري رنگ جو ڪتو ويٺو آهي، جنهن جي سامهون هڏا پيا آهن. ڪمري جي ڪنڊ ۾ صندوق ۾ ڪپڙا رکيل آهن.

اهڙي طرح اسان ڪوٽ ڏجي جي قلعي ۾ برجن ۽ فصيل کي محفوظ بنائڻ سان گڏ، ميرن جي دور جي سپاهين جا مجسما ٺاهي، سپاهين جي لباس، هٿيار ۽ رهڻي ڪهڻي جي نمائش ڪري سگهون ٿا.

قلعي جي بئرڪ کي سپاهين جي رهائش سان گڏ ضرورت وقت

حملي کي روڪڻ لاءِ به ان ۾ ٿهيل مارا ڪم اچي سگهن ٿا. ان مان لڳي ٿو ته قلعي ۾ باقاعده فوج رهندي هئي. بڙرڪ اندر ويهي ۽ ليٽي انهن نڪتل مارن مان ٻاهر دشمن تي نظر رکي ۽ ڪين نشانو بڻائي سگهجي ٿو. بڙرڪ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ٿوري ٿوري مفاصلي تي محرابدار خوبصورت سوڙها دروازا ٺهيل آهن، جن مان هڪ مهل صرف هڪ ماڻهو لنگهي سگهي ٿو. بڙرڪ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ به ٿي ڏاڪا چڙهڻا پون ٿا. جيئن برسات جو پاڻي وغيره اندر داخل ٿي نه سگهي. بڙرڪ ديوار سان گڏ ڊيگهه ۾ هلي وڃي ٿي. ان کي وچ ۾ به پٽيون ننڍن ڏئي ننڍن حصن ۾ ورهايو ويو آهي.

بڙرڪ جي مٿان ڇت غلام گردش جو ڪم ڏي ٿي، جنهن تي سپاهي ويهي يا ليٽي ٻاهران ٿيندڙ حملي کي منهن ڏئي سگهي ٿو. جيڪڏهن ڪو غلام گردش تي بيهي حملي کي روڪڻ چاهي ته پٽ ۾ لڳل ڪنگرن کي اوٽ بڻائي جنگ جوٽي سگهي ٿو. اهڙي طرح هڪ وقت ديوار جي هڪ هنڌ وٽان هيٺ کان مٿي سڌي قطار ۾ ٽي سپاهي وڙهي سگهن ٿا. هڪ بڙرڪ اندر ويهي ماري مان، ٻيو بڙرڪ جي ڇت مٿان نڪتل ڳڙکين وسيلي، ۽ ٽيون ڇت مٿان سڌو بيهي پٽ جي ڪنگرين کي اوٽ بڻائي دشمن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪري سگهي ٿو.

## تلاءُ

فتح تل ۽ صفن صفا برج جي وچ واري ميدان ۾ ڪوٽ جي اولهه ڪنڊ تي، اڇي رنگ جي گهڙيل پٿرن جي هڪ وڏي حوض نما ڪَڏ آهي. ڪجهه محققن جو خيال آهي ته اها حوض نما ڪڏ پيئڻ جي پاڻي جو تلاءُ آهي. حوض جي گهرائي ٻارهن فٽ، ڊيگهه سٺيهه فٽ ۽ ويڪر ٻاويهه فٽ ڪن آهي. ڪنهن وقت حوض کي ڍڪڻ لاءِ ڇت به هوندي هئي. چوڌاري حوض جي چوڌاري ڪنارا ميدان کان ڪجهه فٽ مٿي آهن. ڪنارن تي ٻن پاسن کان شهتير رکڻ جا نشان آهن ۽ تلاءَ اندر به شهتيرن لاءِ چار تل آهن. محققن جي راءِ مطابق هي حوض ڪوٽ اندر مٿين حصي ۾ رهندڙ ماڻهن کي پاڻي پهچائڻ سان گڏ پاڻي جي ذخيري طور ڪم ايندو هو. ان حوض کي اتر ۽ ڏکڻ پاسي ڪوٽ کان ٻاهرين

ڪوهن ڪان سواءِ مکيہ دروازي واري ڪوھ جي پاڻي سان ڀريو ويندو هو. اهو بہ خيال ڪيو وڃي ٿو تہ حوض ڪي مينهن جي پاڻي سان سدائين ڀريل رکيو ويندو هو، باقي ڪوٽ پکالن ذريعي پوري ڪئي ويندي هئي. حوض ۾ اندر لهڻ لاءِ ساڳي اڇن پٿرن جا تيرهن ڪن ڏاڪا آهن.



ڪوٽ ڏجي قلعي اندر تلاءُ

منهنجي خيال مطابق اها حوض نما کڏ پاڻي جو تلاءُ ٿي نٿي سگهي. ڇو جو حوض جي اوساري چن سان ٿيل آهي. حوض جي تري کي بہ چن مليل مسالي سان لسو بڻايو ويو آهي. ان ڪان سواءِ ان جي اوساري ايتري ڳتيل نہ آهي، جو پاڻي جي سيمي کي روڪي سگهجي. جيڪڏهن تلاءَ هجي ها تہ ان جي اوساري بہ سيمي ڪان پاڪ هجي ها. ان ڪان سواءِ تلاءَ جي بناوت ۾ سرون استعمال ڪيون وڃن ها. پاڻي جي سيمي کي روڪڻ لاءِ چن نہ پر ڪو ٻيو مسالو استعمال ڪيو وڃي ها.

حوض ۾ پاڻي ڀرڻ لاءِ ڪابہ نالي/ سوراخ وغيره نہ ڇڏيو ويو آهي. تلاءَ جي صفائي ۽ گندي پاڻي جي نيڪال لاءِ بہ اندرين پاسن ڪان يا تري ۾ ڪابہ موري وغيره نہ آهي. فالتو پاڻي ڪهڙي ذريعي سان نيڪال ڪيو ويندو هوندو.

جيئن تہ ڀاهران ڪابہ نهر يا نئن، ڪوٽ اندر نٿي اچي، تنهن

ڪري چئي سگهجي ٿو ته تلاءَ کي ڪوهن مان پخالن ذريعي پاڻي سان ڀريو ويندو هو. اسان تلاءَ جي ماپ ڪيون ٿا ته 12 × 22 × 37 فٽ بيهي ٿي. ان حساب سان ان ۾ 60952 گيلن پاڻي ذخيرو ڪري سگهجي ٿو. جيڪڏهن هڪ وڏي پخال کي صرف 13 گيلن پاڻي سان ڀريو ته هڪ پخال جو وزن 65 ڪلوگرام ٿي ويندو ۽ تلاءُ ڀرڻ لاءِ ان ۾ 4514 پخالون وجهڻيون پونديون. موجوده وقت جتي ڪوهه آهن، اتان هڪ ماڻهو ڪوهه مان پاڻي ڪڍڻ، پخال ڀرڻ ۽ ڏيڍ مڻ وزني پخال ڪوٽ جي مٿين حصي تائين پهچائڻ ۾ گهٽ ۾ گهٽ اڌ ڪلاڪ لڳائيندو. اهڙي طرح اٺ ڪلاڪ مسلسل ڪم ڪري ته هو 16 پخالون تلاءَ ۾ وجهي سگهندو. ان حساب سان 282 ماڻهو روز اٺ ڪلاڪ ڪم ڪرڻ سان ان تلاءَ کي ڀري سگهندا. پر جي اهو سمجهجي ته تلاءُ مان روزمره جي استعمال لاءِ صرف 25٪ پاڻي ڪتب آندو ويندو هوندو ته ان لحاظ سان 71 پخالي روز انن ڪلاڪن ۾ تلاءَ جو خالي ٿيل حصو ڀريندا. ڪوٽ ۾ صرف پاڻي لاءِ ايڏا ماڻهو سيڙائڻ سمجهه ۾ نٿو اچي.

تلاءَ جي پاڻي کي ڍڪ لاءِ ڪاٺ جي هلڪي ڇت ڪافي آهي. حوض تي تمام ڳري ۽ مضبوط ڇت ڏنل هئي، جنهن جو اندازو ڪنارن تي وڏن شهتيرن رکڻ جي نشانن کان سواءِ وزني ڇت کي بيهارڻ لاءِ تلاءَ جي پيٽ ۾ چار ٿلها مضبوط ٿنڀا به ڏنا ويا آهن. سوال آهي ته پاڻي جي ڇت کي ايڏو وزني ۽ پختو بنائڻ جو ڪهڙو جواز آهي. ان مان لڳي ٿو ته اهو هنڌ ڪنهن ٻي مقصد طور ڪتب آندو هوندو.

منهنجي خيال ۾ اها بارود رکڻ جي لاءِ محفوظ جاءِ سمجهي وئي آهي. پهريائين ته اها سڀ کان مٿانهين ۽ محفوظ منزل تي آهي. ان کان سواءِ اها ويڙهاند واري جاءِ وٽ آهي، جيئن ڪوٽ جي بچاءَ ڪندڙن کي ضرورت وقت بارود ملي وڃي.

منهنجي راءِ مطابق پاڻي ذخيرو ڪرڻ لاءِ بهترين جاءِ ڪوٽ جو هيٺيون حصو آهي، جيئن تلاءُ ڀري به سگهجي ۽ صفائي جي خيال کان خالي به ڪري سگهجي. ڪوٽ اندر پاڻي جي بندوبست لاءِ شاهي دروازي وٽ هڪ ڪوهه آهي. ان ڪوهه مان ڪوٽ ۾ رهندڙن جي پورت ڪئي ويندي هوندي. ان کان سواءِ ٻي دروازي جي ڀرسان اولهه پٽ ۾ هڪ

ڳجهو دروازو پڻ آهي. چون ٿا ته اهو دروازو پڻ پاڻي ڀرڻ لاءِ ڪم ايندو هو. در جي ڀرسان ڪوٽ ڪان ٻاهر اڄ به هڪ کوهه موجود آهي، ان کوهه جو پاڻي به استعمال ۾ آندو ويندو هوندو.

**باروت خانو**

ڪوٽ جي ٽئين ۽ آخري دروازي جي سامهون اولهه پاسي ٻاهرين ديوار ۾ غلام گردش سان گڏ ميدان ۾ بنا ڇت جي ڪجهه ڪمرا نظر اچن ٿا. انهن ٽن ڪمرن جي وچ واري ننڍڙي ڪمري جي اندرين ديوارن ۾ ڏيڍ سو کن جارا آهن. ڪن ماهرن جو خيال آهي ته اهو ڪمرو ڏيئن رکڻ جو گودام هو. بتيون ۽ ڏيئا صاف ڪري تيل ۽ وٽيون وجهي، فوجي بئرڪن ۽ رهائشگاهُن تي اتان کڻي پهچايا ويندا هئا. منهنجو ذاتي خيال آهي ته اهو ڪمرو باروت خانو هو. ان ڪمري جي جارن ۾ توپ وغيره جا گولا رکيا ويندا هئا. ڇو جو ميرن پورچوگيزن کان نوي کن توپون خريد ڪيون هيون، جيڪي ڪافي وقت ڪوٽ ۾ پيون رهيون، بعد ۾ اهي توپون کڻائي لاهور جي ميوزم ۾ رکيون ويون. اڄ به ڪجهه توپون خيرپور جي چوڪن ۽ آفيسرن جي بنگلن جون زينت بڻيون پيون آهن.



ڪوٽ ڏجي قلعي ۾ بنا ڇت جي ڪمرو (بارود خانو)

ان کان سواءِ انگريزن جي فوج وٽ جڏهن ٻه انگليند کان نوان هٿيار ايندا هئا ته انگريز پراڻا هٿيار هندستان جي راجائن ۽ پرڳاسي جي ٻين ننڍن حاڪمن کي وڪرو ڪري ڏيندا هئا. مير ٻه اهي مدي خارج هٿيار انگريزن کان وٺندا هئا. نسيم امروهي پنهنجي ڪتاب 'تاريخ خيرپور' ۾ ڪوٽ اندر هٿيارن جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته: "هن قلعي ۾ وڏيون وڏيون توپون هيون، جن مان ٽي خاص ڪري مشهور هيون. هڪ مريم توپ جنهن کي پرتگال جي بادشاهه آندو هو ۽ روهڙي ويجهو درياهه سنڌ ۾ ڇڏي ويو هو. مير سهراب خان ان کي ٻن هاٿين ذريعي گهلي احمدآباد (ڪوٽ ڏجي) ۾ کڻي آيو ۽ قلعي ۾ محفوظ ڪيو. ٻي توپ صفاً صفا ۽ ٽين ملڪ ميدان جي نالي سان مشهور هيون. قلعي ۾ اعليٰ درجي جون تلوارون هيون. هڪ جو نالو من موج هو جيڪا نادرشاهه، غلام شاهه ولد نور محمد کي عطا ڪئي هئي. ان کي شڪست ڏيڻ جي موقعي تي مير سهراب خان کي مال غنيمت ۾ هٿ آيون هيون. ٻي تلوار ڪردي هئي، جيڪا ڪرد (ايران) جي ٺهيل هئي جا مير سهراب هڪ ايراني سوداگر کان خريد ڪئي هئي.

باروت خاني جي اوبر- اتر ۾ دروازي جي عين سامهون ٻه بنا ڇت جي مستطيل جاءِ آهي، جنهن جا هاٿي ست ڪن ٺل وڃي بچيا آهن. چون ٿا ته اهو هنڌ ماشڪي ڪم آڻيندا هئا. ماشڪي ڪوٽ اندر مختلف هنڌن تي پاڻي پهچائيندا هئا. باروت خاني جي اولهه- ڏکڻ پاسي تي هڪ ٻيو ٻه بنا ڇت جي ڪمرو آهي، جيڪو ٻه ڪنهن جي رهائش يا گودام طور ڪم ايندو هوندو.

**حرم**

ڪوٽ جي مٿين حصي ۾، اوبر ڏکڻ ديوار جي وچ تي، ميرن جي رهائشگاهه ۽ حرم آهن. ڪوٽ ڏجي جو قلعو لڙائي کان سواءِ امن جي وقت ٻه ميرن جي رهائش طور ڪم ايندو رهيو آهي.

اعجازالحق قدوسي لکي ٿو ته: "مير سهراب پنهنجي وفات کان ڪجهه سال پهريائين حڪومت جو ڪاروبار پنهنجي پٽن جي حوالي ڪري پاڻ احمدآباد (ڪوٽ ڏجي) ۾ گوشه نشين ٿي ويو هو."

'تاريخ سنڌ' ۾ ٻي هنڌ اعجازالحق مير علي مراد خان جو ذڪر

ڪندي رقم طراز آهي تہ: ”ٿورن ڏينهن ۾ مير علي مراد خان محسوس ڪري ورتو تہ مير مبارڪ خان دوستي جي پردي ۾ ان سان دشمني ڪري رهيو آهي. ان ڪري مير علي مراد خان پنهنجي حشمت ۽ طاقت سان احمدآباد (ڪوٽ ڏجي) هليو ويو ۽ اتي رهائش اختيار ڪري ورتي.

جنوري 1843ع ۾ برٽش فوج بہ هن قلعي ۾ اچي رهائش اختيار ڪئي هئي، جڏهن چارلس نيپئر امام ڳڙهہ تي حملو ڪري نيست نابود ڪرڻ پي ويو. امام ڳڙهہ جيڪو سنڌ ۽ راجستان سرحد تي مضبوط قلعو هو.

ميرن جو حرم الڳ ٿلهہ هڪ مستطيل جاءِ آهي، جنهن ۾ اڱڻ، ورانڊو، اندر هڪ هال ۽ ٻہ ڪن ڪمرا آهن. جاءِ جون پٽيون مضبوط ۽ موڪريون آهن، جن تي مينائي رنگ ٿيل آهي. ڪمري اندر مختلف رنگن ۾ گلڪاري ٿيل آهي. رهائشگاهہ ۾ مغل طرز جي ڪاٺ جو ڪم ۽ در ديوارن تي بہ دلڪش گل ٺهيل آهن. ان کي تاڪن کان سواءِ ونگن ۽ ڪمانن تي دروازا آهن، جيڪي قيمتي ريشمي پردن ۽ چکن سان بند ڪيا ويندا هوندا. حرم جي ڊيگهہ چاليهہ ۽ ويڪر ويهہ فٽ کن ٿيندي. ان جاءِ جي.سامهون ڪچن سرن جا ٻيا ٻہ ڪن ڪمرا آهن، جيڪي شايد ٻانهين ۽ نوڪراڻين لاءِ هوندا. ان حرم جي اوير ڏکڻ فصيل/ غلام گردش اندر بورچيخانو ۽ غسلخانو ٺهيل آهي. بورچيخاني جي دونهين جي نيڪال لاءِ بخارو اڄ بہ ڪم لائق آهي، انهن جاين کي پلستر ۽ اڇو رنگ ڏنل آهي.

روايتن موجب رياستن جو خزانو بہ هت رکيو ويندو هو، حرم جي ٻاهران کليل ميدان آهي، جنهن جي وچ تي هڪ ٿلهو آهي. هي ٿلهو ڪچهرين، سماع جي محفلن ۽ ڪن جي خيال مطابق سلامي جي چبوتري طور ڪم ايندو هو.

## جيل

ڪوٽ جي مٿين حصي ۾، ميرن جي حرم سامهون اتر اوير پٽ مان خنجر جيان نڪتل نوڪ اندر هڪ سوڙهي ٻرڪ آهي، جنهن جي ڇت محراب ٺاهيندي وچي وچ تي ڪنڌ جوڙي ٿي، انهي محرابدار ڇت جي ڪنڌ وٽ بلندي ست فٽ کن ٿيندي. ان جي ڊيگهہ سو اٺيهہ فٽ ۽

ويڪر نَوَ فٽ آهي. ان جي ٻاهرين پاسي پٽ ۾ ٻه روشني ۽ هوا لاءِ سوراخ آهن، تنهن هوندي به ڪمرو ڪافي اونداهو آهي.

الطاف 'اثيم' (مهراڻ 2-1982ع) لکي ٿو ته: "قلعي جو هي حصو جنم ٽيپ يا عمر قيد جي سزا وارن قيدين لاءِ جيل خاني ۾ تبديل ڪيو ويو. هي ٻئرڪ نهايت اونداهي آهي، مٿان سوارخ اٿس. قيدين کي ڪاڏو پيتو اتان اڇلائي ڏنو ويندو هو. هي پنهنجي دور جو سخت ترين بندي خانو شمار ٿيندو هوندو، جتي ڏيهن کان علاوه ٻين رياستن جا پرڏيهي پر خطرناڪ قيدي پڻ رکيا ويا هوندا. زمين کان 70 فٽ اوچائي، توپن ۽ محافظن جي موجودگي، ٿن دروازن جي هجڻ سبب قيدي جيئري ئي موت سان سمجهوتو ڪري ڇڏيندا هئا. تنهن هوندي به 1882ع ۾ جنم ٽيپ وارن قيدين قلعي اندر بغاوت ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. پنهنجون ڪڙيون ڪڍي توپن تي قبضو ڪري گولا وساريا، جنهن سبب گهڻو جاني نقصان ٿيو. آخر وڏي ڪوشش بعد اها بغاوت ناڪام بڻائي وئي.

ڪوٽ ڏجي قلعي جي جيل جي وحشت ۽ دهشت کي بدنام زمانه پر جڙتو Black Hole واري ڪال ڪوٺڙي سان ملائي سگهجي ٿو. چون ٿا ته بنگال جي نواب سراج الدوله هڪ سؤ ڇائيتاليهه انگريز فوجن کي پڪڙي هڪ 14 × 18 فٽ ڪوٺي ۾ قيد ڪيو هو. انهن انگريز فوجن جو اڳواڻ هال ويل Holwell هو، ڪال ڪوٺڙي ۾ هڪ سو ٽيهه انگريز مري ويا هئا."

منهنجي خيال مطابق ڪوٽ ڏجي قلعي وارو جيل پهريون اناج جو گودام هوندو هو، جنهن کي بعد ۾ جيل خانو بڻايو ويو آهي.

انگلينڊ ۾ Warwick Castle ڏسڻ دوران مان ڪوٽ ۾ هڪ جيل ۽ عذاب خانو به ڏٺو هو، اونداهي جيل ۾ قيدين جي جي ڪيپراٽين، آڱرين، هٿن کي ڇيپاٽڻ جي اوزارن کان سواءِ ڪين ڇت ۾ ٽنگڻ لاءِ لوهي پڃرا ۽ ڪين ابتو ٽنگڻ لاءِ تختا وغيره لڳل هئا. اڄ به اهي عذاب خانا ڏسي ماڻهو جي بدن مان سيسراٽيون پيون نڪرن. اسان به جيڪڏهن ڪوٽ ڏجي جي جيل ۾ ان دور جي ماحول مطابق قيدين جي استعمال جو سامان رکون ته به ڪافي سياح متوجه ڪري سگهون ٿا.

هي تخت ڪوٽ جي آخري چيڙي تي جيسلمير ٺل پرسان آهي، ان پٿر جي خوبصورت تخت تي ويهي واليءِ رياست، عيد برات يا ڪنهن وڏي ڏينهن تي دربار لڳائيندو هو، ۽ ڪن اهم فيصلن جو اعلان ٻه ڪندو هو. تخت تي ويهي پري تائين نظر رکي سگهجي ٿي.



ڪوٽ ڏجي قلعي اندر تخت

هي اڇن پٿرن جو 15 × 20 فٽ ڪن تخت سرن جي ٿلهي ڪان تقريباً ٻه فٽ ڪن بلند آهي، جنهن تي سهڻي گلڪاري ٿيل آهي. تخت جي دڪي وارا ڪنارا ٿورا ٻاهر نڪتل آهن. مستطيل تخت جي اولهه- ڏکڻ ۽ اوڀر- اتر پاسن ڪان ٿي ۽ ٻين پاسن ڪان چار چار ٿنيا نظر اچن ٿا. اهڙي طرح تخت کي ڪل ٻارهن ٿنيا آهن. ٿنين جي مٿئن حصن کي اڌ گول جهڙا ورن وڪڙن وارا محرابدار در پاڻ ۾ ملائن ٿا. محرابن جي طرز مغل محراب سان ملي ٿي. اهڙن محرابن جو سترهين صديءَ ڏاري، شاهجهان جي زماني ۾ ڪافي عروج هو.

ٿنين تي جاميٽري جو ڊزائن آهي، باقي محراب دار درن مٿان سهٽا گل اڪريل آهن، ٿنين ۽ محرابدار در مٿان پٿر جي Beam نڪتل آهي،

جنهن مٿان ڇت آهي. ان زبون حالت واري ڇت جا ڀرِچ ٿورا ٻاهر تي آهن. تخت ۾ استعمال ڪيل پٿر سنو ۽ قيمتي آهي پر موجوده وقت ان جو منهن مهاندو مرجهائجي ويو آهي.

ماڻهن جا جيئن جدا جدا نسل آهن. اهڙي طرح عمارتسازي جي ماهرن به ٿنڀن کي مختلف قسمن ۾ ورهايو آهي. جن مان مکيه ٿي آهن:

1ـ ڊورڪ Doric
2ـ ائيونڪ Ionic
3ـ ڪارنٿين Coranthian

انساني جسم جا جهڙي طرح مکيه ٽي حصا يعني پير، ڌڙ ۽ منهن آهن، اهڙي طرح ٿنڀا به ٽن حصن Shaft, Base ۽ Capital ۾ ورهايا ويا آهن. عورتن جي سينگار لاءِ جيئن مختلف زيور آهن، اهڙي طرح ٿنڀن کي به سينگارڻ جا الڳ طريقا آهن.

ڪوٽ ڏجي قلعي جي تخت جا ٿنڀا به قسم ۽ سينگار مطابق ڪارنٿين ٿنڀن سان مشابه آهن. ڪارنٿين ٿنڀن جي خاص ڳالهه اها هوندي آهي، جو مٿيون حصو (Capital) تختي جي شڪل وانگر هوندو آهي ۽ اها تختي هيٺان وٽن ۽ ٻوٽن جي پنن سان سينگاريل هوندي آهي.

ڪارنٿين محاوري جي پويان هڪ يوناني ڏندڪٿا آهي ته 'ڪارنٿين جي هڪ معصوم نينگري مري وئي، نينگري جي ماءُ سندس سڀ رانديڪا ۽ زيور هڪ ٽوڪري ۾ وجهي زمين ۾ پوري ان مٿان سرون ڏئي ڇڏيون، جيئن رانديڪا ۽ زيور هوا جي زور تي اڏي نه وڃن. اها ٽوڪري اتفاق سان يونان ٻوٽي اڪنٿس Acanthus جي پاڙ مٿان پوري وئي. ڪجھ وقت ته سر ان ٽوڪري کي دٻائي رکيو، پر بهار جي مند ۾ جڏهن ٻوٽي ڦُٽڻ شروع ڪيو ته ٽوڪري ۾ رکيل زيور ۽ رانديڪا به وڻ جي شڪل ۾ ظاهر ٿيا. اهڙي طرح ان ڏندڪٿا سان واسطو محاورو ڪارنٿين، ٿنڀن جي طرز ۾ به شامل ٿي ويو.

**تجويزون**

- ڪوٽ ڏجي قلعي مان ميرن جي دور جون نوي توپون جيڪي لاهور عجائب گهر منتقل ڪيون ويون آهن، انهن کي واپس آندو وڃي.
- قلعي جي ڊنل حصن جي مرمت ڪرائي وڃي.

- قلعي ۾ توپن، تيرن، تلوارن، گولن کي اصل جڳھ تي آڻي رکيو ويجي.
- توپون جيڪي آفيسرن جي گھرن جون زينت بڻيل آهن، انهن کي بہ واپس آڻي ساڳين برجن تي رکيو ويجي.
- عجائب گھر ٺاهيو وڃي جيئن 'ٽالپر گئلري' قائم ڪري، موجوده ٽالپرن جي تعاون سان تلوارون، ڀالا، تير، بندوقون، شاهي ڪپڙا وغيره حاصل ڪري، ان گئلري ۾ رکيا وڃن.
- ڪوٽ جي هيٺئين حصي کي سم ويڙهي وئي آهي، اُن جو تدارڪ ڪيو ويجي.
- ڪوٽ لاءِ ريسٽ هائوس ۽ لئبرري قائم ڪئي ويجي.
- ڪوٽ ۾ ڪاٺ جي ڪيل خوبصورت ڪم جي مرمت لاءِ غيرپائيدار سامان تبديل نہ ڪيو ويجي.
- برجن ۽ ديوارن جي مرمت لاءِ ساڳي قسم جون سرون ڪتب آنديون وڃن.
- ڪوٽ جي جن ڪمرن جون ڇتيون ڍهي ويون آهن، تحقيق ڪري ان جي ڊزائن ٺاهي، ڪمرن مٿان ڇتيون هڻيون وڃن.
- ڪوٽ اندر حرم ۽ ٻين حصن تي ٿيل گلڪاري تي ناسمجھ ماڻهو نعرا لکن ۽ ليڪا وغيره ڪڍن ٿا، اتي خاص چوڪيدار حفاظت لاءِ رکيا وڃن يا لاهور جي قلعي جيان انهن مٿان شيشي جا فريم چاڙهيا وڃن.

## ڪتابيات


- تاريخ ميران سنڌ - حاجي محمد بخش ٽالپر
- تاريخ تمدن سنڌ - رحيمداد خان مولائي شيدائي
- تاريخ سنڌ - اعجازالحق قدوسي
- تاريخ خيرپور - نسيم امروهي
- مرزا قليچ بيگ
ڪوٽ ڏجي (مهراڻ 1982-83ع) الطاف اثيم
- Engineering material Prof. Shahane

# رني ڪوٽ

رني ڪوٽ سنڌ واسين جي لاءِ هڪ طلسماتي، پراسرار ۽ رومانيت سان لبريز داستان جي حيثيت رکي ٿو. ان ڪوٽ جي سحر ۾ جيترو ماڻهو گرفتار ٿيندو ويجي ٿو، اوترو ڪوريئڙي جي ڄار ۾ ڦاسندو ويجي ٿو. ڪوٽ جي عمر، پکيڙ کان وٺي اڏاوت تائين عجيب و غريب ڳالهيون گشت ڪنديون وتن ٿيون. ڪن محققن گهيري ڪي چوڏهن ميلن مان ڦوڪٽي وانگر ڦوڪي چوويهن ميلن تائين پهچايو آهي. ڪوٽ جي ڄمار لاءِ به ڪن سنڌس جنم سترهين صدي عيسوي ٻڌايو آهي ته ڪن ڪوٽ کي حضرت عيسيٰ کان به هزارين سال پوڙهو ڏسيو آهي. اهڙي طرح ڪوٽ جي اڏاوت جي پڳ ڪجھ مهربانن ٽالپرن کان وٺي عربن، ساسانين، يوناني باختريـن جي سر تي رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. رني ڪوٽ کي چين جي ديوار سان مشابهت ڏئي، ڪوٽ پرسان لنگهندڙ رستي ذريعي سنڌن ناتا چين ولايت کان وٺي روم ۽ يونان سان ملائڻ جا جتن به ڪيا ويا آهن.

بهرڪيف رني ڪوٽ جي چهري تان نقلي نقاب لاهي، سندس پراسراريت ختم ڪرڻ جو ڪم سنڌ ايڪسپلوريشن اينڊ ايڊونچر سوسائٽي پنهنجي سر ڪنيو. سوسائٽي جي هڪ ٽيم هفتو ڏيڍ ڪوٽ جي مختلف هنڌن تي ڪئمپون هڻي، ڪوٽ جو گهيرو، ديوار ۽ برجن جي ماپن، ڊور ۽ ڦاٽڪن ووڙڻ کان سواءِ سرزمين جي ساخت جو اڀياس ڪري، ڪوٽ جو اصلي چهرو پهريون دفعو ماڻهن اڳيان پڌرو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ان مهم ۾ منهنجي شموليت هڪ سول انجنيئر جي حيثيت ۾ هئي. ٻين ساٿين جي سهڪار سان ڪوٽ جي ماپن سان گڏ ڪافي ڪجھ مشاهدو ٿيو.

**بيهڪ**

سنڌ درياھ جي ساڄي پاسي کان هڪ جابلو سلسلو اتر کان ڏکڻ

طرف راهي آهي. ان جابلو سلسلي کي ڪيرٿر سڏيو وڃي ٿو. ڪيرٿر جي ڊيگھ ڏيڍ سؤ ميل آهي، جنهن جي اوچائي هر ور ۽ وڪڙ تي تبديل ٿيندي رهي ٿي. ڏاڙهياري ۽ ڪتي جي قبر وٽ ان جي بلندي ستن هزار فٽن سان متو گسائي ٿي. سنڌ درياهه جڏهن سن شهر وٽ پهچي ٿو، اتي ڪيرٿر جي هڪ پاسراتي ڪي لڪي سلسلي جو نالو ڏنو ويو آهي، جنهن جي مجموعي اوچائي ٻن هزارن تائين آهي.

لڪي سلسلو جبلن جي ٽن قطارن تي مشتمل آهي. اهي قطارون ڀڳي ٽوڙي وٽ پاڻ ۾ ڀاڪر ڀرين ٿيون، جنهن کان پوءِ ڏکڻ ڏي رخ رکي ٿي ٻانهن ٻيلي ٿي الڳ الڳ رني ڪوٽ رسن ٿيون.

جبلن جي پهرين اوپر واري قطار 'لنڊي' سڏجي ٿي. وچين کي 'ڏاڙو' نالو ڏنو ويو آهي ۽ اولهائين قطار 'ڪارو' ڪوٺائي ٿي. اهڙي طرح رني ڪوٽ جي اولهه واري ديوار ڪاري ٽڪر تي ۽ اوپر واري لنڊي تي آهي. ڏکڻ واري ديوار ڪاري جي هنج چوٽي تان لهي وچين ٽڪر جي چيله تان ٿيندي لنڊي جي پٺيءَ تي سوار ٿئي ٿي. انهن جبلن جون قطارون اتر ڏکڻ روان دوان آهن ۽ رستي ۾ ڪيتريون ماٿريون ۽ ڊوريون ٺاهينديون هلن ٿيون. اهڙي طرح رني ڪوٽ لڪي سلسلي جي 27.55 اتر ويڪرائي ڦاڪ کان 26.15 ڏکڻ ويڪرائي ڦاڪ تائين ڦهليل آهي.

## نالو

رني ڪوٽ جي وچ مان هڪ سنهڙي سهڻي ناز نخرا ڪندي جابلو نئن وهي ٿي، جنهن کي 'رني' نئن ڪري چيو وڃي ٿو. ٻوليءَ جا ماهر رني ڪوٽ جي معنيٰ ڪندي ٻڌائن ٿا ته "رني معنيٰ پاڻي جو قدرتي وهڪرو، جيڪو انساني هٿن جو پورهيو نه هجي." رني جي معنيٰ ڪجھ ٻين لفظن مان به ڪڍي سگهجي ٿي، جيئن 'روڻي' يا 'روڻاءَ' جنهن جو مطلب آهي، پاڻي جو عارضي مقدار ۾ ننڍو وهڪرو. 'رني' پاڻي جو ڪافي وڏو وهڪرو خاص ڪري جبلن مان نڪرندڙ. 'ريٽي' درياهه مان نڪتل دائمي وهندڙ ڦاٽ ۽ 'راڻ' يا 'ران' لفظ به پاڻي جي وڏي وهڪري کي ظاهر ڪن ٿا.

انهن سيني لفظن جون معنائون اسان کي 'رني' ڏي وٺي وڃن ٿيون، جيڪي پاڻي جي وڏي وهڪري جو مطلب پڌرو ڪن ٿيون.



رني ڪوٽ جو هڪ منظر

اهڙي طرح رني ڪوٽ جي معنيٰ لفظي طور ٿيندي ’جابلو ٺٺ وارو قلعو‘.

**پڪيڙ**

ڪافي دوستن هن ڪان اڳ مختلف مضمونن ۾ ڪوٽ جي پڪيڙ پنهنجي اندازي مطابق ٻڌائي آهي. انهن ساٿين اقرار ڪيو آهي ته هو سڄو ڪوٽ پوري طرح گهمي نه سگهيا آهن. واقعي ڪوٽ جا ڪجھ حصا بيحد خوفناڪ ٽڪرين تي هئڻ ڪري ماڻهن جو اتي پهچڻ ڏاڍو مشڪل آهي. ان تي چڙهڻ لاءِ باقاعده ڪنهن ڪوهه پيما جي ضرورت آهي.

سنڌ ايڪسپلوريشن سوسائٽي جي ڪاوش ڪري هينئر اسان ڏنڪٽائن ۽ اندازن بجاءِ اعتماد سان ڪوٽ جي گهيري جي باري ۾ چئي سگهون ٿا. هاڻي پراڻن اندازن کي دهرائڻ جي ضرورت نه آهي. ڪوٽ جي تازي سروي دوران سندس گهيرو 108174 فٽ يعني 20 ميل 25736 فٽ قرار ڏنو ويو آهي. ان سوا ويهن ميلن جي گهيري ۾ 26537.6 فٽ يعني 5 ميل 137.6فٽ هٿرادو پٿرن جي ديوار ڏنل آهي. باقي ڪوٽ جو بنا ديوار وارو حصو 81636.6 يعني 15 ميل 2436 فٽ آهي. ان مان چئي سگهجي ٿو ته ڪوٽ جي صرف هڪ حصي کي ديوار آهي، باقي ٽي حصا قدرتي ديوار وارا آهن.

هٿرادو ديوار يڪو هڪ قطار ۾ نه آهي پر جنهن هنڌ به ڪليل پوٺا ۽ ميدان آهن، اتي پٿرن جي ديوار ڏئي ڪاهه ڪندڙ کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي، باقي ڪوٽ قدرتي ديوار سان روڪيل آهي. قدرتي ديوارون، جبلن جي بلند پاسن، ايڪپرين ۽ ڇنن جون آهن، جتان اورانگهڻ تمام ڏکيو آهي. قدرتي ديوارن جي اوچائي ٻن هزارن فٽن تائين پهچي وڃي ٿي. ڇنن وٽ جبلن جا ٽڪرا زمين جي چرپر ڪري ٽٽي هزارين فٽ ايڪپريون ناهيون بيٺا آهن. رني ڪوٽ جو ٽڪرن جو پٿر ريتيلو هئڻ ڪري، تيز هوائن ۽ بارشن ڪري مسلسل ڇلجندو رهي ٿو ۽ جبلن جا پاسا قد ۾ سڌا سنوا لسا ٿي ويا آهن. ان ڪري قدرتي اڌ اڇي وئي آهي. ڪوٽ جي ڪاريگرن ۽ ماهرن به اتي ديوار جي ضرورت محسوس نه ڪئي آهي.

### برج

ڪرنل رشيد جو برجن جي باري ۾ خيال آهي ته ”رني ڪوٽ جا منارا يا برج سيئي مستطيل شڪل جا هئا، جيڪي بعد ۾ جنگي اسبابن کي صحيح پوزيشن ۾ رکڻ لاءِ گول بڻايا ويا آهن.“

اها ڳالهه ذهن ۾ رکي جڏهن ڪوٽ جي برجن جون ماپون ۽ خاڪا ڪڍيا ويا ته ڪوٽ جي ٻاهرين ديوار ۾ ڪل 47 برج نظر آيا. انهن مان صرف ست برج مستطيل يا چؤڪور آهن، باقي چاليهه برج گول يا اڌ گول جي شڪل ۾ آهن. ڪوٽ جي ٻاهرين گهيري وارن برجن کان سواءِ پنج برج ميري ۽ پنج شيرڳڙهه وارا ٻه ملائجن ته ڪوٽ ۾ ڪل 57 برج آهن. رني ڪوٽ جي ٻاهرين ديوار ۾ برجن جو تعداد، شڪل ۽ ماپ هن ريت آهي:

### پٿر ۽ گارو

رني ڪوٽ جون پٿيون هيڊي رنگ جي چؤرس ريتيلي پٿر ۽ سخت چن جي پٿر جون ٺهيل آهن. اهو پٿر پسگردائي ۾ موجود ٽڪرين ۽ لکي جابلو سلسلي ۾ عام جام ملي ٿو. پٿين کي بيهارڻ لاءِ جيڪو گارو يا گچ ڪتب آندو ويو آهي، اهو ٿي مختلف هنڌن تي مختلف آهي. گاري ۾ چن، چيرولي ۽ چيڪي مٽي شامل آهي. ڪٿي ڪٿي گارو موجوده سيمينٽ جهڙو آهي. ان کان سواءِ گاري ۾ عام رواجي اليمنيا مٽي گهٽي مقدار ۾ آهي. ڪٿي پوسولونا مٽي به ڪتب آندل آهن. اڄ به اهو سمورو خام مال، معدنيات ۽ پٿر رني ڪوٽ جي دامن ۾ موجود آهي.

### پاڻي

انسان جي بنيادي ضرورت مان پاڻي کي وڏي اهميت آهي، ان ڪري شهر توڙي ڪوٽ اڏيندڙ ماهر پاڻي جي ذريعن جو خيال رکندا آهن. رني ڪوٽ اڏيندڙن به پاڻي جي سهولت مدِنظر رکي ان هنڌ کي منتخب ڪيو هوندو. اهي ڪيتري قدر ڪامياب ويا آهن اهو مسئلو تحقيق طلب آهي. رني ڪوٽ جي رهواسين جي پورت برسات، نئن، ڪوهه ۽ چشما ڪندا هوندا.

**برسات**

ايم. ايچ. پنهور رني ڪوٽ ۾ برسات جي صورتحال جي باري ۾ لکي ٿو ته: "گذريل ٽن هزارن سالن جي عرصي ۾ سنڌ ۾ ساليانو بارش جو اندازو ساڳيوئي رهيو آهي. راڻي ڪوٽ جي ايراضي ۾ ساليانو سراسري ڇهه انچ مينهن پوي ٿو ۽ يارهن سالن ۾ ٽي سال اهڙا اچن ٿا جن ۾ يا ته مينهن وسي ئي ڪونه يا وري وسي ته بنهه ٿورو. ايتري ٿوري مينهن جي ماتري اچڪله وانگر هميشه ڏڪار جو شڪار ٿيندي رهي هوندي."

چؤماسي ۾ رني ڪوٽ جون سڀ ڪڏون ڍوريون پرجي ويندين هونديون. رني ڪوٽ جي پيٽ اندر ڦهليل آندن وانگر، تومنگ، ٿوري، ميري، دل ڍورين ڪان سواءِ وڏي ساوڙي، ننڍي ساوڙي، شانڪوهه، شاهه گر ۽ ٻيون انيڪ ترايون ڪوٽ واسين جي اڄ اجهائڻ ۽ پوکي ۾ رڌل هونديون. انهن مان اڪثر ڍوريون برسات جي مند ۾ گڙگاٽ ڪنديون نئن سن کي قوت ڏين ٿيون.

**نئن سن**

ان سڪيلڊي نئن جا انگل ڏسي ڪيس مختلف نالن سان پڪاريو وڃي ٿو. اها نئن موهن وادي ۽ پٽن مان چرندي موهن نئن جي نالي سان پاڻ سڏائيندي اچي ڪوٽ جو اوله دروازو ڪڙڪائي ٿي. اتي ڪاري جبل جي چيله چيپي ڪري ڪاري کي ٻن ٽڪرن ۾ تقسيم ڪري ڪوٽ ۾ قدم رکي ٿي. ڪوٽ اندر هڪ سوڙهي وادي جي سينڌ بڻجي ميري ۽ شيرڳڙهه جي پيرن مان پٽر ڪيندي، جبل کي ٻن حصن ۾ ورڇي پنهنجو دڳ ٺاهيندي وڃي ٿي. ڪوٽ اندر سڄو رستو پنهنجو نالو رني نئن يا نئن روٽي ٻڌائيندي ٿي وڃي. ان جي سونهن ۽ تونگري ڏسي ڪوٽ جو نالو به رني ڪوٽ پئجي ويو آهي. نئن رني، ڪوٽ جي اوير پاسي پهچي، لنڊي جبل ڪان دڳ گهري ٿي. لنڊي ڪيس سن دروازي وٽان لنگهڻ ڏي ٿي. ٻاهر نڪرڻ بعد نئن جو نئون نالو سن نئن آهي. اهڙي طرح سن نئن ويهه ميل کن پنڌ ڪري اچي سنڌو ۾ سمائجي وڃي ٿي. ان نئن جو ڪوٽ ۾ رخ اوله کان اوير آهي. اوله دروازي مان داخل ٿيڻ بعد اٽڪل ست ميل کن ڪوٽ اندر وٽ سٽ ڪائي ٽن جبلن ۾ ڏار وجهي

اوپر در مان ڪوٽ ڪي الوداع چئي ٿي. اوپر دروازي وٽ هڪ هٽرادو بند ٻڌي نئن جو ڪجھ پاڻي روڪڻ جي ڪوشش ٻہ ڪئي وئي آهي.

**چشمو**

ماهرن جو خيال آهي تہ رني ڪوٽ جي اولهندي موهن دروازي جي ڀرسان زيرزمين پاڻي جو هڪ وهڪرو اتر ڪان ڏکڻ وهي ٿو. ان وهڪري جو ٿورو حصو چشمي جي صورت ٻاهر نڪري ٿو. رني ڪوٽ ۾ هي هڪڙو ئي چشمو سدائين وهڻ ڪري ڪوٽ ۾ ڪجھ ساوڪ آهي نہ تہ نئن سال جو وڏو حصو اجايل رهي ٿي. هي چشمو موهن در جي ڀرسان ڪاري جبل جي قدم بوسي بعد سن دروازي ڏي وهڻ شروع ڪري ٿو. ڪوٽ جي وچ تائين ان جو پيٽ ڪجھ ڀريل آهي. پوءِ اڳتي سوڙهو هئڻ ڪري سندس پيٽ وجي پٽي سان لڳي ٿو ۽ پاسراٽيون ظاهر ٿيڻ لڳن ٿيون. موهن در کان چشمو هلڻ بعد هڪ هنڌ پرين جي تڙ وٽ تراڪڙو ۽ اونهائي ۾ ٿپي هٽي ٿو. پرين جي تڙ جي چؤڦير چن جي پٿر جا ڪير جهڙا ٿڪر منڊل ڪي موهيندڙ بڻائن ٿا. جابلو ماڻهن ۾ مشهور آهي تہ چانڊوڪي خاص طور تي پونم رات تڙ تي پريون تڙ ڪرڻ اينديون آهن. ان کان سواءِ چشمو هڪ ٻيو بہ واهڳون تڙ ناهي ٿو، مشهور آهي تہ هت ڪنهن زماني ۾ واهڳون رهندا هئا. هن هنڌ تي پاڻي جو وڏو ذخيرو آهي، جيڪو وڏن پهڻن تان ڪرڻ ڪري ڪڙڪاٽ ڪري ٿو. اتان چشمو پوءِ هٽرادو نهيل سنهڙي نالي وٽي اڳتي هلي ٿو. نالي مقامي ماڻهن پوکي لاءِ ناهي آهي. ان پاڻيءَ تي سورهن ايڪڙ کن پوکي ڪئي وڃي ٿي. چشمو اڳتي سن دروازي وٽ ختم ٿي وڃي ٿو. چشمي جو ڏيک متانهين ڪان ڪافي دلڪش آهي. خاص ڪري سندس ٻنهي ڪپرن تي وڻڪار ڪوٽ ۾ زندگي جا آثار ڏسي ٿي. محمد حسين پنهور جي خيال مطابق ”چشمو هڪ سؤ گيلن پاڻي في منٽ جي حساب سان ڪڍي ٿو.“ تاج صحرائي لکي ٿو تہ: ”موهن دروازي وٽ هميشہ پاڻي زمين مان سمي قلعي ۾ داخل ٿئي ٿو. اهو پاڻي ڪنهن جبل مان نہ پر نئن جي تري مان سمي نڪري ٿو.“ هو اڳتي ٻڌائي ٿو ”اهو پاڻي ميلن ڪان جبل جي چاڙن مان موهن پٽن مان، نئن موهن جي تري ۾ اندران ئي اندران وهندو موهن در وٽ نرم ۽ پوري جڳھ مان ڦٽي ٻاهر نڪري ٿو. پوءِ اهو نئن موهن وارو دروازو ڏئي

ميري ڪوٽ تائين صاف نظر اچي ٿو. وهڪري ۾ چڱي روانگي آهي، جو اڳتي هلي وري ريتيلي پيٽ ۾ ختم ٿي وڃي ٿو. هيءَ پاڻي جي ڍڳهي ليڪ تقريباً ساڍن ٽن چئن ميلن ۾ آهي."

**کوه**

سڄي رني ڪوٽ ۾ صرف هڪڙو ئي هڙرادو کوه ميري ڪوٽ اندر کوٽيل آهي. ماهرن جو خيال آهي ته ميري ڪوٽ جي اندر پنجهٺ فٽ جي گهرائي تي زمين پوسل واري آهي. ان جي معنيٰ ته پاڻي قلعي ۾ پنجهتر فٽن جي گهرائي ۾ هٿ اچي سگهي ٿو.

**سن دروازو**

رني ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ مکيه ٻه دروازا آهن. ڪن ماهرن ڪوٽ جا چار دروازا ٻڌايا آهن، پر تازو اسان جي تحقيق مطابق ثابت ٿيو ته ڪوٽ کي ٻه در آهن. هڪ اوڀر پاسي وارو مکيه سن دروازو ۽ ٻيو اولهه پاسي موهن دروازو. اڄ ڪلهه قلعي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ سن دروازو ڪتب اچي ٿو. ان دروازي جي نالي جو ڪارڻ اهو آهي جو سن نئن اولهه کان ڪوٽ ۾ داخل ٿي ان لنگهه جي ڀرسان قلعي کان ٻاهر نڪري ٿي، جنهن تي هڪ پل به ٻڌل آهي. سن نئن جي ساڄي ڪنڌيءَ تي هڪ 34 فٽ بلند گول برج 25.8 فٽ قطر سان در جي چوڪيداري ڪري رهيو آهي. منجهس چار مارا آهن. برج جي ڏکڻ طرف هڪ ديوار 125 فٽ هلي مينهن جي سڱ وانگر وڪڙ ناهي ٿي، اتي ڪوٽ جو مکيه دروازو آهي. جنگي چال جي لحاظ کان اڻ سونهي ماڻهوءَ لاءِ اهو سنو دوکو آهي. ديوار جي وڪڙ تي هڪ گول برج زمين کان 20.6 فٽ ۽ 14.5 فٽ قطر جو آهي. ان وَرَ واري برج سان ڏکڻ منهن سن دروازو آهي. در مان اندر داخل ٿيڻ سان هڪ ڏيڍي ۾ پهچي وڃبو. جتي سڄي پاسي کان برج هيٺان پهريدار لاءِ چوڪي ٺهيل آهي. ان کان ٿورو پريرو پهريدارن لاءِ ٻه ڪوٺيون ٻيون به ٺاهيون ويون آهن. ٻن ڪوٺين وٽ ڏيڍي جي چيڙي تي ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ 18 فٽ ويڪرو لنگهه آهي. ڏيڍي ۾ ڪاٺ جي وڏي دروازي جا پڻ اهڃاڻ ملن ٿا. لنگهه مان داخل ٿيڻ سان ئي سڄي هٿ تي پل جو سڄي ڪناري وارو پڳل چوڪنو آهي.

لنگھ کان سڌو اڳتي وڃبو تہ کٻي هٿ تي هڪ 10×10 فٽ جي چوڪور ڪوٺي آهي، جنهن جي مٿي تي گول گنبذ جيان ٺوپي رکيل آهي.ڪرنل رشيد ان ڊزائين کي ساسانين جي محلاتن سان ملندڙ ڊزائين سڏي ٿو. ڪجھ ماهر ان کي ٻڌمت جي عبادت گاهہ سمجهن ٿا. مون کي اهڙيون ڪوٺيون ٿرپارڪر جي نئين ڪوٽ جي قلعي ۾ بہ نظر آيون. نئين ڪوٽ جو قلعو مير ڪرم علي خان 1814ع ۾ ٺهرايو هو. ڇا مير ٻڌمت جا پوڄاري هئا؟ يا ميرن جي دور ۾ سنڌ ۾ ٻڌمت جو زور هو؟ منهنجي خيال ۾ اها پڪتي ڪوٺي باروت خانو ٿي سگهي ٿو. جتي ويڙهہ جا هٿيار رکيا ويندا هوندا.

دروازي مان داخل ٿيڻ بعد ڪوٽ جي وچ تائين پهچڻ لاءِ ڪوبہ سولو رستو نہ آهي. ماڻهو جيئن اڳتي پنڌ ڪري ٿو تہ کٻي هٿ تي جبل مٿي چڙهندو وڃي ٿو، جنهن تي رستو هجڻ ناممڪن آهي، ۽ ساڄي پاسي تي نئن ڪافي هيٺ آهي. نئن جي وهڪري ڪري ايڪڙا ڪنارا ٺهي ويا آهن. اتان لهي نئن جي سڪل پيٽ ۾ پهچي پوءِ قلعي جي وچ ۾ داخل ٿي سگهجي ٿو. پر جيڪڏهن نئن پاڻي سان ٽمٽار هجي تہ اتان گذرڻ ناممڪن آهي. اهڙي صورتحال ۾ ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ صرف در وٽان پل پار ڪري وڃي سگهجي ٿو.

**پل**

سن در وٽ نئن تي هڪ ڊٺل پل جا آثار نظر اچن ٿا، هي پل لنڊي جبل تي ٻن برجن جي وچ ۾ ٺهيل آهي. پل اهڙي نموني ٺهيل آهي جو جيڪڏهن نئن ۾ ڪيترو بہ پاڻي جو ريلو اچي تہ بہ قلعي جي پٿ ۽ برجن کي نقصان پهچائي نٿو سگهي. لنڊي جبل تان اتر طرف کان پٿ ڪنهن نانگ جيان وراڪا کائيندي هري هري هيٺ لهندي نئن مان پاڻي پيئڻ اچي ٿي. نئن جي ڪپر پرسان ٻن هنڌن تي ديوار ڪُنڊلي هٽي برج ٺاهي ٿي. آخري برج مان ديوار نوي جي ڪنڊ ٺاهي 200 فٽ سڌي هلي ختم ٿي وڃي ٿي. ديوار جي آخري ڇيڙي تي پل لاءِ هڪ ڊگهو چوڪنو ٺاهيو ويو آهي. جنهن کي اسان انجنيئرنگ جي محاوري Abutment Cap بہ چئي سگهون ٿا، جيڪو قلعي جي پٿ سان اندرين پاسي ذري گهٽ چاليهہ درجي جي ڪنڊ ٺاهي ٿو. چوڪنڻي جي ڏکڻ پاسي کان هڪ ننڍي

ڏاڪڻ نئن جي پيٽ ۾ لهي ٿي. چوڪنو 107 فٽ ڊگهو شروعات ۾ 18 فٽ بعد ۾ 16.6 فٽ ويڪرو ٿي وڃي ٿو. ان جي مٿان ھنھي پاسن کان 2.6 فٽ ٿلهو ڪنهڙو ڏنل آهي. جنهن جي نئن کان بلندي 29.8 فٽ آهي. ڪنهڙو حملي مهل پل کي محفوظ رکڻ لاءِ جوڙيو ويو آهي. ڪنهڙي ۾ ڏکڻ کان پل تي تختا رکڻ لاءِ 20 فٽ جڳهه ڇڏيل آهي. ان چوڪنيض جي ڏکڻ پاسي ڪجھ فاصلي تي نئن جي پيٽ ۾ پل جو وچون پيل پاوو (Pier Cap) ٺهيل آهي. جنهن جو چوڪنّي کان قلعي جي اندر اوله طرف وارو فاصلو 37.7 فٽ آهي. قلعي جو اوپر وارو ٻاهريون فاصلو 27.6 فٽ آهي. ان بيضوي شڪل پيل پاووي جي، نئن جي وهڪري واري پاسي کان چنهنب نڪتل آهي. اها هڪ سٺي ڪوشش آهي جيئن پاڻي کي رڪاوٽ گهٽ ٿي ۽ ڪنهن امڪاني حادثي کان محفوظ رهي سگهي ٿي. وهڪري واري پاسي کان پيل پاووي جي ويڪر 10.5 فٽ آهي. جيڪا اوپر هلي 29 فٽ ٿي وڃي ٿي. ان پيل پاووي جي نئن جي پيٽ کان اوچائي 14.7 فٽ آهي. ان جي مٿين پاسن کان 3.8 فٽ ديوار ۾ ڪپل آهي. جيئن ڪو آساني سان مٿي چڙهي نہ سگهي. پيل پاووي جي اوپر پاسي مٿان کان هي تائين ننڍڙا ڪڏڪڙا ٺهيل آهن جن لاءِ ماهرن جو خيال آهي تہ اتي زنجيرن يا شيخون وڌل هيون. جن جي مدد سان ڪاٺ جا تختا وغيره قاسائي پاڻي روڪيو ويندو هو. ان لحاظ کا اهو پل سان گڏ هڪ ڊيم جو بہ ڪم ڏئي سگهي پيو. جيئن بٺرجن تي پاڻي بہ روڪيو ويندو آهي ۽ ساڳي وقت ان مٿان پل جو ڪم بہ ورتو ويندو آهي.

هزهائينيس مير حسن علي خان پنهنجي فتحنامي ۾ ان ڊيم جي تباهي جو ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ: ”لوهہ جا سوين مڻ استعمال ٿيل هن بند جون شيخون (برساتن ۾) پاڻي جي تيز وهڪري سبب (رسين وانگر) وڇجي ويون.“

چوڪني ۽ پيل پاوي جي وچ ۾ مفاصلو وڌ ۾ وڌ 18 فٽ آهي، جنهن کي پل جو Span چئجي.

ان پيل پاوي جي ڏکڻ طرف نئن جي پيٽ ۾ ڪجھ فاصلي تي هڪ ٻيو بہ پل جو ٻڳل ٽڪر پيل آهي. جنهن لاءِ ڪجھ بہ چئي نٿو

سگهجي ته آيا اهو پهرين پيل پاوي جو پڳل ٽڪر آهي يا اهو نئن جي ڏکڻ طرف ساڄي ڪناري واري چوڪنڀي جو ٽنڊل حصو آهي. هن وقت ان چوڪنڀي جي ويڪر 18.9 فٽ آهي ۽ پاسن کان مٿس 2.6 فٽ جو ڪنهڙو ڏنل آهي. اهو ٽڪر پاڻي جي زور تي لڙهندو پيل پاوي ۽ چوڪنڀي کان پري نڪري آيو آهي. جيڪڏهن اسان ان کي ڏکڻ چوڪنڀي جو پڳل ٽڪرو مڃون ته موجوده حالت ۾ وچين پيل پاوي ۽ ڏکڻ چوڪنڀي جي وچ ۾ 118 فٽ مفاصلو بيهي ٿو، جيڪو پراڻي زماني جي خيال کان پل جو ڪافي ڊگهو Span آهي. منهنجي خيال ۾ ان ڊگهي Span کي گهٽائڻ لاءِ وچ ۾ هڪ ٻي پيل پاوو Pier ڏنو ويو هوندو. يا ائين به ٿي سگهي ٿو ته جهڙي طرح اتر پاسي نئن جي ڪپي ڪناري واري چوڪنڀي کي ڪنڌ ناهي ٻاهر آندو ويو آهي، جنهن ڪري چوڪنڀو ديوار ۽ برج کان 100 فٽ الڳ بيٺو آهي. اهڙي طرح سڄي چوڪنڀي کي به ڪنڌ ناهي، ڪجھ فاصلو ٻاهر آڻي 118 فٽ جي Span کي گهٽايو ويو هجي.

ان ڳالھ جو امڪان به ٿي سگهي ٿو ته نئن جي پيٽ ۾ ٻه پيل پاوا ڏنا ويا هجن ۽ اهو 29 فٽ پڳل ٽڪرو هڪ الڳ پيل پاوي جو حصو هجي، جنهن بعد ان پل جي شڪل هيئن وڃي بيهندي.

ڪرنل رشيد به اهڙي پل جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته: ”نهر جي سڪل پيٽ جي وچ ۾ بيضوي شڪل جا ٿنڀا ڪتل آهن، جن مان هڪ پنهنجي اصلي جاءِ تي اڃاتائين قائم آهي ۽ ٻئي جو ڪجھ حصو پڳل آهي، جنهن کي پنهنجي مقرر جاءِ تان ڪٽي ٻئي هنڌ رکيو ويو آهي. انهن ٿنڀن ۾ پاسن کان سوراخ آهن، جي مٿانهين کان هيٺانهين تائين قطار ۾ مسلسل هلندا اچن ٿا. سوراخن مان ظاهر ٿئي ٿو ته ٿنڀن جي وچ ۾ نهريون شيخون وڌيون ويون هيون، جن سان ڪاٺ يا ڌاتوءَ جي تختن کي قابو ڪري روڪڻ لاءِ بند ٻڌو ويو هو...“

ٿنڀن جي انتهائي بلنديءَ تي ڪاٺ جا تختا سڌا رکي ’ڪلدار پل‘ بنائي وئي هئي. جنهن مٿان کي هڪ طرف کان ٻئي طرف، يعني قلعي جي پار پهچڻ جي قابل ٿي بنايو.

اٽلي جي سياحت دوران مون کي روميو جيوليٽ جي شهر ويرونا ۾ اڊيجي ندي ڪناري هڪ ڪوٽ ۾ ڪلدار پل ڏسڻ جو موقعو مليو.




ڪتاب ۾ ذڪر ڪيل ڪوٽن جي جاگرافيائي بيهڪ

1- ڪيرئين ڪوٽ 2- نئون ڪوٽ 3- عمر ڪوٽ 4- دهليل ڪوٽ 5- ڪوٽ ڏجي
6- رني ڪوٽ 7- ڪيرٿر ۾ ڪوٽ ۽ برج 8- سيوهڻ جو قلعو 9- پڪو قلعو
حيدرآباد 10- غلام شاه ڪلهوڙي جي مقبري وارو ڪوٽ 11- ڪچو قلعو
حيدرآباد 12- ڪلان ڪوٽ 13- منوڙا ڪوٽ 14- ڪراچي جو اوائلي ڪوٽ
15- رتو ڪوٽ 16- جاڪي بندر 17- ملاڪي ڪوٽ 18- راڻو ڪوٽ
19- نند ڪوٽ




ڪاري جبل تان نظر ايندڙ جابلو سلسلا

1- ڪارو جبل 2- ھٽرادو ديوار جو آخري برج 3- قدرتي مورچو 4- لنڊي جبل
5- گوربند 6- ڏاڦڙو 7- ڪيرٿر



رني ڪوٽ

1– سن دروازو ۽ پل 2– مسجد 3– ڏکڻ پل 4– شاهه پير درواز 5– هنج چوٽي ۽ پاڙي جو ڏکڻ اوڀائون لنگهه 6– قدرتي مورچو 7– نامڪمل ديوار 8– قبرستان 9– موهن ڪوٽ 10– موهن دروازو 11– شيرڳڙهه 12– ميري ڪوٽ 13– مري لڪ 14– ٻڌي موري 15– وڏي ساوڙي 16– ننڍي ساوڙي



ڪوٽ جو اولهائون پاسو

1– هتڙادو ديوار جو آخري ڇيڙو 2– ڪاري جبل تي قدرتي مورچو 3– ڪاري جبل تي "ل" لڪڻ ديوار 4– ٻـ برج ۽ ديوار 5– چار ڪنڊيل برج 6– اڪيلو برج 7– اڪيلو برج 8– موهن ڪوٽ 9– موهن دروازو ۽ پل




ڪوٽ جو اڌ اتر پاسو

1- نئين رني 2- ميري ڪوٽ 3- ميرين پل 4- دروازو 5- رني ڪوٽ جو وڏي ۾ وڏو برج







رني ڪوٽ جي برجن ۽ مارن جي بناوت

ڪجھ مارن جي مٿئين حصي تي نقش ٺيل ڇٽ

شيرڳڙهه

رني ڪوٽ جي اندر بلند ترين ٽڪري تي اڏيل ڪوٽ




ڪوٽ جو مکيه دروازو/ پل/ بند

1- سن نئن 2- ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ جو رستو 3- ڏيڍي 4- دروازو 5- بارود خانو 6- پل/ بند جو ٽٽل دڪو 7- پل/ بند جو مکيه ٿنڀو 8- پل/ بند جو ٽٽل ٿنڀو 9- چوڪٽو 10- نئن جي پيٽ ۾ لهڻ لاءِ ڏاڪڻ 11- مستطيل مورچو

0′ 110′

ميري ڪوٽ

رني ڪوٽ جي مرڪز ۾ واقع هن ڪوٽ ۾ رهائش جو بندوبست پڻ نظر اچي ٿو.



موهن ڪوٽ

اولهه اتر پاسي تي اتاهين ٽڪري تي جوڙيل ان ڪوٽ تي پهچڻ لاءِ ڏاڪڻ استعمال ڪئي وڃي ٿي.



پاڻي جو ڏکڻ اتاهون لنگهه



ڏکڻ پل

ان پل جو ذکر اڳ ڪنهن ٻه نہ ڪيو آهي ان کي پهريون دفعو سنڌ
ايڪسپلوريشن سوسائٽي منظر عام تي آندو.



مسجد

مسجد جو دروازي پرسان ٽٽل منارو ، اوله پاسي تي محرابي منبر واضح آهي.




ڪوٽ جي هٿرادو ديوار جي خاتمي بعد قدرت جابلو پٽ/ ٻنيون/ ڊورا

1- لُنڊي جبل 2- ڪاندار ڊوري 3- پٽي 4- اُٺ پڏو ڊوري

وبرونا جي ان ڪوٽ جي ٽن پاسن کان ڪوٽيل ڪاهي ڪي ندي جي پاٽي سان ڀريو ويندو هو. ڪاهي تي مکيه دروازي وٽ اهڙي ڪلدار پل ناهي وئي هئي. اها پل رني ڪوٽ جي ڪلدار پل کان تمام ننڍي هئي.

## اوڀر پاسو/ ديوار

هي ديوار ڪوٽ جي اوڀر پاسي لنڊي جبل جي چيله تي چڙهيل آهي. ديوار جي ٻاهرين اوڀر پاسي کان ڪاندار ڊوري آهي. جنهن ڪري ٻاهران ديوار تي چڙهڻ ڏکيو آهي. ڪاندار کان اڳا اوڀر تي هڪ ننڍي (ننڍي ٽڪري) آهي، جنهن جي پرئين پاسي کان اٺ ڏو ڊوري شروع ٿئي ٿي.

لنڊي جبل تي جنهن هنڌ کان ديوار شروع ٿئي ٿي، اتي پهچڻ بعد محسوس ٿئي ٿو ته جيڪڏهن انهي ڪوٽ کي اڳا ڪجهه سؤ فٽ اتر طرف کان شروع ڪجي ها ته ڪوٽ وڌيڪ محفوظ ٿي وڃي ها. اتان ٿوري ڪوشش سان ڪوٽ اوراڳهي سگهجي ٿو. ديوار جي پڇڙي کان لنڊي جبل، اتر طرف اٺ جي پني وانگر هيٺ مٿي ٿيندو ڪجهه ميلن بعد وڃي پڌي موري وٽ آسيس وڃي ٿو. قلعي جي اتر- اوڀر پاسي تي اها آخري ڪنڊ آهي.

لنڊي جبل تي اوڀر پاسي پٽ جي بنيادن وٽ ويڪر 8.6 فٽ آهي. جنهن ۾ 5.3 فٽ فصيل جي ويڪر ۽ ديوار جي هيٺان چوڙائي 3.3 فٽ آهي. ديوار سلامي ٻاهيندي مٿي وڃي 2 فٽ بيهي ٿي. ديوار جي ٻاهران اوچائي 10.6 فٽ ۽ اندران فصيل کان 6.8 فٽ آهي.

اوڀر ديوار اتر کان ڏکڻ طرف (سن دروازي) هلڻ شروع ڪري ٿي. ديوار ۾ هلڪا وڪڙ ۽ هيٺانهيون مٿانهيون آهن. هت ديوار ۾ ٻه وڏا وڪڙ اچن ٿا، پهريون 800 فٽ تي ٻيو 1000 فٽ تي. ديوار جو پهريون برج 1197 فٽ تي آهي. برج جو قطر 25 فٽ آهي. ان جي ٻاهران زمين کان اوچائي 17.8 فٽ ۽ اندران 7.2 فٽن جي اوٽ ڏنل اٿس. ان برج بعد ديوار معمولي وَر کائي 1661 فٽ پنڌ ڪري ٻيو برج ناهي ٿي. پهرين ۽ ٻي برج جي وچ ۾ 464 فٽ فاصلو آهي. ان گول برج جو قطر 18.6 فٽ ۽ زمين کان بلندي 14 فٽ آهي. برج جي اوٽ جي ه ٰان ٿوله 6.8 فٽ ۽ چوٽي وٽ 5 فٽ آهي. ٻي برج بعد ٻه پٽ هڪ وڏو وَرُ

ڪائي اڇي ٽيون برج جوڙيو ويو آهي. ان برج جو قطر 16.5 فٽ ۽ اوچائي 14.8 فٽ آهي. ان ۾ به مارا توپن لاءِ به رکيل آهن. ٻئي ۽ ٽين برج جي وچ ۾ 1184 فٽ مفاصلو آهي. ٽين برج کان وٺي 223 فٽن تائين ديوار جي اوچائي 7 فٽ ۽ ٿولهه 2 فٽ آهي. ديوار کي 6 فٽ جي فصيل به ڏنل آهي. جنهن بعد ديوار ٻن ڇانگن ۾ ورهائجي وڃي ٿي. ان جو هڪ ننڍو 335 فٽ حصو اوپر طرف نڪري وڃي ٿو، جنهن جي پڇاڙي تي چوٿون برج ٺهيل آهي. اتي جبل هڪ پونو ناهي ٿو، جتان ماڻهو آساني سان پٽ تائين پهچي سگهي ٿو. جنهن ڪري ان ديوار کي ٻنهي پاسن کان 7 فٽن جي اوٽ ڏئي هڪ سنهي 3.7 فٽ گهٽي ناهي وئي اهي. گهٽي جي ٻنهي پاسن کان مارا ڏنل آهن. هي فوجي نقطه نگاه کان ڪافي ماهرانه دفاع آهي. ان حصي کي بازار به سڏيو وڃي ٿو.

ڪوٽ جي باقي اصل ٻاهرين ديوار ٿورو اولهه وڪڙ کائي وري ڏکڻ رواني ٿئي ٿي. اتي فصيل جي موڪر 6.9 فٽ آهي. ديوار 200 فٽ هلي هڪ لاهين ناهي ٿي. لاهين کان پوءِ جيئن ئي ديوار سڌي ٿئي ٿي ته فصيل جي ويڪر 4.9 فٽ وڃي بچي ٿي. ٽيڪ 893 فٽن بعد ديوار ۾ 30 فٽ قطر وارو ڇهون گول برج آهي، جيڪو مڪمل ڊهي ويو آهي. ڊنل برج جي زمين کان اوچائي 11.9 فٽ آهي. ان برج بعد 100 فٽن تائين ديوار به ڪري پئي آهي. 129 فٽن تي وري ٻيو تباهه ٿيل گول 15 فٽ قطر وارو برج اچي ٿو، ان برج جي اوچائي 15.10 فٽ آهي. برج ڇهين کان 238 فٽن جي فاصلي تائين ديوار ڍهي پئي آهي. ان برج کان 369 فٽن تي ستون برج اچي ٿو، جنهن جي بلندي 25.0 فٽ ۽ قطر 27.0 فٽ آهي. ان ۾ توپن جا چار مارا آهن. ان برج بعد 289 فٽن تي هڪ ٻيو برج اچي ٿو. ديوار جي اٺين گول برج جو قطر 20.2 فٽ ۽ اوچائي 28.6 فٽ آهي. ان ۾ ٽي توپن جا مارا به آهن. ان اٺين برج سان گڏ ئي هيٺانهين تي ديوار هڪ نوي درجي جي ڪنڊ ناهي ٿي. ان ڪنڊ جي اندرين پاسي ٿلهو آهي، جنهن کي ماهر چوڪنڊو برج چون ٿا. ٿلهي تي ننڍي ڏاڪڻ جي مدد سان چڙهي سگهجي ٿو. ان نائين برج کان ڪجهه قدم ڇڏي 200 فٽن جي هڪ سڌي ديوار سان گڏ ئي سن نئن وهي ٿي، جنهن تي پل آهي. ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ به سن دروازو ان

نئن جي پرئين ڪپر تي آهي. اهڙي طرح اوپر ديوار جي ڪل ڊيگهہ سن نئن تائين 4939 فٽ آهي جنهن ۾ نَو برج آهن.

اوپر پاسي پل ۽ سن دروازي بعد وري ديوار جو سلسلو شروع ٿئي ٿو. دروازي کان 144 فٽ تي ان پاسي واري ديوار جو پهريون برج اچي ٿو. برج جو قطر 21.9 فٽ ۽ بلندي 21.6 فٽ آهي. ان ۾ توپ لاءِ هڪ مارو بہ ٺهيل آهي. ديوار جي ان ٽڪري ۾ ٽي برج هڪ ٻئي جي ويجهو ٺهيل آهن، جن مان پويان ٻہ برج اڌ گول شڪل جا آهن. ان مان ٻي برج جي ويڪر 21.6 فٽ ۽ بلندي 16.6 فٽ آهي. ان کي اندران 6.10 فٽ جي اڌ ڏنل آهي، ان هنڌ تي ڪوٽ جي ٻاهران هڪ وڏو پوٺو آهي، جتان ماڻهو آسانيءَ سان مٿي چڙهي اچي سگهي ٿو. هت فصيل جي ويڪر 4.7 فٽ ۽ پٽ جي فصيل کان بلندي 8.3 فٽ آهي. برجن جي ويجهوئي اندران فصيل تي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ ٺهيل آهي، جنهن جي پرسان اڏاوت ۾ ڪتب آندل مسالي ملائڻ لاءِ حوض بہ آهي. انهن مان ٽيون اڌ گول برج 13 فٽ قطر ۽ 6.6 فٽ اوچائي وارو آهي. ان هنڌ تي بہ ٻاهران ڪافي وسيع پوٺو آهي، جتي هلڻ ڦرڻ آسان آهي. هت ديوار جي غلام گردش ختم ڪري، پٽ جي ٿولهہ 3.3 فٽ ۽ بلندي 7.9 فٽ رکي وئي آهي. ان ٽئين برج کان 441 فٽ جي وٿي تي چوٿون گول برج آهي، جنهن بعد پٽ هڪ ڪنڊ ٺاهي وڪڙ ڪاٽي لنڊي جبل جي پناڙن تي سواري شروع ڪري ٿي، ان گول برج جو قطر 21.9 فٽ ۽ قد 15 فٽ آهي.

آخر ديوار چوٿين برج وٽان 441 فٽ سواري ڪرڻ بعد هڪ مستطيل مورچي وٽ اچي دم پٽي ٿي. ديوار جي ان آخري پنجين مورچي ۾ داخل ٿيڻ سان محسوس ٿئي ٿو تہ ان مورچي کي بعد ۾ هڪ مسجد ۾ تبديل ڪيو ويو آهي. مورچي جي اولهہ پاسي کان ڪجهہ حصو وڌائي ان ۾ محرابون ۽ جارا وغيره جوڙيا ويا آهن. مسجد واري حصي ۾ جيڪي ويڙهہ لاءِ مارا ٺاهيا ويا آهن، تن کي لاهي جي بجاءِ هوا لاءِ سڌو ڪيو ويو آهي. البت مسجد جي صحن ۾ مارن وارا سوارخ هيٺ زمين ڏي لهوارا آهن. مسجد جي ڏکڻ پاسي ڪجهہ حصو بنا ديوار ڪليل ڇڏيل آهي. ان کان سواءِ ساڄي اتر پاسي، در جي پرسان هڪ اٽ ڪنڊو پٽگل

منارو آهي. مسجد جي ٻاهرين ڊيگهه 56 فٽ ۽ اندرين ڊيگهه 37.6 فٽ ۽ ويڪر 20.7 فٽ آهي، ۽ پٽ هيٺان 8.9 فٽ موڪري آهي جيڪا مٿي 7.6 فٽ تي وڃي ٿي. جيئن ته ان هنڌ مسجد وٽ پٽ اچي ختم ٿئي ٿي، سن دروازي کان ان هنڌ تائين ديوار جي ڊگهه 1463 فٽ آهي. ۽ ديوار ۾ ڪل مسجد سميت پنج برج آهن.

## لنڊي جبل تي قدرتي ديوار

مسجد وٽ قلعي جي ٻاهران هڪ اونهي کاهي آهي، جتان مٿي چڙهي اچڻ ناممڪن آهي. ان ڪري ان کان اڳتي لنڊي جبل تي ديوار جي ضرورت محسوس نه ڪئي وئي آهي. اتان هڪ اُڀي چڙهائي بعد ٽڪري ٽورو ڪبي- اوپر موڙ کائي ٿي. ٽڪري جي ساڄي هڪ گهري کاهي آهي، جنهن کي 'ٽوري ڊوري' سڏين ٿا. مسجد کان 800 فٽن جي وچوٽي تي سڀ کان الڳ ٿلگ هڪ مورچو آهي. ان لنڊي جبل واري مورچي جي اها خصوصيت آهي جو قلعي جي هر ڪنڊ کان اهو مورچو نروار بيٺو آهي، جنهن ڪري ساري قلعي جي نظرداري لاءِ ڪم اچي سگهي ٿو. ان ۾ توپن يا وڏا پٿر اڇلائڻ لاءِ پنج مارا آهن. مورچي جي اوچائي 13.3 فٽ ۽ قطر 20.6 فٽ آهي، ڪيس 7 فٽن جي اڌ ڏنل آهي.

ان مورچي بعد هڪ جابلو چوٽين جو سلسلو شروع ٿي وڃي ٿو ۽ وچ ۾ وڏا وڏا ڦاٽ آهن، جن تان هلڻ ۽ ڦاٽ پار ڪرڻ تمام اڙانگو آهي. شروعات ۾ ڪجهه لاهي بعد ٽورو ٽڪرو سڌو آهي، جنهن کان پوءِ پهرين چوٽي اچي ٿي. ان چوٽي تي چڙهڻ ڪافي مشڪل آهي، ان ڪري چوٽي کي خالي ڇڏي ڏنو ويو آهي. فوجي حڪمت عملي جي خيال کان اهو بلڪل درست آهي. ان پهاڙي تائين جيڪڏهن دشمن پهچي به وڃي ته به هن جي سامهون ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ هزارين فٽ اونهي 'ٽوري ڊوري' آهي، جتان ڪوٽ اندر لهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. صاف ظاهر آهي ته حملي آور کي ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ وري به موٽي مورچي وٽ اچڻو پوندو.

چوٽين جي سامهون اوپر کان هڪ ٻيو ٽڪر به بيٺو آهي، جنهن تي چڙهڻ به نهايت مشڪل آهي. هي ٽڪر ان جي سيڪنڊ ڊفينس لائين

آهي، جنهن تي بہ پهچڻ لاءِ حملي آور کي اڪيلي مورچي کي هيٺان هڪ پاڻي جي سنهڙي ڊوري مان گذرڻو پوي ٿو، جنهن بعد لنبي پهاڙي تي پهچي سگهي ٿو. لنبي تي بہ سلسليوار هڪ چوٽي بعد ٻي ۽ ٻي بعد ٽين چوٽي مٿان گذرڻو پوندس. چوٽين جي خاص ڳالهہ اها آهي جو اتي وڏي تعداد ۾ پنڊپهڻ Fossils ملن ٿا جن مان اڪثر جانورن جي مختلف حصن ۽ ڪوڙين جا آهن، جابلو ٻڪري جي خاندان جون ڪوڙيون بہ نمايان آهن. ائين ٿو لڳي تہ هي Fossils جو قبرستان آهي. چوٽين تي ڊرڪڻا پٿر هئڻ ڪري ان تي گهمڻ ڪافي مشڪل آهي. هتان کان اولهہ پاسي ڪوٽ اندر هڪ ننڍڙو پهاڙي سلسلو آهي، جنهن کي شملا پهاڙيون چون ٿا. اتان ڪوٽ جو پراسرار ۽ موهيندڙ منظر نظر اچي ٿو. اهڙي طرح لنبي تي ٽيئي چوٽيون پار ڪرڻ بعد ڏکڻ پاسي نئين سري سان ديوار جو سلسلو شروع ٿي وڃي ٿو. لنبي مٿان ان قدرتي ديوار جي ڊيگهہ 7011 فٽ آهي.

## ڏکڻ پاسو/ ديوار

چوٽين تان لهڻ بعد لنبي جي چيلهہ تي وري ديوار ڦڻ ڪدي ٿي. ديوار جي جنهن هنڌان شروعات ٿئي ٿي، ڪوٽ جي ٻاهران هڪ پونوآهي، جنهن تان ڪوٽ اندر داخل ٿيڻ سؤلو آهي. ان کي روڪڻ لاءِ هت ديوار ناهڻ اهم سمجهيو ويو آهي. ديوار جي منڍ وٽان ائين محسوس ڪيو ٿو وڃي تہ جيڪڏهن ديوار کي اڃا ڪجهہ سو فٽ اڳتي چوٽي تي چاڙهيو وڃي ها تہ ڪوٽ جي بچاءَ جي لحاظ کان بهتر ٿئي ها. اتي ائين بہ لڳي ٿو تہ شايد ديوار جو ڪجهہ ٽڪرو چوٽين تان ايندڙ برسات جو پاڻي پاڻ سان گهلي ويو آهي. اتي ديوار جي زمين کان اوچائي 12.4 فٽ ۽ اندران فصيل کان 6.9 فٽ آهي. فصيل 7.4 فٽ ڪشادي آهي.

ڏکڻ پٽ 300 فٽ هلڻ بعد هڪ وڪڙ ڪائي ٿي. اهو وڪڙ بظاهر هڪ سني مورچي جو بہ ڪم ڏئي سگهي ٿو. فصيل مختلف هنڌن تي ڏاڪڻ جيان هيٺ مٿي ٿيندي هلندي رهي ٿي، فصيل ڪٿي انساني قد جيتري هيٺ يا مٿي آهي، جنهن تي لهڻ ۽ چڙهڻ لاءِ الڳ ڏاڪڻيون ناهيون ويون آهن. ان هنڌ تي اهي ڏاڪا ڪافي گُنل آهن، خاص طور تي مٿيون ڏاڪو تہ ڪافي استعمال شده آهي. خبر نہ آهي تہ اهو



ڏکڻ رخ ۾ رني ڪوٽ جي ديوار

پٿر اهڙي قسم جو آهي يا واقعي اتي ماڻهن جي ايتري اچ وڃ هئي! ڏکڻ ديوار جو ڪافي ٽڪرو ڀڳل آهي. ديوار ۾ 1873 فٽن تي ڀِريون تباهه حالت ۾ برج اچي ٿو.

برج بعد ديوار هيٺ لهڻ شروع ڪري ٿي. آخر هڪ سنو وراڪو ڪائي ڪوٽ اندر گهرڻ شروع ڪري ٿي. اتي هيٺ لهڻ لاءِ فصيل ۾ هڪ ڏگهي ڏاڪڻ آهي. ڏاڪڻ جي ايتري تہ زبون حالت آهي جو هڪ مٽي جو ڍڳ لڳي ٿي، ماڻهو کي هيٺ لهڻ لاءِ وڏي احتياط جي ضرورت آهي. ان 150 فٽ لاهي تي اسان ڪن دوستن کي چيلهہ ۾ رسا ٻڌي هيٺ لاٿو. لاهي بعد وري ديوار جو سلسلو شروع ٿي وڃي ٿو. اتي فصيل جي ويڪر 13 فٽ آهي. آخر 2700 فٽ بعد هڪ ڊوري مٿان پل اڏيل آهي.

## ڏکڻ پل

ڪنهن بہ ليکڪ ان پل جو ذڪر نہ ڪيو آهي. شايد ان ڪان اڳ ڪوبہ محقق ان هنڌ تي پهچي نہ سگهيو آهي. ان پل تائين پهچڻ جو سهرو سنڌ ايڪسپلوريشن سوسائٽي جي سِرَ تي آهي. ان پل کي ڪن دوستن ڏکڻ واري پل نالو ڏنو.

ڏکڻ واري پاسي کان ٽوري ڍوري ڪوٽ اندر داخل ٿيڻ لاءِ پنڌ ڪندي ننڍين نالين ۽ هيٺانهين زمين مان پاڻي ميڙيندي اچي ٿي. آخر هڪ مڃريل ڍوري جو روپ اختيار ڪري، ڦڙڦوٽ ڦهلائيندي وڃي نئين رني سان مڪاميل ٿئي ٿي. جنهن هنڌ تي چؤماسي ۾ گجگوڙ ڪندي ٽوري ڍوري رني ڪوٽ جي ديوار کي ٽڪر هڻي ٿي، اتي پل ٺاهي ڪيس دڳ ڏنو ويو آهي. ان پل جا اڄ بہ واضح اهڃاڻ بيٺا آهن.

ڍوري جي ٻنهي ڪنارن تي ٻہ مستطيل برج آهن.

## پل جو اوبر پاسو

ڪوٽ جي ڏکڻ پاسي واري ديوار اوبر کان سفر لاءِ اُسري مٿان هيٺ ڍرڪندي نئن جي سڄي ڪناري اچي هڪ مستطيل برج جوڙي ٿي. برج ٽٽل حالت ۾ آهي، ان جو ظاهري ثبوت ان جي پيرن ۾ پکڙيل پٿر ڏين ٿا. اهو برج ٽوري ڍوري جي پيٽ کان ڪافي بلندي تي آهي. ان ڪري برج کان هڪ لاهي واري ديوار هري هري نئن جي پيٽ ۾ سرڪندي اچي ٿي. لڳي ٿو تہ ان ديوار جي ڇيڙي تي ڍوري جي پيٽ ۾ پل جو اوبر پاسي وارو ٿلهو ٺاهيو ويو هوندو، جيڪو موجوده وقت پاڻي جي زورآوري جو شڪار ٿي ويو آهي.

## پل جو اولهہ پاسو

اولهہ پاسي واري ديوار فصيل کي ساڻ ورتيون سير سپاٽا ڪندي، جڏهن ڍوري جي ڪناري پهچي ٿي تہ اتي ڪيس ڏکڻ طرف نوي درجي تي هڪ شاهڙ دڪو ڏنو ويو آهي. اولهہ ديوار ۽ دڪي جي وچ ۾ ڪوبہ ڳانڍاپو نہ آهي. ظاهر آهي تہ پل طرف ماڻهن جي اچڻ وڃڻ لاءِ ڪو دڳ ضرور هوندو. فصيل جي پرسان دڪي مان ٻہ وڏا حصا جان ڇڏائي وڃي ڍوري ۾ ڪريا آهن. ان هنڌ تان دڪي مان اکڙيل پٿر ۽ مسالو ان جي

ڪرڻ جا اڪين ڏٺا شاهد آهن. دڪو فصيل هيٺان نوي جي ڪنڊ ٺاهي، 40 فٽ ڏکڻ هلي وري اتي ڪنڊ ٺاهي، اوپر 22 فٽ منهن ڪري ٽٽل حالت ۾ ختم ٿئي ٿو. دڪي کي ٻاهران ديوار جي اڌ ۾ مارا ٺاهي، مورچي جو منهن بڻائي اندرين پاسي تي 7 فٽ فصيل نما پهريدارن لاءِ رستو ڏنو ويو آهي. رستي تان 2 فٽ ويڪري ڏاڪڻ ڇهه ڏاڪا لهي پاڻي تائين پهچي ٿي.

اوله دڪي مان محسوس ٿئي ٿو ته پل جو چوڪنو ڪڏي مٿان پل بيهاري اوپر پاسي جي چوڪنڀ سان ملايو ويو هوندو. موجوده وقت ديوارن جي ٻنهي چيڙن جي وچ 150 فٽ جو فاصلو آهي. ظاهر آهي ايڏو وڏو پل جو Span ته ٿي نٿو سگهي. ان Span کي گهٽائڻ لاءِ ٻنهي ديوارن جي چيڙن کي وڌائي چوڪنا يا ٿل ڏنا ويا هوندا.

پل بعد ديو جهڙي ديوار جو 11 فٽ فصيل سودو سفر جاري و ساري آهي. 1155 فٽن بعد پٽ زخمي حالت ۾ ڪري پئي آهي. اتي گاري ٺاهڻ لاءِ حوض به بڻيل آهي. پٽ ان حالت ۾ به گوڏن ڀر مٿي گڙڪندي مٿانهين ٽونڪ تي گول برج وٽ دم پٽي ٿي، جيڪو 27 فٽ قطر سان 9 فٽ ڪر ڪنيو بيٺو آهي. برج وٽان وري ديوار هيٺ گسڪڻ شروع ڪري ٿي. ان ديوار ٽڪري جي سهٽي اڏاوت ڏسي ماٺهو جي ٿڪاوٽ لهي ٿي وڃي. ديوار جي ٻاهران بلندي 33 فٽ آهي. هڪ سول انجنيئر جي حيثيت ۾ ليکڪ کي اهو فخر حاصل آهي جو ايڏي وڏي ڪوٽ جي انچ انچ جي ماپ پنهنجي هٿن سان ورتي آهي. ان آڌار تي چئي سگهان ٿو ته صرف ان هنڌ تي ڪوٽ جي ديوار ٽيهن فٽن کان بلند آهي، باقي ساري ڪوٽ ۾ ڪا به اهڙي ديوار نه آهي، جيڪا ايڏي بلند هجي، حالانڪ ڪرنل رشيد لکي ٿو ته: ”قلعي جي ديوار سراسري طرح ٽيهه فٽ بلند آهي.“ ٻين محققن به بنا ڇنڊڇاڻ جي بغير تڪليف ورتي ان ڳالهه تي آمناصدقنا چُنڊ ڏني آهي. هڪ محقق (جنگ اخبار) لکي ٿو ته: ”هي سارو قلعو مٽي جي پڪين سرن جو جڙيل آهي، ۽ اها مٽي سنڌو درياهه مان کڻي وئي هئي.“ قلعي جي سموري سروري دوران اسان کي ڪٿي به سر ڪتب ٿيل نظر نه آئي. اهو دوست هڪ دفعو به قلعو اکين سان ڏسي ها يا رڳو ان قلعي جي تصوير ئي غور سان ڏسي ها ته ڪڏهن به

ايڏي وڏي غلطي نہ ڪري ها.

اها ڪنگريدار ديوار سفيد پٿرن سان جڙيل آهي. ديوار جي خوبصورتي ۾ اضافو ڪرڻ لاءِ ٻاهرين طرف کان ديوار جي ڊيگهہ ۾ نون هنڌن تي قطار ۾ ڳاڙهسرا پٿر Sand Stone استعمال ڪيل آهن. اڇن پٿرن جي پٽ ۾ ڳاڙها ليڪا موهيندڙ ڏيک ڏين ٿا. ان 2 فٽ ٿلهي ديوار کي 8 فٽ ويڪري فصيل ڏني وئي آهي. فصيل ۽ ديوار جي مضبوطي کي برقرار رکڻ لاءِ ڏاڪي ڏاڪي پشتا ڏنل آهن. اها پٽ ڪوٽ جي سيني هنڌن کان خوبصورت، نئين، پائيدار ۽ بلندي واري آهي. ديوار جي آخري چيڙي وٽ هڪ شگاف آهي، جنهن کي 'شاهه پير' دروازو چيو وڃي ٿو. پل کان ان لنگهہ تائين ديوار 2907 فٽ ڊگهي آهي.

**شاهه پير دروازو**

ڪرنل رشيد لکي ٿو تہ هن قلعي کي چار لنگهہ يا گذر گاهه آهن. جن جا نالا هي آهن. (1) سن پرندو دروازو (2) آمري يا اتر- اوپر دروازو (3) شاهه پير يا ڏکڻ دروازو (4) اولهندو يا مٿانهون دروازو. ڪجهہ ٻين محققن بہ ڪرنل رشيد جي تقليد ڪندي ان کي شاهه پير دروازو قرار ڏنو آهي سواءِ بدر ابڙي جي. منهنجي خيال مطابق اها راءِ صحيح نہ آهي. ڇو جو لنگهہ جي آس پاس اڄ بہ ڪيترا پٿر ديوار کان ڇڄي وڃڻ بعد بہ وري ملڻ لاءِ بيتابي سان پيا آهن. پٿرن جي ڇڄڻ ڪري اتي 15 فٽ شگاف ٿي پيو آهي، جيڪڏهن ان 15 فٽ وٿي ۾ اسان دروازي ڦاسائڻ لاءِ بہ ڪن ٿلهي بيهاريون تہ پوءِ اهو لنگهہ وڏيڪ سوڙهو ٿي چند فٽ ٿي پوندو. ظاهر آهي، ايتري سوڙهي در جو ڪهڙو جواز آهي، جنهن مان ڪو جانور بہ ڏکيائي سان لنگهي سگهي. ٻيو جيڪڏهن اتي دروازو ڇڏيو وڃي ها تہ دروازي جي حفاظت لاءِ ان هنڌ تي وڏيڪ مارا ۽ برج اڏيا وڃن ها. پر لنگهہ کان موجوده وقت اوپر طرف وارو برج هزار فٽ ڏور بيٺو ڏند ٿو ڪڍي ۽ اولهہ پاسي ويجهي ۾ ويجهو برج سوين فٽ وٿي تي آهي. جيڪي دروازي جي حفاظت ڪرڻ کان معافي وٺي رهيا آهن. تيون اتي دروازي جي حفاظت لاءِ محافظن جي رهڻ ڪرڻ لاءِ ڪجهہ جايون وغيره جوڙيون وڃن ها، جنهن کان بہ اهو هنڌ وانجهيل آهي. چوٿون جنهن هنڌ تي اهو لنگهہ آهي، ان جي اندر ۽ ٻاهرين پاسي زمين لهواري آهي. هرويرو

جيڪڏهن اتي در ناهڻ مقصود هو ته اهو در ڪجهه فٽ اڳتي ۽ پوئتي به ٿي سگهي پيو. پنجون ته ديوار ۾ جنهن هنڌ ڦاٽ آهي. ان ڦاٽ کان اولهه طرف ديوار سڄي جو سڄي ڏاڪڻ جي صورت ۾ مٿي چڙهي ٿي. يعني اولهه واري زميني اوچائي اوپر پاسي کان درجه به درجه بلند ٿيندي وڃي ٿي. جيڪڏهن ان دروازي کي ڪجهه سؤ فٽ اوپر رکجي ها ته تعمير جي آساني کان سواءِ دفاعي نقطهءِ نگاهه کان به بهترين هو. موجوده ڦاٽ کي جيڪڏهن پنهنجي وچڙيل پٿرن سان پَربو ته ديوار جي شڪل هيٺين طرح ڏيک ڏيندي.

مٿين ثابتين بعد منهنجي خيال ۾ اهو محض هڪ شگاف آهي. جيڪو ديوار کي زوري ٽوڙي ناهيو ويو آهي. شايد اها ڌاڙن جي ڪارستاني آهي. اسان پنهنجي موجودگي ۾ اتان پڪرين جي جوڻيي کي ايندي ويندي ڏٺو.

دروازي تي شاهه پور نالي پوڻ لاءِ به متضاد ڳالهيون آهن. تاج صحرائي چوي ٿو ته: ”قلعي جي ڏاکڻين دروازي متعلق اختلاف آهي ته ان جو صحيح نالو شاهه پير يا شاپور آهي.“ سنڌ ۾ بزرگن جي پيرن کي قدم سڏيو ويندو آهي. قلعي اندر ٻي ڪنهن مقام ۽ جڳهه کي ڪنهن ولي، درويش يا حضرت علي رضه ڏانهن منسوب نه ڪيو ويو آهي، ان ڪري اها ڳالهه به شڪي ۽ شبهي سمجهڻ گهرجي. ٻي طرف سماهي مهراڻ جي جلد 15 جي نمبر 2-1 ۾ جناب حسام الدين راشدي مرحوم ابن بلخي جي مشهور تصنيف ’فارس نامه‘ مان هڪ حوالو قلمبند ڪيو آهي، جنهن موجب بهرام گور بن شاپور ساساني (442-465ع) کي ديبل ڏاج ۾ مليو هو. اهو حوالو ڪن ٻين تاريخن ۾ به آيو آهي. گمان گذري ٿو ته سنڌ تي حملي وقت بهرام خود به ان قلعي ۾ قيام پذير ٿيو هجي ۽ ان صورت ۾ هو ضرور ڏاکڻين دروازي کان ئي قلعي ۾ داخل ٿيو هوندو. پوءِ فوج جي ڪنهن سالار ان دروازي تي عقيدت وچان شاپور نالو رکيو هجي ۽ قلعي جي مرمت به ان وقت ڪئي وئي هجي.

اهو گمان گذري ٿو ته ايران جو هڪ پيغمبر ماني پنهنجي جلاوطني واري دور ۾ ان قلعي ۾ ڪجهه وقت لاءِ ترسيو هجي ۽ ان جي پوئلڳن ان دروازي تي پنهنجي پيغمبر جي محسن ’شاپور‘ جو نالو رکيو هجي...

اسان جي ذاتي مشاهدي مطابق لنگھ جي پرسان هڪ ڏيڍ فٽ بيضوي پٿر پيو آهي، جنهن جي مٿين پاسي کان روحي وانگر ٿورو ڪانچو آهي. ڪانچي ۾ پير وجهي ڏٺو ته اسان جي پير کان ڏھ آڱر ڪن وڏو هو. ڪانچي جي چنهنب ملتاني گيتلي وانگر وريل آهي. مقامي ماڻهو ان پٿر کي ڪنهن بزرگ يا پير جي پيرَ ڏانهن منسوب ڪن ٿا. پٿر کي نِنديو پٿرن جو لوڙهو ڏنل آهي. اسان کي هڪ ريڊار ٻڌايو ته: "اسان هڪ ٻئي کي شاهه پير جو قسم ڏيندا وٺندا آهيون."

اهو ان 'شاهه پير' شگاف جو مختصر ذڪر آهي، جنهن کي اسان جي مهربان محققن افسانوي رنگ ڏئي تاريخ جو مذاق اڏايو آهي.

ان لنگھ جي پرسان پنج قطار ۾ گول بنيون آهن، جن جي چوڌير ڪارو مسالو هاريل آهي. بنيون چڻ ديڳن پچائڻ لاءِ زمين اندر کوٽيل چلهين جيان پيون لڳن، بنين اندران به ڪاري مسالي جو پلستر آهي، جيڪو شايد چيرولي گرم ڪري ٺاهيو ويو آهي. ان مان لڳي ٿو ته ڪوٽ ۾ استعمال ٿيل گچ يا گارو باقاعده بنين تي گرم ڪري تيار ڪيو ويندو هو.

شاهه پير کان ديوار وري اولهه طرف هڪدم مٿي چڙهڻ شروع ڪري ٿي 100 فٽن بعد هڪ مورچو ڏکڻ طرف ٻاهر تي نڪتل آهي. ڪوٽ ٻاهران ويڪرو پوٺو هئڻ ڪري اتان چڙهڻ سولو آهي. حملي آورن کي روڪڻ لاءِ مڪيه ديوار مان 410 فٽ ڏکڻ پاسي تير وانگر هڪ ڊگھي چيڙي تي مورچو ٺاهيو ويو آهي. مورچي تائين رسڻ لاءِ ڊگھي ديوار جي وچ ۾ سنهڙي نالي وانگر گهٽي ٺاهي وئي آهي. گهٽي مان ماڻهو دشمن کي نظر اچڻ بنا حملي جي زد کان بچي مورچي تائين پهچي سگهي ٿو. مورچي جو قطر 25.3 فٽ ۽ اوچائي 15 فٽ آهي.

ان برج بعد ديوار هوريان هڪ جهول کائي مٿي چڙهي 360 فٽن تي هڪ مستطيل برج وٽ پهچي ٿي. برج 18.10 × 28.7 فٽ آهي ۽ ان جي بلندي 7.4 فٽ آهي. جنهن بعد ديوار لهرون کائيندي مٿي پهچي وري وادين ڏي رخ رڪي ٿي. ڪجھ سؤ فٽ سنوت ۾ هلي ٻيهر آسمان ڏي سڌ ڪري ٿي. ساٽس 9.2 فٽ ويڪري فصيل به ساڻ آهي. رستي ۾ هڪ مستطيل برج وٽ ديوار سلام ورائي اڳتي ڏوڪي ٿي. اهو برج 11

21.3 × فٽ ۽ 7 فٽ بلند آهي ۽ مٿان 5.10 فٽ آهي. اتان هڪ سو فٽ پڳل لاهي تان لهڻ ڪافي ڏکيو آهي. پٽ شاهه پير کان جڏهن 2820 فٽ سفر ڪري اچي ٿي تہ ڪافي صحتمند ٿي وڃي ٿي. 5 فٽ چوڙي چڙهيل ديوار تي 7 فٽ فصيل پيٽ جيان نڪتل آهي. اتي سندس قد بہ موچارو ٻاهران 16.6 فٽ ۽ اندارن 7 فٽ آهي.

اتي هڪ پڳل برج بہ آهي. ايتري قدر مرحوم جي خبر ئي نٿي پئي تہ گول آهي، يا چوڪور، صرف ٻاهرين پٽ جي بيهڪ ميڇن سان ڪيس گول ڏسي ٿي. برج 15.4 فٽ قطر وارو آهي. ان برج کان 983 فٽن تي هڪ ٻيو برج 17.5 فٽ بلند بيٺو آهي. ٽوٽا ٽوٽا برج ۽ ديوار تي بيهڻ بہ مشڪل آهي. اتان ديوار اندر وڪڙ کائي اولہ طرف هزارين فٽ اُڀ قاڙ هنج ٽونڪ ڏي ڪنهن ڪوهه پيما جيان چڙهڻ شروع ڪري ٿي. پوئين برج کان 356 فٽ تي هڪ ٻيو پڳل برج 27 فٽ قطر ۽ 17.8 فٽ قد سان هيٺ وادي ۾ نهاريندو نظر اچي ٿي. ان برج کي جنهن مسالي سان جوڙيو ويو آهي، ان لاءِ جوڙيل ٻہ حوض بہ سندس ڪُڪِ وٽ آهن. اتان ديوار ۽ فصيل ڏاڪا چڙهندي ساهيون کڻندي نيٺ هڪ وڏو واراڪو کائي 550 فٽن تائين جبل سان هٿ هٿ ۾ ڏئي هنج چوٽي سر ڪري دم ڏي ٿي. شاهه پير کان هنج چوٽي تائين اچي پٿر واري ديوار جي ڊيگهہ 7392 فٽ آهي. جنهن مان 80٪ پٽ بلڪل پڳل آهي.

### هنج چوٽي

هي پوري جبل جي سڀ کان اتانهين چوٽي آهي، جنهن تي ديوار اچي چيڙ ڪري ٿي. اتي بيهي نگاهہ کي ڊرو ڇڏڻ سان محسوس ٿئي ٿو تہ هڪ وڏي وادي کي چوڦير راڪاس جيڏا جبل قيد ڪيون بيٺا آهن. ان قيدياڻي ماٿري جي پوري اڌ حصي ۾ رني ڪوٽ ٺهيل آهي، باقي ماٿري جو ٻيو اڌ چراگاهہ وانگر پٿاريو پيو آهي. وادي جو ڏاڪڻيون ٻاهريون ڪليل پاسو ڊورين ۽ پوٺن ۾ ورهايل هئڻ ڪري سارو پوکي لائق آهي. ان پاسي کان سڀ ڊوريون ۽ نئون ڊرڪنديون ڪوٽ ۾ داخل ٿين ٿيون، جنهن ۾ سن نئن ۽ ٺوري ڊوري نمايان آهن.

هنج چوٽي هڪ وڏي اچي پٿر جي شڪل ۾ آهي. ائين ٿو لڳي تہ اهو وڏو ڇن جو پٿر نہ پر ڪنهن گرڙ پکي، ٻہ هزار فٽ اڏام ڪري



جبل جي ڪنڌي تي تعمير ٿيل ديوار

چوٽي تي اچي بيضو لاٿو آهي. بيضو ترڪٽو هئڻ ڪري ان جي مٿان چڙهڻ ڏکيو آهي، البت چوٽي جا پاسا ۽ پاڙون گڦائن وانگر ڪاڏل آهن.

## ڏکڻ اتانهون لنگهه

هنج چوٽي تان اولهه پاسي سؤ فٽ ڊرڪٽن پٽرن تان لهڻ بعد سنئون پٽ اچي ٿو. جنهن بعد هڪ ٽڪري تان اولهه پاسي کان ديوار لهڻ شروع ڪري ٿي. ديوار جي 88 فٽن تي پاٽي لاءِ هڪ لنگهه ٺهيل آهي، ان کي ڏکڻ اتانهون لنگهه چئجي ٿو. لنگهه هنج چوٽي کان 1350 فٽن تي آهي. پوڙي جبل ۾ هنج چوٽي کان لاهي ٺاهيندو اچي ٿو. ان لنگهه جي ويڪر 8.5 فٽ، بلندي 7 فٽ ۽ ديوار جي ٿولهه 5.6 فٽ آهي. لنگهه جي ڪاٻي پاسهن، اولهه ديوار وري هڪدم بنا فصيل جي مٿي چڙهڻ شروع ڪري ٿي، جنهن جي مٿين ڪنڌ تي هڪ برج آبدار جيان پاٽي جي ورچ تي معمور آهي. لنگهه مان پاٽي گذرڻ بعد قلعي اندر سو فٽ سرڪندو، هڪ آبشار وانگر ڪافي فٽ هيٺانهين تي قلابازيون کائي ڪري ٿو. ڪرڻ بعد هڪ ڊوري جي شڪل ۾ ڪوٽ جو وچ وٺي ٿو.

اتانهين لنگهه جي اولهه واري ديوار 512 فٽن تي مٿي هڪ گول برج وٽ وڪڙ کائي ڏکڻ اولهه ڪنڌ ٺاهي ٿي. برج جو قطر 11.6 فٽ آهي. ڪيس ٻاهران 17.6 فٽ ۽ اندران 5 فٽ جي اڌ ڏنل آهي. اڌ هيٺان 3.6

فٽ ۽ مٿان 2 فٽ ٿلهي آهي. ان برج جي ٻاهران ڏکڻ اولهہ پاسي ڪليل پوٺو آهي، جنهن تان وڏي آساني سان ڪوبہ ماڻهو ڪوٽ جي ديوار ۾ مورچي تائين پهچي سگهي ٿو. البت ڪوٽ جي اندران مٿي ديوار تائين پهچڻ جان جوکم جو ڪم آهي. اتي ڪنهن دوست چيو تہ: ”هي ڪوٽ اهڙي طرح ٺاهيو ويو آهي، جيئن اندريون ماڻهو ٻاهر ڀڄي نہ سگهي. البت ٻاهرين کي اندر اچڻ جي موڪل آهي.“ ان برج کان ديوار ڪنڌ ٺاهي پسار لاءِ نڪري ٿي. ديوار جي مٿئين چيڙي کان ڪجهہ هيٺ پهريدار جي گهمڻ لاءِ رستو ڇڏيو ويو آهي، جنهن کي گوڏي جيتري اوچائي جي اڌ ڏنل آهي. ديوار ڪنڌ واري برج کان 439 فٽ پنڌ ڪري آخري برج ۾ سمائجي وڃي ٿي. برج 13.4 فٽ قطر ۽ 14 فٽ بلندي وارو آهي، جنهن جي پرسان قدرتي مورچو آهي.

### قدرتي مورچو

ڪاري جبل جو هڪڙو ٽونڪ ڪجهہ اهڙي انداز سان ٺهيل آهي، جو ان جي وچ مان باقاعده هڪ سرنگ آرپار ويندي نظر اچي ٿي. سرنگ جي ڏکڻ پاسي کان اڪيلو ماڻهو سولائي سان داخل ٿي سگهي ٿو. سرنگ اڳتي هلي پنجاهہ فٽ کن کلي پوي ٿي. ان جو فرش قدرتي ناهموار پٿرن جو جڙيل آهي. ان هنڌ کي قدرتي مورچو سڏيو وڃي ٿو. واقعي ان مورچي ۾ ويهي ماڻهو چوڦير نظر گهمائي سگهي ٿو. قدرتي مورچي کي سولائي سان ٿوري ردوبدل بعد وڏيڪ ڪارائتو بڻائي سگهجي پيو. اتان ڪوٽ جي ٻاهران ۽ اندران ڪافي من ليائيندڙ منظر نظر اچن ٿا. خاص ڪري اولهہ ڏکڻ ۾ پري تائين ڦهليل جبلن جون قطارون سهڻيون ۽ چٽيون نظر اچن ٿيون. ڪاري جبل جي پوڙي ٽڪري تي قائم ان مورچي مان سڀ کان پرتي ڪيرٿر جابلو سلسلو ڏسي سگهجي ٿو، جنهن جي اوريان ڏاڦڙو بہ ڏيک ڏئي ٿو. ڏاڦڙي جي پر ۾ گوربند جون جهاتيون قابل ديد آهن، ۽ سڀ کان ويجهو ’لنڊي‘ لوٽا هٽندي نظر اچي ٿو. اتان پڊو ۽ پٽ جبل تائين نظرن کي اڏاري سگهجي ٿو.

### اولهہ ديوار ۽ چِن

قدرتي مورچي کان ڪاري جبل جي ڪرنگهي تي ڪوٽ طرف هڪدم اونهي ۽ اُڀڪپري ڪاهي آهي. قلعي جي ٻاهرين پاسي تي بہ وڏا وڏا گهرا چن آهن، جن تان مٿي چڙهي اچڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. ڪاري جي

ڪرنگهي ۾ ٻه ڪهاڙي جي ڏڪ جيان ٿوري ٿوري فاصلي تي ڪيترائي هانو ڦاڙيندڙ ڦاڙ آهن، جن تي لشڪر جي صورت ۾ گذرڻ ڏاڍو مشڪل آهي. البت اڪيلو ماڻهو وڏي احتياط سان ڪن هنڌ تان ڦاٽ اورانگهي سگهي ٿو. ان ڪري ڪوٽ جي ان حصي کي قدرتي رڪاوٽ سمجهي، بنا ديوار جي ڇڏيو ويو آهي. قدرتي مورچي کان 3825 فٽن تي ڪاري جبل جي پٺاڙن تي، قدرتي اوٽ تي، سفر ڪرڻ بعد هيٺانهين تي اولهه طرف، ٻه الڳ برج ديوار سان ڳنڍيل آهن. ڪرنگهي کان 2000 فٽ پنڌ ڪرڻ بعد برجن ۽ ديوار وٽ پهچي سگهجي ٿو. ان برجن جو قطر 10 فٽ ۽ بلندي 18 فٽ آهي. برجن کي ڏنل اڌ هيٺان 4 ۽ مٿان 2.5 فٽ ٿلهي آهي.

برج 92 فٽ ڊگهي ديوار سان پاڻ ۾ جڙيل آهن. ديوار جي برجن سميت ڊيگهه 112 فٽ آهي.

اتي برجن ۽ ديوار ٺاهڻ جي ضرورت ان ڪري محسوس ڪئي وئي جو ڪاري جبل تي چڙهڻ لاءِ هڪ آسان پوئتو آهي، جتان سولائي سان ڪوٻه جيو مٿي اچي سگهي ٿو، ان ڪري اهي برج ۽ ديوار ٺاهي پوئتي تي رڪاوٽ بڻائي وئي آهي.

اولهه پاسي تي انهن برجن کان 3150 فٽن تي ساڳي طرز جا چار ٻيا برج هار وانگر ديوار سان ڳنڍيل آهن. ان هنڌ ٻه هڪ وڪريل پوئتو آهي، جنهن کي رڪاوٽ لاءِ اهي برج ٺاهيا ويا آهن. برجن جي ديوار سميت ڊيگهه 641 فٽ ۽ برجن جو قطر 8.6 فٽ آهي. برج ۽ ديوار ڪافي سٺي حالت ۾ آهن.

اهي برج ۽ ديوار جنهن پوئتي تي ٺهيل آهن سو پوئتو پان جي پتي جي شڪل جهڙو آهي. جيڪو اڳتي اچي پتي جي ڏانڊي وٽ سوڙهو ٿي ويجي ٿو. اتي اها ڳالهه محسوس ٿئي ٿي ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو برج ۽ ديوار جون رڪاوٽون پار ڪندو اڳتي ڏوڪيندو ايندو ته اڳتي چنهنبياري پوئتي تي هڪ سنهڙي چيله وٽ ڪيس روڪڻ لاءِ ڪوشش ڪئي وئي آهي. ان سنهڙي لنگهه کي وچ ۾ ٽُڪي پندرهن ويهن فٽن جي ويڪري ۽ گهري خندق کوٽي وئي آهي، جنهن تان ٽپو ڏئي گذرڻ مشڪل آهي. حملي آورن جا ڏند کٽا ڪرڻ لاءِ اها ٻه سٺي چال آهي، ڇو جو اتان ميري

ڪوٽ ويجهو آهي. انهن برجن ۽ ديوار کان 2250 فٽن تي ڪاري ٽڪر جي ڪرنگهي ڪي هڪ 'ل' لڪڙ شڪل جهڙي 612 فٽ ديوار بيهاري آرپار بند ڪيو ويو آهي. اها اوله پاسي کان 'ديوار ڊفينس لائن' آهي. جيڪڏهن پوين برجن تان حملي آور پار به ڪري اچي ته هت سندس مڪمل ناڪابندي ٿي سگهي ٿي. ديوار اوپر کان اوله رخ رکي ٿي. ديوار جي قلعي طرف واري برج جي پرسان ڪاري جبل کي هيٺ هڪ گهري کاهي آهي، جتان اڳتي وڃڻ ناممڪن آهي. ديوار جو ٻيو اوله وارو ڇيڙو لهوارو ٿيندو، هيٺ ڊوري ۾ وڃي ختم ٿئي ٿو. ظاهر آهي ته حملي آور 'ل' ديوار ۽ برجن وارن پهريدارن کان جنگ جيتي اڳتي قلعي ڏي وڌي سگهي ٿو. ديوار جو اولهائون ڇيڙو ڪجھ اڳتي وڌيل محسوس ٿئي ٿو، جيڪو هاٿي ڊهي پٽ پيو آهي. اتي ڪيترائي پڪڙيل پٿر پيا آهن. ديوار کي غلام گردش به ڏنل آهي. ديوار کان ٿورو اڳتي ڪافي ڏکيون ۽ سخت وڪڙدار ايڪپريون کاهيون آهن.

'ل' ديوار کان ڪجھ پنڌ وڏيڪ اوله طرف هڪ اڪيلو مورچو ٺهيل آهي. ان مورچي تائين پهچڻ لاءِ وچ ۾ هڪ ڊگهي گهري ڊوري ڏکڻ کان اوله وچ ۾ حائل آهي. ڪاري کان اها ڊوري پار ڪرڻ اڙانگي آهي. جيئن ته قدرتي مورچي کان سڄو سارو اولهائون پاسو لهوارو ۽ ننڍن ٻيٽن جيان پوٺن ۾ ورهايل آهي. اهڙي وسيع پوٺي تي قلعي کان ڇهل به برج بيٺا آهن. پهريون برج جيڪو 'ل' ديوار جي ڀرسان آهي، ان تائين پهچڻ لاءِ انساني وس کان ويڪري ۽ گهري ڊوري آهي. ماڻهو کي انهن برجن تائين پهچڻ لاءِ صرف هڪ ئي ڏگ آهي ته هو قلعي جي مکيہ موهن در کان ٻاهر نڪري ٻاهران ئي ٻاهران ڦري اچي برج وٽ رسي. برج وٽ چڙهائي ۾ هڪ سولو پوٺو آهي، جنهن تي هي برج وائڙو لڳو اندرين قلعي سان ناتو ٽوڙيون بيٺو آهي. ايتري قدر جو ان برج تي چڙهڻ لاءِ ڏاکڻ به ٻاهرين طرف کان ئي ٺاهي وئي آهي، جتان حملي آور جي اچڻ جو انديشو آهي.

مورچو ٻن مارن سان 8.8 فٽ قطر ۽ 13.6 فٽ بلندي وارو آهي. اندران اڌ 6.6 فٽ اوچي ۽ 3.8 فٽ هيٺان ۽ مٿان 2.4 فٽ ٿلهي آهي. جنگي ماهر کي ڇڏي هڪ عام ماڻهو به اها ڳالهه سمجهي سگهي ٿو ته

اتي اڪيلڙي برج جي کھڙي لوڙ آهي، جتي هڪ ٻه پهريدار کھڙي يلغار روڪي سگھندا. انهن جي حالت ۾ دشمن اڳيان پاڻي تي وينل بدڪ جهڙي ٿيندي. برج تي اچڻ وڃڻ ۽ سامان رسد پهچائڻ جو رستو ٻه ٻاهران آهي. ايتري قدر جو برج تي چڙهڻ واري ڏاڪڻ جو رخ ٻه ٻاهرين طرف دشمن جي اچڻ واري پاسي کان آهي، يا ته ڏاڪڻ ڪاٺ وغيره جي ناهجي ها جيڪا ضرورت وقت هيٺ رکي مٿي چڙهڻ بعد گھلي برج اندر رکي ڇڏجي ها.

ان برج کان 1350 فٽن تي هڪ ٻيو گول برج ننڍڙي ٻيٽاري جهڙي پوني تي دشمن جي حملي کي منهن ڏيڻ لاءِ ناهيو ويو آهي. ان جو ٻه رڳو اڳئين اڪيلي مورچي سان ڳانڍاپو آهي، باقي ڪوٽ جي ڪنهن ٻه دفاعي رڪاوٽ سان واسطو نه اٿس. برج جو قطر 6.8 فٽ، ٻاهران 10 فٽ ۽ اندران 73.4 فٽ بلند آهي. اڌ جي هيٺان ويڪر 4 فٽ ۽ مٿان 2.8 فٽ آهي. برج تي لهڻ ۽ چڙهڻ لاءِ ٻاهران ڏاڪڻ رکي وئي آهي.

ڪوٽ جي اولهه پاسي واري دفاع ۾ ڪا ٻه هم آهنگي نه آهي. ديوار توڙي برج هيٺ مٿي بنا ترتيب جي آهن. پهريائين قدرتي مورچي کان قدرتي ديوار، ڪاري جبل جي شڪل ۾ بلڪل چوٽي تي آهي. ان بعد ٻه مورچا ۽ ديوار جبل جي اڌڪڙ تي آهن. جنهن کان پوءِ چئن مورچن کي ملائيندڙ ديوار کي ٻه اڌڪڙ تي رکيو ويو آهي. 'ل' شڪل واري ديوار کي وري گھلي ڪاري جبل جو ٿونڪ بند ڪيو ويو آهي. آخر ۾ ٻن الڳ مورچن ۾ ٻه ڪا سڌائي نه آهي.

پهريون مورچو ڪاري جي ڳوڏي ۾ هنيو ويو آهي ۽ پويون ڏلاهه ۾ سندس پيرن ۾ ڏنو ويو آهي. انهن مورچن بعد موهن ڪوٽ اڏيو ويو آهي، جيڪو ان سيني مورچن کان مٿيرو وڌيڪ اوپر ۾ ۽ ڪاري جبل جي مچ تي آهي.

**موهن ڪوٽ**

هي مستطيل اڏاوت، موهن در کان ڏيڍ هزار فٽ ڪن پري هڪ ايڪيري تي نهيل آهي، جنهن جي ٽن پاسن کان کاهيون آهن. ٻن اڪيلن ٻاهرين برجن تي پهچڻ لاءِ وچ ۾ هڪ ديوري آهي. هي مستطيل

بنا ڇت جو، ڪوٽ اوپر پاسي کان 123 فٽ ۽ اولهه کان 127 فٽ ڊگهو آهي. سندس ويڪر اتر پاسي تي 32.6 فٽ ۽ ڏکڻ تي 58.8 فٽ آهي. ڪوٽ ۾ نَوَ توپن يا ڳرن پٿرن اڇلڻ لاءِ مارا آهن. ديوار اندران 8 فٽ آهي. فرش تي گاري جو ليپ ٿيل آهي، جنهن مان جابلو ٻوٽا ڪنڊي، ڪول مير، ڪانديري گوزوان وغيره ڦٽي آيا آهن. ٻوٽن ۾ ڪول مير جي خوشبو ڪوٽ ۾ گهمندي وتي ٿي.

موهن ڪوٽ تي پهچڻ لاءِ موهن در کان هڪ ڏاڪڻ چڙهندي اچي ٿي. ان کان سواءِ مٿان اوپر کان ڪاري جبل جو پونئو به ڪوٽ تي پهچائڻ لاءِ ڪارگر آهي. ڪوٽ تان اولهه پاسي وارن برجن ۽ ديوار تي ڀرپور نگاهه رکي سگهجي ٿي. ڪوٽ کي ڪن چؤياري به سڏيو آهي. ڪوٽ ۾ هڪ مهل ويهه پنجويهه پهريدار موجود هوندا. ٿي سگهي ٿو ته هي ڪنهن سپه سالار يا امير جي رهڻ جي جاءِ هجي. اهڙي طرز جو مورچو سن دروازي وٽ ملي ٿو، جيڪو پڻ اتانهين تي هئڻ ڪري ڏور تائين نظر رکي سگهجي ٿي. ان ڪوٽ کي بعد ۾ مسجد جي شڪل ڏني وئي آهي. سروي دوران اسان جنوري جهڙي ڦوهه سياري ۾ چانو ڳوليندا پيا وتون. رني ڪوٽ جي نوڙهن ٽڪرن تي ٻارهو ئي سخت ڪاڙهو ڪري ٿو. ان جي باوجود ڪوٽ ۾ ڪنهن به هنڌ ڇانوري جو بندوبست نه ڪيو ويو آهي. ان کان سواءِ برسات جي مند ۾ به هت وٽ يا لِڪ نه آهي، ۽ نه ئي ڪي غارون، ڇپر آهن، جن ۾ لڪي ماڻهو اُسَ ۽ برسات کان بچي سگهي.

موهن ڪوٽ کان اولهه پاسي تي ديوار وري سڌي هيٺ لهي ٿي. ديوار جي اندرين پاسي کان فٽ ڏيڍ ويڪري ڏاڪڻ آهي. ڏاڪڻ 350 فٽ بعد هڪ وڪڙ کائي ٿي.

موهن ڪوٽ کان پوءِ ديوار تي پهريون برج 1117 فٽن تي اچي ٿو. ان اڌ گول برج جي ويڪر 27 فٽ، ٻاهران 11.6 فٽ اندران ۽ 8 فٽ بلندي آهي. پٽ 4.3 فٽ ٿلهي آهي. ان برج بعد پٽ ڦيرو کائي موهن در ڏي وڃي ٿي. پهرين برج کان 309 فٽ تي هڪ ٻيو گول برج ٽن مارن سان 21 فٽ اوچائي ۽ 25.9 فٽ قطرو وارو آهي.

ان برج پرسان 111 فٽ تي هڪ ٻيو گول برج 26.5 فٽ اوچائي

۽ 22.6 فٽ قطر وارو بيٺو آهي. برج جي اوٽ هيٺان 3.7 فٽ ۽ مٿان 2.9 فٽ ويڪري آهي. هٽ ديوار ۾ سڀ برج هڪ ٻي جي ويجهو محض موهن در کي محفوظ رکڻ لاءِ ٺاهيا ويا آهن. ان هنڌ تي فصيل9.6 فٽ ۽ پٽ 2 فٽ ويڪري آهي. فصيل کان پٽ 8 فٽ بلند ۽ ٻاهران 23 فٽ بلند آهي. موهن ڪوٽ کان وٺي اڳتي پل تائين ديوار جي ڊيگهه 1601 فٽ آهي.

## موهن پل ۽ در

موهن ڪوٽ کان ڏکڻ ويندڙ ديوار سوين فٽ هيٺ اونهائي تي موهن نئن ۾ وڃي ٽپي هٽي ٿي. هي ديوار جو سڀ کان اهم حصو آهي، جنهن مان موهن 'نئن' تاڙهيا ڪندي اندر اچي ٿي. اوپر ديوار جيان ان ديوار ۾ به نئن جي لنگهه لاءِ هڪ پل ٻڌي وئي آهي. پر هت نئن جو پيٽ سوڙهو هئڻ ڪري پل جو Span به ننڍو 80 فٽ کن آهي، جنهن ڪري پل جي وچ ۾ ڪو به ٿل Pier نه ڏنو ويو آهي. لڳي ٿو ته ساري پل ٻن چوڪنن تي بيٺل آهي. چوڪنا ڪافي مضبوط ٿلهن ۽ ڳاڙهن پٿرن جا جڙيل آهن.

موهن در وٽ به باقاعده سن در وانگر وڪڙن تي ڳجهو 10 فٽ ويڪري ديوار ۾ لنگهه ڏنو ويو آهي. هي در ڪوٽ ۾ اندر ايندڙ نئن مٿان، نئن جي ڪيپي ڪندي تي، ديوار ۾ ڪنهن وچولي در جيترو آهي. ديوار جي وچ ۾ پنڌ اچڻ وڃڻ لاءِ رستو ڇڏيو ويو آهي. پاسي وارين ديوارن ۾ ڪنهن قسم جي مضبوطي يا چوڪائي وغيره جا نشان ناهن، نه ئي سن دروازي وانگر ان در ۾ ڏيڍي ڏنل آهي.

ان دروازي تي موهن نالي پوڻ جو سبب ٻڌايو ويو ته اتان نئن موهن ڪوٽ اندر داخل ٿئي ٿي. نئن جڏهن ڪوٽ ۾ قبضو ڪري ٿي ته پنهنجو نالو ڦيرائي نئن رني رڪرائي ٿي. ان کان سواءِ قلعي جي ٻاهران هڪ وسيع وادي اوله ۾ ڦهليل آهي. هڪ مقامي ماڻهو موهن نالي پوڻ جو اهو سبب به ٻڌايو ته: "دَرَ پرسان ڪنهن زماني ۾ هڪ هندو موهن جو دڪان هو، جتان ماڻهو سودو وغيره خريد ڪندا هئا. ان ڪري در تي اهو نالو پئجي ويو."

موهن پل ۽ در کان ديوار وري پنهنجي بقايا سفر جو قصد ڪري ٿي.

اتر پاسي مسافر ديوار تي پهريون برج 52 فٽ تي 19 فٽ قطر وارو آهي. ان برج کان 238 فٽ تي ٻيو برج چار مارن ۽ 19 فٽ قطر سان ٻيٺو آهي. برج جي زمين کان بلندي 24 فٽ آهي. سندس 7.11 فٽ بلند اوٽ هيٺان 6.8 فٽ ۽ مٿان 4.10 فٽ آهي. ديوار ان برج کي هٽ لوڏي اڳتي ڳام هٽي تي ته 394 فٽ تي هڪ گول منهن وارو مورچو 26.5 فٽ قطر ۽ 26 فٽ قد سان ٻيٺو آهي، پٽ جي فصيل کان بلندي 7.6 فٽ هيٺان 4.4 فٽ آهي ۽ مٿان 3 فٽ ٿلهي آهي. ديوار نيڪ 587 فٽ تي 28 فٽ اُڀي 22.4 فٽ قطر واري برج کان ڪنهن توڏي وانگر منهن مٿي ڪري چڙهڻ شروع ڪري ٿي. آخر 1455 فٽن وٽ ان ديوار جو هڪ گول برج وٽ خاتمو ٿئي ٿو. ڪوٽ ۾ جيڪي به گول طرز تي مورچا جوڙيا ويا آهن، هي سڀ کان وڏو ويڪرو آهي. اهو 44 فٽ قطر وارو برج جڳر پلو ڪوٽ لڳي ٿو. برج ٻاهران 17 فٽ ۽ 8 فٽ اندران بلند آهي. هي برج ڪوٽ جي سيني برجن کان شڪل شباهت ۾ پلوڙ آهي. جنهن کي هيٺان 4 فٽ ۽ مٿان 3.3 فٽ ٿلهي اڏ آهي. ان برج سان ئي هٽرادو ديوار ختم ٿي وڃي ٿي. اڳتي وري قدرتي ٽڪرين، ڦاٽن ۽ چٽن کي قلعي جي حفاظت ڏني وئي آهي، آخري برج کان 2250 فٽن تي ٽڪري کي هڪ وڏو ڦاڙ آهي.

موهن در جي پرسان ديوار وٽ بيهي ٿوري دير لاءِ ڪوٽ جي دفاع لاءِ سوچجي ٿو ته دفاع جي خيال کان هي حصو غير محفوظ نظر اچي ٿو. ڏکڻ طرفان ڪوٽ جي ٻاهران ديوار تائين پهچڻ لاءِ آسان پوٺو آهي. ان وسيع ميدان جي سامهون ڪوٽ جي ڊينڊي ديوار ٿوري هلا گلا سان پار ڪري سگهجي ٿي. ساڳي نموني موهن در جي اتر طرف ويندڙ پٽ جنهن جو به هڪ گول برج وٽ انت اچي ٿو، اما به حملي جي خوف کان هٽ مٿي ڪيون بيٺي آهي. ان بندري پٽ جي سامهون ڪابه قدرتي ۽ هٽرادو رڪاوٽ ڪونهي. ايتري قدر جو ان جي ٻاهران ڪليل ميدان ايترو ته مٿانهين تي آهي، جو اتان ئي ڪوٽ جي اندر سٺي نموني نظر پئي ٿي. ڪٿي ڪٿي ته پوٺو مٿي ۽ ديوار سندس پيرن ۾ پئي آهي. بهرڪيف موهن در جون ٻئي ٻانهون ڪنهن به وڏي حملي کي منهن ڏيڻ کان قاصر آهن.

آخري گول برج ۽ ڦاڙ کان پوءِ ٽڪري، وڏي جبل جي شڪل اختيار ڪري، اتر اوڀر ڪنڊ طرف پنهنجو سفر جاري رکي ٿي. شيرڳڙهه کان ڪلهو گسائينديءَ 3375 فٽ سفر ڪري اچي ساوتري وٽ پهچي ٿي. هرڪڻ چوٽي ڪري ٽڪري ڪجهه اتر طرف لاڙو لڙي انهي اوچائي تي هلندي هلي ٿي. 'هرڪڻ چوٽي' جي بلندي تيرهن سؤ فٽ کن آهي. اڳتي 'احمد' وٽ ٻه جبل جي سنوت ۾ ڪو ڦير نه آهي. پوءِ ڪارو جبل آهستي آهستي ڪُر ڪڻڻ شوع ڪري ٿو. 6750 فٽن تي رستي ۾ 'ڪهڻ دوم' اچي ٿي. جبل هاڻي تقريباً ٻن هزارن فٽن تائين بلند ٿي وڃي ٿو. ان بلندي تي 4725 فٽن تي هڪ لڪ اچي ٿو، جنهن کي 'مري لڪ' چون ٿا. مشهور آهي ته هڪ پهلوان مري ذات جي مڙس هڪ ڊور ڪلهي تي کڻي اهو لڪ چڙهيو هو، ان ڪري لڪ تي اهو نالو پئجي ويو. 'مري لڪ' وسيلي ماڻهو اولهه طرف موهن ڊوري ڏي هيٺانهين طرف لهي سگهي ٿو. ساڳي طرح ان لڪ مان لهي ماڻهو ڪوٽ ۾ ٻه داخل ٿي سگهي ٿو. مري لڪ جي ڏکئي رستي جي نشاندهي سڄي رستي ۾ پٿر رکي ڪئي وئي آهي ۽ اهو پڻ محسوس ٿئي ٿو ته رستي کي ڪجهه نه ڪجهه سولو بنائڻ لاءِ مار مليل آهي. مري لڪ کان ٿورو اڳتي هڪ ٽڪري کي اتر طرف کان يڪ ڏنل لڳي ٿي، جنهن کي اتر طرف واري حد قرار ڏجي ٿو. پر وڏو سبب اهو آهي ته سرزمين جي صورتحال ڏسي ان ڳالهه کي سمجهي سگهجي ٿو. ايئاس طور ائين چئي سگهجي ٿو ته ان هنڌ تائين ڪنهن نه ڪنهن نموني ڪوٽ اڏيندڙن پنهنجي منصوبا بندي جا اهڃاڻ ڇڏيا آهن.

مري لڪ کان ڪارو جبل پنهنجو اتر طرف رخ رکي هلندو رهي ٿو، پر اسان ڪوٽ کي مري لڪ واري ڪنڊ، اتر- اولهه ڪنڊ قرار ڏيون ٿا. ان ڪنڊ بعد ڪوٽ کي قدرتي رڪاوٽن جي آسري ڇڏيو ويو. قلعي جو اتر وارو سارو پاسو قدرتي ٽڪرين ۽ ڦاٽن ۾ ورهايل آهي. مري لڪ کان جبل جي پاڙ تائين 9225 فٽن وارو ٽڪرو ٻه ڪوٽ جو پاسو آهي، جيڪو 31500 فٽ پنڌ ڪري اچي 'شاهه گر' وٽ پهچي ٿي، جنهن بعد 2700 فٽ ڪوٽ جو اهو اتر وارو پاسو اچي ٻڌي موري سان اوڀر-اتر ڪنڊ تاهي قلعي کي منهن مهاندبو ڏئي آخري حد تاهي ٿو.

ٻڍي موري جي لڳ ڀڳ قدرتي رڪاوٽ کي ڪوٽ جي حد تسليم ڪرڻ جو ٻيو سبب اهو ٻه آهي ته اتر طرف اڳتي ويندڙ ٽڪرين جي سلسلي ۾ 'تومنگ ڏوري' جي اتر طرف واري ڀڪ ديوار وانگر هلندي ايبي ڪاري جبل ڪي، مري لڪ جي پسگردائي ۾ ڀيڙي ٿي.

## ٻڍي موري/ آمري دروازو

ڪافي محققن ٻڍي موري کي آمري دروازو نالو ڏنو آهي. ڪرنل رشيد لکي ٿو ته: "آمري دروازو، آمري جي ناني پويان سڏجي ٿو جو آثار قديم جو هڪ نهايت مشهور ۽ تاريخي مقام آهي. ان جي کوٽائي آثار قديم جي ماهرن طرفان ٻه دفعا ٿي چڪي آهي. سندس 'پراٹي تهذيب' ڪافي شهرت حاصل ڪئي آهي. آمري، سن کان پندرهن ميل پري اتر ۾ لاڙڪاڻي ڏانهن ويندڙ مکيه رستي تي سنڌوندي سان لڳولڳ آهي. هن کي ڏسڻ سان قلعي جي عظيم آثارن بابت پڻ دل ۾ ڪيترائي خيال پيدا ٿين ٿا. شايد هي قلعو تڏهن ٺهيل ٿو ڏسجي، جڏهن آمري شهر اجا سرسبز ۽ آباد هو. اهوئي سبب آهي جو اتر اولهندي دروازي کي هن شهر جي پويان نالو ڏنو ويو آهي. ڇو ته انهن ڏينهن ۾ شهرن، ڳوٺن، توڙي قلعن جي دروازن کي مشهور آبادين ۽ بستين جي نالن پويان سڏجڻ جو رواج هوندو هو."

ڪرنل رشيد کان سواءِ ٻه ٻين ليکڪن ٻڍي موري کي آمري دروازو قرار ڏنو آهي.

هي موري ڪاري جبل جي لنبي جي ڪَنبي تي ڪوٽ جي اتر-اوير ڪنڊ ٺاهي ٿي. هت لنبي جو ميٺائون رنگ دلڪش آهي. موري ڪوٽ کان ٻاهر ويندڙ تومنگ ڏوري تي ٻڌل آهي. تو منگ ڏهه ميل کن پنڌ ڪري اڳتي وڃي نئن سن ۾ ڪري ٿي.

موري جي پيتين سميت ويڪر 28.6 فٽ ۽ مٿان کان تري تائين 20.6 فٽ بلندي آهي. پاڻي جي گذرگاه 8.3 فٽ ويڪري ۽ 10.6 فٽ اوچي ڇڏي وئي آهي. تعجب اهو لڳو ته انهيءَ ڳاڙهن پٿرن واري موري جي حفاظت لاءِ ڪوبه مورچو يا اوٽ نه ڏني وئي آهي. ٿي سگهي ٿو ته موري جي ٻنهي ڪنارن تي اڇن پهاڙن کي اوٽ بڻائي موري جي سنڀال ڪبي هجي.

ڪن دوستن ان موري کي آمري دروازو بہ سڏيو آهي. موري پاڻي جي گذرگاھ کي سڏجي ٿو. ظاهر آهي تہ ڪنهن ڪوٽ ۾ در جو تصور پاڻي واري لنگهہ کان قطعي جداگانہ آهي. فرض ڪجي تومنگ ڊوري ۾ پاڻي تمنار هجي تہ ماڻهو ڪٿان گذرندو.

جهڙي طرح سن در وٽ پاڻي جي گذرگاھ جي پاسي مٿي ٽڪري تي لڪل دروازو ٺاهيو ويو آهي. پوءِ پل سن نئن ۾ پاڻي هجي ماڻهو ان در رسيلي پنهنجي آمدرفت جاري رکي سگهي ٿو. ساڳي نموني موهن در وٽ نئن جي ڪاڀي پڪ تي بہ هڪ لنگهہ اچڻ وڃڻ لاءِ رکيو ويو آهي. پر هت پڌي موري تي اهڙي قسم جو ڪوبہ بندوبست ڪونهي. جيئن دروازي جي حفاظت لاءِ اضافي مورچا ڏيڍي وغيره جوڙيا ويندا آهن، پڌي موري وٽ اهڙي قسم جو ڪوبہ ويچار نہ ڪيل آهي.

باقي رهيو ان دروازي تي نالي جو سبب جيئن ڪرنل رشيد جو خيال آهي تہ ان دروازي تي اهو نالو ان وقت پيو هوندو، جڏهن آمري آباد هوندو. آمري تهذيب جو زمانو حضرت عيسيٰ جي ڄمڻ کان سادن ٽن هزارن سالن کان وٺي اڍائي هزار سالن تائين هو. ڪوٽ ايترو پراڻو ٿي نٿو سگهي. آمري ڳوٺ جي ويجهو هئڻ ڪري انهن ڦٽل کنڊرن کي آمري نالو ڏنو ويو آهي. ضروري نہ آهي تہ ساڍا پنج هزار سال اڳ وسندڙ وستي جو نالو بہ آمري هجي. ان دڙي جو نالو 'آمري' تہ مجمدار رکيو هو.

پڌي موري ،مد ڪوٽ جي اوپر پاسي واري قدرتي ديوار ڏکڻ سن دروازي ڏي هلڻ شروع ڪري ٿي. هي پاسو لنبي جبل جي چوڪيداري ۾ ڏنو ويو آهي. ان سان ساڻ ئي اولهہ طرف ڪاري جبل جي قطار بہ ڪوٽ جي ٻي قدرتي ديوار کي ڪلهي تي کڻي هلڻ شروع ڪري ٿي. شروعات ۾ لنبي ۽ سندس آس پاس ٽڪرين جو رنگ ڪجل جهڙو آهي. رستي ۾ شانکوھ ۽ دل ڊورا ڪٽي ڪٽي لنبي جا پير ڌوئارين ٿا، جنهن بعد ميري ڊوري ۽ ساوڙي بہ لنبي جي پيرن ۾ ليٽڙيون پائيندي نظر اچن ٿيون. ان سڄي مسافري ۾ لنبي تي ديوار غيرضروري سمجهي وئي آهي. ڇو جو لنبي جي ڪرنگهي جي اهڙي ڪيفيت هئي جو اتان گذرڻ ناممڪن هو، باقي جتان وڏي ساوڙي ڊوري ڪوٽ مان ٻاهر نڪري ٿي، اتي ائين محسوس ٿئي ٿو تہ ماڻهو سولائي سان اندر اچي سگهي ٿو. خبر نہ

آهي تہ ان ڪليل رستي کي بنا رڪاوٽ ڏيڻ جي، جو ڇڏيو ويو آهي. ڪجھ مفاصلي تي وري ننڍي ساوڙي لنڊي جبل جي مڙسان مڙسي مستي ٽوڙي ٻاهر پسار لاءِ نڪري ٿي. ان هنڌ تي بہ ڪوٽ جي چوڪيداري لاءِ جوڳو انتظام نظر نٿو اچي.

ٻڌي موري ڪان 20475 فٽن بعد هٽرادو ديوار جوڙي وئي آهي، جو جو اتان ڪوٽ جي ٻاهران ڪافي وسيع پونا شروع ٿي وڃن ٿا.

**ميري ڪوٽ**

ميري ڪوٽ، رني ڪوٽ جي مرڪز ۾ قائم آهي. ميري لفظ مير مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'جبل جي چوٽي' هي بروهين ۽ بلوچ قبيلن جي سردار لاءِ پڻ استعمال ۾ ايندو آهي. قلات جي خان واري قلعي کي بہ 'ميري' چيو ويندو آهي. ميري ڪوٽ بہ هڪ ٽڪري تي اڏيل آهي، ان ٽڪري تي ٽن طرفان ڪان مٿي چڙهي ڪوٽ تائين پهچڻ ڪافي مشڪل آهي. ان ڪري فوجي حڪمت عملي جي لحاظ ڪان هي ڪوٽ ڪافي محفوظ ۽ سٺي هنڌ تي آهي. ماهرن اهو ساڳيو خيال رني ڪوٽ ۽ شير ڳڙھ قلعي ٺاهڻ مهل بہ رکيو آهي، جيئن حملي آور سولائي سان ٽنهي ڪوٽن جي ويجهو پهچي نہ سگهن.

ميري ڪوٽ جي چوڌاري ڏنل ديوار جي ديگھ 1434 فٽ آهي. ماپ مان معلوم ٿئي ٿو تہ ميري ڪوٽ، شيرڳڙھ کان ڪجھ وڏو آهي، ان ڪوٽ کي ڪل پنج برج آهن.

مکيہ دروازي جي ٻاهران هڪ وڏو برج آهي. ان جو قطر 22.5 فٽ ۽ برج جي اوٽ جي اوچائي 6.10 فٽ آهي. لڳي ٿو تہ هي پهريائين مستطيل منارو هو، جنهن کي بعد ۾ ڦيرايو ويو آهي. هاڻي ذري گهٽ ٻٽو گول منارو بڻجي ويو آهي. برج جي ڪنهڙي جي هيٺان ويڪر 3.7 فٽ آهي، جيڪا مٿي پهچي 2.9 فٽ ٿي وڃي ٿي.

ڪوٽ جي مکيہ دروازي جي برج ڪان ڏکڻ ڪنڊ تائين ديوار جو فاصلو 379 فٽ آهي. ان ڪنڊ تي بہ هڪ گول برج 27.8 فٽ قطر وارو آهي. ان کي 7.4 فٽ جو ڪنهڙو ڏنل آهي، جيڪو هيٺان 3.7 فٽ تي وڃي ٿو. ان برج ڪان قلعي جو ڏاکڻيون پاسو شروع ٿي 187 فٽ تي ڪنڊ ٺاهي ٿو. ان ڪنڊ تي بہ قلعي کي گول 29 فٽ قطر سان برج آهي.



ٽٽل ديوار = ww

کوهه = ⁘

بعد جون اڏيل جوڙيون = ⁘

ريسٽ هائوس = ⁘




ميري ڪوٽ

ان جي اوٽ جي بلندي 6.9 فٽ ۽ هيٺان ويڪر 3.2 فٽ آهي، جيڪا متي 2.8 فٽ ٿي وڃي ٿي. اولهہ ڏکڻ ڪنڊ ڪان قلعي جي پٺي شروع ٿي اتر طرف 300 فٽن ٿي وڃي ڪنڊائتو برج جوڙي ٿي. ان برج جو قطر 20.0 فٽ آهي اوٽ جي اوچائي 6.7 فٽ جيڪا هيٺان 3.4 فٽ ۽ متان 2.8 فٽ آهي. ڪوٽ جي اترين پاسهن ان برج ڪان شروع ٿي 100

ڦتن تي هڪ گول برج ۾ داخل ٿي وڃي ٿي، جنهن جو قطر 25 فٽ آهي ۽ ان کي 7 فٽ ديوار وڪوڙيل آهي. ديوار هيٺان 4.4 فٽ ۽ مٿي 3.8 فٽ آهي.



ميري: سامهون جو رخ

ميري ڪوٽ ڏسڻ کان پوءِ محسوس ٿئي ٿو تہ بعد جي دور جو ٺهيل آهي يا تازي مرمت ڪري تبديلي آندي وئي آهي. خاص طور تي ٻاهرين پٽ غيرمعمولي طور تي مرمت شده آهي. ان جي پٿرن جون وچ ۾ درزون ورتل آهن.

چن جي مسالي جي درزن ڪري پٽ ۽ ڪوٽ جو رنگ اڇاڻ مائل آهي. ٻيو تہ پٽ جا جيڪي ڪنگرا آهن تن جي انداز ۽ ڪيفيت ۾ بہ وڏو فرق آهي. ديوار ۾ نڪتل فائر ڪرڻ وارا ڳڙکا بہ رني ڪوٽ جي ٻارهين ديوار جهڙا خوبصورت نہ آهن. انهن ڳڙکين ۾ ننڍا محرابدار پٿر لڳل آهن. ڪيترن محرابن تي چٽ اڪريل آهن.

ميري ڪوٽ جي پٽ هيٺان 11 فٽ ۽ مٿان 8 فٽ موڪري آهي، جنهن تي صرف ٻاهرين طرف کان ڪنگرا آهن، اندر طرف پٽ کي پلويڙو ڏنل آهي.

ڪوٽ جي پٽ جي ٻاهران ڪيتريون اهڙيون سرون زمين تي پيل

نظر اچن ٿيون جن ڪي ڪنگرن لاءِ ڪٽيو بہ ويو. ان تي هڪ وڏي گل جي ڊزائن ڪٽيل آهي. ان مان اهو سمجهيو وڃي ٿو تہ اهي اڳا ڪوٽ ۾ نہ لڳايون ويون آهن. گل جي ڊزائن باقاعدہ هندي اثر ڏيکاري ٿي. ڪوٽ ۾ هڪ بہ اهڙو ڊزائن وارو ڪنگرو لڳل نہ آهي. ڪنگرن لاءِ ڪٽيل پٿر ۽ گاٽ بہ پٽ جي پرسان پيا آهي. اهو بہ ان طرف اشارو ڪري ٿو تہ ڪم هلندڙ هو جو بند ڪيو ويو، جنهن ڪري زيان، گاٽ ۽ بچيل پٿر اتان هٽايو نہ ويو آهي.

ڪوٽ ۾ اندر داخل ٿيڻ سان محسوس ٿئي ٿو تہ در وٽ برج ڪنهن بہ جنگي سبب لاءِ نہ پر ڏيکاءَ ۽ سونهن لاءِ ٺاهيا ويا آهن. ميري جي ڏيڍي ۾ چوڪين وارن هندن مٿان ٻنهي محرابن تي سينڌ اسٽون هنيو



ميري: لنگهہ ۾ موجود ڪوٺيون

ويو آهي ۽ ٽُڪُرَ پوري محراب نـاهن ٿا. انهن تي مختلف ڊزائن سان گڏ گل ۽ اڪريل آهن، جن ۾ سورج مکي نمايان آهي، اهي ڊازئن ۽ گل هندي اثر هيٺ ٺهيل نظر اچن ٿا، پر گهڻا پراڻا نہ آهن. هڪ هنڌ مور ۽ اڪريل آهي. اڇي پٿر جي برجن تي وڻي وڃڻ لاءِ اندران ڏاڪڻيون آهن.

ميري ۽ رني ڪوٽ ۾ ڪافي شيون هڪجهڙيون آهن. انهن ڪوٽن ۾ داخل ٿيڻ لاءِ وڪڙدار دروازا آهن. ساڳي طرح اپـين ٽڪرين تي جڙيل آهن، جن تي ٽـن پاسن کان چڙهڻ مشڪل آهي. صرف دروازي وارو پاسو سولو آهي. ديوارن ۾ ساڳيو پٿر استعمال ٿيل آهي. مارن، ڳڙکين ۽ نالين جو ڊزائن تقريباً ساڳيو آهن، جن ۾ مفاصلو ۽ هڪ جيترو آهي. برج ۽ گولائي تي آهي.



ديوارن ۾ ٺهيل مارا

ميري ڪوٽ چيو وڃي ٿو تہ ڪنهن امير يا سپہ سالار جي رهڻ جو هنڌ هو. چو جو ان ۾ دفاع سان گڏ رهائشي ۽ انتظامي سهولتون پڻ آهن. ان ۾ ڪيتريون لانڊي جيان ڪوٺيون ٺهيل آهن، جن جو موجوده وقت ڇتيون هوا يا طوفان ڪري اڏي ويون آهن. ڪوٽ جي ٻاهرين ديوار جي مٿان ٻنهي پاسن کان وڏا پلويڙا ڏنا ويا آهن. صرف ٻاهرين پاسي تي

ڪنگريون بيهاريون ويون آهن. اندرين پاسي پٽ کي اهڙي انداز سان ٺاهيو ويو آهي، جو جيڪڏهن پهريدار مٿي چڙهي ته ڪوٽ اندر نگاهه نه پئي. ان مان لڳي ٿو ته ڪوٽ ۾ رهندڙ پنهنجي ٻارن ٻچن سان رهندا هئا. ميري ڪوٽ ۾ در وٽ هڪ وڏو کوهه به آهي.

### شير ڳڙهه

شير ڳڙهه، رني ڪوٽ جي اتر اولهه واري ڏکي جابلو قدرتي ديوار تي ٺهيل آهي. ڪوٽ تي پهچڻ لاءِ اولهه طرف کان مٿي چڙهڻو پوي ٿو. رستي ۾ ڪوٽ کان ڪجهه هيٺانهين تي هڪ پاٽي گڏ ڪرڻ لاءِ مستطيل حوض آهي. اتان هيٺ واديءَ جو ڏيک خاص طور تي سن وارو ٽڪرو سرسبز ۽ وڻندڙ نظر اچي ٿو. اهو ٽڪر مقامي ماڻهو ٻني ٻارو ڪري آباد ڪندا رهندا آهن. شير ڳڙهه تائين پهچڻ لاءِ رستو ڪافي اڙانگو



شيرڳڙهه: جهڙو ناءُ، تهڙو ڏکيو

آهي. ٿوري ٿوري فاصلي تي رستي جي پاسي کي پٿرن جا پشتا ڏئي، ڪناري کي مضبوط ڪيو ويو آهي. رستي مان ائين ٿو لڳي ته ڪنهن زماني ۾ ان قابل هوندو هو جو اتان اٺ ۽ ٻيا جانور چڙهي شير ڳڙهه تائين پهچي سگهندا هوندا پر هاٿي پنڌ ماڻهو به مشڪل سان چڙهي سگهي ٿو.

شير ڳڙهه جنهن جي معنيٰ شينهن جي رهڻ جو هنڌ آهي. هي سمنڊ جي سطح کان 1480 فٽ بلندي تي، رني ڪوٽ جي سڀ کان مٿانهين جڳهه آهي. ان ڪوٽ جي اڏاوت ۾ اڇي رنگ جو پٿر استعمال ٿيل آهي. قلعي جي ٽن پاسن تي اپڪپريون ٽڪريون آهن. ان ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ صرف هڪ دروازو اولهه ڏکڻ کان آهي. باقي چوڌاري بند، مستطيل شڪل ٺاهي ٿو. ڪوٽ جو اولهه ڏکڻ وارو پاسو اوڀر اتر پاسي کان ننڍو آهي. ڪوٽ جي در تائين پهچڻ لاءِ ساڳي نموني، سن دروازي ۽ ميري ڪوٽ وانگر وڪڙ ڪرڻو پوي ٿو. وڪڙ جي ويڪر 12 فوٽ آهي. دروازي جي حفاظت لاءِ ٻه برج آهن، جن جي زمين کان اوچائي 35 فٽ آهي. برج هيٺان موڪرا مٿي وڃي سوڙها ٿي وڃن ٿا. اولهه پاسي وارو اڌ برج ڊهي اچي پٽ پيو آهي، باقي حصي ۾ به وڏا شگاف آهن. هي ٿورن ڏينهن جو مهمان ٿو لڳي. اسان 1985ع ۾ هت آيا هياسين ته اهو برج سالم هيو.

قلعي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ سڀ کان پهريائين ماڻهو جيئن وڪڙ مان اندر اچي ٿو ته سن دروازي جيان هت به هڪ پٽ ۾ در آهي. ماڻهو ان 15 فوٽ ويڪري در مان اندر ايندو ته هو چوڌاري وڏين ديوارن ۾ قيد هڪ وسيع ميدان ۾ پهچي وڃي ٿو. اندر ڪوٽ ۾ ڪنهن به قسم جي عمارت يا ڪوٺي نه آهي، صرف پاڻي لاءِ هڪ حوض آهي. اندر مسالي ٺاهڻ لاءِ به ڪجهه بنيون آهن. تنهن کان سواءِ ڪجهه پٿرن جا ڍير پيا آهن. پٿر جيڪي ڪوٽ ٺاهڻ مهل ڪتب آندا ويا هئا، شايد انهن مان بچيل آهن، يا اندر ڪنهن ٻي عمارت ٺاهڻ جو خيال هين، جيڪا بعد ۾ ٺاهي نه وئي آهي. حوض جي ڀرسان ڪنهن به قسم جو پاڻي جو ذريعو نه آهي. پاڻي هزارين فٽ هيٺ وهندڙ نئن مان آڻيو پوندو هوندو. پاڻي کي ٻن ساهين ۾ مٿي آڻڻ لاءِ رستي ۾ به هڪ حوض ٺاهيو ويو آهي، جنهن جي ڀرسان مسالو گرم ڪرڻ لاءِ ٻني پڻ آهي.




رني ڪوٽ- شيرڳڙھ

در جي ساڄي پاسي کان هڪ ڏاڪڻ در جي اوپر واري برج تي چڙهڻ لاءِ آهي. ان برج کان فصيل تي ماٿهو اوپر طرف هلڻ شروع ڪندو. ديوار اندارن ۽ فصيل مٿان چن جو پلستر ٿيل آهي، جيڪو هاڻي ڪارو رنگ اختيار ڪري چڪو آهي. ديوار وچ ۾ ٿورو ڪٻ ڪڍي اچي هڪ گول برج سان ملي ٿي، ان برج تائين ديوار جي ڊيگھ 80 فٽ آهي. برج کان ديوار اتر طرف نانگ وانگر وڪڙ کائي مٿي چڙهڻ شروع



شيرڳڙهه ۾ اندر پٽيءَ جو حوض

ڪري ٿي. اتي فصيل جي ويڪر 11.2 فٽ آهي. ڪجهه فاصلي بعد فصيل ڏاکڻ وانگر 36 فٽ ڏاکا ناهي ڪوٽ جي ڪنڊ واري اتر اوڀر برج تائين پهچي ٿي. ايستائين پٽ جي ڊيگهه 555 فٽ آهي. ان ڪنڊ واري برج کان ديوار ڏلاهه ڏي رخ رکي 155 فٽ پنڌ ڪري اتر اولهه ڪنڊ تي برج جوڙي ٿي. ان برج کان پوءِ ديوار ڪوٽ جي در ڏي ڏکڻ طرف منهن ڪري ٿي، 448 فٽ رڙهندي اچي آخري برج ۾ سمائجي وڃي ٿي. ساري ڪوٽ جي ديوار جي ڊيگهه 1255 فٽ آهي. ڪوٽ ۾ ڪل پنج برج آهن. برجن ۽ ديوار ۾ ٿورن ٿورن فٽن تي نيسارن جيان مارا ٺهيل آهن، جنهن جي ٻاهران ڊيگهه 6 فٽ آهي. مارن جي مٿئين حصي ۾ پٿرن تي هيٺين قسم جا نقش آهن.

شير ڳڙهه قلعي واري ٽڪري تان پري کان کيرٿر، ڪانيو، هوٿياٽو، ڳوڙ ۽ جٽينگ جبلن جو چاڙون نظر اچن ٿيون.

## وستيون ۽ اڏاوتون

ڪوٽ اندر گهٽين جاين تي اوائلي وستون ۽ ڪيترين ئي ويران ۽ اٽپورين اڏاوتن جا آثار ملن ٿا.

اهڙي ئي هڪ وستي جا آثار شاهه پير دروازي جي پرسان آهن.

مقامي ماڻهن جي چوڻ مطابق اها وستي قلعي اڏيندڙ پورهيتن جي هئي. هن وستي جا هڪ ٽڪري تي ڪجهه گهرڙن جي شڪل ۾ آثار ملن ٿا. گهر وڏ ۾ وڌ 6x6 فٽن جا ڪنڊن کان سواءِ هلڪي گولائي تي آهن. گهر جون پٽيون هڪٻئي جي مٿان پٿر رکي جوڙيون ويون آهن، جنهن مٿان ڪنهن زماني ۾ پيش يا وڻن جي ٽارين جي ڇت رکي رهائش قابل بڻايو ويو هوندو. انهن گهرڙن جي بناوت مان لڳي ٿو ته منجهن رهندڙ مرد اڪيلا رهندا هوندا. گهرڙا ايترا ته سوڙها ۽ ننڍڙا آهن، جو ان ۾ عورتن يا ٻارن جي گنجائش ٿي نٿي سگهي. اڄ به بلوچستان ۽ سرحد جي جابلو علائقن جا خانہ بدوش ماڻهو اهڙي قسم جا پٿرن جا گهر ناهي رهندا آهن. انهن ننڍڙن گهرن پرسان ڪجهه مٿانهين ٽڪري تي وڏا ڪشادا گهر به آهن. جن مان هڪ گهر ڪافي ڪمرن وارو ويڪرو آهي. وستي جي پرسان هڪ سڙڪ گذري ٿي، جيڪا سن دروازي ڪان اچي ٿي. انگريز سرڪار ان جي ڪجهه مرمت به ڪرائي هئي. اڄ به وهٽن جي اچڻ وڃڻ لاءِ ڪم اچي ٿي. ان هنڌ تي ڪجهه ٺڪراٺو به ملي ٿو.

هڪ ٻي پراڻي وستي جا ڪجهه آثار ميري ڪوٽ کان شير ڳڙهه ويندي ٿوري پنڌ تي هڪ پوئي تي ملن ٿا. ان وستي ۾ هڪ ڪشادي



شيرڳڙهہ: اندريون نظارو

ٽڪري کي پٿرن جو تازو لوڙهو ڏئي مسجد ۾ تبديل ڪيو ويو آهي. اتي وڏي تعداد ۾ ٽڪراٽو ٻه ڦهليل آهي. ان کان سواءِ واهڳون جي ٽڙ کان ڪجھ فرلانگ اتر ۾ هڪ ڪمري ۽ وڏي هال جون ڀڳل ڀتيون آهن.

ڪوٽ اندر هڪ نامڪمل 11746 فٽ ڊگهي ديوار ٻه آهي. ديوار پوڙي جبل جي اندروني ڇنن کان پنڌ پئي، وچ واري جبل جي جهڪيل چيله تي چڙهي اصحابين جي قبرن وٽ لنڊي جي ويجهو ختم ٿئي ٿي. هي ديوار نانگ وانگر وراڪا کائيندي ڪڏن ڪوہن مان هيٺ مٿي رستو ٺاهيندي هلي ٿي. نامڪمل ديوار ٻاهرين ڏاڪڻي ديوار جي متوازي ٻه ميل پري هلي ٿي. لڳي ٿو ته اها ديوار ٻاهرين اتانهين ٽڪرن تي قائم غيرمحفوظ ديوار کي 'سيڪنڊ ڊفينس لائين' ڏيڻ لاءِ سوچي وئي هوندي، پر الائي ڇو ادوري ڇڏي وئي آهي. ڏاکڻي ٻاهرين ۽ اٿپوري ديوار جي وچ ۾ ٻه اڻ مڪمل مورچا هڪ ٻي کان ڪجھ پريرو جبل جي مختلف اوچائين تي جوڙيا ويا آهن. ائين ٻه ٿي سگهي ٿو ته اها نامڪمل ديوار ڪوٽ اندر ميري ۽ شيرڳڙھ وانگر هڪ الڳ قلعو جوڙڻ جي منصوبي تحت ٺاهي وئي هجي.

**قبرستان**

ڪوٽ ۾ ٽي ڪن قبرستان آهن، انهن مان سڀ کان وڏو مقام ڳوٺ جي ڀرسان، جيڪو مقامي ماڻهن جي چوڻ مطابق سندن اباڻو قبرستان آهي. ان ۾ ڪجھ پراڻيون قبرون ٻه ٿي سگهن ٿيون. قبرستان ۾ ٽن چئن سون جي تعداد ۾ قبرون آهن، ڪافي قبرون رڳو پٿرن جو ڍير آهن. ڪجھ قبرون باقاعده پٿرن مٿان پلستر ٿيل آهن. قبرستان ۾ ٿوريون قبرون چوڪنڊي طرز تي Sand Stone جون جڙيل آهن. جن مان ڪن تي سورج مکي گل اڪريل آهن، هڪ تي ٻن مورن جي وچ ۾ گل رکيل آهي. هڪ ڳاڙهي گهڙيل پٿر تي هڪ خوبصورت ڳٽون چاپيل آهي. ٻيو قبرستان اصحابين يا عربن جي نالي سان مشهور آهه، جتي ٻه ڪجھ قبرون آهن.

ان کان سواءِ هڪ قبرستان اوير سن دورازي کان هڪ ميل اوير ۾ سن نئن جي ساڄي ڪناري تي سن ويندڙ رستي ڀرسان آهي. مڪاني لوڪ ان کي رومين جو قبرستان چون ٿا. موجوده وقت ان قبرستان ۾

صرف ٿي قبرون وچي بچيون آهن. ڪجھ سال اڳ اسان هت ڪافي قبرون ڏٺيون هيون. ڪنهن زماني ۾ اتي پندرهن سورهن قبرون هيون. نئن ڏينهون ڏينهن ڪنارا ڪائڻ ڪري هي قبرون ٻه چند ڏينهن ۾ پاڻي ۾ لڙهي وينديون. قبرون وڏن ڳاڙهن پٿرن جي تختن سان جڙيل آهن.

## ڪوٽ جي تاريخي ۽ جاگرافيائي اهميت

سوال آهي ته ان سنگلاخ پهاڙن ۾ ڪوٽ ڇو جوڙيو ويو؟ جيڪڏهن اسان سنڌ جي تاريخي حالتن ۽ جاگرافيائي بيهڪ تي غور سان نظر وجهنداسين ته پٿر جي دور کان وٺي اڄ تائين اسان کي کيرٿر جو بلند سلسلو سنڌ ۾ هڪ اهم جاءِ ولاريندي نظر ايندو.

قديم شاهراهن تي نظر وجهبي ته سنڌ مان قديم زماني ۾ لشڪر ڪشي يا واپاري قافلن وارو هڪ رستو گذرندو هو, جيڪو غارن ۾ رهڻ واري دور کان, موهن جي دڙي واري دور کان ويندي, ڪجھ سؤ سال اڳ تائين لتاڙبو رهيو هو. اها بين الاقوامي سڙڪ مسيپوٽيما کان پوءِ ايران جي ڪرمان, شاهه همدان, سلطان آباد, قم, ڪاشان, يزد ۽ بمپور کان ٿيندي, مڪران مان گذري, سنڌ ۾ داخل ٿي, آمري, سيوهڻ کان ٿيندي موهن جي دڙي تائين پهچندي هئي. ان شاهراهه جو سنڌ پهچڻ بعد هڪ حصو مڪران کان ٿاٿو عارب خان, ڪرچات جي پرسان لنگهي سن, آمري ۽ اتان درياهه جي هن پار بهمن آباد تائين پهچندو هو.

سنڌو درياهه آڳاٽي وقت ۾ ميدان مان گذرندو هو ته درياهه ڀنهي پاسي ڪيترن ئي ميلن ۾ ويڪري ايراضي ٻوڙيندو ويندو هو. ان ڪري ميداني علائقي ۾ ڪوبه رستو مستقل طور نه هوندو هو. ان ڪانسواءِ سنڌو درياهه اڪثر پنهنجو وهڪرو ڦيرائيندو به رهندو هو, ۽ ان جو پاڻي ويهن ٽيهن ميلن ۾ چوڦير ڦهلجي ويندو هو. ان ڪري اهو جابلو رستو مستقل طور ۽ هر مند ۾ قابل استعمال رهندو هو.

ان کان سواءِ کيرٿر سنڌ جي قدرتي حفاظتي سرحد آهي. ان قدرتي رڪاوٽ کي لشڪر ڪشي جي صورت ۾ وڌيڪ محفوظ ڪرڻ لاءِ مختلف جاين تي ديوار برج ۽ قلعا جوڙي سندس لڪ ۽ گهٽ بند ڪيا ويا.

ڪوٽ جو ان هنڌ هئڻ جو ٻيو سبب اهو آهي, جو ڪوهستان ۾ رهندڙ قبيلا فطرتاً جنگجو, ڇيڙاڪ ۽ قبائلي ريتن رسمن ۾ سختي سان

پابند ۽ آزاد پسند رهيا آهن. هنن ڪنهن به حڪمران کي سنڌن مٿان حڪومت ڪرڻ نه ڏني آهي. انهن جي اها فطرت سڪندر جي ڪاهه کان وٺي هر دور ۾ نمايان نظر اچي ٿي.

ٽالپرن جي دور ۾ ٽالپرن جا خان سان اختلاف هئا، ان ڪري هنن ڪيرٿر ۾ قلعا ٺهرايا هئا. ڪلهوڙن جي دور ۾ به پناڻن سنڌ تي ڪيترائي حملا ڪيا. ان مهل ٽالپر امير به پنهنجا ٻار ٻچا ڪڇ ڏي موڪلي ڇڏيا هئا. ٽالپر جڏهن پاڻ راڄڌڻي ٿيا ته ڪٽنب غيرملڪ ۾ موڪلڻ معيوب سمجهيو ۽ ڪيرٿر ۾ برج، ديوارون ۽ قلعا ٺهرايا هئا.

قلات جي خان عبدالله جنهن کي خان قهار ۽ جبل جو شاهين به چوندا هئا، ان ڪڇ کي فتح ڪرڻ لاءِ ڇيڙڇاڙ شروع ڪئي. غلام رسول مهر 'تاريخ ڪلهوڙا' ۾ لکي ٿو ته: "خان عبدالله 1731ع ڌاري حملو ڪيو، جا ننديري سبي ضلعي ۾ جاءِ آهي. ڪلهوڙن جي فوج ۾ نامور سردار ڄام ننڌو، مير بهرام، مير چاڪر، مير شاهه علي هئا. باوجود سخت بهادري جي ڪوهستان جي شهباز کي شڪست آئي بلڪ پاڻ به مارجي ويو." اها ٻي ڳالهه ته نادر شاهه ڪڇ جو علائقو ڪلهوڙن کان ڦري قلات کي ڏنو.

ان کان سواءِ سنڌ جي تاريخ تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿيندو ته ان دور ۾ سنڌ کي درانين ۽ رنجيت سنگهه کان خطرو هو، پنجاب جو حاڪم رنجيت سنگهه سنڌ جي حڪومت سان ڇيڙڇاڙ ڪندو رهندو هو. ان وقت سنڌ جي صحيح سياسي بصيرت رکندڙ شخصيت نواب ولي محمد خان لغاري وزير سلطنت هو. نواب ولي محمد خان لغاري سنڌ جي ٽالپر حڪمرانن کي اها رٿ ڏني ته سنڌ جي تحفظ لاءِ مضبوط قلعا ٺهرائجن. ان کان پوءِ ئي ڪيرٿر جو بلند ٽڪرين تي قلعا جوڙيا ويا.

**تجويزون**

- ان عظيم الشان قلعي جون 30 سيڪڙو ديوارون پٽجي پيون آهن، جن جي مرمت ڪرائي وڃي.
- سن دروازي کان ميري تائين جيپ جو رستو گهڻو ڪري نئن رني مان لنگهي ٿو. خاص ڪري برسات جي موسم ۾ قلعي اندر پهچڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. ڪجهه Cause-way ۽ ٿورو متبادل رستو ناهڻ سان اها

ڏکيائي حلي ٿي سگهي ٿي.
- بين الاقوامي سيمينار سڏرائي عالمي برادي سان 'رني ڪوٽ بچايو وڃي' لاءِ رابطو ڪيو وڃي.
- رني ڪوٽ ريسٽ هائوس ۾ سموريون بنيادي سهولتون بجلي، واٽر سپلاءِ وغيره مهيا ڪيون وڃن.
- رني ڪوٽ تي ڪيل تحقيقي ڪم جو سنڌي، انگريزي ۽ اردو ۾ ترجمو تيار ڪرايو وڃي.
- تفصيلي دستاويزي فلم تيار ڪرائي، وڏي پئماني تي پرڏيهه مشهوري ڏني وڃي.
- ميري ڪوٽ ۾ هاڻوڪو ريسٽ هائوس قلعي کان ٻاهر منتقل ڪيو وڃي.

## ڪتابيات


| | |
|---|---|
| - تاريخ ڪلهوڙا | غلام رسول مهر |
| - رني ڪوٽ | بدر ابڙو |
| - مهراڻ رني ڪوٽ نمبر 1984ع | |
| - چچ نامو | |
| - تاريخ مظهر شاهجهاني | |
| - سنڌ جو پرچين اتهاس | ڀيرو مل مهرچنداڻي |
| - سنڌجرنل انٽروڊڪشن | ايچ. ٽي. ليمبرڪ |
| - سنڌ مسلمانن جي فتح کان اڳ | ايچ. ٽي. ليمبرڪ |

## رني ڪوٽ جي ٻاهرين ديوار جا برج

| نمبر | برج جي شڪل | زمين کان بلندي | اندرين پاسي کان ديوار جي بلندي | برج جو قطر فرش جي ليول تي | ديوارن جي ٿولهه |
|---|---|---|---|---|---|
| 1. | گول | 17.8 فٽ | 7.2 فٽ | 15 فٽ<br>20.10.5 فٽ | 5.3 فٽ مٿان<br>7.9 فٽ هيٺان |
| 2. | گول | 14 فٽ | 6.3 فٽ | 18.6 فٽ | 5.0 فٽ<br>6.8 فٽ |
| 3. | گول | 14.8 فٽ | 6 فٽ | 18.5 فٽ | 4.5 فٽ<br>7.5 فٽ |
| 4. | گول | 14.8 فٽ | 6.10 فٽ | 25.6 ف | 6 فٽ<br>7.7 فٽ |
| 5. | گول | 11.9 فٽ | - | 30 فٽ | 3.6 فٽ |
| 6. | گول | 15.10 فٽ | - | 15 فٽ | 3.4 فٽ |
| 7. | گول | 25 فٽ | 7 فٽ | 27 فٽ | 3.8 فٽ<br>4.1 فٽ |
| 8. | گول | 28 فٽ | 6.4 فٽ | 20.2 فٽ | 4.8 فٽ<br>5.2 فٽ<br>7.0 فٽ<br>6.3 فٽ |
| 9. | گول | | | | |
| 10. | گول | 34 فٽ | 6.6 فٽ | 25.8 فٽ | 4.0 فٽ<br>4.9 فٽ |
| 11. | گول | 20.6 فٽ | 6.10 فٽ | 14.5 فٽ | 3.5 فٽ<br>5.0 فٽ |
| 12. | گول | 21.6 فٽ | 6.10 فٽ | 21.9 فٽ | 5.8 فٽ<br>7.3 فٽ |
| 13. | گول | 16.6 فٽ | 6.6 فٽ | 21.6 فٽ | 5.2 فٽ |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 14. گول | 6.6 فٹ | - | 13.0 فٹ | 6.3 فٹ |
| 15. گول | 15 فٹ | 6.6 فٹ | 21.9 فٹ | 4.8 فٹ<br>7.4 فٹ |
| 16. مسجد | - | | | |
| 17. گول | 13.3 فٹ | 7.0 فٹ | 20.6 فٹ | 4.8 فٹ<br>6.0 فٹ |
| 18. گول | - | - | - | - |
| 19. گول | 9.0 فٹ | 6.8 فٹ | 27 فٹ | - |
| 20. | - | - | - | - |
| 21. | - | - | - | - |
| 22. گول | 15.0 فٹ | 3.2 فٹ | 25.3 فٹ | 5.2 فٹ |
| 23. مستطیل | 7.4 فٹ | - | 28.7 فٹ<br>8.3 فٹ | 2.5 فٹ |
| 24. مستطیل | 7.0 فٹ | - | 21.3 فٹ<br>11.0 فٹ | 5.10 فٹ<br>7.0 فٹ |
| 25. گول | - | - | - | 15.4 فٹ<br>14.8 فٹ |
| 26. گول | - | - | 17.5 فٹ | - |
| 27. گول | - | - | 17.8 فٹ | - |
| 28. گول | 17.6 فٹ | 5 فٹ | 11.8 فٹ | 2.0 فٹ<br>3.6 فٹ |
| 29. گول | 14.0 فٹ | 5.6 فٹ | 13.4 فٹ | - |
| 30. گول | 18.0 فٹ | 6.0 فٹ | 10.0 فٹ | 2.5 فٹ<br>4.0 فٹ |
| 31. گول | - | - | - | - |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 32. گول | 15.0 فٽ | 5.6 فٽ | 8.6 فٽ | 1.6 فٽ<br>3.0 فٽ |
| 33. | | | | |
| 34. | | | | |
| 35. | | | | |
| 36. "ل" | لکڻ ديوار | | | |
| 37. گول(الگ) | 13.6 | 6.6 فٽ | 8.8 فٽ | 2.4 فٽ<br>3.8 فٽ |
| 38. گول(الگ) | 17.4 فٽ | 7.4 فٽ | 6.8 فٽ | 2.0 فٽ<br>4.0 فٽ |
| 39. مستطيل<br>(موهن کوٽ) | | 8. فٽ | 127 اولهه<br>123 اوير<br>58.8 ڏکڻ<br>32.6 اتر | 5.0 فٽ<br>5.6 فٽ |
| 40. اڌ گول<br>(موهن در وٽ) | 19.6 فٽ | 8 فٽ | 27.0 فٽ | 4.3 فٽ |
| 41. گول | 21.0 فٽ | 7.8 فٽ | 25.9 فٽ | 2.0 فٽ<br>3.0 فٽ |
| 42. گول | 26.5 فٽ | 8.8 فٽ | 22.6 فٽ | 2.9 فٽ<br>3.7 فٽ |
| 43. - | | | | |
| 44. گول | 24.0 فٽ | 7.11 فٽ | 19.0 فٽ | 4.10 فٽ<br>6.6 فٽ |
| 45. گول | 26.0 فٽ | 7.6 فٽ | 26.5 فٽ | 3.0 فٽ<br>4.4 فٽ |
| 46. گول | 28.0 فٽ | 8.0 فٽ | 22.4 فٽ | 2.8 فٽ<br>4.0 فٽ |
| 47. گول | 17.0 فٽ | 8.0 فٽ | 44.0 فٽ | 3.3 فٽ<br>4.0 فٽ |

# نئون ڪوٽ

"پاري ننگر ڪان پڌاري، ڪر جو پڳوٺا ويس،
جنهن گهر ناريل رونڪڙو تنهن گهر ڪرجو اُليڪ."

ديوي جي مندر ۾ پنهنجي پريتم جو اوسيئڙو ڪندي، هن ڪي ننڊ جو گهيرٽ اچي ويو هو. صبح جو جاڳ ٿيس ته هن پنهنجي پرين کي اتي نه ڏٺو. البت هوءَ وڃڻ مهل هن جي هٿ جي ترِيءَ تي پنهنجو پتو لکي وئي هئي ته: "پاري ننگر ۾ جنهن گهر ۾ ناريل جو وڻ ڏسين، اتي اچي مون سان مل." سندس محبوبه شادي رات پنهنجي پتيءَ کي گوهي ڏئي، ڇيج مان نڪري ساڻس ملڻ آئي هئي، جيئن باقي زندگي ٻچپن جي پريمي سڏونت جي سنگ گذاري سگهي.

نشي ۾ ستل سڏونت جي گهڻي ڪوشش بعد به اک نه کلي ته لاچار سارنگا وري اچي ڇيج ۾ شامل ٿي، واپس ورڻ مهل سارنگا هن جي ترِيءَ تي پنهنجو ڏس پتو لکي آئي، جيئن سڏونت کيس ڳولي لهي. نئين ڪنوار رستي ويندي به پنهنجي سپرين لاءِ نياپا ۽ نشانيون ڇڏيندي پئي وئي.

'پاري ننگر پنڌ گهڻو سوڍا نڪي رو ديس،
وهيلو ورجي والما جوڳي سندي ويس.'

جوڳين جي ويس ۾ سڏونت به سندس پيرو ڪڍندو پي آيو. هن کي رستي ۾ اڃ لڳي پئي ته هو جانورن جيان گوڏا کوڙي پاٽي پيئي پيو. جيئن سارنگا جو لکيل ڏس هن جي هٿن تان ڌهي نه وڃي. آخر گيڙو ڪپڙن وارو هي جوڳي پنهنجي ساجن جي شهر پاري ننگر اچي پهتو. ٿرپارڪر جو هي شهر سارو ماڻهن سان ڀريو پيو هو. اڌ لک جي آبادي واري شهر ۾ اڪثريت جين ڌرم وارن جي هئي. جين ڌرم جا پوڄاري پاٽ شالا ۾ رڌل هئا. گوري رنگ واريون جيني ڪاميٽون ڪجل سان ڀريل وڏيون اکيون ڪڍي هن جوڳي کي ڏسي حيران ٿي رهيون هيون. شهر جي رونق وڌائڻ ۾ مندر وڏو حصو وٺي رهيا هئا. مندرن اندر سنگ مرمر جون

مورتيون هر سيس نمائيندڙ ڪي سڪون ڏئي رهيون هيون. مندرن ۾ مورتين ڪي زندگي ڏيندڙ سنگتراشن جا چمڻ لائق هٿ، نئين تخليق ڪي جنم ڏيڻ ۾ مگن هئا. مندرن ۾ پجن ڳائيندڙ نر ۽ نارين جا آلاپ گهڻي گهڻي گونجي رهيا هئا.

سڏونت پنهنجي پرين جي ڳولا ڪندو اچي بندر وٽ ساهه پٽيو. بندر تي ڪيترائي جهاز ۽ غوراب پڳهه هنيون بيٺا هئا. انهن ۾ ڪيترائي بديسي جُنگ جهاز به هئا. سمنڊ ڪنارو سارو واپارين سان سٽيو پيو هو. مهاٽا مڇين جا ڄار ڪلهن تي لڙڪايو نئين سفر لاءِ اُسري رهيا هئا، ساموندي پکي ڀوليون ڀوليندا نيري آسمان ۾ لامارا ڏيندا پيا وتن. ساگر جي لهرن ڪري ٻيڙيون مَڌ پيتل ميخوار جيان جهومي رهيون هيون. سڏونت ڪجهه دير بندر تي آسيس وٺي پنهنجي ترڀءَ تي لکيل پتو ڏسي اٿي ڪڙو ٿيو، آخر پڇا ڳاڇا ڪندو، هڪ گهر مان ناريل جا پتا ڪيس ڪي جهاتيون پائيندي نظر آيا ته هن اٿي پهچي سدا هنئي. گهر اندر ويٺل سارنگا گداگر جو آواز سڃاتو. هوءَ موتين جو ٿالهه ڀري جوڳي ڪي ڏيڻ آئي. هڪٻئي ڪي ڏسڻ سان ٿي هي پريمي جوڙو ٻڪجي هميشه لاءِ هڪ ٿي ويو.

سڏونت ۽ سارنگا جي ٿرپارڪر جي اها لوڪ ڪهاڻي ٻهرين صدي عيسوي جي پڌائي وچي ٿي. ڪيپٽن ايس- اين رئڪس پنهنجي ڪتاب 'ٿر ۽ پارڪر جو احوال' ۾ لکي ٿو ته "ٻهرين صدي عيسوي ڌاري پاري ننگر وڏو شهر هو. ان وقت هن جي آبادي چاليهه هزار هئي ۽ وڏو بندرگاهه هو. ڪڇ جو رڻ ان وقت سمنڊ هو، جتان جهاز لنگهي پاري ننگر ۾ 'ڏوتڙ' وٽ بيهندا هئا."

پاري ننگر جڏهن آباد هو ته ان دور ۾ هاڪڙو امرڪوٽ کان لنگهي ننگر پارڪر وٽ ڪڇ جي رڻ ۾ ڇوڙ ڪندو هو، جنهن جا اڄ به ڏوتڙ وٽ ڪجهه آثار ملن ٿا. سنڌوندي به امر ڪوٽ پاسي کان ٿي ڏيپلي ۾ وڳهه ڪوٽ پرسان گذري اچي ڪڇ جي رڻ ۾ ڇوڙ ڪندي هئي. سنڌونديءَ ڪي ان وقت منو مهراڻ به چيو ويندو هو. ان وقت ٻلهيار ۾ راهمڪي بازار مشهور بندر هئا. ان کان سواءِ ننگر پارڪر جي پرسان به ڪيترائي بندر هئا، جيئن پڪوبندر، آديگام بندر، ڪاسبو بندر، ٻڙبندر،

ووڙائو بندر.... انهن بندرن تان ڪيترن ملڪن ڏانهن مال ويندو هو. گهڻو واپار ڪڇ، گجرات، بمبئي ۽ هندستان جي ٻين علائقن سان هوندو هو. ٿر ۾ اڄ به بزرگن وٽ هي چوڻي مشهور آهي ته 'نڙو ڪڏهن نورو (واندو) نه هجي.' نڙو هندستان ۾ هڪ بندر آهي، جتي سدائين واپارين جي پيهه هوندي هئي. هندن جا اوائلي ڌرمي پستڪ به ٿر جي ذڪر کان خالي نه آهن. رائچند هريجن لکي ٿو ته: "مهاڀارت واري زماني ۾ پنج پانڊو جڏهن ننگرپارڪر واري پاسي آيا تڏهن ٿر مان وڏي ندي وهي، ڪڇ جي رڻ ۾ چوڙ ڪندي هئي." هو اڳتي لکي ٿو ته: رامائڻ واري زماني ۾ هاڪڙو ندي وهندي هئي. ان وقت ٿر ۽ پارڪر ۾ اهڙا زبردست ٻيلا هوندا هئا جو ماڻهو هلي نه سگهندو هو. ايوڌيا ۾ جيڪي هاٿي سواري لاءِ استعمال ٿيندا هئا، اهي هاڪڙا وارن ٻيلن مان ڦاسايا ويندا هئا."

سنڌ ۾ آڳاٽي زماني کان وٺي هاٿي ۽ ٻين وڏن جهنگلي جانورن جو وجود ملي ٿو. اسان کي موهن جي دڙي ۾ مُهرن تي هاٿي ۽ گينڊي جون تصويرون اڪريل نظر اچن ٿيون. سڪندر جي حملي وقت پورس جي لشڪر ۾ هاٿي هئا. ابن بطوط سنڌ ۾ گينڊي جو نسل ڏٺو هو. راجا ڏاهر عربن سان جنگ دوران هاٿي تي چڙهيل هو. سيدي علي رئيس سنڌ ۾ پڻ گينڊي جو ذڪر ڪيو آهي. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته پراڻي زماني کان وٺي سنڌ ۾ درياهَن ۽ ندين ڪري وڏا ٻيلا هئا، جن ۾ مختلف جانور رهندا هئا ۽ انهن وهڪرن ڀرسان آباديون به هيون.

ٿر ۾ به جن هنڌان پراڻن وهڪرن جا آثار ملن ٿا، انهن وهڪرن جي ڪنڌي تي ڪيترائي پراڻا ڪنڊر ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ڪنڊرن جا اهڃاڻ اتي آباد شهرن جي تاريخ آهن. ايڇ- ٽي- ليمبرڪ نئين ڪوٽ ڀرسان اهڙن ڪنڊرن جو ذڪر 'سنڌ هڪ عام جائزو' ۾ ڪري ٿو ته: "ٿر ۾ جتي ڦاٽ وري هاڪڙو سڏجڻ لڳي ٿو، اسان کي سنڌو تهذيب جو هڪڙو ٻيو هنڌ ملي ٿو. اهو مٽي تعلقي ۾ نهٽي جي ڀرسان آهي...." ان کان سواءِ هو اڳتي ٻڌائي ٿو ته: "نهٽي کان اٺ ميل نئين ڪوٽ وٽ هڪڙو ٻيو اهڙو به آهي، جيڪو شايد ٻوڌي زماني جو آهي. اهو دڙو هاڪڙي جي ساڄي ڪنڌيءَ تي يعني لڻاشي زمين ۾ آهي. ڪي ٿورا ميل ايجا به هيٺ ديوري پراڻ ۾ هاڪڙي جو دوآبو آهي."

سڪندر سان گڏ آيل يوناني ليکڪن پڻ رڻ ڪڇ کي تانگهو سمنڊ ٻڌايو آهي. رئڪس لکي ٿو ته: "رڻ چوٿين صدي تائين ڪليل سمنڊ هو، پوءِ ڌرتي سخت ڌوڏن سبب هيٺ مٿي ٿي وئي ۽ رڻ لهي ويو ۽ سمنڊ خشڪ ٿي ويو. ننگرپارڪر جي اتر- ايرندي جو ويرانو آهي، سو دراصل ساموندي بندر ۽ واپاري مرڪز هو." پر پيلس سٺ عيسوي ڌاري اتي پاڻي جي موجودگي ڏيکاري آهي.

سلطان محمود غزنوي سومنات فتح ڪرڻ بعد 1026ع ۾ واپس غزني ورڻ مهل ٿر مان لنگهيو هو. هن کي هر ماٺهو ڊپ ٿي ڏنو ته: "سمنڊ جون لهرون تنهنجون ٻيڙيون ڌوئي ڇڏينديون." ان مان اهو اندازو ٿئي ٿو ته يارهين صدي ڌاري به رڻ خشڪ نه هو. پر فيروز شاه تغلق 1361ع ۾ جڏهن رڻ پار ڪي ان وقت اهو خشڪ هو، هن جي فوج سنڌ کان گجرات موٽڻ مهل اڃ ۽ گرمي ڪري ذري گهٽ ختم ٿي وئي هئي. ان دور جا تاريخدان لکن ٿا ته: "رڻ ۾ ڪوبه وڻ نظر نه ٿي آيو. ان موتمار ريگستان ۾ هڪ به پکي پر هڻندي نه مليو. اتي ڪنهن به تيلي جو اسرڻ يا ٻوٽي جو وجود نه هو."

انهن تاريخي حوالن مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته رڻ ڪڇ ڪيترين صدين کان وٽي سمنڊ هو، جيڪو ٻارهين صدي ڌاري خشڪ ٿي ويو آهي. ان کان سواءِ ٿر مان هاڪڙو ۽ سنڌونديءَ وهندي هئي جنهن تي ڪيترا شهر آباد هئا. ٿر هڪ خوشحال سرسبز وڏو واپاري مرڪز هو.

ٿر جي موجوده شهرن مان پاري نگر، امرڪوٽ، ٻوڏيسر، ويراواه، ڪيرتي، ڪاسبو.... تمام قديم زماني کان آباد رهندا اچن ٿا. ان جي بنسبت ڏيپلو، ڇيلهار، ڪانتيو، گيڙو مٺي، اسلام ڪوٽ، نئون ڪوٽ... تازا وسايل ڇيا وڃن ٿا، جن جو بنياد ڪجهه سؤ سال اڳ پيو.

ٿر جي انهن حصن تي شروع ۾ پرمار راجپوتن جي حڪمراني هئي. يارهين صدي ڌاري ٿر تي سومرن راجپوتن قبضو ڪيو، جن کان پوءِ وري سوڍن سرداري کسي ورتي. سومرن ٿٽي ۾ حاڪميت وڃائڻ بعد سوڍن کان عمرڪوٽ هٿ ڪيو، جنهن بعد راڻي همير سوڍي عمرڪوٽ همير سومري کان هٿ ڪري ورتو.

سنڌ ۾ سومرن کان پوءِ جڏهن سمن، ارغونن، ترخانن ۽ دهلي جي نوابن جي حڪومت هئي، ٿر ۾ ان وقت به سوڍا خودمختيار هئا. آخر 1750ع ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي عمر ڪوٽ ۽ ٻيو ٿر قبضي ڪيو.

**مير ۽ ٿر**

ڪلهوڙن کان سنڌ، مير فتح علي خان 1782ع ۾ فتح ڪري گادي تي ويٺو. هن مضبوط حڪومت قائم ڪرڻ خاطر پنهنجا ڀائر مير ڪرم علي، مير غلام علي ۽ مير مراد علي به حڪومت ۾ شامل ڪيا. اها ٻهرين چؤياري جي نالي سان ماڻهن ۾ مشهور آهي. عمر ڪوٽ تي ان زماني ۾ جوڌپور جي مهاراجا جو قبضو هو. ٿر جي ٻين حصن تي وري به سوڍا سردار هئا. هو اڳ ۾ ڪجهه ڏن ڪلهوڙن کي ڏيندا هئا. پر ميرن جي حڪومت قائم ٿيڻ بعد سوڍن اهو ڏن ميرن کي ڏيڻ کان جواب ڏنو. مير فتح علي خان محسوس ڪيو ته سوڍا سختي کان سواءِ سنوان نه ٿيندا، ان ڪري هن سوڍن تي ڌاڪو ڄمائڻ سان گڏ پنهنجي دفاع لاءِ ٿر ۾ مختلف جڳهن تي ڪوٽن جا بنياد وجهڻ شروع ڪيا. اهڙي طرح ٿر ۾ جدا جدا هنڌن تي ڪوٽ ٺهرائي سوڍن کي سوڙهو ڪري، پنهنجي حڪومت ميڙائي، ڪاٺن ڍلون وصول ڪرڻ لڳو. مٿي ۽ ان جي آسپاس ڪوٽن ٺهڻ ڪري اتان جا سوڍا پيش پيا ۽ پيدائش جون به پتيون ڍل ۾ ڏيڻ لڳا ۽ ٽي پتيون پاڻ کڻڻ لڳا. مير اڃا ڏيپلي ۽ پارڪر ڏي توجهه نه ڏنو هو. اوڏانهن سوڍا خود مختيار هئا. مير فتح علي جي 1802ع ۾ وفات بعد مير غلام علي خان پڳدار ٿيو. هن پنهنجي پڳداري دوران ٿر ۽ سوڍن سان ڪا ڇيڙ ڇاڙ ڪانه ڪئي. مير غلام علي بعد مير ڪرم علي تخت تي ويٺو.

**مير ڪرم علي**

مير ڪرم علي خان 1812ع ۾ سنڌ جي گادي تي ويٺو. هن جوڌپور جي راجا کان 1813ع ۾ عمر ڪوٽ هٿ ڪيو ۽ سنڌ جي ٻين حصن ۽ ٿر ۾ ڪجهه ڪوٽ تعمير ڪرايا.

جيمس برنس ڪافي عرصو ميرن جي ويجهو رهيو هو. هو ڪتاب 'ميرن جي دربار' ۾ مير ڪرم علي جي شخصيت بيان ڪندي لکي ٿو ته: "مير ڪرم علي ڀاءُ جي بلڪل برعڪس آهي. هن جي بهادري

تسليم شده آهي. هو دربار جي آداب ۽ رسوم مطابق ڪلمڪ، مهربان ۽ شفيق آهي. هو چڱي پوشاڪ ۽ ڏيک ويک جو شوقين آهي ۽ عام ماڻهن جي خوشامد کي پسند ڪندو آهي.... ٿورو وقت اڳ مير ڪرم علي تمام هٺ ڦاڙ هوندو هو. هاڻي ٻه هو سخي آهي. جيتوڻيڪ سنڌ جي حاڪمن جي روايتن مطابق پئسو گڏ ڪرڻ شروع ڪيو اٿس. مون ڏٺو آهي تہ حيدرآباد ۾ خلق جو آواز هن جي فائدي ۾ هو. چاڪاڻ تہ هو پنهنجي رعيت ۽ زيردستن تي مهربان ۽ وعدي جو پڪو آهي. هو قد جو لانيرو آهي. شڪل موچاري ۽ عادتون وڻندڙ اٿس. هو مراد علي کان فقط پنج سال وڏو آهي. پر هن جي منهن تي گهنج ۽ جواني جي غلطي جا نشان آهن.

ڪرم علي کي گهڻو حوصلو ڪونهي، جيتوڻيڪ هن کي چڱي تعليم آهي. هو اهڙو تہ ضعيف طبع ۽ آسائش پسند ماڻهو آهي، جو هن حياتي ۾ هميشہ ٻين جي صلاح ۽ مرضي تي هلڻ جو پاڻ کي عادي ڪري ڇڏيو آهي. جيڪڏهن هن جو ياءُ ڪانئس اڳ گذاري ويو تہ ممڪن آهي تہ ان کان پوءِ گوشہ نشيني ۾ رهڻ پسند ڪندو، چاڪاڻ تہ کيس اولاد ڪانہ آهي."

مير ڪرم علي جي شخصيت تي بعد جي تاريخدانن بہ ڪافي ڪجھ روشني وڌي آهي. اعجاز الحق قدوسي سندس شخصيت 'تاريخ سنڌ' ۾ بيان ڪندي لکي ٿو تہ: "....مير ڪرم علي خان جمادي الثاني 1227هہ تي تخت تي ويٺو. هن پنهنجو پاڻ کي سرڪار عظمت مدار جو لقب ڏنو. هي مير مراد علي خان جي مشوري سان حڪومت هلائيندو هو. وڏو سخن سنج، صاحب فضل، شاعرن، عالمن، اديبن جو قدردان هو. هن جي قدرداني ڪري ايران ۽ خراسان جي ڪيترن عالمن حيدرآباد ۾ رهائش اختيار ڪئي هئي. ٺٽي جي علمي زوال بعد حيدرآباد علم ۽ فن جو مرڪز بڻيو."

**نئون ڪوٽ ۽ ٽر جا قلعا**

مير ڪرم علي خان انهن خوبين سان گڏوگڏ تعميرات جو بہ شوقين هو. هن ٽر توڙي سنڌ جي ٻين حصن ۾ ڪجھ ڪوٽ ٺهرايا. ٽر جا ڪافي ڪوٽ ميرن جي صاحبي سان منسوب آهن، جيڪي مختلف

دورن ۾ مير حڪمرانن قائم ڪيا هئا.

ايس- اين- رئڪس، ٿر ۽ پارڪر جو احوال ڏيندي لکي ٿو ته: ”ٿر ۾ پنهنجي اقتدار کي مستحڪم ڪرڻ لاءِ سنڌ جي ٽالپر حڪمرانن وڏا خرچ ڪري ٿر ۾ فوجن ترسائڻ لاءِ ڪيترائي ڪوٽ تعمير ڪيا. اسلام ڪوٽ 1795ع ۾ تعمير ڪيو ويو، هي 386 فٽ همچورس آهي. مٺي جو ڪوٽ اسلام ڪوٽ کان ڪجھ سال اڳ ٺاهيو ويو.

نئون ڪوٽ اٽڪل 1814ع ۾ جوڙيو ويو. سنگالا جي ڪوٽ لاءِ چيو ويجي ٿو 1800ع ڌاري ٺاهيو ويو هو. ڀهريون ڀيون ۽ چوٽون هرهڪ ڪوٽ ڪنهن نه حالت ۾ سٽن يا اٺن لکن رپين کان گهٽ نه ٺهيو هوندو. اتان فوجي عملدار ٺکري ٿر جي زمين تان ڍل جي اوڳاڙ ڪندا هئا.“

اينڪن ’سنڌ گزيٽيئر‘ ۾ لکي ٿو ته: ”ٿر ۾ پنهنجي وچايل اثر کي هٿ ڪرڻ لاءِ ميرن نئين ڪوٽ، اسلام ڪوٽ ۽ مٺي ۾ قلعا ٺهرايا، جي چن ۽ چيروليءَ سان ليپل هئا.“

سروپچند اسير (مهراڻ 1958ع) ’ٿر ۾ ميرن جا قلعا‘ ۾ لکي ٿو ته: ”1787ع کان پوءِ ٿر جو گهڻو ڀاڱو ميرن جي هٿ ۾ آيو. ميرن ٿر ۾ ڪي قلعا به ٺهرايا، جهڙوڪ فتح ڳڙهه، گڊو، سينگاريو، چيلهار، نئون ڪوٽ، ڏيپلو وغيره.“

مٿين محققن کان سواءِ رائچند هريجن به ان خيال جو حامي آهي ته ٿر جا اڪثر ڪوٽ ميرن جا جوڙايل آهن، هي خيال ظاهر ڪري ٿو ته: ”ٿر ۾ ميرن جي حڪومت ٿي پر سوڍن ڪين سنوَت نٿي ڏني، جنهن ڪري مير فتح علي خان سوڍن تي عمل ڇائڻ لاءِ قلعا ٺهرائڻ شروع ڪيا.“

مولائي شيدائي پڻ ميرن جي دور ۾ سنڌ جي فوج، سنڌن هٿيارن، دفاعي حڪمت عملي ۽ ڪوٽن تي تفصيلي بحث ڪيو آهي. هو ’تاريخ تمدن سنڌ‘ ۾ ڪوٽن جا انگ اکر ڏيندي لکي ٿو ته: ”سڄي سنڌ ۾ جملي 23 قلعا هئا، جن مان بکر ۽ امام ڳڙهه سري جي حفاظت ڪندا هئا. شڪارپور، ڪنڌ ڪوٽ، فتح ياسين ڪوٽ، لاڙڪاڻو، اتر اولهه سرحد جي حفاظت ڪندا هئا. خداآباد ۽ رني ڪوٽ ڪوهستان جي

حفاظت لاءِ هئا. حيدرآباد ۽ سڪرنڊ وچولي ۾ هئا. عمرڪوٽ، اسلام ڳڙهه، فتح ڪوٽ ۽ نئون ڪوٽ ٿرپارڪر ۾ هئا. منوڙي جو مٿي جو قلعو ڪراچي جي حفاظت ڪندو هو. فتح ڪوٽ ٿر جو مشهور قلعو جو 1789ع ۾ ٽالپرن تعمير ڪرايو، نئون ڪوٽ جهڏا گدام وٽ هو. هتان چاليهه ڪوه اتر طرف اسلام ڳڙهه جو قلعو هو. 1799ع ۾ منوڙي جي قلعي جي تعمير جو ڪم پورو ٿيو، ڪوهستان جي بچاءَ لاءِ سن کان اٺن ميلن جي مفاصلي تي سنڌ جي الهندي واري جابلو سرحد تي مير ڪرم علي خان رني ڪوٽ اڏايو. مٿيون ڪوٽ 1812ع ۾ مير مراد علي خان پورو ڪرايو. مٿين 12 لک رپيا خرچ لڳو هو. مٿين قلعن ۾ منوڙي، حيدرآباد، عمر ڪوٽ، دوبجي، لاڙڪاڻو، فتح ڪوٽ ۽ اسلام ڳڙهه تي توبون رکيل هيون."

نئين ڪوٽ لاءِ اهو چيو وڃي ٿو ته: "ٿر جو هي ڪوٽ 1814ع ڌاري تعمير ڪيو ويو. جيئن ته مير ڪرم علي خان پنهنجي ڀاءُ مير غلام علي جي وفات بعد 1812ع ۾ سنڌ جي تخت تي ويٺو ۽ 1928ع ۾ وفات ڪيائين. ان مان صاف ظاهر آهي ته نئون ڪوٽ سندس نظرداري هيٺ تيار ٿيو هوندو." اسان کي اهڙا اشارا سنڌ جي مختلف تاريخن ۾ ملن ٿا.

الله بخش عقيلي (الوحيد اسپيشل ايڊيشن 1936ع) ۾ لکي ٿو ته: "نئين ڪوٽ جو قلعو سال 1814ع ۾ اڏايو ويو، جنهن جي ڊيگهه 640 فٽ ۽ ويڪر 600 فٽ هئي. اهو سيني قلعن ۾ وڏو معلوم ٿئي ٿو. انهن قلعن جا ڪجهه آثار عبرت لاءِ هينئر به موجود آهن."

رائچند هريجن به ان ڳالهه جو حامي آهي ته: "نئين ڪوٽ جو قلعو مير ڪرم علي خان سال 1814ع ۾ ٺهرايو. هن جي ڊيگهه 640 فٽ ۽ ويڪر 600 فٽ آهي. اهو سيني قلعن کان وڏو هو. پٽيون اڃا بيٺيون آهن. انهن قلعن ۾ ساڳي قسم جي سر ڪم آندل آهي، جا هاٿوڪي چانو ڪشتي واري سر (3×6×12 انچ) کان ڊيگهه، ويڪر ۽ ٿولهه ۾ گهٽ آهي."

سروپچند اسير به انهي ڳالهه جو اظهار ڪندي نظر اچي ٿو ته: "مير ڪرم علي خان جي ساده دل ٿرين ۽ سندن سادگي پسند ڳالهڙين سان



نئون ڪوٽ جو شاهي دروازو

خاص همدردي هئي. هو وقت بوقت ٽر جو گشت ڪندو رهيو ۽ ان جي قلعن فتح ڳڙهه، اسلام ڳڙهه، ڳڏو، سينگاريو وغيره جي مرمت به ڪرائيندو هو. هن پنهنجي رهڻ لاءِ هڪ خاص قلعو ٽر ۾ نئون ڪوٽ نالي سن 1229هه (1814ع) ۾ اڏايو."

محمد اسماعيل عرساڻي وري نئين ڪوٽ جو بيان هيئين طرح 'سير ريگستان' ۾ ڏنو آهي: "هي قلعو سن 1814ع ۾ مير ڪرم علي خان ٽهرايو جو ٽر جي سيني قلعن کان وڏو آهي، سندس ڊيگهه 640 فٽ ۽ ويڪر 600 فٽ آهي. قلعي ۾ ميرن جو سپاهه پڻ رهندو هو. وٽن بارود به هو. قلعو اڃا سالم حالت ۾ آهي."

نئين ڪوٽ جي نالي تي به ڪجهه مختلف رايا آهن، جيئن مير حسن علي خان ٽالپر پنهنجي ڪتاب 'شاهنامهِ سنڌ' ۾ نئين ڪوٽ جو ذڪر هيئن ڪيو آهي:

'نئون ڪوٽ جتهن کي ٿا هاڻي سڏن،
قلعو سو "فتح ڳڙهه" ٿيو بي سخن.'

مير حسن علي نئين ڪوٽ کي فتح ڳڙهه سڏيو آهي. حالانڪ فتح ڳڙهه ٽر جي هڪ الڳ ڪوٽ جو نالو آهي.

## نئون ڪوٽ ۽ ميرپور جا مير

سنڌ جي فتح بعد ميرن جون پاڻ ۾ خانداني رنجشون ٿي پيون، جن ٿوري ئي وقت ۾ سنڌ کي جدا جدا حصن ۾ ورهائي ڇڏيو. اعجازالحق قدوسي ميرن جي اختلافن ۽ سنڌ جي ورهاست جو احوال هيئن ڪيو آهي ته: "ڪجهه ڏينهن تائين مير فتح علي اطمينان ۽ سڪون سان حڪومت ڪندو رهيو. هو چاهي پيو ته ملڪ جي وحدت ٽڪرا ٽڪرا نه ٿئي ۽ ٽالپر پاڻ ۾ ڪير ڪنڊ ٿي رهن. ان ڪري هن آساني جي لحاظ کان ملڪ جا ست حصا ڪيا. چار حصا پاڻ ۽ پنهنجن ٽن ڀائرن لاءِ، به حصا مير سهراب خان کي ڏنا ۽ هڪ حصو مير ٺاري خان کي ڏنو پر اها ورهاست مير سهراب ۽ ٺاري خان کي پسند نه آئي. اهو مير فتح علي خان جيڪو سيني جي اک جو تارو هوندو هو، هاڻي انهن کي ان جي حڪمراني نه وڻندي هئي. ان ڪري مير سهراب خاموشي سان نڪري روهڙي پهتو. اتي هن قوت حاصل ڪري پنهنجي لاءِ مستقل اقتدار حاصل ڪري ورتو.

ائين خيرپور رياست جو بنياد پيو. ٽالپر ٽارو خان اتان نڪري شاهه بندر پهچي، اتي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. ان طرح ٽي مرڪز ٿي ويا ۽ هرهڪ طرفان علهده علهده خراج جي رقم درٻارشاهي ۾ پيش ٿيندي هئي."

مرزا قليچ بيگ ميرن جي خاندان ۾ سنڌ جي ورهاست بہ ساڳي ٻڌائي آهي تہ: "سنڌ کي ستن حصن ۾ ورهايو ويو، جنهن مان چار حصا مير فتح علي خان پاڻ ۽ پنهنجي ڀائرن لاءِ رکيا ۽ ٻہ حصا مير سهراب خان رکيا، باقي هڪ حصو مير محمود خان، مير عبدالله جي ٻين فرزندن ۽ مير ٺاري خان کي مليو."

انهن ڳالهين جي اکين ڏٺي شاهدي جيمس برنس ڏني آهي تہ: "....ٽالپر قوم جا ٻيا بہ ڪيترا سردار ميرن جي درٻار ۾ دائمي رهندا آهن. جيتوڻيڪ هو مير يعني 'والي' جي لقب سان سڏبا آهن، پر ڪين حڪومت جي ڪاروبار ۾ دست اندازي ڪرڻ جو اختيار ڪونہ هوندو آهي. هنن جو رعب تاب ان ڪري هوندو آهي، جو شاهي خاندان سان عزازت اٿن. مير سهراب ۽ مير ٺارو انهي طبقي مان آهن، ڪين جدا جدا ضلعا مليا آهن، جن ۾ سندن حڪومت هلي ٿي. هو مکيہ ميرن جا خراج ڀريندڙ آهن.... مير سهراب پنجاب جي سرحدن تي شڪارپور ۾ ۽ مير ٺارو ٿر ميرپور ۾ رهندا آهن، جتي هنن جي پنهنجي پنهنجي درٻار آهي."

سنڌ جي ورهاڱي بعد نئين ڪوٽ واري پاسي ميرپور جي حڪومت جو پهريون ٽالپر حڪمران مير ٺارو خان ولد فتح خان 1783ع ۾ تخت تي ويٺو.

ٿر ۽ نئين ڪوٽ تي مير ڪرم علي خان جي وفات بعد وري ڪنهن بہ ڪو خاص توجہ نہ ڏنو. پر ٺاري خان حڪومت حاصل ڪرڻ بعد باقاعده ٿر واري پاسي اچڻ وڃڻ شروع ڪيو. هن مڙسان مڙسي ڪيترائي ٿر جا حصا پنهنجي زير تسلط آندا. هن ٿر جي اهم هنڌن تي جيئن فتح ڳڙهه، اسلام ڳڙهه... ۾ پنهنجي سپاهين جا جٿا مقرر ڪيا. ٺاري خان 1829ع ۾ وفات ڪئي، ڪانئس پوءِ مير شير محمد خان 'شير سنڌ' ميرپور حڪومت جو ڳپدار ٿيو. هن تخت تي ويهڻ بعد ساري ٿرپارڪر کي پنهنجي حڪومت ۾ شامل ڪيو. هو ريگستان کي جنگي نقطہِ نگاهه کان وڏي اهميت ڏيندو هو. ان ڪري پاڻ ٿر جي ڪوٽن جي

فوجي اهميت خيال ۾ رکي ڪيترا گهمرا انهن جي نگهداشت لاءِ آيو. مير شير محمد اڪثر نئين ڪوٽ ۾ اچي منزل هڻندو هو.

**انگريز**

سنڌ تي حڪمراني ڪرڻ واري خواب جي تعبير لاءِ انگريزن وڏي هوشياري ۽ حرفت سان سڀاجهڙن ميرن سان دوستاڻا ناتا وڌائڻ شروع ڪيا هئا. اعتماد وڌي وڻ ٿيو ته، انگريزن، ميرن جي ذاتي ۽ خانداني معاملن ۾ ٽنگ اڙائڻ شروع ڪئي. ايتري قدر جو سنڌن صلاح ثواب ۾ به ڀاڱي ڀائيوار ٿي ويا. نيٺ منافق بڻجي ميرن جي وچ ۾ ڦوٽ وڌائون، نتيجي ۾ ڀاءُ ڀاءُ جي خون جو پياسي ٿي پيو. انگريز ڪيترن ميرن کي سرداري جي پڳ جو آسرو ڏئي پنهنجو هم خيال بڻائي، ٻين ميرن سان غداري جو درس ڏيندا رهيا. لالچن ۽ انعامن جي طفيل ڪين معاهدن جي زنجيرن سان جڪڙيندا ويا، تان جو ميراڻي حڪومت اچي گوڏا کوڙيا. ميرن آخر ٽڙڦڙ ڪري مياڻي جي جنگ ۾ پاڻ بچائڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن ۾ ميرن جي رهي سهي طاقت ۽ سنڌ جا غدار به وائڪا ٿي ويا. حيدرآباد ۽ خيرپور جا مير انگريزن جي زندانن جي زينت بڻيا.

مير شير محمد ميرپور جي حاڪم جي، حيدرآباد ۽ خيرپور جي اميرن جو اهو حشر ڏسي سندس ننڊ حرام ٿي وئي. هن انگريزن کان بدلو وٺڻ ۽ کين ترڻ لاءِ لشڪر گڏ ڪري حيدرآباد طرف ڪاهه ڪئي. آخر ڦليلي وٽ چارلس نيپئر سان دوبدو ٿيو. پنهنجن جي غداري سبب ان لڙائي ۾ به ميرن جي جهولي ۾ شڪست پلئي پئي. ان دٻي جي جنگ جو هيرو شهيد جنرل هوش محمد هو.

دٻي جي شڪست بعد مير شير محمد نصرپور کان ٿي ميرپور آيو. هن پنهنجي خاندان کي اڳ ۾ ئي ٿر موڪلي ڇڏيو هو. باقي ساز و سامان کي به بعد ۾ ٿر منتقل ڪري ڇڏيو. مير شير محمد ڪافي ڊوڙيو ڊڪيو، جيئن نئين سر لشڪر ڪٺو ڪجي. ان لاءِ هو مختلف هنڌن تي سردارن سان مليو. ڪجھ لشڪر گڏ ڪري گوريلا ڪارروايون ڪيائين. اهڙن حملن جو ذڪر ايچ- ٽي- ليمبرڪ جي ڪتاب 'جان جيڪب آف جيڪب آباد' ۾ آهي ته مير شير محمد جي ماڻهن بمبئي ۽ سنڌ جي وچ ۾ آمدرفت کي ڪٽي ڇڏيو ته جان جيڪب ٻن اسڪواڊرن سان

نئين ڪوٽ روانو ٿيو. هن اهڙو اطلاع نيپئر کي ڏنو. اهو اطلاع ملندي هڪدم جيڪب کي لکيو ويو ته: "نئين ڪوٽ جو ڪم ڪو ضروري ڪونهي جو اڳ ننڍي فوج ڪمانڊر حيدآباد کان ويهه ميل ڏکڻ طرف ٽنڊي محمد خان تي قبضي ڪرڻ لاءِ وئي هئي. بلوچن جي شهر تي قبضي هئڻ سبب ان کي فوج سميت واپس اچڻو پيو." چيو وڃي ٿو ته: "اها فوج ٽنڊي محمد خان کان ناڪام موٽي هئي. ان ڪري جيڪب جي فوج کي نقصان پهچڻ جي انديشي کان ڪيس واپس ورڻ جو حڪم ڪيو هو."

انگريز حڪومت لاءِ مير شير محمد مسئلو هو. حالانڪ مياڻي ۽ دبي جي جنگ بعد گهڻا سردار سندن تعبيدار ٿي ويا هئا. انگريزن کي باقي مير شير محمد کي زير ڪرڻو هو، جيڪو واچوڙي جيان سنڌ جي حصن ۾ ڦري فوج جمع ڪري رهيو هو. مير شير محمد جي ماڻهن جا اڪثر ٿر جا ڪوٽ مرڪز ۽ پناه گاهه هئا، جتان هو نڪري ننڍيون ڪاروايون ڪرڻ بعد وري اچي اتي مورچه بند ٿيندا هئا. ٿر جي ڪوٽن تائين قبضو ڪرڻ انگريز سرڪار لاءِ ڏکيو هو. آخر انهن ڪوٽن کي ڪيرائڻ لاءِ رٿ رٿڻ لڳا. اهڙو اظهار لمسڊن جي 2 مئي 1843ع تي برٽش سرڪار کي لکيل هن خط مان ٿئي ٿو ته:

"مان نٿو سمجهان ته ملڪ جي هن خطي ۾ ڪا به چوڪي سلامتي سان قائم رهي سگهندي، جيستائين مضبوط مرڪز (ڪوٽ) والاريا وڃن يا وري ناس ڪيا وڃن، جن مان گهڻا ته چورن آڪيرا آهن ۽ پٽي ڪنهن به ڪم نٿا اچن. مان سمجهان ٿو ته موجوده سانتيڪين حالتن جو فائدو وٺي لشڪر سان مکيه قلعن تي قبضو ڪجي ۽ باقي قلعن کي ناس ڪرائي ڇڏجي. پهرئين چوند اسلام ڪوٽ سينگاريو ۽ نئون ڪوٽ ۽ ٻي چوند ڏيپلو، چيلهار ڪڏي ۽ ٻلهياري آهي. ٻلهياري کي مرمت ڪرائجي، جو هي تمام ڪمائتي جڳهه تي آهي. سواءِ نئين ڪوٽ جي ٻيا قلعا ويران ڇڏيل آهن ۽ انهن کي ائين ڇڏڻ نه کپي. جيڪڏهن انهن کي نظرانداز ڪيو ويو ۽ دشمنن ان تي قبضو ڪيو ته ان جو اثر تمام خراب پوندو ۽ اهو اثر سڄي ملڪ تي پوندو. ان ڪري منهنجو خيال آهي ته مٺي کي هڪدم والاريو وڃي، ڏيپلي جي قلعي کي ڊاٺو وڃي. 500

ڪيولري جا (سوار) سپاهي 50 بيقاعدي سوار فوجي ۽ ٻہ توبون منٽي ۾ گڏ ڪجن. انهن مان 200 جڻا ڪنهن بہ صورت ۾ چانوٽي ۾ موجود رکجن، باقي سپاهہ ٻيا قلعا والارين ۽ ناس ڪن بشرطيڪ اوهان اهڙو حڪم ڏيو. ٻيا قلعا جن جو وارو ايندو سي آهن، چيلهار، اسلام ڪوٽ، سينگاريو ۽ ڪڏي، فقط نئون ڪوٽ ٿو رهي. اهو ڏيپلي ڪان ڏهہ ڪوهہ پري آهي. اولهہ ۾ رهمڪي بازار ڪان سٺ ڪوهہ، اهو وڏي مير ۽ مير شير محمد خان جي دنگ تي آهي. چيو وڃي ٿو تہ اهو قلعو تمام مضبوط آهي. مير اڳي هتي پنهنجو خزانو رکندا هئا. اوهان جيڪڏهن موجوده صورتحال تي محڪم ارادو ڪيو تہ پوءِ فقط اهو طي ڪرڻو پوندو تہ آيا نئين ڪوٽ ڪان شروعات ڪجي يا ات پڇاڙي ڪجي. گورنمينٽ هدايت موڪلي آهي تہ ڪاسبي ۾ ٻيهر چوڪي قائم ڪئي وڃي. تنهن بابت آءٌ سمجهان ٿو تہ اوهان جي حد ۾ آهي. اها چوڪي خطرناڪ آهي ۽ منهنجو ان سان اختلاف آهي. جيستائين آءٌ ڪو اوهان جي طرفان ائين ڪرڻ لاءِ ٻڌان."*

مير شير محمد، انگريزن جي سنڌ مان پاڙ پٽڻ لاءِ ڏينهن رات جاکوڙ ڪري ماٿهو ميڙي رهيو هو. ان وچ ۾ ڪونهيري جي جنگ بہ ٿي چڪي هئي. تنهن هوندي بہ مير شير محمد آڏ نہ مچي هئي. پر ان جي ابتڙ ننگ قوم، ننگ دين، ننگ وطن سنڌ ۾ انگريزن جي سرپرستي ۾ سهولتون حاصل ڪرڻ لاءِ آتا هئا. ان ۾ خيرپور جو مير علي مراد غدارن ۾ گوءِ کڻڻ لاءِ مير شير محمد جي فوج ۾ ڦوٽ وجهڻ پيو چاهي، آخر هو ڪيترائي سردار پاڻ سان ملائي انگريزن جا ذهني غلام بنائڻ ۾ ڪامياب ٿيو. مير شير محمد اهو ڏسي قنڌار مدد وٺڻ لاءِ ويو، جتان بہ ڪو ڪڙتيل نہ نڪتو تہ هو واپس اچي لاهور ۾ انگريز سرڪار اڳيان حاضر ٿيو.

مير شير محمد جي پيش پوڻ بعد ٿر بہ پوري طرح انگريزن جي تسلط هيٺ اچي ويو. ٿر جا ڪوٽ جيڪي ميرن پنهنجي حفاظت لاءِ جوڙيا هئا، اهي هاڻي انگريزن جي ڏاڍ جا محافظ ٿي ويا. انگريزن ٿر ۾ پنهنجا پوليٽڪل ايجنٽ ۽ مئجسٽريٽ وهاريا ۽ قلعن ۾ قلعدار مقرر ڪيا. ٿر ۽ پارڪر جو مئجسٽريٽ رئڪس ڪوٽن جو ذڪر هيئن ڪري ٿو: "انهن

* Out ward file No:75-1843 p p 259-357

ڪوٽن ۾ سوڍن جي سردارن کي قلعدار ڪري رکيو ويو، ڇاڪاڻ ته اسان جو منجهن ويساهه هو. انهن کي نوڪريون به مليون ۽ ڪين قانوني طور روزگار به ملي ويو. سندن سماجي رتبو به وڌيو نه ته اميرن جي زوال پذير حڪومت ۾ سندن عملدارن جي ڪمزور اختيارن کين ڪمزور ڪري ڇڏيو هو."

تر جي انهن قلعدارن کي ڏنل سهولتن جو ذڪر ڪندي رئڪس لکي ٿو ته: "....تر ۾ پارڪر جي سوڍن کي قلعن تي قلعدار ڪري مقرر ڪيو ويو هو. سندن ماتحت پيادن جو عملو رکيل هو. آبادي لاءِ کين زمين جا ٽڪرا به ڏنا ويا هئا، جن تي سرڪار ڍل معاف ڪئي."

تر جي ڪوٽن جي بعد ۾ مرمت نه ٿيڻ ڪري اهستي آهستي تباهه ٿيندا ويا، جن مان هاڻي فقط عمرڪوٽ ۽ نئون ڪوٽ ڪجهه قدر سلامت آهن. تر جي گهڻن قلعن کي انگريزن جي دور ۾ ئي ڪنهن امڪاني خوف ڪري زمين دوز ڪيو ويو هو. اهڙو اشارو اسان کي رئڪس جي لکٽي ۾ به ملي ٿو ته: "تر جي قلعن، اسلام ڪوٽ، نئون ڪوٽ، مٺي ۾ سوڍا قلعدار طور رهندا هئا ۽ هر قلعي ۾ ٻارهن فوجين جي نفري رهندي هئي. سنگالا تباهه ٿي ويو، تنهن ڪري منجهس فوج ڪانه رهندي هئي. قلعن جو ذڪر ختم ڪرڻ کان اڳ مان اهو ٻڌائڻ ضرور ٿو سمجهان ته انهن قلعن جي سامان مان اسڪولن جون جايون ٺهرايون وڃن ۽ کوهه تعمير ڪرايا وڃن. منجهائن جنگي ڪارج بدران امن آشتي جو ڪم ورتو وڃي، جنهن مقصد واسطي اسان گهڻو ناڻو خرچ ڪري چڪا آهيون."

## نئين ڪوٽ جي بيهڪ

نئون ڪوٽ 240 اتر ڊگهائي ڦاڪ ۽ 69.9 اوڀر ويڪرائي ڦاڪ. ميرپور خاص کان 63 ڪلو ميٽر ڏکڻ- اوڀر طرف آهي.

هند جي پراڻي ڪتابن ۾ زمين جي جاگرافيائي ساخت مطابق جيڪي ڪوٽن جا قسم ٻڌايا ويا آهن، انهن مان هڪ قسم ڌانوا درگ يعني ريگستاني ڪوٽ به ڏسيو ويو آهي. اهڙا ڪوٽ اڪثر ڪري ريگستاني علائقن ۾ جوڙيا ويندا آهن. جيئن تر جو جيسلمير وارو نوانوي برجن وارو ڪوٽ، جنهن ۾ ٽنا برج آهن. جهوناڳڙهه وارو بيڪانير جو



نئون ڪوٽ

ڪوٽ بہ ريگستاني آهي. ان مناسبت سان اسان نئين ڪوٽ کي بہ ڏانوادرگ چئي سگهون ٿا.

بناوت جي لحاظ کان نئون ڪوٽ ذري گهٽ هڪ چؤڪور شڪل ٺاهي ٿو. ڪوٽ جي اتر ۽ ڏکڻ ٻانهين 366 فٽ آهي. اوڀر اولهہ ٻانهين 318 فٽ آهي. حالانڪ نئين ڪوٽ تي هر لکندڙ ڪوٽ جو هڪ پاسو 600 فٽ ٻيو پاسو 640 فٽ ٻڌايو آهي. منهنجي ڪيل ماپن ۽ اڳ ڏسيل ماپن ۾ واضع فرق ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ماپ ۾ ڪجهہ فٽن جي غلطي ٿي سگهي ٿي. پر ادائي ٿي سو فٽن جو تفاوت وڏو ڏکو آهي. ان وڏي چؤڪور جي اوڀر ڏکڻ ڪنڊ ٻاهران هڪ ٻيو ننڍو چوڪنڊو آهي، جنهن جي اندرين پاسن کان ماپ 40×48 فٽ بيهي ٿي. ننڍڙو چوڪنڊو ڪوٽ جي مکيہ دروازي جو ڪجهہ حصو ۽ دمدما ٺاهي ٿو. ڪوٽ ۾

ٻن قسمن جي سرن جي اوساري ٽيل آهي. هڪ سر 1 × 6.6 × 9.6 انچ آهي. ٻي سر ڊيگهه ۾ ڪجهه قدر ننڍي ان1×6.6×8.6چ آهي.

نئون ڪوٽ ٿر جي اولهه پاسراتي تي اڏيل آهي، ڪوٽ جي برج تي بيهي اوپر نگاهه ڪبي ته نهار پٽن ۽ ڍهرن تان ٽپا ڏيندي وڃي رڻ ڪڇ ۾ چوڙ ڪندي. ڪوٽ تان ڏکڻ طرف نظر ڪي ڍر ڏبي ته ٻه رڻ ڪڇ ۾ غوطا ڪائيندي نظر ايندي. نئين ڪوٽ جي اتر ۾ ٽن فرلانگن تائين وارياسيون پٽون نمايان آهن. ايجا وڌيڪ اتر وڃبو ته سوا ميل تي نارا ڍورو نظر ايندو. ڪوٽ جي اولهه ۾ ٻه ڏيڍ فرلانگ تائين واريءَ جي دڙن جا آثار چٽا پٽا آهن. ان بعد پٽن جو تعداد گهٽ ٿيڻ ڪري ڪجهه قدر هموار زمين نظر اچي ٿي. اهڙي نموني ۾ ڪوٽ جي اولهه اتر پاسي سوا ميل ڪن تان ساڳي نارو ڍورو وڪڙ ڪائي گذري ٿو.

ان مطابق ڪوٽ اتر توڙي اولهه- اتر ۾ نارا ڍوري کان هڪ جيتري مفاصلي تي آهي. ان کان سواءِ ڪوٽ جي اتر اولهه پاسي ڪيتريون کڏون آهن، جن ۾ پاڻي جي موجودگي رهي ٿي. ڪوٽ جي اتر- اولهه ۾ نارو ڍورو ۽ بهادري ڍوري جي سنگم تي ٽن ميلن ڪن تي نئين ڪوٽ جو شهر آهي ۽ اولهه- ڏکڻ ۾ راضي شاهه جو مقبرو آهي.

ڪوٽ جي پرسان ڪيترائي پيچرا گذرن ٿا. ماڻڪ پٽاوالا ريگستان ۾ آمدرفت جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته: ”ٿر ۾ گهڻا اوٺن جا پيچرا مختلف پاسن تي وڃن ٿا.... ان مان ڪيترائي ڏيپلو، اسلام ڪوٽ، ڇاڇرو، عمرڪوٽ، ڪيسارو، گدڙو.... وٽان گذرندا پاڙيسري رياستن راجپوتانا (جوڌپور) بهاولپور ۽ گجرات ڏي هليا وڃن ٿا.“

اهڙي طرح نئين ڪوٽ پرسان ٻه سنڌ کان ايندڙ ۽ ٿر ويندڙ ڪيترائي گس اچي ملن ٿا. انهن مان مکيه رستو جيڪو هاٽي مٺي تائين پڪو روڊ ٿي ويو آهي، ڪوٽ جي بلڪل ويجهو گذري ٿو. اهو رستو ڪوٽ پرسان منڻ بعد ٻن ڇانگن ۾ ورهائجي وڃي ٿو. هڪ شاخ ڏيپلي طرف مسافر وٺي وڃي ٿي ۽ ٻي شاخ مٺي تائين ماڻهو رسائي ٿي. ڪوٽ وٽان هڪ ٻيو رستو ٻه اتر طرف سرندي نظر اچي ٿو جيڪو ناري ڍوري سان گڏوگڏ سفر ڪندو هيڏا وٽان ٿيندو وڌيڪ اتر نڪري وڃي ٿو. نئين ڪوٽ کا ٽيون اهم رستو ڏيپلي واري سڙڪ کان ڪجهه قدر ڏکڻ-

اوپر پنڌ ڪندو خيالي تڙ ڪان چڪر ڏيندو پڙ جون پٽون اورانگهڻ شروع ڪري ٿو. انهن مکين رستن مان اڳتي ڪيتريون ٻيون شاخون نڪري ٿر جي مختلف ڳوٺڙن ڪي پاڻ ۾ ڳنڍين ٿيون. نئين ڪوٽ جي اهميت جو ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته: "جهڙي طرح انسان جي عضون جي ساري چرپر تنتي سرشتي ڪري آهي، تنتي سرشتي کي دماغ قابو ڪري ٿو. اهڙي طرح ٿر پاسي چرپر ۾ فوجي حڪمت عملي کان نئون ڪوٽ دماغ جي حيثيت رکي ٿو. جنگي نقطءِ نگاه کان هي ڪوٽ ان علائقي لاءِ جنرل هيڊ ڪوارٽر جو درجو رکي ٿو. موجود وقت ۾ هي ڪوٽ سنڌ ۾ ٿر جي ٻين علائقن تي نظرداري ۾ ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ سٺي مرڪز جو ڪم ڏئي سگهي ٿو.

فضائي نقشي ۾ نئين ڪوٽ جي علائقي جو معائنو ڪجي ٿو ته ڪوٽ جي اتر کان وٺي هڪ واريءَ جو سمنڊ چوليون هڻندو اوپر ڏکڻ طرف روان دوان نظر اچي ٿو. فضائي نقشن ۾ ان وارياسي سمنڊ جي بلڪل اوله ڪناري تي ڪوٽ هڪ ننڍڙي سپيءَ جيان لڳي ٿو، جيڪا جڻ لهرن تي لڙهندي اچي ڪناري لڳي هجي. ڪوٽ جي اڏاوت وارياسي چيڙي تي آهي. ان جي ٿوري ئي مفاصلي تي ريگستان ختم ٿيندي نظر اچي ٿو. اڳتي باقاعده پوکي جا آثار آهن. پوکي واري زمين بلاڪن جي صورت ۾ اتر توڙي اوله ڦهليل آهي.

فضائي فوٽن ۾ ڪوٽ جي اتر کان ڪجھ وهڪرن جا آثار هلندا هڪٻئي پٺيان اچي ڪوٽ جي پرسان پاڻ ۾ ملن ٿا. ان مان وچ واري وهڪري جو پيٽ وڏي ايراضي ۾ پکڙيل آهي. ڪن ماهرن جو رايو آهي ته اهو ويڪرو وهڪرو قبل از تاريخ سنڌوءَ جو پيٽ هو. ان اوائلي پيٽ جي اترين حصي مان موجوده وقت سموري ڍورو وهي ٿو. اڳتي ڪجھ حصي جو نالو بهادري ڍورو آهي. سنڌو جو اهو اوائلي پيٽ ساري نقشي تي ڦهليل هئڻ ڪري اهو چئي سگهجي ٿو ته سنڌو مختلف دورن ۾ اهي وهڪرا ۾ رستا بدلائيندو رهيو آهي.

سنڌوءَ جي انهن تاريخ کان اڳاٽن آثارن کان سواءِ اتر اوپر کان هڪ ٻيو وهڪرو اچي نئين ڪوٽ شهر پرسان بهادري ڍوري سان مڪاميل ٿئي ٿو جنهن کي موجوده وقت نارو ڍورو سڏين ٿا. نارو ڍورو جو

وهڪرو عين ڪوٽ جي اتر ۾ هڪ پوري لهر هٽي هلال جهڙي شڪل نٿاهي ٿو. ان جي ڪجھ قدر هيٺان ڏکڻ ۾ ڪوٽ جي موجودگي ستاري جيان لڳي ٿي.

هلال جهڙي ڍوري ۽ ستاري جهڙي ڏيک ڏيندڙ ڪوٽ کي ملائڻ سان نقشي تي چنڊ ستاري جو ڏيک ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ناري ڍوري کي اوڀر نارا يا هاڪڙو جو نالو ڏجي ٿو. هي وهڪرو اتر کان ٿر (ريگستان) جي وٽ وٽ وهنو اچي ٿو. ان وهڪري کي پراڻي هاڪڙي جي نالي سان به ڪوٺين ٿا.

سنڌو ۽ هاڪڙي وارن وهڪرن جي وچ ۾ ڪيترائي پاڻي جا گس ۽ ڪنڊون نظر اچن ٿيون، جن مان محسوس ٿئي ٿو ته اهو سارو علائقو تاريخ جي جدا جدا دورن ۾ پاڻي ۾ ٻڏل رهيو آهي.

انهن ٻن وهڪرن کان سواءِ ڪوٽ جي اولھ ۾ هڪ ٽئين وهڪري جا به اهڃاڻ آهن، جيڪي به اتر کان ذري گهٽ هڪ سڌي ليڪ ۾ لهندا ڏکڻ اچن ٿا. ان کي اولھ ڍورو پراڻ جو نالو ڏنو ويو آهي. ان وهڪري جا آثار نقشي ۾ واضح ۽ گهرا آهن، پر ويڪر ۾ گهٽ آهن. ان لاءِ به ڪن جو خيال آهي ته سنڌوءَ جو پراڻو وهڪرو ٿي گذريو آهي. وهڪرو نئين ڪوٽ شهر کان ڪافي هيٺ اولھ- ڏکڻ ۾ اچي عبدالله آريسر ڳوٺ وٽ اڳ ذڪر ڪيل ٻن وهڪرن سان ملي ڏکڻ اولھ پنڌ شروع ڪري ٿو. اڳتي اهي ٽيئي وهڪرا ڍورو پراڻ نالي سان ڪوٺجن ٿا.

ڪن ماهرن سڀ کان اوڀر واري وهڪري کي اوڀر نارا ۽ هاڪڙا جو پيٽ قرار ڏنو آهي. ان کان ڪجھ قدر اولھ واري وهڪري کي اوڀر پراڻ ۽ وڏيڪ اولهائين کي اولھ پراڻ نالو ڏنو آهي. ٽيئي وهڪرا اڳتي پاڻ ۾ ملڻ بعد ڪوري ڪريڪ ۾ ڪرن ٿا.

پاڻي جي انهن گذرگاهُن کان سواءِ ڪوٽ جي اولھ ۾ نارو ڍوري جي آسپاس هڪ وڏي ڪڌ جا آثار به نظر اچن ٿا، جن ۾ اڄ به پاڻي بيٺو آهي. هڪ مقامي بزرگ ان علائقي جي زميني مشاهدي دوران ان ڍوري کي هاڪڙو سڏيندي مون کي ماموئي درويشن جي هٿيءَ پيشنگوئي به ٻڌائي هئي:

هاڪ وهندو هاڪڙو
به مجي ۽ لوڙھ سميت

## شاهي دروازو

شاهي دروازي جي حفاظت ٻه وڏا برج ڪن ٿا. برج جمبوري جيان وات ڪوليو جڻ ڪنهن کي پڪڙڻ لاءِ آتا آهن. برج صرف 11.10 فٽ وڪڙدار رستو در تائين پهچڻ لاءِ ڏين ٿا. مکيه دروازي جو سنڀاليندڙ اوير برج 30 فٽ اوچو آهي. سندس ٻاهران هيٺان گهيرو 139 فٽ آهي. ان گول برج جو مٿان قطر 44.6 فٽ آهي. ڪيس 4 فٽ ٿلهي ديوار جي اوٽ پڻ ڏنل هئي، جيڪا هاڻي زمين دوز ٿيل آهي. برج ۾ داخل ٿيڻ لاءِ مٿان 15 فٽ لنگهه ڇڏيل آهي. مکيه در جو ٻئي محافظ اوله برج جي ٻه ساڳي 30 فٽ اوچائي آهي. پر هن جي ٻاهريون هيٺيون گهيرو 102 فٽ ۽ مٿان داخل ٿيڻ لاءِ 12.6 فٽ جو لنگهه آهي.



نئون ڪوٽ جو شاهي دروازو

ٻنهي برجن جي ڇڏيل وٿي مان اندر داخل ٿيڻ سان بُرجَ ۽ ديوارون ملي ذري گهٽ هڪ ٽڪندو ميدان ناهن ٿيون. سامهون دروازي وٽ ڪوٽ جي ڏکڻ ديوار جي ديگهه 38 فٽ آهي ۽ ڪاٻي هٿ اولهائين پٽ جي ديگهه 35 فٽ آهي. ٻئي پٽيون ملي 90 درجن جي ڪنڊ ناهن ٿيون. مکيه دروازو ڪوٽ جي ڏکڻ پاسي واري ديوار ۾ آهي، جنهن جو

منهن ۾ ڏکڻ ـر.          رو 22 فٽ اوچو ۽ 12 فٽ ويڪرو آهي. شاهي دروازي کي جاذب تون درو بنائڻ لاءِ پهريائين ديوار ۾ ڪجھ انچ مستطيل ڪانچو ناهي ان ۾ محرابدار در بيهاريو ويو آهي. دروازي جي مٿين ڪماني جي چنهب ذري گهٽ مستطيل ڪانچي جي مٿان وچ واري حصي کي ڇهي ٿي. دروازي جي محراب بيهارڻ لاءِ مٿين حصي ۾ پاسيريون سرون ڪتب آندل آهن.

دروازي کي ڪنهن زماني ۾ مضبوط ڪاٺ جو در لڳل هوندو، پر اڄ ڪلھ ان جا ڪي بہ آثار نٿا ملن. البت سندن چوڪٺن جا ڪجھ قدر آثار پٿين ۾ نمايان آهن. دروازي مان اندر پير پائڻ سان 20 فٽ ڊگهي گهٽي آهي، جيڪا مٿان پختي ڇت سان ڍڪيل آهي. گهٽي جي ٻنهي پاسن کان پهريدارن جي ويهڻ جون 9 فٽ ويڪريون ۽ 6 فٽ ڊگهيون جايون آهن. پهريدار دروازي جي سنڀال سان گڏ ايندڙن ويندڙن لاءِ در کوليندا ۽ بند ڪندا هوندا.

## دمدما

شاهي دروازي مان گذري اچڻ بعد هڪ چؤڪور 40 × 48 فٽ دمدما ۾ پهچي وڃجي ٿو. دمدما اهڙو تہ حرفت سان جوڙيو ويو آهي جو دشمن جي اتي پهچي بہ وڃي تہ بہ هو اصل ڪوٽ کي فتح نہ ڪري سگهندو. نئين ڪوٽ جو هي حصو ڄڻ الڳ ٿلڳ هڪ قلعو آهي، جنهن کي هٿ ڪرڻ باقي ڪوٽ کان بہ مشڪل آهي. ان ننڍڙي چؤڪور ٽڪري جي حفاظت لاءِ چوڌير مٿان 20 فٽ کن ٿلهي فصيل آهي، جنهن تي پهيردارن جي موجودگي دمدما ۾ موجود حملي آورن جي تعداد کان بہ وڌيڪ ٿي سگهي ٿي. هي ڪوٽ جو وڏ ۾ وڏ محفوظ حصو آهي، جنهن کي زير ڪرڻ لاءِ گهڻي قوت جي ضرورت آهي. دمدما جي مٿان فصيل جي اوچائي 23 فٽ آهي. دمدما جي حفاظت فصيل کان سواءِ شاهي دروازي جي برجن سان گڏ اوير۔ اتر ڪنڊ تي هڪ ٽيون برج بہ ڪري رهيو آهي. نئين ڪوٽ جي دمدما جهڙي شڪل جو دمدما اسان کي تيونس ۾ آين ٽونگا ڪوٽ جي شاهي دروازي ۾ ملي ٿو.

## اندريون دروازو

هي دروازو دمدما مان ڪوٽ اندر داخل ٿيڻ لاءِ آهي. مکيہ دروازي




ٺٽون ڪوٽ جو مکيه دروازو

جيان هن جي بہ ويڪر 12 فٽ رکي وئي آهي ۽ اندرين دروازي ۾ بہ سونهن پيدا ڪرڻ لاءِ مستطيل ڪانچي ۾ ڪمانيدار لنگھ ڇڏيو ويو آهي. دروازو دمدما جي اولھ ديوار ۾ آهي، جيڪا ڏکڻ ديوار (مکيہ دروازي) سان 90 جي ڪنڊ جوڙي ٿي. اندرين دروازي جي گھٽي جي ڊيگھ 22 فٽ آهي. گھٽي ۾ ٻنهي پاسن کان 6.9 × 10 فٽ پهريدارن جي ويهڻ لاءِ جايون آهن. گھٽي جي آخري ڇيڙي وٽ ٻنهي طرفن کان ڪوٽ جي فصيل ۽ برجن تي چڙهڻ لاءِ 6 فٽ ويڪريون ڏاڪڻيون آهن. ڏاڪڻيون تازيون مرمت ٿيل آهن.

**بئرڪ**

ڪوٽ اندر دمدما ۾ فصيل هيٺان ڪجھ ڪوٺڙيون آهن، هي ڪمانيدار ڇت واريون بئرڪ نما ڪوٺڙيون دمدما جي اتر ۽ اوڀر ديوار ۾ آهن. بئرڪون ايتريون تہ اونداهيون آهن، جو ان ۾ ڏينهن جي وقت بہ هترادو روشني بغير ڏسي نٿو سگهجي. ان کان سواءِ انهن ڪوٺين ۾ ڪابہ هوا جي لاءِ دري وغيره نہ ڇڏي وئي آهي. جنهن مان محسوس ڪجي ٿو تہ اهي سپاهين جي رهائش لاءِ مناسب نہ آهن. البت ڪنهن گودام يا باروت خاني طور ڪتب ايندڙيون هونديون. مڪاني ماڻهن جي چوڻ مطابق سندن وڏڙن انهن ڪوٺين ۾ زنگيل گولا، گوليون ۽ ٻيا پڳل هٿيار ڏٺا هئا.

بئرڪ جي ڇت ۾ لوها ڪُنڊا بہ لڳل آهن. ڪُنڊن جي موجودگي ڪري ڪن ماڻهن جو خيال آهي تہ اهو قيد خانو هوندو، جتي خطرناڪ ڏوهارين کي رکيو ويندو هوندو. بئرڪن پرسان مکيہ در مٿان مقامي روايتن مطابق ڪنهن زماني ۾ ڦاسي گھاٽ هو پر هاڻي اتي ڦاسي گھاٽ جي ڪنهن بہ نشاني جو وجود نہ آهي. بئرڪ اندر داخل ٿيڻ لاءِ دمدما جي اوڀر توڙي اتر پٽ ۾ 6.6 فٽ اوچا ۽ 3.6 فٽ ويڪرا دروازا آهن. انهن دروازن جي بناوت بہ ٻاهرين وڏن دروازن جيان محراب دار آهي.

**فصيل ۽ ديوار**

ڪوٽ کي چوڌاري پهريدارن جي گشت ۽ خطري وقت ڪوٽ کي حملي آورن کان بچائڻ لاءِ 12 فٽ ويڪري فصيل ڏنل آهي. فصيل تي

چڙهڻ لاءِ موجوده وقت صرف ٻه ڏاڪڻيون ڪوٽ جي اندرين دروازي وٽ آهن. فصيل ڪي اندران مٽي وغيره سان ڀريو ويو آهي. ان هيئان ڪوٽ ڏجي جيان ٻٺرڪ وغيره نه آهي. البت رني ڪوٽ دهليل ڪوٽ... وانگر ته در ته ڀريل آهن. ڪافي سال اڳ (1982ع) ۾ نئين ڪوٽ جو معائنو ڪيو هو ته ان وقت فصيل ۾ برسات جي پاڻي ڪري ڪيترائي ڪڏا ۽ گهارا ٿي ويا هئا. پر بعد ۾ ان جي مرمت ڪري فصيل مٿان فرش بندي ڪئي وئي آهي. سنڌ جي ٻين ڪوٽن ۾ عموماً فصيل تي فرش بندي نه پر ليپو ڏنل نظر اچي ٿو.

مون ڪي هنگري ۾ ڊنيوب ندي ڪناري بداپيسٽ جي شهرپناه ڏسڻ جو موقعو مليو هو. ان شهر پناه جي فصيل جي جوڙجڪ ۽ ويڪر نئين ڪوٽ جي فصيل جيان محسوس ٿي هئي. فصيل اڳيان ٻاهرين طرف کان ڪوٽ کي 4 فٽ ويڪري ڀت ڏنل آهي. ڪوٽ جي طرز تعمير مان محسوس ٿئي ٿو ته ديوار ٿوله ۾ آهستي آهستي مٿي چڙهڻ بعد سنهي ٿيندي مٿين چيڙي وٽ اڍائي فٽ کن ٿيهندي هوندي. ڇو جو ڪوٽ جا برج ۽ ديوار زمين وٽان جيئن ئي مٿي اٿڻ شروع ڪن ٿا ته ويڪر ۾ گهٽبا ۽ اندر طرف سلامي ٿاهيندي نظر اچن ٿا. موجوده وقت ڪوٽ جي فصيل مٿان ڏنل اوٽ سلامت نه آهي. البت اولهه پاسي کان فصيل تي ڪجهه اوٽ بيٺل آهي. گڏوگڏ اتر اوڀر جي برج تي به ڪجهه اوٽ، ڪرڻ جي انتظار ۾ بيٺي آهي. فصيل کان ڀت جي اوچائي ڇهه فٽ کن هوندي.

ڪوٽ کي فصيل مٿان اوٽ جو وجود نه هجڻ مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته ڪنهن زماني ۾ ڪوٽ جو والي وارث نه هئڻ ڪري اٽڃاڻ ماڻهن اوٽ واري ديوار جون سرون اکيڙي پنهنجي گهرن ۾ ڪتب آنديون هونديون. اهي ته تاريخ کان اڻ ڄاڻ ماڻهو هئا، پر ڪجهه سال اڳ ڪوٽ جي اوڀر واري ڀت تي رينجرس نشانو پڇائڻ لاءِ گولي بازي ڪري ڀت جا ٽڪرا ڪيرائي ڇڏيا آهن. ان مان محسوس ٿئي ٿو ته ڪوٽ جي ديوار جو مٿيون حصو زماني جي تغير ڪري ڊهي ها ته ضرور اهي هزارن جي تعداد ۾ سرو ڪوٽ جي آسپاس پيون هجن ها.

## مارا

ڪوٽ جي ديوار ۽ برجن ۾ سَون جي تعداد ۾ مارا آهن، ٻن برجن جي وچ واري ديوار ۾ گهٽ ۾ گهٽ مارن جو انگ ويهه کن آهي. هڪ ماري کان ٻئي ماري جي وچ ۾ مفاصلو 7.6 فٽ آهي. برج ۾ مارا ڪنهن به صورت ۾ ڏهن ٻارهن کان گهٽ نه آهن. مارا 9 انچ ڊگها ۽ 7 انچ ويڪرا آهن. مولائي شيدائي ميرن جي فوج جي هٿيارن جو، خاص ڪري بندوقن جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته: "ميرن جي سپاهين کي ڪا خاص پوشاڪ پاتل ڪونه هئي، اهي خانگي لباس ۾ رهندا هئا. وٽن پرمار بندوقون هيون جن جون ناليون ڊگهيون هئڻ ڪري پري تائين نشانو چٽي سگهنديون هيون، پر سندن پرڻ ۾ وقت لڳندو هو. بندوقن کان سواءِ تراريون، ڍالون ۽ زرهون به هٿيار هئا."

نئين ڪوٽ ۾ جيڪي مارا جوڙيل آهن تن ان مان ڊگهين نالين وارين بندوقن سان سولائي سان نشانو وٺي سگهجي ٿي ۽ آساني سان نظر کي به ڏور ڏور تائين رسائي سگهجي ٿو.

ڪوٽ جي موجوده پڃل حالت ۾ اسان کي صرف مکيه دروازي واري شاهي برج مٿان هڪ توپ رکڻ جو مارو نظر آيو. برجن تي شايد اهڙا مارا ڊهي ويا آهن، حالانڪ ڪوٽ جي برجن تي به توبون رکيل هيون. مير ڪرم علي خان کي انهن توبن سان سلامي ڏني وئي هي.

## برج

ڪوٽ جي حفاظت نون برجن پنهنجي ڪلهي تي کنئي آهي جيڪي دستور مطابق چار ڪُنڊيون سنياليو بيٺا آهن. ٻه مکيه دروازي ۽ دمدما جي نگهباني ڪن ٿا. ٽي برج اتر، ڏکڻ ۽ اولهه ڪوٽ جي ديوار جو وچ ورتيون ٻين جا ساٿاري بڻيا بيٺا آهن. انهن نون برجن مان سڀ کان شاهڙ برج شاهي دروازي کي پنهنجي پاسي ۾ اهڙي طرح لڪايو بيٺو آهي جو ان تائين پهچڻ ته پري رهيو ان کي ڳولڻ به مسئلو آهي. شاهڙ برج جو قطر 44.6 فٽ ۽ سندس ٻاهران ٿولهه 139 فٽ آهي. ان وڏي برج پرسان ئي هڪ ٻيو ساٿاري برج به سندس ڪن ۾ سس پس ڪندي ۽ مکيه در جي حفاظت ڪندي نظر اچي ٿو. هي برج ٻهرين وڏي برج جو ادب ڪندي، سندس شان شوڪت وڌائڻ لاءِ ڪجهه قدم پوئتي بيٺو

آهي. سڀ برج تقريباً گولائي تي آهن، جيڪي ڪوٽ جي ديوارن کان گول ٿاهي ٻاهر نڪري آيا آهن. ڪوٽ جي ننڍي برج جو قطر 18 فٽ آهي. اهي بُرجَ ڏکڻ ۽ اتر ديوار جي وچ تي بيٺا آهن.



نئون ڪوٽ جو هڪ برج

ڪوٽ جا برج ايترا ته ٿلها ۽ مضبوط آهن، جو پنهنجي جاءِ تي ڄڻ ڪارونجهر پهاڙ آهن، جن تي هلڪو ڦلڪو حملو اثر نٿو ڪري سگهي. ڪوٽ جي ارڙهن کان وٺي پنجيتاليهن فٽن تائين ويڪرن سان گڏ پويان جي ٻارهن فٽن جي سگهاري فصيل ڏنل آهي. ان ڪري ڪمزور کان ڪمزور برج به تقريباً ٽيهه فٽ ويڪرو ٿي وڃي ٿو. ٽيهه فٽ مضبوط دڪي کي يڪدم ڪيرائڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.

نئين ڪوٽ جا برج اٺ جي پير جيان هيٺان تراکڙا يعني پيرن وٽ موڪرا آهن، جيڪي ڪجهه فٽ مٿي هلي لهوارا ٿي برج جي باقي جسم سان ملن ٿا. لاهي ترڪٽي هئڻ ڪري ان تي چڙهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. تراکڙي پيرن کان برج مٿي آهستي آهستي سوڙهو ٿيندو ٿو وڃي. ڪجهه فٽ مٿي هلڻ بعد برج جي مٿان ڊيري تان لهندڙ برسات جي پاڻي جا نيسارا اچي ڪرن ٿا. هر برج جي بدن تي اهڙا ائن کان ٻارهن نيسارا آهن. نيسارا مٿان برج جي فرش کان برج جي ٻاهرين پاسي گهرائي ۾ آهن، جيڪي هيٺ پهچڻ تائين گهرائي گهٽائيندا ٿا اچن. تان جو سارو

پاڻي ٻاهر اڇلي ٿا ڇڏين. ان ڪري اسان هڪ برج کي قد جي لحاظ کان ٽن حصن ۾ ورهائي سگهون ٿا. پهريائين ٽراڪٽرو پير، ان بعد پير کان نسارا ختم ٿيڻ وارو ٿي فٽ کن سَندو، ان مٿان وري نيسارن جو سهڻو ڊزائين شروع ٿي وڃي ٿو. ساري برج ۾ نيسارن جي ويڪر هڪ ڪري آهي، پر سندن ديوار ۾ گهرائي مٿان کان هيٺ تائين گهٽبي وڃي ٿي. موجوده وقت نيسارا برج جي پليٽ فارم تائين آهن. برج جو آخري حصو ڪيس ڏنل ٻاهرين طرف حفاظتي ديوار جو ڪم ڏئي ٿو. اها ديوار مالڪي نه هئڻ ۽ زماني جي سٽ نه سهڻ ڪري منهن ڀر ڪري پئي آهي.

ٻن نيسارن جي وچ ۾ مفاصلو ڏهه فٽ کن آهي. نيسارن جي سهڻي بناوت ڪري ڪوٽ جي خوبصورتي ۾ اضافو ٿئي ٿو. خاص ڪري ڏينهن جو جڏهن سارو ڪوٽ سج جي روشني سان وهنتل هوندو آهي پر نيسارن اندر اُس نه پوڻ ڪري چانورو رهي ٿو. ان مهل پري کان ڪوٽ جڻ وچ ريگستان ۾ پٽاپٽي هرٽين جو ڏڻ ڊوڙندي نظر اچي ٿو.

## بارود خانو

ڪوٽ جي ٻاهرين دروازي کان لنگهي اندر ميدان ۾ پهچجي ٿو ته اندرين حصي ۾ داخل ٿيڻ سان ئي دروازي لڳ ڏاڪٽيون ٺهيل آهن، جتان ضرورت وقت سپاهي چڙهي ڪوٽ جي حفاظت ڪري سگهن پيا. انهي اندرين دروازي کان ڪجهه قدمن تي ميدان جي ڏکڻ اوڀر طرف ڪوٽ جي تعمير ۾ ڪم آندل سرن جون ٻه جايون جڙيل آهن.

هڪ ڪوٺي ڏکڻ پٽ کان ٿوري فاصلي تي 18 × 18 فٽن جي آهي ۽ سندس پٽين جي اوچائي 6.7 فٽ آهي. ڪوٺي کي اوڀر منهن هڪ ننڍڙو در 3 × 5.5 فٽ آهي. چؤڪور ڪوٺي جي مٿي تي 4.9 فٽ قطر جو گنبذ رکيل آهي. ان جاءِ کي ڏور کان جنهن طرف کان در نه اٿس ڏسبو ته اهو اسان کي اسٽوپا جي شڪل جيان نظر ايندو. ان ڪري ڪن محققن رني ڪوٽ ۾ سن دروازي وٽ ساڳي قسم جي ٺهيل ڪوٺي کي ٻڌن جو عبادت گاه سڏيو آهي پر ويجهو اچي ان جاءِ ۾ محرابدار دروازي مان ڏسون ٿا ته محسوس ٿئي ٿو ته اها جاءِ هر طرف کان بند آهي، ان ۾ نه دري نه روشندان رکيو ويو آهي، جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته ان هنڌ هٿيار ۽ بارود محفوظ ڪيو ويندو هوندو. پٽين جي

ٿلهائي ۾ عمارت سازي جو طريقو پڌائي رهيو آهي ته اها عمارت ڪافي مضبوط ٺاهي وئي آهي. ان کان سواءِ ان ۾ رهڻ ۾ آرام جو ڪو خاص خيال نه رکيو ويو آهي. درن جي اوچائي ۾ ويڪر عام ماڻهو جي قد کان به گهٽ 3 × 5.5 فٽ آهي.

ان بارود خاني جي اجا به ڏکڻ ۾ قلعي جي ٻاهرين ديوار سان لڳ ساڳي قسم جي هڪ ٻي عمارت به نظر اچي ٿي. جنهن ۾ پڻ نه دري آهي نه روشندان. البت ان جي ڇت گول گنبذ جي بجاءِ سلاميدار تجر جيان نظر اچي ٿي. ڪوٺي جي ڊيگهه 21.6 فٽ ۾ ويڪر 16.6 فٽ آهي. بارود خاني جي ڇت ۾ ڪجهه حصو زمين دوز ٿي چڪو آهي.

**پاڻي**

نئين ڪوٽ جي پرسان مختلف وهڪرن جي آثارن جي موجودگي مان لڳي ٿو ته ڪوٽ واسين کي هر دور ۾ پاڻي آساني سان ملي ويندو هوندو. ڪوٽ جي اتر پاسي کان نارو ڊورو اک جي پَرَءَ جيان مٿان ورڪائي گذري ٿو. ان کان سواءِ اهو علائقو هاڪڙي جو پراڻو گذرگاه هئڻ ڪري ڪوٽ جي ويجهو زمين اندر پاڻي وڏي آساني سان ملي ٿو پر هاڪڙو ڪيترين صديون خشڪ رهڻ ڪري پاڻي کارو ٿي ويو آهي. البت اوپر نارا ۾ ۾ اوپر پراڻ جي وچ واري حصي ۾ تانگهي مٺي پاڻي جو ذخيرو ملي ٿو.

ڪوٽ جي پرسان ۾ اندر ننديا ڪبڙ جا ٻوٽا آهن. اهو ٻوٽو اڪثر ڪساري پاڻي ۾ جيئرو رهندو آهي. ڪبڙ Alkaline Soil جنهن ۾ اڪثر سلفيٽ ۾ جپسم مليل هوندو آهي، اتي گهڻو پيدا ٿيندو آهي. ڪبڙ ان هنڌ جيئرو رهندو، جتي زير زمين پاڻي جي سطح ڏهن کان ٽيهه فٽ هوندي آهي. جيڪڏهن پاڻي ڏهن فٽن کان مٿي ايندو ته ٻوٽي جي پرورش کي ڌڪ هڻندو. ڪوٽ اندر هڪ کوهه جا آثار به واضح آهن، جنهن مان لڳي ٿو ته استعمال لاءِ پاڻي اتان کنيو ويندو هوندو.

**رهائشي جايون**

ڪوٽ جي اترين پٽ پرسان ڪجهه رهائشي حصو نظر اچي ٿو، جيڪو هاڻي تقريباً تباهه ٿي چڪو آهي. البت انهن جون ڪجهه اڌ ڊٺل پٽيون بيٺيون آهن. پٽين جي ويڪر ۾ مضبوطي ڏسڻ وٽان آهي. پٽن

مٿان ٿلهي پلستر جو ته چڙهيل آهي. پلستر کي چن جو اڇو رنگ ڏنو ويو آهي. انهن ڀتين کي جيڪڏهن پاڻ ۾ ملائبو ته باقاعده ڪيترن ڪمرن جي شڪل اختيار ڪنديون. هر ڪمري جي تقريباً ڊيگھ ويه فٽ ۽ ويڪر سورهن فٽ بيهندي. ڪمري جي ڇت جي اوچائي زمين کان پندرنهن فٽ کن ٿيندي. هر ڪمري جي ڀتين ۾ سامان رکڻ لاءِ ٻه ڪٻٽ آهن، جن اندر طاقن رکڻ جون جايون صاف نظر اچن ٿيون. پلستر جي مدد سان درن ۽ ڪٻٽن مٿان خوبصورتي پيدا ڪرڻ لاءِ ڊزائين ٺاهيا ويا آهن.



نئون ڪوٽ اندر رهائشي جايون

رهائشي حصو عام ڪوٽ جي پٽ کان ڪجھ فٽ بلندي تي جوڙيل آهي. شايد ان خيال سان ته برسات جو پاڻي انهن ۾ داخل ٿي نه سگهي. انهن ڪمرن جي خصوصيت اها نظر آئي آهي ته اهي وچين دروازن ذريعي نه رڳو پاڻ ۾ مليل آهن، پر هرهڪ ڪمري جو هڪڙو دروازو ٻاهرين طرف به کليو ٿي. ان طرح جو بندوبست شايد دفاع کي خيال ۾ رکي ڪيو ويو هو، جيئن ڪمرن ۾ رهندڙ ماڻهو ضرورت وقت نه رڳو هڪ ٻي سان ملي سگهن، پر انتهائي اڻاين حالتن ۾ پنهنجي بچاءَ خاطر دروازن جو استعمال ڪري ٻين سپاهين سان وڃي ملن يا ڊوڙي وڃي فصيل ۽ برجن تي مورچابند ٿين.

تاريخي حوالن مان معلوم ٿئي ٿو، تہ مير گهٽو ڪري ريگستان جي دوري تي ايندا رهندا هئا، جي تہ جي ڪوٽن ۾ ئي رهائش اختيار ڪندا هئا. مير شير محمد خان گهٽو ڪري نئين ڪوٽ ۾ اچي ترسندو هو. ان ڪان سواءِ بہ هميشہ ميرن جا سپاهي انهن ڪوٽن کي چوڪين طور ڪتب آڻيندا هئا. رائچند ان لاءِ هيئن لکيو آهي تہ: "فتح ڳڙه، اسلام ڳڙه ۽ علي ڳڙه کان پوءِ نئين ڪوٽ جو قلعو جڙيو. منجهس 12 عملدار رهندا هئا. نئون ڪوٽ، اسلام ڳڙه ۽ علي ڳڙه ڪجه وقت جي لاءِ سوڍن جي حوالي هئا، جي ميرن جا تابعدار هئا."

انگريزن جي دور ۾ ڪوٽن ۾ باقاعده پگهاردار قلعدار ۽ سپاهي رهندا هئا. ڪئپٽن رئڪس ان جو ذڪر ڪري ٿو تہ: "سنڌ جي فتح کان هڪدم پوءِ مٺي جي ٻن سوڍن کي 15 روپيا مهيني جي پگهار جي حساب سان مٺي ۽ نئون ڪوٽ جي حفاظت لاءِ قلعدار مقرر ڪيو ويو، هرهڪ پنيان 25 سپاهي رکيا ويا. هن جي پگهار في سپاهي 5 روپيا هئي. هر سردار کي چار سانتيون (هرا) زمين ڪاهڻ لاءِ ڏني وئي، جن جي ڍل معاف هئي."

## پهريدار جون جايون ۽ محراب

شاهي ۽ اندرين دروازي جي اندرين طرف وارين گهٽين جي ٻنهي پاسن کان ڪمانيدار ڪوٺيون نهيل آهن جي پهريدارن جي ويهڻ لاءِ ٺاهيون ويون آهن، جيئن هو پوري طرح دروازن جي هر وقت حفاظت ڪري سگهن. پهريدارن جي جاين کي خوبصورت بنائڻ لاءِ منجهس ننڍيا محراب ٺاهيا ويا آهن. ان کان سواءِ ماڪي جي ماناري جي طرز جا ٺهيل ڪانئچا آهن. ڪانچا سرن جي مٿان گچ ۽ چوني جا آهن. سروپچند اسير 1959ع ڌاري هن ڪوٽ جو معائنو ڪيو هو. هو انهن پهريدارن جي جاين ۽ منجهن درين جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ: "انهي دروازي جي پٽين ۾ بہ بہ پينل محراب جهڙا خال آهن، جن ۾ ڪل 6 ننڍڙيون اندر پينل دريون آهن. هرهڪ دري 2 فٽ ويڪري 3 فٽ اوچي آهي." موجوده وقت اهڙين درين جو ڪو وجود نہ آهي. البت پينل محراب پٽن ۾ واضح آهن.

محراب جي اسلامي طرز تعمير ۾ وڏي اهميت آهي، جا ابتدائي وقت کان وني هلندي اچي ٿي. شروع ۾ رومن ۽ اوير يونوچ سمنڊ وارن



نئون ڪوٽ اندر پٽين ۾ پيٺل محراب

علائقن تان عربن محراب بنائڻ جو هنر حاصل ڪيو ۽ ان کي وڌيڪ خوبصورت بنائي مڪيه طور ٽن شڪلين ۾ آندو: هڪ چهنبيارو محراب، ٻيون سنئون سڌو گول ڪماندار محراب ۽ ٽيون گهوڙي جي نال جهڙو محراب هت سنڌ ۾ عام طرح چهنبيارو محراب ڪم ايندو آهي. ساڳي قسم جا محراب نئين ڪوٽ، دهليل ڪوٽ ۽ ڪوٽ ڏجي وغيره جي قلعن ۾ ڏٺا ويا آهن. خاص طور تي نئين ڪوٽ جي مکيه درن جا محراب ۽ پهريدارن جي چوڪين وارين جاين اندر پلستر ٿيل محراب جي خوبصورتي طور ڪم آندا ويا آهن. اهي سڀ چهنبيارن قسم جي محرابن جهڙا آهن.

مون کي نئون ڪوٽ ۽ دهليل ڪوٽ جي پهريدارن جي ويهڻ وارين جاين ۾ ڪافي مماثلت نظر آئي، خاص ڪري ٻنهي جاين جي مٿين حصي ۾ پلستر جي مدد سان سونهن لاءِ ٺاهيل محراب تقريباً هڪجهڙا آهن. ان کان سواءِ ڪوٽ ڏجي جي اندرين دروازن مٿان به اهڙا محراب نمايان آهن.

# ڪتابيات


| | |
|---|---|
| Memoir on Thar and Parkear- | Captain S.N. Raiks |
| - پارڪر جي پروڙ | ولي محمد ڪوسو |
| - تاريخ ريگستان | رائچند هريجن |
| - سنڌ هڪ عام جائزو | ايچ- ٽي- ليمبرڪ |
| - گرائونڊ واٽر | ايم- ايچ پنهور |
| - ميران سنڌ | مير محمد بخش ٽالپر |
| - ميرن جي دربار | جيمس برنس |
| - تاريخ سنڌ | اعجازالحق قدوسي |
| - مهراڻ (59- 1958ع) | سروپچند اسير |
| - تاريخ تمدن سنڌ | مولائي شيدائي |
| - الوحيد اسپيشل ايڊيشن 1936ع | الله بخش عقيلي |
| - گزيٽيئر ٿر ۽ پارڪر | جي- ڊبليو- سمٿ |
| - ...... | مرزا قليچ بيگ |
| - جان جيڪب آف جيڪب آباد | ايچ- ٽي- ليمبرڪ |
| - پراڻو پارڪر- منگهارام اوجها | - Out ward file No: 75-1893 pp 359-257 (بحوالو مير محمد بخش ٽالپر) |

- A physical and economic
Geography of Sind By Mank Pithawala
- Aerial Maps
- Maps General Survey of Pakistan
- Oxford Junior Encyclopaedia "The Art"
- Travels in Asia and Africa Ibun Battuta
The Travels and adventures of the Turkish Admiral- Sidi_
Ali Reis





دنيا ۾ جتي به ڪوٽ ۽ قلعا آهن انهن سان وابسته ڏندڪٿائون انهن ڪوٽن جي ديوارن کان وڌيڪ مضبوطي سان اتان جي واسين جي من ۾ موجود رهن ٿيون. ڪڏهن ته ڪوٽن جو تصور ڏاڍ ۽ بندش سان هڪجهڙو ٿي بيهي ٿو. ڪڏهن ڪوٽ ۽ قلعا پنهنجي پرشڪوه حيثيت ۾ بچاءَ ۽ حفاظت جي خيال کي هٿي ڏين ٿا. پر ڇا حقيقتاً ڪوٽ ۽ قلعا پنهنجي انهن سونپيل تصورن تي پورا به بيٺا آهن؟

اشتياق انصاري سنڌ جي ڪوٽن ۽ قلعن جي تفصيلي مطالعي جو ڏکيو بار پنهنجي ذمي ڪنيو. انجنيئر هئڻ جي ناطي ڪيس تعميراتي عمل کي سمجهڻ لاءِ گهربل تربيت سبب جيڪي سهولتون حاصل هيون سي ته پنهنجي جاءِ تي آهن، پر ادب سان هڪ ڏگهي ۽ گهري وابستگي درحقيقت موجوده مطالعي کي هڪ دلچسپ روپ عطا ڪيو آهي. تاريخ جي مطالعي، سچ لٽي سمان، ڏينهن رات جي آميزش سبب نظر جا ڪيترا دوکا پيدا ڪيا آهن. ان سنهي تاريخي دز مان پار ڏسڻ هڪ ڏکيو ڪم آهي. اهڙي وقت ۾ سندس بيان جي رنگيني هڪڙو اهڙو شعاع پيدا ڪري ٿي جنهن جي روشني ۾ اسان جي سامهون مختلف قلعا پنهنجي جداگانه ڪردارن سميت اڀري اچن ٿا. — ڪليم لاشاري

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پُرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَ کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)